# رهاڻ

سال ٩٠-١٩٩١



## راجستان سنڌي اڪادمي


اڌيڪشيہ ڪاريالیہ -
وسٽ باڪس نمبر ٨٩،
ڪدو وار بزار،
ڪو ٻنڊسپور ا]،
- ٣٠٥٠٠١.
ن : ٢١٧٦٦

ڪيندريہ ڪاريالیہ :
J-7 سڀاش مارگ،
'سي' اِسڪيم،
جئپور - ٣٠٢٠٠١
فون : ٥٢١٣٩٩

# رهاڻ

ڀـ آکر آسانجا

راجستان سنڌي اڪاڊميءَ جي جنرل ڪائونسل جو ٽن سالن جو مدو پورو ٿيڻ تي راجستان سرڪار نئين ڪائونسل ٺاهي ۽ اجمير جي ابرک وڪيل سنڌي سماج سيوڪ ۽ اديب ڊاڪٽر نانڪرام اسراڻيءَ کي چيئرمين ڪري مقرر ڪيو. ڀاولاڙي جي مشهور پترڪار شري ديارام ميناڻيءَ کي اڪاڊميءَ جو وائيس چيئرمين چونڊيو ويو.

”رهاڻ“ مخزن کي وڌيڪ سنڌر بڻائڻ لاءِ هن ڀيري ڪمپيوٽر پرنٽنگ جو استعمال ڪيو ويو آهي. جنهن ڪري مخزن جي ڇپائي ڪرڻ ۾ ڪجهه دير ٿي آهي. جنهن لاءِ اسين دلگير آهيون. آئينده اسانجي اهائي ڪوشش رهندي ته ”رهاڻ“ جو ايندڙ اڪ وقت سر پاٺڪن جي هٿ ۾ پهچي.

سال ١٩٨٩-١٩٩٠ ۽ سال ١٩٩١ع جي اڪاڊميءَ جي سرگرمين جي مختصر رپورٽ هيٺ ڏجي رهيا آهن.

[1] ٢٤-٢٥ مارچ، ١٩٩٠ع تي جئسمند ۾ ستون سنڌي ليکڪ سيمينار ٿيو. جنهن جو مهورت مانائتا شاعر شري ايم. ڪمل ڪيو. موقعي جو مکيه مهمان شاعر ۽ ڪهاڻيڪار شري هرڪانت هو. مرڪزي ساهت اڪاڊميءَ جو انعام حاصل ڪيل ورک شاعر ايم. ڪمل جو سنمان ڪيو ويو. رات جو مشاعرو به ٿيو. سنڌي اديبن کي ويسٽرن زون ڪلچرل سينٽر جو اوڀا ڪمل شلپ گرام ڏيکاريو ويو.

[2] ١٣-١٤ اپريل ١٩٩٠ع تي جوڌپور ۾ ٻهراون ڀيرو راجستان سطح تي سنڌي ناٽڪ چٽاڀيٽي رکي وئي. جنهن ۾ ڄئپور، جوڌپور، اُدئپور، اجمير، ٻاڙمير شهرن جي ڪلاڪارن سنڌي ناٽڪ پيش ڪيا. پهرين، ٻئين ۽ ٽئين ناٽڪ کي نقد انعام ڏنا ويا. ان موقعي تي سنڌي فلم ”هل ته ڀڄي هلون“ جي هدايتڪار شري ارجن ڄماڻيءَ جو سنمان ڪيو ويو.

[7] 25 مارچ 1991ع تي رويندر منچ تي سنمان - سمارُوهه ڪيو ويو، جنهن ۾
مرڪزي ساهتيه اڪاڊميءَ جو انعام حاصل ڪرڻ واري اديب شري گوورڌن محبوباڻي
...اليءَ کي پڳڙي پهرائي. شري ڦل، مصري ۽ پشپ هار سان سنمان ڪيو ويو.
جيپور جي ٻرڪ ليکڪ شري ايشور چندر، ناول نويس شري هري همٿاڻي ۽ شاعر
رچومل سوليءَ کي سنڌين انعامي پستڪن تي اياڻي - اياڻي هزار روپين جو الڳ انعام
ڏنائي، سنمان ڪيو ويو. ان موقعي تي تعليمي وزير شري هري ڪمار اوڊيه اڪاڊميءَ
جي ڪارن جي ساراهه ڪندي، اڪاڊميءَ جي بجيٽ ۾ روپيه پنجاهه هزار وڌائڻ
جو اعلان ڪيو.

هن جلسي ۾ جڳ پرسڌ اڙيه ڪلاڪار آئيلا سنڌر جو مشهور ناٽڪ "سنڌو" پڻ
پيش ڪيو ويو، جنهن جو ليکڪ شري گوورڌن ڀارتي آهي.

ايندڙ سال لاءِ گهڻائي نوان پروگرام هٿ ۾ کنيا ويا آهن، جنهن ۾ مکيه آهي
سرڪار کان زمين هٿ ڪري "سنڌو ڀون" ٺهرائڻ، جنهن ۾ هڪ عاليشان ناٽڪ منچ،
مرڪزي لئبرري، آرٽ گئلري ۽ گيسٽ هائوس هوندو. ان کان سواءِ ٽن سالن ۾
هڪ ڀيرو ٻارنهن هزار روپين جو ساهتيه پرسڪار پڻ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي.

هن رسالي جي مواد جي چونڊ مکيه سمپادڪ شري سنڌر اگناڻيءَ ۽ سمپادڪ
منڊل جي ميمبرن سرو شري آشا درڳاپوري ۽ لڇمڻ ڀاٽياءَ ڪئي. جن جو مان ٿورائتو
آهيان. پريس جي ڪجهائين سبب رسالي جي هن انڪ جي اشاعت ۾ دير ٿي وئي.
جنهن لاءِ اسان کي ڏک آهي. اسان ڪوشش ڪنداسين ته رسالي جو ايندڙ انڪ وقت
سر توهان جي هٿن ۾ پهچي.

هن رسالي بابت توهان جي راءِ جو آسائتي انتظار رهندو.

- ڊاڪٽر ٺاڪرام ايسراڻي
چيئرمين،
راجستان سنڌي اڪاڊمي.

# نظم



سلسلو



# ٽيڙو

هوندراج 'دکايل '

(١)

درد ملندو نصيب وارن کي
ڏيندو آهي هو ، پنهنجي پيارن کي!
تو ! ڏٺي آهہ اشارن جي زبان ؟
ورلو ڪو سمجهي ٿو اشارن کي!
درد جا روپ پي انيڪ آهن،
ٿي سمائي ڪا دل نظارن کي!
سور پڙريا پيا هٿا جاتي
مون نهاريو وجي تن چارن کي!
سيکون محبت جون هٿڻ آيا جي،
تو ! ڏٺو هو ڇا تن لهارن کي!
مان دکايل! تہ سور جو شائق
خاڪ ڏسندس ! اِنهن ڪنارن کي!

(٢)

وقت آڻي نَشا ٽٽي ويندا
وهم دل جا ڇٽي ويندا
ڪير ڄاڻي سُياڻي ڇا ٿيندو
حيڪي آهن اهي اٿي ويندا !
ڪين ويندن کي ڪو جهلي سگهندر
ناتا رشتا مڙيوئي پُلي ويندا !
ڪاش ! ڪو اهڙي حقيقت سمجهي
ڏيل وارا ڏيئا ٻُجهي ويندا !
ڪيسين بانور کي حياتيءَ جو ڪندا
ڪات سان ڪال حي ڪسجي ويندا !
جاءِ هت ناهہ دُکايل ! ڪنهنجي،
جن نہ سمجهيو ، اهي رُلي ويندا !

THX-23, Adipur
370205

# محبوبا جي لاش تي

هري دلگير

(نوٽ. پنجٽيهہ سال اڳي ڪوي ڪاليداس جو "رگھوونش" پڙهي رهيو هوس. آنءُ هڪ نظارو ڏٺو اچي تہ گھوٽ ۽ ڪنوار جي ٻئي ڦوهہ جوڀن ۾ هئا، ڦلواڙيءَ ۾ سئر ڪري رهيا هئا. اوچتو هڪ اهڙي گھڻنا ٿي جو سندر ڪنوار مردو بڻجي ڪري پئي. اِهو نظارو منهنجي دل ۾ پيهي ويو ۽ سال ڪن بعد هيءَ ڪويتا لکيم، جا ترجمو ناهي. پر آن جو موّل خيال، جنُن مٿي ڄاڻايو ويو آهي، "رگھونش" تان ڪنيل آهي. هيءَ ڪويتا ڀارت ۾ ڇپجي ڪانہ سگھي، جو هيٺ مٿي ٿي ويئي هئي. هينئر ٽيهن سالن جي ڳولا بعد لڌي اٿم ۽ مختصر ڦيرڦار ڪري شايع ٿو ڪرايان. هن ڪويتا جو فارم بہ بلڪل نئون آهي ۽ مونکي پيارو لڳي ٿو- هري دلگير.)

(١)

مونکي ڪل ڪهڙي ٻُڌائڻ ڪان سواءِ ويندينءَ هلي،
اوچتو هئن موڪلائڻ ڪان سواءِ ويندينءَ هلي،
آهہ ڏاڍي ڪان بہ ڪچڙو پيار، مون ڄاتو نہ ٿي،
تون نہ پاڙيندينءَ ڪيل اقرار، مون ڄاتو نہ ٿي،
هئن ڇوڻ، ڇائڻ، ڇتائڻ ڪان سواءِ ويندينءَ هلي
مونکي ڪل ڪهڙي ٻڌائڻ ڪان سواءِ ويندينءَ هلي،

(٢)

مُند تي گل ڦل ٽڙن ٿا ۽ مُند تي ڪومائجن،
مُند تي بادل بہ برسن، مُند تي وڻڙي وڄن،
مُند تي ڪُل موسمون، بي مُند پر آهي اجل،
وقت هي آهي يا نہ آهي، ڪو نہ ساڃاهي اجل،
ڪٿن وٺينءَ بي وقت تون، ٿا پيار جا سڏڪا ٻڌن،
مند تي گل ڦل ٽڙن ٿا ۽ مند تي ڪومائجن،

(

ن مجان زندھ تون ناهين، اچ بہ جڻ مُرڪين پئي،
م خوشبوء ۾ لپيٽيل، اچ بہ تون مهڪين پئي،
نجا ڪارا وار اڏري هير ۾ ٿا راند ڪن،
گلن ڳاڙهن ڪي تنهنجي مست ٽڙ سي ٿا چُمن،
ن شفق جي رنگ ۾ تون اچ بہ جڻ بهڪين پئي،
ڪن مجان زندھ تون ناهين، اچ بہ جڻ مرڪين پئي.

(۴)

ڇڏ نہ هٿ پنهنجون نشانيون، آئہ ٿيندس بيقرار
ڪُوڪ ڪوئل جي سُڻائيندي سنڌ* سُر بار بار،
مور جي چالي ۾ تنهنجي چال جو انداز آهہ
تنهنجي نيڻن کان سکيو هرڻي بہ ڪجهہ ڪجهہ ناز آه
۾ ٽڙيل گل گل ۾ پسندس تنهنجي جوڀن جو خمار،
ڇڏ نہ هٿ پنهنجون نشانيون آئہ ٿيندس بيقرار.

(٥

هي بوٽو گلن جو، جنهن سان تنهنجو پيار هو،
ر ڏنو پنهنجن هٿن سان جنهنکي جل سوءَ بار هو،
نهنجي گلڙن ٽئي ڪئي توکي ڪشش اوريان پريان،
ش تنهنجي تي انهي جا گل پلہ مان ڪئي ڏريان،
صل کان توکي مٺي! اهڙو ٽئي ڇا ويچار هو
آهہ هي بوٽو گلن جو جنهن سان تنهنجو پيار هو.

(٦)

هِڪ گهڙي تنهنجي جدائي جي هُئي مشڪل، مٺي
ڏنءَ حياتي جو سهي سگهندي نہ منهنجي دل، مٺي،
ڪئن پياڪ پرت جا پل پل پياريندي هئين
سونهن جون سرڪيون ڏئي مونکي جياريندي هئين
هِن وڇوڙي لاءِ منکي سمجهيو تو ڪئن قابل، مٺي
هِڪ گهڙي تنهنجي جُدائي جي هئي مشڪل، مٺي.

(٧)

ڪئن ڪنڌين نارڪ بدن تون آگ جي سختي سهن،
ياد آ، خود گل بہ توکي سيج تي پيا تنگ ڪن،
اهڙي ڪومل جسم کي ڪئن آگ لائي مان سگهان،
پنهنجي ئي هٿ سان ڪئن توکي جلائي مان سگهان،
ڪل اٿم ڇا ڇا ڪري ٿا ٻاهہ جا پنيٽ سگهن،
آگ جي سختي سهن تون ڪئن ڪنڌين نارڪ بدن.

(٨)

ڪهڙو شاعر هو، چيو جنهن "سونهن آ مستي اَمر"*
ڪئن ٿئي مستي امر، جو خود ناهہ هستي امر
سونهن جي ڇاجي پڇاڙي؟ خاڪ جو بس ڍير آ
پيار پي آخر ۾ جڻ ڪانن ڪکن جو ميڙ آ
اڄ اُجڙ آ، جا ٿي سمجهيو پيار جي بستي اَمر
ڪهڙو شاعر هو"، جنهن چيو سونهن آ مستي اَمر."

---

* A thing of beauty is joy for ever

17, Maitri/Ward 3-A
Adipur Kachchh- 370205.

# غزل

ايم. ڪمل

(۱)

هر دفعي هو ٻيو ٻيو ٿو لڳي
هن سان نت ڪجهہ ٿيو ٿيو ٿو لڳي
رات جي چُپ ۾ هوُ جڏهن ساڻ آ
تارو تارو لٿو لٿو ٿو لڳي
ويندي ويندي مُنڊي نهاري ٿو
جيءَ هٿن مان ويو ويو ٿو لڳي
دل اَڄ آهي ڏٺيءَ حوالي ڪمل
سيني ۾ ڪجهہ ٿيو ٿيو ٿو لڳي.

(۲)

هر ماڻ جي آئيني ۾ عڪس شڪايت جو
ٿو نقش چٽو ڏسجي اَڄ ڪلهہ جي حقيقت جو.
هر راهہ تي رت ريزي هر ٽولي نئون نعرو
ڪجهہ ڌرم جو رنگ آهي ڪجهہ ڪيل سياست جو.
اوندهہ جي پلي ٿيہ تي، هي نسل نئين يگ جي
ميناج نہ ماڻيو هن آ نور جي لذت جو.
ڪر ساڃ سنڀالي، ڪڻ ٻاهين کان بچائي پير
هر شخص لڳي اَڄ ٿو هڪ شعولو شرارت جو.

---

# قطعون

(۱)

عجيب رنگ ڍنگ سان سندس نگاهہ ڪم ڪيو
بنا ڪُڇي، ڪجي جهڪي، گذارشون ڇُهي وئي
دلاسو ڪوڙ يا سچو، اهو تہ ڄاڻي هوءَ، مگر
الائي خواب ڪيترا ابوجهہ دل ڇُهي وئي

(۲)

اَڄ اَچانڪ سُڃاڻي هن، سڏ ڪيو
ڪَٿ مِٺو مون سان حادثو ٿي ويو
ڪسجي ويئي اکين کان ننڊ وري
جاري سپنن جو سلسلو ٿي ويو

(۳)

ننڊ جي اس ۾ اجهرڪيو ڏاڍو
رات جو ڏينهن لڳي ويو جيءَ کي
ڏاڍو اونهو ۽ اجايل هو ڪمل
ڪوهہ خوابن جو تہ پي ويو جيءَ کي

(۴)

عمر جي شام تڪي اس جي ياد
سج چڙهي جينءَ ٿو چمڪي افق
جينءَ معجون شباب آور ۾
ڏني جهلڪا پيو چانديءَ جو ورق.

(٥)
آب تي نقش ٺڪندو ڪيسين
خواب جاڳ سان جڳندو ڪيسين
من جي مستي ڪيترو هلندي
ڪانچ پٿر کان بچندو ڪيسين

(٦)
ايڏو سادو ٿي جنهن اوکو ٿئين
هرهنڌان رنج پرائي ايندين
مکڙو چهرو ٿو رکين يارن سان
اڄ سياڻي پاڻ ٿڪائي ايندين،

Block C- 540,
Ulhasnagar - 421004

# نئين ڪويتا

## تصوير

گرداس آهوجا "اڄيہ"

ڪجهہ ليکون
اڏيون ڦڏيون
ونڊيون سڌيون
آهن ليڪن
هڪ سفيد ڪاڳر
تي
ير مان چاهيان ٿو
تہ
اهي جڳهن هڪ تصوير
جي روپ ۾
اينديون تہ
اها تصوير هوندي

صرف
تنهنجي ۽
منهنجي بس
تنهنجي، منهنجي
دنيا کان دور اسان
هڪ ٻئي جي آغوش
۾ جڪڙيل هونداسون
۽
پيار ڪندا هونداسون
۽
هن دنيا جا ڏک، هوندا
اسان کان دور، دور، دور۔

Prakash Bhawan,
Gayakwadi Plot, Rajkot-360001

# غزل

آشا درگاپوري

اَسان حاشيءَ جان رهياسين عمر ڀر
عبارت ٿيڻ جي ملي ڪٿ اِجازت!
اَسان حال کي حال سمجهيو نہ چاتو
اَسان کي اڪائي چو ماضيءَ سان محبت!
چڱا ڪين آهيون، مجبوسين تذهن ڀي
چڱائيءَ ۾ آهي اَسان جي عقيدت
عمر جي اُچي حد وئي، پر اُجان ڀي
وٺي دل کي پيئي اُميدن جي صحبت

سماجن اَندر ڀي ٿين قاعدا، پر
اُنهن لاءِ، جن کي نہ ٿِن جي ضرورت،
اَسان وٽ ڏيکارڻ لاءِ ڪجهہ نہ آهي
اَوهين ڀل ڏيکاريو تہ پنهنجي شرافت
چون ٿا تہ آشا گهٽو آهہ چُپ، پر
نہ خوش ٿي زمانو جي چئجي حقيقت.

---

# بي نظم

لهرون لهرون ڍنڍ جو پاڻي
لنبا گهرا شام جا سايا
ڍنڍ جي سيني تي لهرايا
ٽڪرا ٽڪرا آڏا ترڇا
ڪجهہ هلڪا ڪکرن جا پاڇا

رات جُهڪي، ڪوٽي ڪوماٽي
ڪُجهہ پکين جو شور اٿيو هو
ڪنارن تي سو پکڙيو هو
اولهہ اُڀ ۾ هڪڙو تارو
ڪيڏو چُپ، ڪيڏو ويچارو
سانت جي چادر سنڌيا تاڻي
گهرو سانورو رنگ اَنبر جو
لهندو ڌرتي گهيري ويئو
مَن جي اَڻ ماپيل گهرائيءَ
تي پيڙا جي ڪارنهن ڇائي
جُهنڊ کان وڇڙيل ڪونج اڏاڻي!

ڪِلِڻ کان اڳ ئي مرجهايو
لڳو هي ڪهڙو واءُ!
ماڻي نہ سگهيو جيون جو گل!
پل ڀر جو ڀيءُ ساءُ!
شبنم جو هن پيار نہ پاتو
خوشبوءَ ڪين مهڪايو
پوپٽ مڙيا نہ روپ رنگ تي
ڀونئر چمڻ نہ آيو
پتو ناهي، هُن ڪٿان هو پاتو
هڙڙو گهرو گهاءُ!
چانڊوڪيءَ هن کي نہ سجاتو
تارن ڪين بهلايو
سانت جو سرگم رات نہ ڇيڙيو
گيت نہ وٽن گونجايو
هير نہ جهولايو جُهولي ۾
ڪيو نہ آدر ڀاءُ
ماڻي نہ سگهيو جيون جو گل!
پل ڀر جو ڀي ساءُ!

132, Raja Park,
Sindhi Colony, Jaipur-302004

# شعر

**پريو ر**

سارو شهر سراپيل آهي
هرڪو پنڊ پهڻ ٿيل آهي
چهرو نڪريل نڪريل آهي
اندر الهجيل الهجيل آهي
نيلو پيلو لال گلابي
پنهنجي ٻي پڻ ڪتريل آهي
ها ٻي جان تہ شهر لڳي ٿو
پر ڇا بت تراشيل آهي
ڪاٺي سڳهو طعام لہ هو جو
سترين ۾ پرچيل آهي،
هريا ڀريا ميدان ڪٿي هت
اُني اُني والاريل آهي
صاف ۽ سينگاريل گهر آهي
گند گهٽين ۾ اڇليل آهي
سندس سرير تہ سندر آهي
سندس ضمير تہ ضربيل آهي

ماڻهو روبٽ مثل هلي ٿو
احساسن ڪان وانجهيل آهي
نس نس مان نفرت ٽپڪي ٿي بہ
مرڪ چپن تي چنبڙيل آهي
ڪانءَ هلي ٿو ڇاتي نوڪي
هنس تہ هيسيل هيسيل آهي
هي تہ شڪار آ ڪنهن سازش جو
ڪوڙو ڪيس مٿس ڪيل آهي
هن عريب ڪي ڇيڙ نہ ايڏو
اڳ ئي سينو مچريل آهي
شهر ۾ آ راڪاس گهمي ويو
هرڪو جڻ تہ هراسيل آهي
چڪر ويوڙهہ ۾ ڦري وڃا ٿو
منزل ڪان هي ڀٽڪيل آهي

C/3. Madhuban, St. Andrews Road,
Bandra, BOMBAY-400050

# شنڪائون

ارجن حاسد

دل ۾ اُٿ ٿي وانگر ڪجھ ڪجھ،
بعضي اِئن سوچيندو آهيان،
هي سڀ ڇو آ، مان ڇو آهيان،
وڻ ٽڻ گل ڦل، ڪئن ٿا اُپرن،
آڙ ڳلن ڪي ڇو ٿو چاهيان!

اُنب منو ڇو ايڏو آهي،
اُن ۾ پر ڪکڙي آ ڇاڪون،
سوال اُٿن ٿا هر هر ڪيڏا،
ٽم ٽم ٽمڪن، ڪئن ٿا تارا!

جاچي ڏس ۽ ڇيد ڪرڻ سک،
سوچڻ سان ڪجھ سمجھي سگھندين!
نئون نئون ڪجھ پائي سگھندين
وهمن کان آجو ٿي سگھندين!

هي سڀ نندڙيون، من جون ڳالهيون،
ڳيان وڳيان بہ تن ۾ شامل،
ڪيو تجربا ڏکيا بہ ڪونهن،
ڪي تہ نتيجا ٿيندا حاصل!

کوج ڪرڻ ۽ وڳيان وڌيءُ سان،
پائيندين جيڪي بہ نتيجا،
شنڪائون تن مان ڪي اُٿنديون،
شنڪائن مان سَچُ اُپجن ٿا!

463-B, Sardar Nagar, P.O.
Sindhi Colony AHMEDABAD-382475.

# سکن جو سيلاب

اِندر جسوجا "ڪومل"

زندگي ڪيڏي نہ
اڌوري
اڻپوري آهي.
تنهنجن منهنجن
ويچارن ۾
ڪيتري نہ دوري آهي!
زمين ۽ آسمان
ملندا نظر ايندا آهن
اُفق وٽ،
در - حقيقت
اهو محض
هڪ دوکو آهي

وهم آهي - نظرن جو.
تون مون وٽ هوندي بہ
مون وٽ نہ هوندي آهين!
مان تو وٽ هوندي بہ
تو وٽ نہ هوندو آهيان!!
تڏهن بہ
سماج جي نظرن ۾
اسان هڪ آهيون!!!
اِئين آخر ڪيستائين؟!
اڄ تہ مَنُ مان
غيرو ڪيون
ڪنڌ مان

ڄلي ڪيون
ڊيوين ڳڏجي
جيون ۾ ايندڙ
ڏکن ڏاکڙن جي ڏاج ڪي
ماڻيون موج
سکن جي سيلاب جي.
وقت ويو ناهي
مستقبل کي
ڊاهڻ ناهڻ
وس آهي
تنهنجي منهنجي،
اڄ تہ ماضيءُ کي ڀُلايون!
مُستقبل ٺاهيون!!

24, Bunglow linc, Madhav Nagar,. Katni (M.P.) 483507

# نِڪمَٽِن جي ڪِرت

□ ايشور آنچل

لکڻ نڪمٽن جي ڪرت آهي،
۽ لکڻ منهنجي فطرت جي تقاضا آهي!
مون زندگيءَ جي ضرورتن کان
منهن موڙي، پنهنجن فرضن
نڀائڻ کان گوتاهي پي ڪئي آهي
دنيادار ماڻهن اڳيان پاڻکي تنهن ۽
گنهگار محسوس ڪيو اٿم!

پوءِ به هرهڪ نئون صبح هڪ نئون
سنگهرش آڻي ٿو ۽ هرهڪ رات
بيخواب گذري ٿي!

رڻ رڙڻ، پوکڻ سهڻ جهڙو
اڳي هو تهڙو اڄا به آهي.
پر فطرت بدلي ناهي.
لکڻ جاري آهي، ها نڪمٽي جي ڪرت،
حقيقن کان فراريت!

۽ ٻئي طرف، مانُ ۽ عزت پائڻ لاءِ
اديبن جي پاڻ ۾ ويڙهه ۽ ڇن پٽ،
وس پڄين ته پنهنجن يار ليکڪن
جو ماس ڪوري کائڻ!
هٿن ۽ پيرن جي ترين پر جانورن وانگر
جهڪي ڪجهه پائڻ جي تمنا رکڻ وارا
ليکڪ شاعر ۽ فنڪار!

شبدن جي ڦاٽل لباس ۾ پنهنجي
بي ننگ هستيءَ کي لڪائڻ جي
ڪوشش ۾ سرگردان هي اديب،
شاعر ۽ فنڪار!
شاهوڪار حاتيءَ جي شاهوڪار
ٻوليءَ جا علمبردار غريب سنڌي اديب،
شاعر ۽ فنڪار!
پنهنجيءَ ڌرتيءَ تان اکوڙيل
جلاوطن اديب شاعر ۽ فنڪار!

شل نه ڪو مون جهڙو پتي، دوست، يا نگرواسي ٿئي.
پاڻ لاءِ، ٻين لاءِ ٺلي پريشاني،
مفت جي مصيبت!
ڏنڊورين جي جاتيءَ ۾،
هڪ اديب، هڪ شاعر جي
قدر ۽ قيمت جو سوچڻ اجايو آهي!
شبدن جو انبار ٻسڪن جي وزن اڳيان
سدائين هلڪو رهندو!

6, Shiv Darshan Co-op. Hsg Society, O.T. Sec,
Ulhasnagar-421003.

# نئين جوڻ

لڇمڻ ڪومل

ٻاروتڻ کان ٻڍاپي تائين
سفر ڪندي
منهنجي زندگيءَ جي گاڏيءَ کي
جوانيءَ جي اڌئي کهڙيءَ اسٽيشن تي
اوچتو شنٽ ڪري
ڪڍهن سست رفتار گاڏيءَ سان جوڙيو ويو.

ڏسندي ڏسندي
منهنجي زندگيءَ کي
سنياس آشرم سان
وابستہ ڪيو ويو
جنهن ۾ مونکي
لذت، راحت ۽ عيش آرام جي
نرم گدن کي تياڳي
سخت ڌرتيءَ تي سمهڻو آهي.
روح تي جميل سالن جي ڌڌڙ ڇنڊي
تپ ۽ تياڳ جي زندگي گذارڻي آهي.

مون،
جهنگل جو رخ نہ ڪيو آهي
پوءِ بہ،
منهنجي زندگيءَ جو رخ بدلجي ويو آهي
بقول شيڪسپيئر
"دنيا هڪ اسٽيج آهي"
تہ اُن ۾ ٻڍاپو هڪ اهڙو رول آهي
جيڪو ماڻهوءَ جي مرضيءَ خلاف
ڪيس سونپيو ويو آهي
هي رول
اُن وقت ڪوڙو سچ بڻجي ڏنگي ٿو
جڏهن ٻڍاپي جي ٻيڙي
وقت جي ڪُن ۾
غوطا کائڻ ٿي لڳي
۽ احساس ڏياري ٿي
تہ ڪالهہ تائين
هو پنهنجي وقت جو هيرو هئو

۽ اڄ
وقت جي هٿن
من کي شطرنج جي مهر وانگر
هڪ خاني کان ٻئي خاني ۾
ڪِسڪائي ڇڏيو
تہ من جي حؤڻ ني بدلجي ويئي.
من ننينءَ حوڻ ۾ مون ڏٺو
تہ منهنجي وجود جي ٿرماميٽر ۾
زندگيءَ جي ذميدارين
۽ تلخين جي احساس جو پارو
ڦهلجي مٿي چڙهي رهيو آهي
شايد
مون مٿان ٻاروتڻ ۾ ئي
برهمچريہ بدران
سنياس آشرم مڙهيو ويو آهي
تہ ڀرين امو گذاري وٺ
مون ان آشرم کي
پوڙهي جي رول ۾
ڪاميابيءَ سان گذاريو آهي

هيئنر نظر ورائي ڏسان ٿو تہ
نظر اچي ٿو تہ
مون کي زندگيءَ جي هر اسٽيج تي
پوڙهي جو ئي رول مليو آهي
جنهن منهنجي ٻاروتڻ ۽ جوانيءَ کي
ٽڪل تلوار جيان
مياڻ مان ڪڍي ٻاهر اڇلائي ڇڏيو هئو
ان رول لاءِ مون گهربل
ميڪ اپ بہ ڪيو آهي
اڄ مان ان پوڙهي جي ميڪ اپ کي
لاهي ڦٽو ڪرڻ ٿو چاهيان
پر ڪري نٿو سگهان
جو زندگيءَ جي اسٽيج تي
هاڻي اهائي منهنجي سڃاڻپ آهي.

مون کي ان پوڙهي جي رول کان نفرت آهي
جو اهو مون مٿان زوريءَ مڙهيو ويو آهي
پر ان رول سان پيار بہ ٿي ويو آهي
ڇو تہ
هاڻي مان سچ پچ پوڙهو ٿي چڪو آهيان.

B- 26, Press Enclave,
Saket, New Delhi-110017

# هڪ عدالتي فيصلو

## ڪرشنلعل بجاج "پرديپ"

هڪ ڏينهن عدالتخاني ۾
ڪيئ شڪايتي عريضيون پيش ٿيون.
عرضدار - فريادي هئا
نانگ، يونٽرو ۽ ڪوئو.
نانگ جو چوڻ هو :
"اَسانجو سمورو زهر
انسان اوڳاري رهيا آهن."
يونٽري جي شڪايت هئي :
"اسان مان گهڻي ياڱي يونٽرا
جهنگل ۽ باغ ڇڏي
سَيِہ ( ؟ ) بستين ۾
وجي وسيا آهن.
اُنهن کي روڪيو وڃي."
ڪوئي چيو :
"رات جو اسان ساڻ
انسان بہ اچن ٿا
پر سزا اسانکي ملي ٿي
انڪري انهن تي منع نامو جاري ڪيو وڃي."
عدالتي ڪاروائي سماپت ٿيڻ تي
فيصلو ٻڌايو ويو تہ-
"انسان پنهنجي ڪوهيل
حقن کي حاصل ڪري رهيو آهي.
ان ڪري هو بي گناهہ آهي!!"

A - 82, Bajaj niwas, Ulhasnagar 421001.

# نئين ڪوتا

## گهنشيام ساگر

سيتا جي رکہ جا ڏير
ڏسجن ٿا
هِتي هُتي
جن جي هيٺان
مانوتا ٻوساٽجي رهي آهي
۽ اُن ٻوساٽ ۾ هڪ غيبي گونج بہ
جاري آهي
لڳي ٿو
ڪي پشاچي ٽهڪ پڙاڏو ڪري
پيا ٿا خوب هنيوچيون هڻن
سندن چمچاگيريءَ ۾
زهريلن ڏندن جو نماءُ بہ
بلنديءَ تي آهہ
هتي هتي
پيڙ ئي پيڙ
پشاچي ڏندن جي پيڙ
تماش بينن جي پيڙ
جنهن ۾ ماڻهو نظرئي
نہ ٿو اچي
آهہ ضرور
پر سچاڻپ کان ٻاهر آهي
شايد
هو پنهنجي لٽن هيٺان
ڪچلجي وڪرت ٿي چڪو آهي
پنهنجي تخمي اصليت بہ
وڃائي چڪو آهي،
اڄ جي سيتا ۾.

395, Sardar Nagar,
Ahmedabad-382475

# اکيون

(ليلارام تولاڻي"پريم")

(١)
اکين جي ڏرمشاڪ ۾ ڪٿين آيا ڪٿين ايندا ،
خيالن جي خزاني مان اڇي ڀيڻا اوس ڳيندا ،
ڪٿي درشيہ اکين آڏو اچن ٿا ٻي ڏڙڪ ٻڻجي ،
بنا آڳيا اکين رستي ڪٿين نياپا ڳٺي ويندا ،

(٢)
اکين جي جهروکي ۾ اهي درشيہ اٿين پسجن ،
ڪٿميرا ۾ چِڪيل مورت جيان ظاهر پيا پسجن ،
سميہ جي لٽ سان لٽجي ڪٿين ڏنڌيل ڪٿين تازا ،
اندر ۾ آهہ ٿي اُبري پلڻ سان ٻي نٿا پلجن.

(٣)
ڪٿين درشيہ اندر پهچي ڏين ساجن سندو نياپو ،
ڪٿهن جي ياد ايندئي اٿي ٿي ٽيس ۾ سياپو
پنهي ڪي اندر پهچڻ جي بنا رنڊڪ جي موڪل آ
بيلو ماتم ڪوئي قاصد بڻيو نياپو ڪوئي جياپو

(٤)
جوالامکي[؛] جي شملن جيان اندر ۾ آگ ٿي ڏڏڪي ،
سمندر تل ۾ جيڪس داوانل آگ ٿي ڀڀڪي ،
اندر جي آگ ٻاهر ٿي اچي پاڻي[؛] مٿان ازخود ،
انهي[؛] جي تاپ کان يارو اکين جو جل پيو ٽهڪي.

(٥)
ظارا ڪ—ون ٻڻجي وڃي ٿيا بحر ۾ فوتي ،
ي جرمان غضب پرڪاش جي جوتي ،
نگهاڻي ڪناري جي مٿان رهجي ،
انتي[؛] جي امولہ سي ٻڻيا موتي.

(٦)
ڪڏهن گرمي ڪڏهن سردي ڪڏهن لوُ جلائي ٿي ،
ڪڏهن ڪاري گهٽا بڻجي اجهل ورشا وسائي ٿي ،
دنيا جي رنگ ڀومي۽ جا نت نوان پڙدا پيا اُڀرن ،
ڪڏهن ماتم جي مايوسي ڪڏهن محفل مچائي ٿي.

(٧)
عجب اکيون عجائب رنگ ڪڏهن ڀريل ڪڏهن خالي ،
ڪڏهن وش جون ڀريل وٽيون ڪڏهن اُمرت سندي پيالي ،
اکين جي اشارن تي ڪٽي در پيا پٽڪن ،
ڪنهن گهر ٻار کي تياڳي ڀسي پريتم سندي لالي.

(٨)
اُنهن اکين ملائڻ سان ٿئي ٿو پيار پيدا ،
اهائي ديا پاپڻ آ ڪري ٿي خار پڻ پيدا ،
لڪل ڪوئي اکين اندر مسميريزم جو منتر آ
ڪڏهن رسڻ ڪڏهن پرچڻ ڪڏهن انڪار پڻ پيدا.

(٩)
اهي دنگا لڙايون پڻ ٿين اکين جي اشارن تي ،
گهڙي۽ ۾ سر ٿين قطرا اکين جي آبشارن تي
وڃي ٿو هوش ساروئي ٿئي ٿو جوش جي پيدا ،
ٻري جوهر سندي جوالا پدمڻي۽ جي ئي تارن تي.

(١٠)
اکين جي پتلين ۾ ڀريل ممتا سندي ماتا ،
اکين جي ئي اشارن سان بڻيا جڳ ۾ هٿا ناتا ،
ڪڏهن ڦهري نظر بڻجي سڄي جڳ کي ڏڪائي ٿي ،
نظر ڪن کي ملائي ٿي ، ملپل ڪيئي بڻيا آتا.

(۱۱)

ڪڏهن ساقي بڻجي اکيون پيالو ڀر پيارن ٿيون،
وڃائي هوش ساروڻي بنهه مدهوش بڻائين ٿيون،
ڪڏهن هير ڪڏهن مجنو ڪڏهن فرهاد جئن شانتي،
ڪڏهن خوني خنجر بڻجي ڪيئن ڪونڌر ڪهائن ٿيون.

(۱۲)

نرالا ڀاو اکين جا نرالي آ اکين جي ٻولي،
ڪڏهن مجنوءَ سندي حسرت ڪڏهن ممتا ڀريل لولي،
سڄي دنيا ڏٺڪيل آهي اکين جي ٽي پنبڻين ۾،
ڪڏهن آ وهڪ مائيڻي ڪڏهن سمندر سندي ڇولي.

(۱۳)

ڪڏهن جلندڙ شمع بڻجي جلڻي ٿي پتنگ ڪيڻي،
غضب جي تان کي ٻڌنڌي ڪڏهن ڦاسن ڪرنگ ڪيڻي،
مڌر آواز مرليءَ تي اچن ٿا سانپ گهر تياڳي،
ڪري ٿي قيد ڀونئرن کي ڪنول جي ڦول جئن نيڻي.

(۱۴)

ٿڌائيءَ برف جي هن ۾، ٻڻيءَ حي آگ پڻ هن ۾،
ڪڏهن بيڏل پاڻيءَ جيان سمنڊ جي ڇهاڳ پڻ هن ۾،
ڪڏهن محڪم پهاڙن جئن، ڪڏهن چنچل پاري جيان،
مليل پيرو آشا سان مارو حو راڳ پڻ هن ۾

1/429, Malviyanagar, Jaipur.

# تصويرون

گورڌن شرما "گهايل"

(١) مگر جو مچلي ڪاچ،
هرهنڌ ساڳي ڳالهه آ،
راڄ نـه ڇئبو راڄ

(٢) لوڪ اُهيئي لوڪ،
ڪِل ڪِل ۾ هٿندا وڃن،
گهري گهري ٿوڪ.

(٣) هاڻ اُڇا ٿيا وار،
دل پِي شل اُجلي رهي،
ٿيٽو پوي نـه خوار.

(٤) ڇڳي مدي جو خٽر،
دُعا هئي درويش جي،
ڪنهن شاعر جو شعر.

(٥) باهه لڳڻ جا گهنڊ،
ور ور وڃندا ٿي رهيا،
سِنڌين گهري ننڊ.

(٦) آهه اُجائي جاچ
سُر تان سِرُ صدقي ڪري،
ڪونهي راءِ ڏياچ.

(٧) سُهٽا سُهٽا سانگ،
روپ مٿي ظاهر ٿيا،
واڳهو، شينهن ۽ نانگ.

(٨) ڪو ريهجائي روح،
راند رمڻ لئہ پئي مليم،
ور ور سهٽو ٿوهہ.

(٩) سنڌڙي⁴ جي سنتان،
جيجل سانڊي جي⁴ ۾،
گهمي ٿي جڳ جهان.

(١٠) ڪنهن ماستر جي مار،
ڇُڪَ ٿي ڪنير جئن ڪري،
مٿڪي جو سينگار!

1, Sadichchha Apartments, Deccan College Rd. Yerwada , PUNE-411006

# غزل

هوتو" سنڌو پياسي"

سنڌو ماتا ڪيو پيدا سدا سنتان ويرن کي
نہ ڪڏهن جنگ ۾ کورن کي نہ ظالم يا اسيرن کي

هتي ٿيو ڪين ڪو پيدا ، ڪڏهن نادر ۽ قاسم آ
جنم سنڌڙيءِ ڏنو آهي ، رگهو دودن دليرن کي

سنڌوءِ جي خاڪ آ سرهي ، ڪيو جنهن لال کي پيدا
اسان جا ويدالهامي ، چا سمجهو تون لکيرن کي

سنڌوءِ جي پيٽ مان پيدا ٿيو سرويچ ڏاهر پڻ
سنڌو داني ڪيو پيدا ، ڏسو ياما اُميرن کي

سنڌو ماتا ڪيون پيدا ستيون اتهاس ساکي آ
ستين حو آستان سنڌ ۾ ، ٻڌايون ٿا هميرن کي

سنڌوءِ پيدا ڪيا هرگز نہ ڪي جنچند حيان ويري
ڏنو سنڌڙيءِ جنم آهي ، رگهو ڦامل فقيرن کي

صدين کان سنڌ قائم آ ۽ دائم سنڌ جي سنتان
سنڌو پومي پٺيہ پومي ، ٻڌايون جڳ سفيرن کي

گهري ٿو خير هر سنڌي ، صبح کان شام دنيا جو
سنڌي گهوري چڙهي ٿو شان لئہ بي ملهہ زخيرن کي

سنڌو پيدا ڪيا بيوس سچل ۽ شاهہ پڻ سامي
اَمر آياز نارائڻ شيام ، جهڙن پاڪ پيرن کي

مصيبت ۾ نہ مرجهايو آ متهن هرگز بہ سنڌيءِ جو
اسانکي آزمائي پل ڏسي سنڌوءِ جي هيرن کي

سنڌي سندر سپيتا صدا وارث سڏايون ٿا
اَسين وڻجارا الفت جا ، ٻڌو تن جي ضميرن کي

1039, Sheikhon Ka Mohalla
Khandar Ka Rasta Jaipur-302002

## گيت

### اَرجن چاولا

رند پروڙيو راز ،
پلڪ ۾ رند پروڙيو راز !
ٻوڙي پاڻ ٻڌو ڪن لاءِ انهن جو آواز !
پلڪ ۾ رند پروڙيو راز !

پور پڇايم جي هرپل ۾
نور نوان اُڀريا آنچل ۾
الفعئبي اسرار ڪلڻ جي عجب تي آغاز !
پلڪ ۾ رند پروڙيو راز !

ڇولين منجهه ڇُلاءِ ڏنو مون
لهرن منجهه لقاءِ پسيو مون
من مهراڻ ۾ موجن مُرڪي ڪئڙا ناز اَنداز !
پلڪ ۾ رند پروڙيو راز !

جنهن ۾ ڇٽنگ لڳي وئي ڇولي
ڏُنهن دکيو دل ۾ در ڪولي
جيءِ اندر جڻ وجڻ لڳو ڪو جهٽيو جهٽيو ساز
پلڪ ۾ رند پروڙيو راز !

پڙدو پلڪن تان ويو هٽجي
قيد قفس آخر ويو ڪٽجي
پَر ڪولي ٻي انت ڳگن ۾ پکيءِ ڪيو پرواز
پلڪ ۾ رند پروڙيو راز !

126, Sindhi Colony,
GWALIOR

## غزل

### ڀڳوان نردوش

عاقل ، جاهل ، ڪهڙا آهن ؟
گهوڙا گڏهه هڪجهڙا آهن !

تعصب جو آ پلڙو ڀاري ،
تڏهن تہ ٿيندا جهڳڙا آهن !

تيرُ طنز جا سڀ وئرت ويا ،
ٿلهيءِ چمڙيءِ وارا آهن !

اشتهار جا نوان طريقا ،
"ديش مهان" جا نعرا آهن !

انسانيت آڏ مڙدي وانگر
وار مٿس ٿيا گهرا آهن !

چوٽ گهمن ٿا نڱ ۾ ڪوڙا ،
مگر سچن تي پهرا آهن !

ڪير ڪري ٿو سفيد ڏنڌو ؟
من جا ٻڙئي ڪارا آهن !

ڪيئن پرکيون نردوش ماڻهو ؟
ٻاهر هڪ ، اندر ٻيا آهن !

B-3, Maheshwari Apartments,
Madi ka kuwa,
Mental Corner Nr. Civil Hospital,
AHMEDABAD-380016

## غزل

### نانڪ چونڊائي بيرس

لڄي ويئي چو منهنجي دل جي تہ هر خوشي
مون وٽ بچي سا باقي خوابن جي روشني

حيرانين جا پاڇا ڪيسين ڏڪائي سگهندا
سڀ ڪان مان آهيان واقف ڪوئي نہ اَجنبي

زخمن مان ٿي نهاري سورن سان ٿي پڪاري
پٽڪي آ پنهنجي گهر ڪان رستن تي زندگي

سڏ ٿي ويو پڙاڏو گم ٿي ويو سو آخر
آواز سو ٿو ڳوليان منهنجي سا بي وسي

حسلن جي چوٽين سان ويران وادين سان
آهي وڌي چو دل ۾ صحرا سان دوستي آ

سي داغ اڀ حي دل جا جلندا رهن ٿا هردم
تن سان سدائين رونق بيرس تہ رات جي آ

Plaza Cinema Road, Ajmer 305001

## غزل

### ڀڳوانداس دولتاڻي "هوش"

اکين حي شرارت لڄائي ڇڏيو.
اَسان حوصلو وڃائي ڇڏيو.

مدت ڪان ذهن ۾ حسن جي خيال
خيالن ۾ طوفان مچائي ڇڏيو.

گلن جو بے احساس ڪئن هاڻ ٿئي!
اسان پيچ ڪندن سان پاڻي ڇڏيو !!

ڏنو داد تنهنجي حسن کي جنهين
وفا تِن جي کي تو پلائي ڇڏيو.

سهيڙي ڪياسين سوين رنج سر تي
مگر رنج تنهنجي ، ٿڪائي ڇڏيو.

اٿي آس دل مان قتل دل ۾ ٿي،
لهوُ پنهنجي حي جر جلائي ڇڏيو.

اڙي سوچ کي هٿن پڪوڙي پڪوڙي،
متان سوچ جو رنگ ڦٽائي ڇڏيو

پلڪ تن کي دونهون ڪئن راس ايندو ؟
حني آگ سان نيهن لڳائي ڇڏيو

اکين ۾ فنس مرڪ ۽ لب تي لپ،
جهڪايل نگاهن ئي گهائي ڇڏيو

ڏٺو هوش خود کي، جڏهن آرسيءَ ۾
تہ خود کان ئي خود کي لڪائي ڇڏيو

557/A, Jawahar Colony
Sardar Nagar,
AHMEDABAD-382475

# غزل

كيمن. يو. موٽاڻي.

ڌرتيءَ تان انسان اٿي ويو ،
اڄ بہ چٽڪ شيطان ڪٿي ويو ،

احساسن جا پر گهايل ٿيا ،
خيالن کان پرواز رُسي ويو

جوت ٻري ٿي پاڇا اوندهہ ،
چڻ ڪو سچ ڪي ڏسي سُسي ويو.

گهٽي گهٽي ٿي ڏنڊا جهنڊا ،
ڪو سياسي طوفان لڳي ويو.

ڪيڏي آهي پڇا انهيءَ جي
جي اشتهارن منجهہ اچي ويو.

لفظ لڌس نہ جواب ڏيڻ لاءِ
تڏهن ٻڌو هو ٽهڪ ڏئي ويو

جو بہ اٿي ويو هن محفل مان
خوشبوءِ جو سو ٻير ڀُلي ويو

ڏسي لفافو جيڪو هرڪيو
پڙهي چٺي آخر روئي ويو.

تو چو هر سوُ ديپ جلايا ؟
توکان پاڇوئي وچڙي ويو.

A-New, 14/134,
Bairagarh, Bhopal 462030

# وقت جي رفتار

شرد ديوانا "شرد"

وقت جي رفتار ساڳي ، ڪين ڪي هلندي ڪڏهن ،
بدلبي رهندي دنيا ، هڪ سار نہ رهندي ڪڏهن !
ڪي نوان چهرا پسميہ ، ۽ ڏنم انداز نئون ،
هوبهو ساڳي شڪل ملٽي نہ آهي ، ملندي ڪڏهن. !
اڳيرو آيا ڪئي ، ۽ ڪي وريا ٿي واٽ ڏي ،
هيءَ اچڻ وڃڻ جي پرٿا ، ڪينڪي ھٽندي ڪڏهن.
يگن کان ٿيندو رهيو جو تنهن ڪي ٽاري ڪير ٿو ؟
ٿيڻ واري ٿيندي رهندي ڪين ڪيَ ٽرندي ڪڏهن !
من اچائن جو آ گهر ، هٿ هر اچا وڌندي رهي
واڌ جي ۽ گهاٽ جي اچا نہ هٽ مٽندي ڪڏهن
سفر آهي زندگيءَ جو ، ڪٽٽو آ سنسار ۾
ڪشتي جيون جي تہ ، هڪ هنڌ ڪينڪي رڪندي ڪڏهن.
سرشٽي آ رچيل ، برهماند جي وچڪار ۾
جا گهڙي ويئي شرد ، واپس نہ ورندي ڪڏهن !

139-B, Raja Park Sindhi Colony Jaipur-302004

# غزل

**روچو خوابي**

(١) اشراف ياهران ٿي هلن ٿا ڪي آدمي،
ڪي پنهنجي شرم کان، ته ڪي دُنيا جي خوف کان

(٢) سستو ۽ سرل ڪهڙو هيو اڄ ڪلهه جو گيان آ؟
کائو پيئو ۽ جيئو، منايو ته موج کان!

(٣) وڪڻيو ڇڏين شرم ۽ ايمان ڌرم ٿي!
مجبور عورتون ڪي مگر، مرد شوق کان!

(٤) ساڌوءَ ۽ سنت لئه به پلن پاڻ آ ڏکيو،
آشا ۽ ترشنا کان ذرا شوق ذوق کان

(٥) ماٺهو زمانو وقت هو ڏاڍو سٺو اڳيون!
اڄ جي خراب الٽي زماني جي دور کان

(٦) مائٽ ته ڪيترا، ٿي پريشان ٿا چون،
اولاد ها هجي نه ندا رد ۽ نوڌ کان!

(٧) سودي ۾، مائٽيءَ ۾، سياست ۾، پيار ۾،
اڄ ڪلهه گناهه ناهه ڦرڻ پنهنجي قول کان!

(٨) ماڻهن جو لڱو ڏاڪو، ٿيو خون آ خراب
هڪ چار سياست جي، ٻيو مذهب جي حور کان

(٩) تن جو الٽي ڪهڙو حشر حال انت ٿئي؟
سمڌهن ٿا پاڻ کي جي الڳه ديش قوم کان

(١٠) نقشو پلڪ بدلجي يا گم ٿي سگهيو ڪڏهن؟
بندوق جي نشاني يا خنجر جي نوڪ کان

(١١) پيڙهي جي پيڙهه، ديش جو بنياد سا هجي!
آڪاش جي اڏام ۽ نالي جي اوچ کان

(١٢) خوابي خدا کان ڏاڍا خدا کان مٿا ٻڌي!
پر شڪر آ خدا جو ٻڌن ٿا ته موت کان

رهاڻ

ڪهاڻي



سلسلو



# سُرمئي مُشڪ

## پوپٽي .ر . هيراننداڻي

منهنجي ساهيڙي سنگيتا مڱي هُئي. پٽس ڪيس پرڻائڻ لاءِ آتو هو پر گهوٽن جا مائٽ اَڄ ڳهرن ٽا فائِو اسٽار ۾ شادي، ٿري اسٽار ۾ مصري، ڪلب جي هال ۾ مينڌي پارٽي وڏي هال ۾ سنگيت پارٽي ۽ پڇاڙيءَ ۾ وري ٻه فائِو اِسٽار ۾ سٽاوارُو ! ڀلا پگهاردار ماڻهو ايترا لک ڪٿان آڻي جو هي سڀ وڏي خرچ وارا جشن ڪري ؟

وشنداس مُنجهيو پيو هو ته پاڙي ۾ رهندڙ پنجابيءَ مسٽر موديءَ چيس ته جيڪڏهين سنڌي ڇوڪرو مهانگو آهي ته ٻيءَ ذات ۾ ڇو نه ٿو ڪرين ؟ تنهنجي ڌيءَ سهڻي سٺي پڙهيل ڳڙهيل ته آهي !"

"نه ڀائي ! منهنجي زال نه مڃيندي."

"ته پوءِ هرويرو پڙهيل ڇوڪرو يا وڏي گهر جو ڇوڪرو ڇو ٿو ڳولهين ؟ ڪمائيندڙ ڇوڪرو هُجي ۽ کائيندڙ پيئندڙ گهر هُجي ته ڪافي آهي نه ؟"

وشنداس کي اِها ڳالهه دل سان لڳي. هاڻي هُو اَهڙا ٻه ڇوڪرا ڳولهڻ لڳو جنکي هرويرو ڊگرين جو پُڇ لڳل نه هُجي. هيل تائين هُو صرف پڙهيل ڇوڪرن جي ئي تلاش ڪندو هو ڇاڪاڻ ته سندس ڌيءَ گرئجُوئيٽ هُئي.

اَهڙو ڇوڪرو کيس جلدئي ملي ويو. سنيل صرف مئٽرڪ پاس ڪيل هو پر ڪمائي سُٺي هُيس.

سنگيتا کي ڇوڪرو اَهڙو وڻيو ئي ڪين. هُنجي من ۾ هڪ ڊگهو ويڪرن ڪُلهن وارو ڇوڪرو ئي وينل هو. هوءَ بندري ۽ سانوري سُنيل کي پنهنجي من واري جڳهه ڏيئي نه سگهي. پر ڪري ڇا گهڻو ڪائي "ها" ڪيائين.

مڱڻ بعد ڪپڙو گندي ته وڻڻو ئي هو. سو اَسين روز ڪرول باغ ۾ وينديون هُيوسين ۽ نموني نموني جا ڪپڙا ڏسي گهڻي ڪوشش بعد واجبي اگهه تي ڪجهه خريد ڪنديون هُيوسين.

هڪ اَهڙي ڏينهن اَسين منجهند جي ماني کائي نڪتيون هُيوسين ته اَچي شام ٿي. اَسانکي لڳي اَڄ سو هڪ هنڌ گوردئاري ۾ گرواڻيءَ مان ڀڄن ڳائڻ جو آواز ٻُڌي اَسين اُتي لنگهي ويوسين.

گروءَ اڳيان متو ٽيڪي جيئن ئي واپس ورياسين تئين ئي سنگيتا جوُن اکيون ڳائيندڙ جوان جي اکين سان ٽڪرائجي ويئون !

ڀلا پيار جو ديوتا ڦولن جي ڪمان ڪٽي پيو ڦري ! ڪمان مان پيار جي درد جو تير ڪشي ڪٽي، ڪنهن کي ۽ ڇو ٿو هٽي ڪنهنکي خبر ؟ بس - مستي چڙهيس ۽ دل کي نشان بڻايو تير هٽي ڇڏي ! پوءِ ڀل پيئون دليون ڦٽڪن.

سنگيتا پهرين ڏني، پوءِ هلڪو مُشڪيائين ۽ ان ڪان پوءِ تڙڦڻ لڳي!

هِن ڏينهن پڻ سنگيتا اَن گوردناري ۾ هلڻ لاءِ چيو تہ منهنجو من انديشي وچان ڌڪڻ لڳو.

"سنگيتا! پيار جو پيچرو ائين نہ ٿي بہ اٿانگو ٿي آهي باقي بہ تون مڱجي ويئي آهين. قدم اڳتي نہ وڌاءِ" مون ڪيس آگاهہ ڪندي چيو.

پر هوءَ اَڄ گلابي ڪڙتي مٿان ستارن سان پريل رئو پائي، پانهن ۾ گلابي ۽ ڳاڙهيون ڏهہ ڏهہ چوڙيون وجهي آئي هئي. اِن روپ ۾ اَجنبي دلبر جو ديدار ڪيئن نہ ڪري ۽ ڪرائي؟

هُوءَ گوردناري ۾ گهڙي تہ ڳائيندڙ جوان جي اکين ۾ خمار پرجي ويو!

هڪ پاسي لهرائيندڙ سونهن هئي ۽ ٻئي پاسي اَچلون ڏيندڙ عشق! دلين ۾ مٺو مٺو درد هو.

هڪ جي چپن تي گيت ٻئي جي اکين ۾ سو سو نياپا!

هيءَ ستيم شوم سندرم جو سنگم ايشوري روپ ٿي تہ آهي.

پڙ مان ان روپ جي جهلڪ کي پسڻ پسائڻ ڪان ڪيئن ٿي روڪ وجهي سگهان؟

سنگيتا ۽ مان اِتي روز اچڻ لڳيوسين. مان پهرين گهڙندي هُيس تہ هُو جوان منهنجي پُٺيان سنگيتا کي ائين ڏسڻ چاهيندو هو جيئن بادل پرسان ڪير بجليءَ کي ڏسي! پر جي مان پٺيان هُجان تہ هُو بجليءَ کي ڏسي اَنکي اکين ۾ وهاري اکيون بند ڪري ڇڏيندو هو!

پر هاڻ ڳالهہ ٿئي ڪيئن؟

سانيڙيءَ جي بيتابي تاڙي مون جاڻڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هُو اَجنبي ڪير آهي؟ تيستائين سنگيتا ماءُ جا ڪن کڻڻ لڳي تہ جتي مڱتو ڪيو ويو آهي اُهو ڪيس پسند ڪينهي. ماءُ پيءُ مون کان پُڇڻ لڳا تہ اوچتو سنگيتا کي ڇا ٿي ويو؟

مون هيڪي هيڪي ڳائيندڙ خالصي جوان جي ڳالهہ ڪئي.

"خالصو؟"

ٻنهي کي ڏِکر وٺي ويا!

هڪ پاسي مٿڻي تتڻ جهڙو اُڻ وتندڙ حاشو ۽ ٻئي پاسي خالصي سان پيار جهڙي ڌمڪائيندڙ ڳالهہ!

مُون چيو، "پر گروءَ جو پيارو آهي. هرويرو سي خالصا اڳرواڻي تہ نہ هوندا نہ؟"

سنگيتا جي ماءُ مونکي پوئتيو ڏنو. "مئن وٺ. ڳڙ ڳهڻ لئيني؟ چوريون ڪم ڪريو اَبتا پوءُ وري چي هئين يا هُونئن ٿوروڻي هُونتو." خئر...چونتا آهن ٿيءُ رلحا حي بہ ٿوپي ٿهرتي هيٺ ڪري سگهي ٿي. سو وشنداس ويچارو تہ رواجي ماڻهو هو. هُو نمتو ٿي سنڌ جي پيءُ وٽ ويو ۽ ڪو بهانو ڏيئي مانٺي موٽي آيو.

پوءِ لڳو خالصي جون پُڇائون ڪرڻ. ڪيس خبر پيئي تہ ڇوڪرو بي. ڪام پاس آهي ۽ ٻئي پيءُ ٽوڪيو بئنڪ ۾ اڪائونٽنٽ آهي.

مٿان پليس تي هُو جيئن ئي آلهاڊ بئنڪ جي سامهون وجهي ٽوڪيو بئنڪ ۾ گهڙيو تہ

اَندران ڪنهن سنڌيءَ ۾ ٺي آواز ڏنس "ديوان!"

ڪَنَ سرلا ڪري آواز جي ٽُوهہ وَٺي ڪرسيءَ ۾ ويٺل ماڻهوءَ ڏانهن ويو تہ هُنَ چيس، "سُڃاڻين تو؟ مان تنهنجو پاڙيوارو سنڌي خالصو گرڏنو آهيان. اَڙي، ڪراچيءَ جو گاڏي ڪاتو وسري ويو اٿيئي ڇا؟"

وشنداس سڄاڻل چهرو ڏسي خوش ٿيو. پر هُنجي ير ۾ ويٺل گرودئاري ۾ ڳائيندڙ نوجوان کي ڏسي هُو مُنجهي پيو.

"اڙي ديوان! هنڪي ڳهوري ڇا ٿو ڏسين؟ هي گرڏني جو پُٽ صاحب ڏنو آهي. مان پن ٽن ڏينهن اندر رٽائر ڪرڻ وارو آهيان. چيم تہ چو ڇاءِ ڪري هن ساڳي بئنڪ ۾ پُٽ کي نوڪريءَ تي چاڙهي ڇڏيان. بي ڪام اَڃا هاڻ پاس ڪئي اٿس ۽ سندس سبجيڪٽ بہ اڪائونٽس ئي هُئي."

وشنداس جوُن تہ واڇون ٺي ٽڙي پيئون.

خوش خيريافت ڪري گهر جو سڄو حال پُڇي ۽ ڏيئي جهوُني دوستي وَري نئين ڪري گهر موٽيو.

گهر ۾ گهڙي چيائين، "سياڳي واڌايون اٿيئي، ڏيٺين ڪٽيو، اُسان هارايو. اَڙي هُو گرڏني ليلاٽيءَ جو پُٽ آهي. خالصو آهي پر سنڌي خالصو آهي. اَڙي، اُهو ٺي جو پنهنجي پاڙي ۾ ٽماڙ تي رهندو هو؟"

اَندر ڪمري ۾ سنگيتا ٻڌو تہ سندس چپن تي سُرهي سُرهي مُشڪ ڦهلجي ويئي.

51, Sangita, Behind Telephone Bhavan,
Colaba, BOMBAY - 400005

*********************************

# ڏنڌلا چهرا

## ڪرشن ڪٽواڻي

پيڻ جي بنگلي جي هن ايئر ڪنڊيشن ڪمري ۾ مونکي ننڊ ڪانہ ٿي اچي. وڏو ڪمرو آهي. پلنگ ڪان ٿورو پري سنگمرمر جي ٽپائي تي بون چائنا جي وڏي گلدستي ۾ رابيل جا گل سڄيل رکيا آهن. صبوح جو مالهي اهي گل رکي ويو هو. مون دريءَ جو پردو سيري ڇڏيو آهي. تمام دور، تمام مٿي هڪ ڪارو آڪاس آهي تهڙن سان جرڪندڙ ۽ هيٺ باغ ۾ پٽ جي ڪناري يوڪليپٽس

مونکي عورتن جي ننڍڙيءَ دل تي ڪڏهين غصو ايندو آهي، ڪڏهين ترس. پر تڏهين ب
عورتن جون ڳالهيون قبول ڪرڻيون پونديون آهن. ان بنا مڙد جو ڇوٽڪارو ڪونهي. نہ تہ مڙد جو
جئيڻ وهہ ڪري ڇڏينديون.

مون چيو هو : چڱو، ڀلي هل، پر ڳالهائڻو توکي پوندو. مان ہڙڪ بہ نہ ٻوليندس.

تون ڇنو آهين. ڪلپنا وراڻيو هو. تون صرف پين سان ڪاغذن تي پنهنجو نالو لکج.

هر انسان کي خواب بہ هوندا آهن تہ يادگيريون پڻ، ٻئي الوڪ ۽ سندر ڀاسندا آهن. ٻنهي ۾
انسان پنهنجي غير رومانوي حال کان ڇوٽڪارو پائي سگهندو آهي. آمريڪا وڃڻ کان اڳ ڳوٺ مون
لاءِ بہ سڪميہ يادگرين جو ٻيٽ هو. هن دنيا کان دور پرين ۽ شهزادن جي دنيا. پر هاڻي اهو ساڳيو
ڳوٺ ڏسي عجب لڳم. هيءَ انساني اکيون سچ نہ ڏسنديون آهن، اهي اهو ڏسنديون آهن جو من
ڏسڻ چاهيندو آهي. سڀ ساڳيو هو جيڪو پنڌرهان سال اڳ هو، پر منهنجي اکين سندرتا بدران
گندگي ڏٺي. جاين جي ڀتين تي ڳهار پنجي ويا هئا، گهٽيون سوڙهيون ٿي ويون هيون، مچر وڏي
ويا هئا، ۽ ماڻهو ٻڍا ٿي ويا هئا. اندر ۾ بيقراري اٿپن ٿي. سوچيم زندگيءَ جي سفر ۾ ڪڏهين
ڪڏهين ٻالپڻ جون مٺڙ يادگريون تسڪين ڏيڻ لاءِ ڪم ايندريون آهن، هاڻ انهن کان بہ وانجهجهي
ويس.

پر عورتون شايد سپنن جي دنيا ۾ نہ رهنديون آهن. هو تمام عملي آهن. دهليءَ ۾ ئي ڪلپنا
پنهنجي ڪم جي شروعات ڪري ڇڏي هئي. آمريڪا مان آندل منهنجي سوکڙين مان هن تمام
ساديون شيون چونڊيون. مون چيو هو : ڪلپنا، ڪجهہ بهتر شيون ڪڻ. هو اسانجا پنهنجا آهن ۽
مان آميريڪا وڃڻ بعد پهريون دفعو ڳوٺ وڃي رهيو آهيان. ڪلپنا منهنجي ڪنڌ فهميءَ تي عجب
کائيندي چيو هو : ڳوٺ ۾ هو هئڙين اڇين شين کي ڇا ڪندا. هيءَ شيون بہ هنن لاءِ آڪاس مان
لاٿل املهہ چيزون آهن. مان سانت ٿي ويو هوس.

ڪلپنا شايد سچ پچ مونکان وڌ سياڻي آهي. اهي ساديون شيون هن اسانجي مائٽن کي
ڏيئي هنن کي اهڙو وس ۾ ڪري ڇڏيو جو انهن سان سوديبازي ڪرڻ سندس لاءِ سوکو ٿي پيو. هڪ
ڏينهن جي ڳالهہ ٻولهہ ۾ ئي سڀ ڪم نبري ويو. منهنجي هن چاچي ۽ سوٽن جي آرٿڪ اسٿتي
خاص سٺي نہ هئي، انڪري اهو طئہ ٿيو تہ هر سال لاباري بعد هو اسانجو حصو ڪلپنا کي دهليءَ
پهچائيندا. مونکي بہ ٿي چار صحيون ڪرڻيون پييون. مون نہ سمجهيو هو تہ ڪم ايترو سولو ۽ بنا
رنجش جي ٿي ويندو، انڪري منهنجو من ڪجهہ هلڪو ٿيو هو.

سانجهي جو مان ڪليل ورانڊي ۾ ويٺو دور ٻنين ڏانهن نهاري رهيو هوس. سج لهڻ ۾ اجا دير
هئي. پر ۾ نهيل ڳائين جي واڙي مان ڪڏهين ڪڏهين هڪ ڳاڏي چڻ ڪنهن کي سڏ پئي ڏنا ۽
سندس ماءُ انجو ننڍو جواب ٿي ڏنو. ٻئي طرف ڇيٽن جو ڊگهہ پيل هو. منجهند ڏاري مان ڳوٺ مان
چڪر هڻي آيو هوس. اهو ڳوٺ جو ٻالپڻ ۾ منهنجي پوري دنيا هوندو هو، هاڻ تمام ننڍو نظر آيو.
اڌ ڪلاڪ ۾ سڄو ڳوٺ گهمي آياسين. ڳوٺ جي گندگي ڏسي عجب لڳم تہ هت انسان ڪيئن ٿا رهي

سگهون، منهنجو سوٽ مونسان گڏ هو. هو مونکي دقيانوسي ۽ تمام ننڍو ماڻهو لڳو، هنجا خيال ان ڏاڏن جي خيالن کان الڳتي نہ وڌيا هئا ۽ سندس سپنا ، سندس آسون اميدون تمام سيمت هيون. ورانڊي ۾ هڪ پاڻهن پڳل ڪرسي تي ويٺي مان محسوس ڪري رهيو هوس تہ ننڍي هوندي هنن نظارن کي ڏسندي جو اندر ۾ گلن جو بوٽو ڦيرندو هو ، هاڻ اهو ڪنڊن جو بوٽو بڻجي پيو. ڪلهنا شهر مان پاڻي[4] جي جڳہ ڪجهہ ڪاڏي جون شيون کڻي آئي هئي. هن مونکي بہ ڳوٺ جو نہ پاڻي پيڻ ڏنو ، نہ ڪاڌو کائڻ ، پر ڳوٺ جي ماڻهن سان ايتري رعايت ڪيائين جو هنن جي ڪافيل چانهہ پيڻ قبول ڪيائين. ڪلهنا منهنجي پر ۾ موڙي تي ڪيڏي مهل اچي ويٺي هئي. مونکي اها لڪ ئي ڪانہ پئي هئي. پنهنجي ڪاميابي تي هو[4] بيحد پرسن ٿي لڳي سندس فخر سان روشن چهرو مونکي چنڊ رهيو هو ؛ ڏس ، تون ڪيترو پالو پولو آهين ۽ مان ڪيتري سياڻي.

ان وقت هڪ اڌير عمر جي اڌ گهونگهٽ ڍڪيل عورت چانهہ جا بہ پيالا ۽ تسري[4] ۾ ڪجهہ بسڪيٽ هڪ ٿٽ جي ٿالهي ۾ کڻي آئي. جڏهين هو[4] واپس هلي ويئي تہ ڪلهنا کلندي پڇيو ؛ هنکي سڃاتئہ ؟

مون ڪلهنا ڏانهن نهاريندي پڇيو ؛ ڪنهنکي ؟

هو[4] واڌا هئي.

ڪهڙي واڌا ؟

جهڙا، ننڍي هوندي اسان سان گڏ وانڌ ڪندي هئي. سدا تنهنجو بدر ڪٽندي هئي. تنهنجي ڏ[4] باغ مان پير چولڙي اپندي هئي.

اوچتو واڌا لفظ مون ڏ[4] سچيو بڻجي پيو. هڪ دوي جنهن جي هن طرف هڪ پوري دنيا هئي. وادڙوون ، تصور ، منهنجي دماغ مان منهنجي دل ۾ پهچڻ لڳا.

مون دروازي ڏي ڪهڻ موڙيو. هو[4] رڌڻي طرف هلي ويئي هئي. پر هي[4] تہ ڪا ٻڍي عورت هئي. مون چيو.

ڪلهنا کلڻ لڳي جا انسان عمر سارو ٿي جوان يا ٻڍو لڳندو آهي. حالتون ئي انسان جي چهري تي عمر لکنديون آهن.

پر.....

تو ڪيئن سڃاڻي ورتو ؟

مون لا عورت جو چهرو سڃاڻي ڪو.

ڪلهنا جي چهري تي هڪ جيت جو پڙلو هو. ننڍي هوندي جي راندين ۾ سدا واڌا جنهن ڪان نيڙي هوندي هڪڙو. ڪلهنا جو چهرو جن چنڊي رهيو هو ؛ ڏٺئہ آخر جيت ڪنهن جي ٿي ؟ ننڍي هوندي مان ڪلهنا کان وقيت پڻ جي ويهو هوس، هاڻ انهن سورن جو بدلو وٺڻ جو بہ ڪيس موقعو مليو. هن هڪ ئي ڳالهہ ۾ چيو ؛ تنهنجي هوندي تون هنکي مونکان بہ وڌيڪ گهرندو هئين.

ڪلهنا ڪهڙن نهاريو. هي[4] ڇوڪري جا ڀاڻ کي ماڻهن ۾ آزاد خيال سمجهندي

آهي، سدا انگريزي ۾ ئي ڳالهائڻ پسند ڪندي آهي پنهنجي بدني سونهن بابت ايتري سجاڳ آهي جو هر هفتي هيلٿ ڪلنڪ ۽ بيوٽي پارلر ۾ ويندي آهي، ڇا تنهنجي اندر ۾ اجا بہ راڌا خلاف اها شڪايت آهي تہ ننڍي هوندي هوءَ ڪانئس وڌيڪ سندر ۽ چتر لڳندي هئي.
ڪلپنا ان ئي ٽوڪ ڀريل آواز ۾ آکيو : ماءُ جي مرڻ بعد هاڻ هوءَ هن گهر ۾ نوڪرياڻي جو ڪم ڪندي آهي. ڇاڇي ٻڍائي رهي هئي. ڪيس چار ٻار آهن، ۽ ٻہ ٽي ٻار ڪريا اُٿس. سندس مڙس شرابي آهي، ڪمائيندو ڪونہ آهي زال جي ڪمائيءَ مان شراب پي زال کي گاريون ڏيندو آهي ۽ ماريندو آهي. هوءَ روز گهر ۾ بچيل جوٺو کاڌو ٻارن لاءِ کڻي ويندي آهي.
مان اوائ ٻڌجي سي ٻڌندو رهيس، جڻ ٻڌندي بہ ڪجهہ ٻڌي نہ رهيو هوس، پر ڪلپنا لاءِ هي جڻ ٽي. وي. تي ڏيکاريل چتر هو، جنهنجو ساڻس لاءِ ڪو ساروڪار نہ هو.
رات جو منهنجي سمهڻ جو بندوبست گهر جي بهترين ڪمري ۾ ڪيو ويو هو. مان جڏهين ڪمري منجهہ گهڙيس تہ هڪ عورت منهنجو هنڌ ٺاهي رهي هئي. شايد منهنجي قدمن جي آهٽ مان راڌا منهنجي آمد سڃاڻي ويئي. هن پنهنجي ساڙهي جو پلئہ ٺاهيو ۽ ڪنڌ ڪجهہ هيٺيرو جهڪي ويس.
مان هڪ ڪنڊ ۾ بيهي ڪن پر ڏانهس نهاريندو رهيس. سُڪل آواز ۾ پڇيم : راڌا، تون ڪيئن آهين ؟
ٺيڪ آهيان. راڌا جو تمام جهيڻو آواز آيو. هوءَ سڌي ٿي بيٺي. ساڙهي جو پلئہ سيري ڪن پل مونکي ڏسندي رهي. جڻ منهنجو اڀياس ڪري رهي هجي. ڇيائين توهان ٺيڪ آهيو نہ ؟
منهنجو اندر وارو فيصلو ڪري نہ سگهيو تہ مان کلان يا رئان. ۽ مان الائي ڪڏهين هن جي اندر ۾ تون مان توهان ٿجي ويوس هوس. شايد ڇوڻ لاءِ بہ ڪجهہ ڪونہ بچيو هو، جو منهنجي وات مان نڪتو : مون پهرين توکي ڪونہ سڃاتو.
هن ڪوبہ جواب ڪانہ ڏنو. جواب مونکي ئي ڏيڻو پيو : تمام گهڻا سال گذري ويا نہ؟ سڀ ڪجهہ بدلجي ويو آهي.
هن وري بہ ڪو جواب نہ ڏنو. بسترو ٺيڪ ڪري، منهنجي پر مان لنگهندي دروازو پار ڪري هلي ويئي.
مان بتي ٺاري هنڌ تي ليٽي پيس. منهنجون ڪليل اکيون ڇت ۾ هيون ۽ ننڍ بدران ننڍي هوندي جي يادگيرين ۾ ڪوهجي ويس.
هيءُ ئي تہ جاءِ هئي، ننڍين ننڍين ڇئن ڪمرن واري. تڏهين هي جاءِ ڏاڍي وڏي لڳندي هئي. راڌا جي ماءُ منهنجي گهر ۾ نوڪرياڻي جو ڪم ڪندي هئي انڪان اڳ سندس سهرو منهنجي ڏاڏي جو نوڪر هو. راڌا جي ماءُ صبوح جو ايندي هئي ۽ سج لٿي گهر ويندي هئي. اڪثر هوءَ راڌا کي بہ گڏ وٺي ايندي هئي جو پٽيان گهر ۾ ڪير بہ سنڀال وارو ڪونہ هو. ڪلپنا ۽ راڌا عمر ۾ لڳ ڀڳ هڪ جيڏيون هيون مان بہ سال کن ننڍو هوس. راند ۾ ۽ ڳالهيون ڪرڻ ۾ اسين ٽيئي گڏ هوندا

هئاسون.

اهي ڳوٺاڻيون رانديون اڄڙيون هيون جن ۾ ٻڌن سان گڏ دل به وندريل رهندي هئي. ننڍي هئڻ ڪري مان ٻنهي جي پيار جو مرڪز هوس. البت راڏا جو مون ۾ وڌيڪ موهه هو. رانديڻ ۾، ڳالهين ۾ راڏا اسان ٻنهي کان اڳري هوندي هئي. هوءَ پڙهيل گهٽ هئي پر زندگيءَ جو آزمودو وٽس وڌيڪ گهرو هو. سندس چمڙيءَ جو رنگ به ڪلپنا کان وڌيڪ گورو هو. جڏهين ڪلپنا جا پراڻا ڪپڙا پهريندي هئي ته ڪلپنا کان وڌيڪ ڪشش واري لڳندي هئي. منهنجي ڪچڙيءَ دل ٻاراڻي ٻڌيءَ جاڻي ورتو هو ته هوءَ مونکي ڏاڍو ٿي ڀائي. جڏهن اسين اڪيلا هوندا هئاسين ته هوءَ منهنجي مٿ کي پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ جهلي رکندي هئي. پکين ۽ جانورن جون ڪهاڻيون ٻڌائيندي هئي. انهن ڏينهن ۾ سندس ڇاتي اسري رهي هئي. ٻه ننڍڙا، سخت گولڙا اُڀري رهيا هئا. مونکي اهي ڏاڍا عجيب ۽ پيارا لڳندا هئا. دل ٿيندي هئم ته انهن کي ڇهي ڏسان، پر اهڙي ڇو ڪڏهين همٿ نه ٿيم. ياد اٿم هڪ دفعي ڪلپنا مونکي چڙٻيو هو ۽ مان منهن پلڙو ڪري اڪيون اُبتي هٿ مهٽيندي راڏا جي ويجهو پهتو هوس ته هن ڳراٽڙي پائي مونکي سرچائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، تڏهين منهنجا ڳل سندس ڇاتين جي زور هيٺ دٻيا هئا ته مونکي ڏاڍو سٺو لڳو هو.

ان ننڍي عمر ۾ جڏهين مونکي ڄاڻ به ڪانه هئي ته شادي ڇا ٿيندي آهي، رات جو ننڊ کان اڳ مونکي راڏا ياد ايندي هئي ۽ سوچڻ لڳندو هوس ته جڏهين وڏو ٿيندس ته راڏا سان شادي ڪندس. لڳندو هوم ائين منهنجي زندگي ۾ پيار ئي پيار پرجي ويندو.

پر ستت پوءِ منهنجو پيءُ وڏي پاءُ سان جهڳڙو ڪري اسانکي شهر وٺي آيو. پهرين نوڪري ڪيائين، پوءِ پنهنجو ڌنڌو شروع ڪيائين. ڌنڌو وڌندو ويو. منهنجي پيءُ ايترو ڪمايو جو ڪلپنا جي هڪ شاهوڪار گهر ۾ شادي ٿي ۽ مان ڊاڪٽري پڙهڻ لاءِ آمريڪا ويس.

سويل صبوح ڪلپنا مونکي ننڊ مان اچي اٿاريو. چيائين : سويل هلڻ گهرجي جيئن ٽپت نه ٿئي. مٿ مانٺ هڪ وڌيڪ ڏينهن رهڻ لاءِ گهڻو زور ڀري رهيا هئا. پر مون اڳئين ڏينهن ئي محسوس ڪيو هو ته جڻين ئي ڪلپنا جو ڪم لٿو هو، هوءِ اتي پل به وڌيڪ رهڻ نه پيئي چاهي.

مان ۽ هوءَ تيار ٿي وياسين. ڊرائيور ڪار ڌوئي ورتي هئي. مون پنهنجي بنگ مان هڪ ساڙهي ڪڍي ڪلپنا کي ڏيندي چيو : ڪلپنا، تون هيءَ راڏا کي ڏي منهنجو ڏيڻ شايد ٺيڪ نه لڳي.

ڪلپنا عجب ۾ مونڏانهن نهاريندي چيو : ڪڙي اوچي ساڙهي ؟

اوچي نه آهي، رواجي آهي. مون چيو.

پر تڏهين به هوءَ نوڪرياڻي آهي ڪڙي ساڙهي هوءَ ڪيئن پائيندي! مان ڪجهه لٽل ساڙهيون ڪڍي آئي آهيان. مان انهن مان هڪ ڏيانس ٿي.

مان ڪجي نه سگهيو هوس.

اينوڪنيڪشن جو هلڪو آواز اچي رهيو آهي. رانيل جا گل مند روشني ۾ پر ڪنيل پکي جيان پسجي رهيا آهن. ڪڏهين ڪڏهين اهي منهن تي سڪل لڙڪن واريءَ عورت جيان به بکن ٿا. پتين

ي لڳل پينٽنگس جون ڇپيل ڪاپيون درين جيان پاسي رهيون آهن. آسمان ۾ ڪجهه ڪکر مڙي
يا آهن، جڻ انسانن جا مردهه جسم تري رهيا آهن. ڪي تارا ٻين ڪان وڌيڪ چمڪي رهيا آهن.
اغ ۾ گهاٽا وڻ ڀوتن پريتن جيان بيٺا آهن.

سڀ ڪجهه عجيب آهي هن دنيا ۾. ڪجهه بي جاٺ، ڪجهه بي سجاٺ هڪ ڀرم آهي. سڀ اڻچٽو
هي، سڀ ڌنڌلو آهي. ٻه ڌنڌلا چهرا منهنجي اکين اڳيان آهن. ڪهڙو راڌا جو آهي ڪهڙو ڪلپنا
جو، مان پروڙي نه ٿو سگهان ته انهن مان ڪير راڌا آهي ڪير ڪلپنا.

5/3, New Palasia
INDORE - 45200

***********************************

# اَڌ چمچو اُس

موهن ڪلپنا

تڏي تي ليٽڻ وقت بصر سوچيو ته صبوح جو مرچوءَ ڪي ڳولهي ڪڍندس ۽ ڪيس رستي
تي ڌڪو ڏيئي هيٺ ڪيرائيندو مانس. ڪيس اُهڙو گهٽو ڏيندس جو جيڀ ٻاهر نڪري ايندس ۽ اکين
ان رت وهڻ لڳندس ڊپ وچان ماڻهو ڀڄندا ۽ مان ڪپ ڪڍي سندس سسي ڌڙ کان ڌار ڪندس.
پوڏهن سال جوانيءَ جا جيل ۾ گذاريا اٿم. هاڻ ڦاسي ايندي ته فڪر ڪهڙو.

ڪتي هڪ خون ڪيو. فقط اِنڪري ته ڪيس نال نه مليو. چيائين : تون چئه تو خون ڪيو
آهي. مان تنهنجي ڀيڻ جي شادي ڌام ڌوم سان ڪندس. ٻيو تنهنجو دنيا ۾ آهي ڪير. پوءِ جج ڪي
پئسا کارائي توکي آزاد ڪرائيندس. مان گناهه جي دنيا ڇڏيندس. مونکي لکين رپيا آهن. هاڻ
سان شرافت جي رستي تي هلڻ ٿو چاهيان. مان پوليس ۾ هفتا کارائيندو آهيان. توکي پوليس
پهرين لاڪ اَپ ۾ بند ڪندي ۽ پوءِ جيل ۾ وجهندي. توکي هٿ به نه لڳائيندي. مان اُتي تنهنجي لاءِ
ويڊيو، ٽي. وي.، وسڪي ۽ ڇوڪرين جو بندوبست ڪندس. هندستان جا جيل "هاليڊي ريسٽارٽ"
آهن. تون مڃه منهنجي ڳالهه.

مون سندس اکين ۾ ڳوڙها ڏسي چيو : ٺيڪ آهي. تون گومي جو خيال رکُ.

اُن بعد ڇا ٿيو ؟

مونکي ٽرڪ ٽائر ۾ وهاري مار ڏنائون. اهي لنيون هنيائون جو اکين مان تيزاب وهڻ لڳو.

سمجهيو اُنڌو ٿيندس. چوڏهن سال چڪيون پيسيم ۽ پٿر ڪٽيم.

جيل جا عيش اُمڙا جو انگ انگ ۾، نس نس ۾ ٿڪ ۽ سور پنهنجا آکا کوليا آهن. وار وار ۾ ڪليون ٽنگيون پيون آهن. روشني ۾ ڪاري ڪاري اونده. من نراش. بي آس. نامراد.

جيل چوڌاري ديوارون. ٻٽرڪن ۾ ٻتيون الهاسنگر ۾ جيل کونهي اِنڪري مان ڀرين ٿاڻي، پوءِ يرودا جيل پونا. مون جيل ۾ رنگ برش گهرائي هڪ اُمڙي شاهي غفا جو چٽر ڪڍيو جيڪا مونکي اُمڙي تہ حقيقي نظر آئي جو مون جيل مان ڀڄڻ لاءِ اُن ٽان ٽپو ڏنو ۽ منهنجا هڏ گڏ ڀڄي پيا! ڪيڏي مجبوري تہ مان ڪجهہ ڪري نٿو سگهان. سڄي دنيا نندي ٿي هڪ جنازي ۾ تبديل ٿئي ۽ منهنجو ساهہ گهٽڻ لڳي. ڏينهن وسري ويا. تاريخون وسري ويون سڀ ڪجهہ وسري ويو ياد رهيو مرچو دادا.

مَن لفنگي منهنجي پيڻ سان شادي ڪئي ۽ هاڻ ٻلڊر ٻڻبو آهي. مون سان ڪير بہ ملڻ نہ آيو ڪنهنجو خط نہ آيو مونکي.مون اِنتظار ڪيو ڪو تہ ايندو. ڪو تہ ڪنهنجو ٿيندو آهي! تہ غلط آهي. هر ماڻهو ٻئي لاءِ فقط ايترو گهربل آهي، جيترو ڪمائتو آهي.

شڪر آهي جو منهنجي بلاڪ تي ڪنهن قبضو نہ ڪيو آهي. ڪين ڊپ ٿيو هوندو تہ خونيءَ جي بلاڪ تي قبضو ڪرڻ سان وري ڪنهنجو نہ ڪنهنجو خون ٿيندو. ڪنهنکي ڪهڙي خبر تہ مان بيڏوهي آهيان.

مان ٿررو ٻڍو ٿيو آهيان.- تہ ڇا ٿيو اِرادا مظبوطہ آهن.

مان مرچو دادا کي نيست نابود ڪندس.

گهر ۾ هڪ تڏو هڪ کٽ، ڪي برتڻ ڪي پيتيون وغيرهہ آهن ڄورن ڄاڙا لڳل آهن. گادريج جو ڪبٽ سرڪاري فائيل جيان مٽيءَ سان ليپيل هئي.

بصر اٺي ميري ٽوال سان ڪبٽ اُگهيٿو تہ لعلٽين جي روشنيءَ ۾ نظر پيت ۾ ٽنگيل آرسيءَ تي پويٿي.

هو لعلٽين کٽي آرسيءَ ۾ پنهنجي شڪل ڏسيٿو. ڪارل مارڪس جيان بدزيبي شڪل. پٽر نہ پوي تہ ڏاڙهي مڇن ۽ وارن ۾ ڪارا وار گهٽا يا اُڇا. ڳاڙها ڳنڊ ۽ اکيون اکين ۾ ڪجهہ ڪجهہ اُڃاڻ بہ تہ ڪجهہ خطرناڪ ڪرڻ وارو آهي. اکين هيٺان بہ ڪارا چڪر. جڻ هڪ وقت ۾ ڏيا ٿي ٻريا ڳلن ۾ مٿان ڪان هيٺ ڏاڙهيءَ جي تهن وچ هيٺ مٿانئن. شينهن بہ کيس ڏسي تہ سندس ڇهڙي جي روشني سڀ گهبرائجي وڃي ۽ فيصلو ڪري نہ سگهي تہ مان کيس کائيندس يا هيءَ مونکي کائيندو.

۽ بصر کلڻ ٿو لڳي... ها ها ها...

سمجهي ٿو تہ کلڻ مان سندس مٿي جو تاڻ گهٽيو آهي ۽ سندس ڇاتيءَ ۾ گلن جي خوشبو سان ڀريل ڪڏهن بہ نہ ڇاتل هير لڳي رهي آهي.

لائيٽ جو بل نہ ڀرڻ سبب بجلي تہ چالو ڪري نہ سگهيو آهي مگر فٽن بہ هلائي نہ سگهيو

آهي، هو پنين ڪڙڪي کولي ٿو ۽ بتي بند ڪري تڏي تي ليٽي ٿو. پيرن طرف ڪٺا اُچن ٿا. ۽ پچي ٿا وڃن. هڪ تڏو آهي جنهنجو آواز دشاهيڻ آهي ۽ بصر کي اُحساس ٿو ڏئي ته جڻ هو جيل ۾ بند آهي، ته ڪيس محسوس ٿي نه ٿيو آهي ته هو آزاد ٿيو آهي. آزاد ڪير آهي ؟

بصر سوچي ٿو ، اُهو جنهن جي من ۾ هنسا ۽ ڪروڌ ڪونهي.

دنيا خود به ته هڪ جيل آهي جتي ڪجهه به پنهنجي مرضي سان نٿو ٿئي من بيوسيءَ جو مسافر خانو آهي. هڪ بيوسي ويئي ته مٿان ٻئي جي محفوذيت قائم آهي

ٿي سگهيٿو ته مرچو دادا مونکي ڏسي ۽ اُتي ٿي ڪري پئي. گوميءَ کي خودداري ڪان ڪم وٺڻ کپندو هو. ڪيس مرچوءَ سان شادي نه ڪرڻ کپندي هئي.

پتيون.

پتيون.

اوندهه !

جنم جو نم جي وڻ ، ٿارين ۾ پتن مان روشنيءَ جو هڪ ٽڪر ڪبٽ جي مٿائين تي بي ترتيب روپ وٺي ڪنهن حرڪت ۾ آهي ۽ جيئن ڏاڙهي وڌندي آهي ۽ خبر نه پوندي آهي ، اُن انداز سان هيٺ لهي رهيو آهي بصر تڏي هيٺان رامپوري ڪپ ڪٿي اُنکي ڏسيٿو ته نظر ڇڪجي روشني جي اُن ٽڪري تي پويٽي فقط اڌ چمچو اُس جو.

سياري جي هوا جو جهونڪو سندس وارن مان اُندر گهڙي ڪيس تازگي ٿو بخشي. هو اُن روشني جي ٽڪري کي ڏسندو رهيٿو. جڻ اِسڪرين تي ممتاز شانتي - نه مينا شوري جي اُدا ! ڪيتري خوبصورت آهي هيءَ دنيا رڳو مون جهڙا اُنڌا اُنکي ڏسي نٿا سگهن منهنجو سچو اُندر مندر جيان نشپاپ ٿي ويو آهي ، اگربتين جي خوشبوءَ آهي فضا ۾ ! چڱو ، توکي معاف ٿو ڪريان مرچو. منهنجي جيئڻ ۽ خوشي لاءِ منهنجي گهر جو ، منهنجو پنهنجو روشنيءَ جو هڪ ٽڪرو ڪافي آهي.

بصر تڏي تان اُٿي دريءَ وٽ بهيٿو ۽ ڪپ ٻاهر ڦٽو ٿو ڪري ڇڏي.

402, Deepak Palace, Hill Lines Road,
ULHASNAGAR - 421004

# اَچاتل ڏک

**هري همٿاڻي**

انند کي ڏسي هن کان ڇرڪ نڪري ويو هو. شايد ڪيس سڃاڻڻ ۾ ڪجهه وقت لڳو هو، ڇو ته هو ڪي ڌيان ٻئي طرف هو. انند لڳ سندس دڪان ويجهو آيو ته چيائينس، "اڄ ويهه، موٽڻ مهل لنگهندو آهين ته ضرور پيرو پجندو آهين، پر هڻ ته..."

اِئين چوندي هو رڪجي ويو هو. ڄڻ ڪجهه چوڻ لاءِ وٽس ڪي لفظ نه هئا. اگر هئا ته اهو ڪيڏو نه ڪوڙو سچ هو!

هو يڪايڪ گنڀير بڻجي ويو هو. پيشانيءَ تي اُڀري آيل لڪيرن مان ڪنهن اچاتل خوف جي ليڪا ٿي پاتا.

"تو هان ڪجهه چيو پئي نه." انند پڇيو.

"ها... پر تون هن وقت ڪٿان پيو اچين؟"

"مهساڻا ويو هوس اتان پيو موٽان."

"مهساڻا ويو هئين! ڪڏهن ويو هئين اوڏانهن!!"

"اڄ صبح جو."

"اڄ صبح جو!" هن ايڏي ته عجب مان چيو جو اکر ٿي ڄڻ ڇڇرجي ويا هئا. ساڌو رام جو چهرو ويتر گنڀير ٿي ويو. ظاهر هو ته انند کي ڪا ڄاڻ نه هئي. اِنهيءَ سوچ وچان سندس چهري جا گهنج وڌيڪ گهرا ٿي ويا هئا. ساڌورام جو اهڙو گهٻرائيل چهرو هن ڪڏهن ڪونه ڏٺو هو. اکيون پٿرايل پٿرايل. لڳو ته ان وقت سانت جو به ڄڻ دم گهٽجي رهيو هو.

"ڇا ڳالهه آهي ڪاڪا؟" انند پڇيو.

"ڪجهه نه پٽ، ڪجهه نه." هن ڇرڪ ڀريو ۽ پوءِ اٽڪي چيائين، "ڪالهه ته تون هت ڪو نه هئين نه."

"ها مان هت هوس."

"هتي ٻن ڏينهن ۾ تون ڪيڏانهن ويو ته نه هئين!"

"نه مان ڪيڏانهن به ڪونه ويو آهيان. پر ڳالهه ڇا آهي ڪاڪا؟" هاڻ ته انند کي به فڪر ٿي پيو. انطرح جا سوال جواب ڪنهن اينڌڙ آپدا جو اهڃاڻ هئا.

ساڌورام ڪن پل لاءِ وري به ٻڏيءَ ۾ پئجي ويو. ٿوري دير اڳ سندس پٽ روشنيءَ جو ڦڻ ڪٿي آيو هو ۽ ٽپال ۾ آيل پوسٽ ڪارڊ پڻ. ڪارڊ پڙهي هن ٿڌو ساهه ڀريو هو ۽ ڪارڊ جي ڪنڊ

ڦاڙي پرسان جاري ۾ رکي ڇڏيو هئائين. تڏهن ڪيس انند جو خيال آيو هو تہ هوُ بروقت بياور لاءِ روانو ٿي ويو هوندو. اهڙي سمي پلء ڪنهن کي ٻڌائڻ جي ڪهڙي ٿي سمڪ رهي!

ليڪن اوچتو انند کي ڏسندي ڪيس ڏٺي تي بہ ڇڻ ويسهہ نہ پئي ٿيو. ۽ پوَ جو هڪ اهڙو پنورَ جو جا ڳالهہ ڪيس سنت ٻڌائڻي هئي، ڪيترين پوُمڪائون ٻڌي بہ ٻڌائي نہ سگهيو هو. نيٺ دل ڏاڍي ڪري چيائين، "انند تنهنجو پيءُ گذاري ويو."

"اِهو توهان ڇا ٿا چئو ڪاڪا." انند ڪان رڙ ڇا نڪتي ڇڻ ساهہ جي ڪڙي ٽٽي پيئي هجي. ساهہ هئو ڪٽي، ڪچيو ئي ڪٽي ٿي. سڏڪا هئا جن جو ڪو انت چوڙ نہ هو. "توهان اِهو ڇا ٻڌايو ڪاڪا."

ساڌورام سندس پٺيءُ تي هٿ ڦيري ڌيرج ٻڌائڻ لڳو. پاٿيءُ ٻڪ پياري ڪيس ڪنهن طرح سامت ۾ آندائين.

رکي رکي سڏڪا ڀِرڪيا پئي. انهن ۾ ساهہ جو لڪل هو. انند سُڏڪي چوڻ لڳو، "ڪجهہ ڏينهن اڳ بابي جو خط آيو هو تہ تو وٽ گهمڻ ٿو اچان. مونوٽ تہ آيو ئي ڪونہ ڪاڪا."

ياد جو دونهون اُٿڻ لڳو. ها، چوطرف دونهون ئي تہ هئو.

انند ساٿو ساٿو گهر پهتو. زال کي چيائين، "بابو گذاري ويو."

اِئين چوندي اچي سڏڪن ۾ پيو. راڌا جا سڏڪا تہ هن جي اندر ۾ ئي دٻجي ويا هئا. هوءِ مڙس کي سنيالڻ ۾ لڳي ويئي. پنهنجن جو اِهو ئي تہ ڏڍ هوندو آهي جو هوُ ڪنهن طرح دکہ جو حصو پاڻ مٿان کڻي وٺندا آهن.

بياور لاءِ شام جو ڇهين بجي واري گاڏي هئي. پينيءُ ۾ بہ وڳا وڏا نہ وڏي جهڙا. اهڙي سمي سنيت کي ڪهڙي اهميت هئي؟ ننڍڙي مڏوُ اِسڪول مان موٽي، روٽي ڪائي سُمهي تہ ننڊ ڇي ويئي هئس. راڌا کيس ڳراٽڙي پائي مٿي تي ٽڏڙا ڪڍي پريل من سان جاڳائڻ لڳي. "اٿ مڏو، اُٿ من بياور ٿا هلون."

بياور جو نالو ٻڌي مڏوءُ جي ننڊ اڏامي ويئي. هونئن بہ سُترو ڪونہ جاڳيندي هئي، پيسين ممي مٿس مِڙين جي برسات نہ وسائي. هُنجو مکہ ٽڙي پيو، "سچ ممي، اسان بابا وٽ ٿا هلون؟"

سڏڪا ڳلي ۾ اٽڪي پيا هئا، "ها پٽ اُٿ جلدي سنير."

"او منهنجي سٺي ممي." اِئين چئي هوءُ ماءُ جي ڳلي ۾ ٻانهون وجهي لڙڪي پيئي.

ڪڏهن ڪڏهن پيار بہ بار بڻجي ويندو آهي. "جلدي ڪر مَن." ماءُ چيو.

"اون هون! مان اِئين نہ لهنديس. مونکي پهرين پپي ڏي."

راڌا خفي ٿي انند ڏانهن نهاريو "ڏسو ٿا. توهان اچي سنياليوس." انند وڏي ڪيس هنج ۾ ڍيو. مٿي ڏيئي پريل من سان چيائين، "هاٺي تہ بس. شاباس، جلدي سنيري وٺ."

مڏو هنج مان لهي، اِئين چوندي، "بابا ڏانهن ٿا هلون، بابا ڏانهن ٿا هلون" ٽينگہ ٽپا

ڏيندي ٻاهر اڳڻ ڏانهن هلي ويئي.

انند جو من اڻئي ڇا سوچي وري پرجي آيو هو. گهر جي هرڪا چيز سونّي سونّي ۽ نرجيو ٿي لڳي. نرجيو چيزن جي کهڙي ڳالهه، جيوَ ئي نرجيو بڻجي ويا هئا.

گاڏي اجگر جو روپ ڌاري پٽن تي ڊوڙي رهي هئي. ڏسندي ڏسندي روشنيءَ مٿان اونده ڇانئجي ويئي. اونده ۽ روشنيءَ ۾ ڪو فرق به نٿي ڏٺو. روشني ته ڪڏهن جو اونده ۾ غروب ٿي چڪي هئي. انند سڄو وقت ڪڙڪيءَ ڪان ٻاهر نهاريندو رهيو. ڪجهه به نٿي ڏٺو. گهگهه اونداهي هئي. وقتي ڪو روشنيءَ جو ٽروڙو اونده کي چيري ٿي ويو ته اُنوقت لڳو ٿي ته اونداهي به ٿر ٿر ڪنبي پئي. هي ڪنهن ٿي رُنو؟ سڏڪن جو هي آواز ڪٿان ٿي آيو؟ ڪنهن جا هئا اِهي سڏڪا؟ من اڳيان ماءُ جو چهرو گهمي ويو. هوءَ ڪيس چنبڙي پيئي هئي. ورلاپ هئا، دل ڏاريندڙ ورلاپ.

انند پر ۾ ويٺل راڌا جو هٿ جهليو. اڪيلي هئڻ جي احساس ڪيس هٿون وڌيڪ ڊيڄاري ٿي ڇڏيو. پر هي کهڙو سات هو؟ سات هوندي به ڇڻ سات نه هو. جيڪا پيڙا ڪوئي پوڳي ٿو، اِها صرف چوڻ جي ڳالهه آهي يا محض دل جو وهم ته اُها پيڙا پنهنجي مٿان پيو به ڪوئي ڊوئي سگهي ٿو. پلي اهڙو احساس ڪڻ ماتر دل کي ڍَڍَ ڏيندو هجي، پر پيڙا ته پيڙائي آهي جيڪا اڪيلي سر هرڪو پاڻ ڍوئي ٿو. پر ۾ ويٺل راڌا لاءِ به ڪيس اِئين محسوس ٿيو ته هوءَ ڪانئس ڪوسون دور آهي. پوءِ به اِهو پرم ئي ته هو ته هوءَ سندس پر ۾ ويٺي هئي.

راڌا جو جنهن نموني هن هٿ جهليو هو، راڌا ڏکي ويئي. "ڇا ٿو ٿئيو؟"

"اڻئي!"

راڌا کي ڊپ ويڙهي ويو. هُنکي اڳيئي دل جي تڪليف هئي. هُن گهور وجهي سندس اکين ۾ نهاريو. چهرو زرد پيلو. رت ڇڏي چڪو هو. اکيون به اڃيون اڃيون. هوءَ ڊڃي ويئي. هن ڪيس ٻاکر ۾ پرڻ چاهيو. پنهنجي ساهه ۾ سمائڻ چاهيو. لچاري ناري لُڇي ويئي. انبوهه ۾ اِئين ڪري به ته نٿي سگهي. ڪنهن ساعت، موت کان به وڌيڪ لُڇائيندڙ ٿي ٿئي، اهڙي پيڙا. هُن سندس پٺيءَ تي هٿ ڦيريو. ٻانهن ورائي اڌو گابرو ٻاکر پاتو. "ڏسو نه، توهان جي اِئين هلندا ته منهنجو کهڙو حال ٿيندو؟ پنهنجي دل کي ڪٺو."

دل کي ڪٺڻ جي ئي ته ڪوشش ٿي رهي هئي. پر دل ڪٺي ٿي ڪجي؟ اڻئي ڇا ڇا ٻڌي رهي هئي دل. پيءُ چيو هو، "انند منهنجي صرف هڪ آس آهي."

"کهڙي بابا؟" آنند پڇيو هو.

"ڪڏهن اِهو ڏينهن ايندو جو تون هت بدلي ٿي ايندين. تنهنجي ٻارن سان، خاص ڪري مٺوءَ سان ڏاڍو موهه ٿي ويو اٿم. ٻڍاپي جو موهه ڳاريندڙ ٿو ٿئي پٽ."

"بدلي به ٿي ويندي بابا، جلد ٿي ويندي."

"ها جلدي ٿي ويندي." پيءُ اُبو ساهه کنيو هو.

اُهو ساهہ اڄ بہ اننڊ جي ساهہ ۾ اٽڪيل هو. ساهہ ٽٽڻ جي ڪيڏي نہ پيڙا ! ها ، ساهہ ٽٽي
الڳ ٿي ويو هو. اننڊ جهڪي پٽ ۾ سمهيل مڌوءَ کي گود ۾ کڻي چميو ۽ پوءِ وري سمهاري ڇڏيو.
"مونکي الائي ڇا ٿو ٿئي راڌا" نربلتا هُن مٿان پوريءَ طرح نازل ٿي چڪي هئي.
"ڇا ٿو ٿئيو ؟" راڌا گهبرائجي پڇيو ۽ پوءِ پر وارن مسافرن کي منٿ ميڙ ڪري ٿوري جاءِ
حاصل ڪري کيس پنهنجي گوڏي تي ليٽائي ڇڏيائين. مٿي تي سنيهہ ڀرين آڱرين جو هلڪو ڇهاءُ
ڪجهہ دير بعد آٿت ڀريو محسوس ٿيو هو. گويا راڌا کيس چوندي هجي، "توهان پاڻ کي هينئن
اڪيلو ڇو ٿا ڀانيو مان بہ توهان سان گڏ آهيان. توهان ڪانسواءِ پلُ منهنجو ڪهڙو وجود. مان
جيڪي آهيان، توهان جو ئي تہ حصو آهيان." اننڊ اکيون ٻوٽي ڇڏيون پر پوءِ بہ ڪڏهن ڪڏهن
بي آرامي، ڏانور جي چنبن جيان سندس اندر ۾ ڦهلجي ٿي ويئي.
ڪجهہ دير بعد هُو وري اُٿي ويٺو. بي آرامي سندس نس نس ۾ جڻ گهلي چڪي هئي.
گاڏيءَ جي گڙگڙاهٽ کان بہ هُو ڪافي پريشان ٿي چڪو هو. گاڏي جڏهن ڪنهن نديءَ، نالي جي
پُل مٿان ٿي لنگهي تہ اُن آواز هيڪاري کيس ڊيجاري ڇڏيو. هُو هڪ منٽ لاءِ بہ پيءُ جي صورت
کان پاڻ کي پري ڪري نہ سگهيو هو. ڪيڏي نہ ودمبنا هئي جو پنهنجي پيءُ جي موت جي خبر هُو
ٻئي جي واتان ٻڌي رهيو هو ! کيس تار ڪئي ويئي هوندي، شايد اوچتي بگڙيل طبعيت جي بہ.
ڪاش ! کيس بروقت سڌ پئجي سگهي ها. اِهو ڏک ڪيڏو نہ اسهہ ٿو ٿئي تہ جيڪو سڀ کان وڌيڪ
قريب آهي، تنهن لاءِ رڳو اِهو ٻڌجي تہ هُو گذاري ويو.
سورج اُڀري چڪو هو جو گاڏي بياور پهتي. مڌوءَ کي جلدي گهر پهچڻ جي خوشي هئي.
سڀ کان اول بابا کي ڏسڻ جي. هوءِ ڊوڙندي نہ هئي پر اُڏامندي بابا جي ڪڇ ۾ وڃي پوندي هئي.
بابا کي بہ تڏهن جڻ تنهي لوڪن جو سک پراپت ٿي ويندو هو. انيڪ قسمن جا ٽول، ۽ رانديڪا
هن لاءِ ميسر ڪري رکندو هو. ابهم کي پلُ ڪهڙي سڌ تہ ڪل تي هلندڙ رانديڪا هڪ ڏينهن بيهي
ويندا آهن، اُنهن کي هلائڻ وارا هٿ نہ هوندا آهن.
بياور جي شهر ۾ بہ جت ڪٿ ڏنڌ ڇانيو پيو هو. ٽانگو گهٽيءَ جي موڙ وٽ اچي رُڪيو تہ
مڌو ٽپ ڏيئي هيٺ لٿي ۽ بابا، بابا ڪندي وٺي ڊوڙ پاتائين. کيس ڪهڙي سڌ تہ بابا گهر ۾ ڪونہ
هوندو. ڪي خوش ٿي گهر ۾ گهڙندا آهن تہ ڪي روئي روئي، اِهوئي تہ انتر هوندو آهي
مڌوُ نينگہ، ٽپا ڏيندي بابا جي گود ۾ وڃي سمائي هئي. بابا وائڙن وانگر ڏانهنس نهاري
رهيو هو، "اڙي مڌو تون ڪٿان !"
ايتري ۾ اننڊ ۽ راڌا بہ اچي ويا هئا. پيءُ کي سامهون ڏسي اننڊ جي اهڙي حالت هئي جڻ
سندس اکين سامهون ست آسمان گهمي ويا هجن. حيرت مان پيءُ جي مرڪندڙ چهري ڏانهن نهاري
رهيو هو جڻ ڏنڌ پکڙڻ لڳو. ڏنڌ نہ غم. ڏنڌ مٿل غم ۾ گهيريل هو اننڊ ڪالهہ کان وٺي. جڻ ايشور
کيس سندس پيءُ موٽائي ڏنو هو. اُهوئي مرڪندڙ ساڳيو چهرو. اننڊ کان رڙ نڪري ويئي جڻ غم
ڇيخيو هجي، "بابا" هُو اُمالڪ ٻارن وانگر بابا کي وڃي چنبڙيو. هُو پيءُ جي زندهہ سرير سان

چنبڙيل هو. سيني جي ڏارن مان اوچنگارون ڦٽي نڪتيون. گويا ڪالهہ کان پوڳيل درد اُمالڪ اٿلي پيو هو. "اڙي پٽ تون هيئن روئين ڇو پيو ؟" پي اِنتها وائڙو هو. ڪيس سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ سندس پٽ اِن طرح هيئنون ڇو ماريو هو. خسيس ڳالهہ تان پاڻ کي اِنطرح جهوڙڻ. ڦو سندس حد بيوقوفي سمجهي رهيو هو. بيوقوف پار کي تہ سمجهائڻو ئي هو نہ، چيائين، "پٽ هيئن دل نہ هاربي آهي. سيني جو پنڌ اوڳانهن آهي، وڏو مٺو وجي سگهي ٿيو"

"ڇا بابا !.... ڪير وجي سگهي ٿيو ! ؟" انند حيرانيءَ مان پيءُ ڏانهن نهاريندي پڇيو. سندس دک گويا اِهي اکر ڳيهي ويو هئو.

پٽ جي حيرانيءَ تي پيءُ کي ويتر عجب لڳو، "ڇو پٽ توکي ڪائي سڌ ڪانهي ؟"

"ڇا حي بابا ؟ اوهان منهنجي سامهون آهيو بس اِها مونکي سڌ آهي."

"مان تنهنجي سامهون آهيان، ڇوين ڇا پيو ؟"

"بابا ڪجهہ نہ پڇو. مون ڪيڏي پيڙا پوڳي آهي، اُها مونکي خبر. مون تہ اِهو پئي سوچيو تہ رات وچ ۾، گاڏيءَ ۾ منهنجو بہ ساهہ نڪري ويندو."

"ڇو پٽ !" پيءُ جي هنيئن تي ڄڻ ڪنهن هٿوڙو هنيو.

"ساڌو رام ٻڌايو تہ...." چوندي انند روڪجي ويو

"ڇا ٻڌايائين ؟ هن کي تہ برابر مون ئي خط لکيو هو. توکي سمهو ڪري نہ لکيم پٽ تہ ڪٿي تون پڙهي هڪدم نہ گاڏيءَ ۾ چڙهي پئين. ۽ ساڳي بيوقوفي ڪيئي، ايترو تہ سوچين ها، ڏورانهين مائٽ کي لکان ٿو توکي نٿو لکان، حد ڪري ڇڏيئہ پٽ، حد ڪري ڇڏيئہ."

انند ويتر وائڙو تہ هي ڇا ٻڌي رهيو هو ! ڇا ڦو اِهو سڀ ننڊ ۾ تہ نہ ٻڌي رهيو هو "مان ڪجهہ بہ نٿو سمجهي سگهان بابا، ڪجهہ بہ نٿو سمجهي سگهان." هن ڄڻ جهنجهلائي چيو ۽ پوءِ اُتيئي پڇي ويٺو، "پر بابا ڪير وجي سگهي ٿيو. سويل توهان ڇا پئي چيو ؟ مونکي تہ ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿو اچي."

"پٽ بيوقوفيءَ جي قدم کڻڻ کانپوءِ ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ ايندو آهي. اڃا بہ توتي عجب پيو کان تہ ساڌو رام جي چوڻ تي تون هڪدم گاڏيءَ ۾ چڙهي پيو آهين !"

انند جي اهڙي حالت هئي ڄڻ ڦو ڏرتيءَ تي نہ، گهمندڙ چڪ تي ويٺو هو. اهڙي خبر ٻڌي ڦو گاڏيءَ ۾ چڙهيو، اِهو پيءُ چئي رهيو هو.

"بابا گذاري ويو. ماڻي ٻڌاءِ تنهنجو اچڻ ضروري هو ؟"

"وڏو بابا گذاري ويو !!" انند کان ڇرڪ پرجي ويو ۽ وات ڦاٽي ويس.

"ها ڪيڏي عرصي کان کٽ وٺيو ويٺو هو، وجي سگهي ٿيو. جڏهن ڏار پار آهيون ۽ مان هٽ ويٺو آهيان، ايترو تہ سوچين ها...."

انند اُتيئي دکيءَ تي ٻنهي هٿن سان مٿو جهلي ويهي رهيو. ڪيس ڦيري اچي ويئي. مٿو گهمي ويو. سڄو گهر گهمي ويو ۽ الائي ڇا ڇا. ڪيس لڳو اِها ڦيري دائما سندس دماغ ۾ جڙ ڪري

ٻئي، اِن طرح مٿو ڪڏهن بہ چڪرايو نہ هو. راڌا ڪيس سنڀالڻ لاءِ پر ۾ ويهي رهي. چيائين، "بابا ساڌورام اسانکي ڪجهہ ٻيو ئي ٻڌايو. هتي اچي اسانجو ساهہ سامت ۾ آيو آهي. هنن کي شايد ڪر اچي ويو آهي."

جڏهن پيءُ پيرائتي ڳالهہ ٻڌي تہ دنگ رهجي ويو. "اڙي ساڌورام مار پوندءِ. تہ منهنجي ٽ کي هينئن پيڙايو آهي. ڏِٺا اٿ توکي پيءُ ۽ ڏاڏي وچ ۾ ڪو فرق نظر نہ آيو؟ ڪٿي پيءُ ڪٿي ڏاڏو؟ ڪارمنهان قهر ڪري ڇڏيئہ. ڪا پاڙ پٽجئي" هن جي دل مان جيترا بہ پٽ پارتا نڪرڻا سُا، نڪتا. جڏهن اِنطرح هُو پنهنجي غم ۽ غصي کي ٺڏو ڪري رهيو هو. پر ساڳئي وقت پنهنجي ن جي ڦٽ لعنت ڪان بہ هُو آجو ڪين هو. سندس ئي ويڙ تير ٻٽجي واپس سندس اندر ۾ گهسي ئي ويا. سڄو اندر رت رت ٿي ويو. رت ئي رت. ڪيس پنهنجي ڪئي تي، ڀروپٽي تي پڇتاءُ ٿي رهيو هو تہ ڏورانهين مٽ مائٽ کي لکيائين ٿي پر پنهنجي پٽ، سڳي پٽ کي، پنهنجي پيءُ جي موت جي خبر ڪان وانجهيل رکيائين. ڪنهن طرح قدرت ڪيس اِهو ڏنڊ ڏنو هو.

ڪيس ڏک رڳو اِن ڳالهہ جو هو تہ سندس ڪئي جو ڏنڊ بيقصور پٽ ڀوڳيو هو، پٽ کي بہ خط لکي ها. پٽ ڪيڏو ڀوڳيو آهي! اِنهيءَ سوچ ور ور سندس دل ۾ وَڍَ ٿي وڌا. هوُ ڪا دير موڙي تي اِئين سانت ويٺو رهيو جڻ سچ پچ سندس ساهہ بہ سانت ٿي ويو هو.

14, Tiloknagar, Ajmer

# واپسي

## پريم پرڪاش

هن ڀيري ڳالهہ ٻي ٿي وئي!

پريتيءَ کي هن ڪارپوريشن ۾، ٻارهن سالن جي نوڪريءَ اندر هي ٻيون دفعو پروموشن مليو هو. هوءَ پهرين هن ئي شهر جي برانچ ۾ ڪارڪون ٿي آئي هئي، ۽ هت ئي ڪيس سيڪشن هيڊ بڻايو ويو هو. هاڻ ڪيس هاير گريڊ اسِسٽنٽ بڻائي، ٻئي شهر جي برانچ ۾ موڪلڻ جو آرڊر هو. چئن پنجن سالن بعد هوءَ ڪلاس - وَنِ آفيسر ٿي سگهي ٿي.

پروموشن ڏيڻ بعد ئي ڪارپوريشن ملازمن کي ٻين شهرن ۾ بدلي ڪندي آهي، ۽ وري انهن کي جڏهن ئي ٻيو پروموشن ملندو آهي، پنهنجي شهر جي ڪنهن برانچ ۾ گهرائيندي آهي. گذريل سالن کان يونين ۽ هتان جي هيڊ آفيس واري مئنيجمينٽ وچ ۾ اِهو زباني طيءِ ٿيو هو تہ، عورت ملازم کي پروموشن ڏئي، ان ئي شهر جي ڪنهن برانچ ۾ رکيو وڃي، اِنڪري هت اهڙيون بہ

ڪي عورت ملازم آهن، جن چار - پنج پروموشن ورتا آهن ۽ ساڳئي شهر ۾ آفيسر بڻيون ويٺيون آهن. ٻئي شهر بدلي نہ چاهڻ ڪري، ڪيترن مرد ملازمن ٢٠ - ٢٥ سالن کان ڪو پروموشن ئي ڪونہ ورتو آهي. ڪيترا ڪارڪون ٿي ايندا آهن ۽ ڪارڪونيءَ ۾ ئي نوڪريءَ تان فارغ ٿيندا آهن.

يونين جي ئي ڪن نون عهديدارن ڪيترن مرد ملازمن ميمبرن جو آواز اڳيان موڪلي ڏنو هو. انٽرويو ۾ وهندڙ عورت ملازمن کي خبر هئي. مرد ملازمن جي هڪ دليل زور پڪڙيو آهي تہ: هر ڳالهہ ۾ عورتون برابريءَ وارا حق طلبين ٿيون، تڏهن هن ڳالهہ ۾ آهي عورت هجڻ جو سبب يا دليل ڏئي، خاص رعايت ڇو ٿيون چاهين؟ ڪن جي 'عورت آخر عورت آهي : ۽ سندن ڪجهہ محدودگيون پڻ آهن.' واري ڳالهہ ڪيترن نہ ٻئي قبولي.

يونين هڪ سبب اِهو بہ ڏئي رهي هئي تہ ڪيترن عورت ملازمن کي پروموشن ڏئي هٿ ئي رکيو ٿو وڃي، اوترن مرد ملازمن جو - جن کي ٻاهرين شهرن مان پنهنجي شهر اچڻ جو وجهہ آهي - حق ماريو ٿو وڃي، ۽ اِئين انهن کي ڄڻ ڪنهن نہ ڪيل گناهہ جي سزا ٻيا ڪجهہ سال ڀوڳڻي ٿي پوي!

خبر نہ ڪئين پريتيءَ سميت ٻين عورت ملازمن کي، اِنٽرويو کان اڳ ڪا هوا ڇڻي وئي، تہ ڪجهہ بہ ٿي پوي، پر کين پنهنجي شهر جي ئي ڪن برانچين ۾ رکيو ويندو! پر اِهو اِئين ٿيو ڪونہ!

***

پروموشن مليل عورت ملازمن گڏجي، يونين جي روئي بعد ، انهن جي مدد ڪانسواءِ ئي، اُن ئي ڏينهن شام جو هيڊ آفيس جي سڀ کان وڏي آفيسر سان ملاقات ورتي. کين سهڻي خاطرداريءَ دوران چپچاپ پڙو. موٽ ۾ مجبوريءَ جي مسڪراهٽ ڏئي چيو ويو ، تہ هو ڪنهن اهڙي ويجهي شهر جي برانچ جي پسندگي ڪري درخواست ڪن، جت سندن اُپ ڊائون ممڪن هجي. اُت جڳهہ هوندي تہ کين ضرور سمايو ويندو. ٻاهر ايندي سيني کي لڳو هو ، تہ عورت ملازمن جي خاص يونين جدا هجڻ کپي، جيڪا نہ صرف سندن مجبوريون سمجهي پر صحيح نموني کين پيش پڻ ڪري سگهي. پريتيءَ کي حير هئي، اِها ڳالهہ صرف هن وقت ئي سوچي سگهجي ٿي. پر بعد ۾ هنن مان ڪاٻہ اِن لاءِ اڳيان ڪانہ ايندي!

پريتيءَ ڪانسواءِ، ٻي ڪنهن بہ عورت ملازم ٻاهر وڃڻ ڪونہ سويڪاريو هو.

***

آفيس ۾ پريتي اَمرت دوست سان ئي ڪافي پنندي آهي ۽ مزو وٺي سگهندي آهي. امرت کيس واڌايون ڏيڻ آيو هو. پوءِ هُو ڳالهين ۾ ويهي رهيا. اِنهن ڪٿن ۾ پريتيءَ کي هڪ وشواس اندران تيار ڪيو تہ اِنسان آخر هرمنڌ اِنسان آهي. تنهن سان جي چاهجي تہ سچائپ جوڙي، روز مرهہ جي زندگيءَ کي ڪائي سگهجي ٿو. جيستائين ٻئي شهر ۾ پنجن سالن تائين رهڻ جو سوال آهي، اهو جهڙو هٿ رهڻ، تهڙو هُٽ رهڻ. تڪليفون هرمنڌ ڪم وَ پيش هڪ جهڙيون ئي آهن!

سوال صرف ٻئي شهر ۾ اڪيلي رهڻ جو آهي. ٿوري ئي دير بعد ڪيس لڳو ته، ٻي شهر ۾ اڪيلو رهڻ جو سوال، صرف سوال ناهي، اُن سان ڪيترائي ٻيا سوال جڙيل آهن.

اَمرت جو چوڻ هو، ٻئي شهر ۾ اَڪيلي رهڻ جو سوال هر حالت ۾ گهڻ تڪليف ڏيهه آهي. خاص ڪري زناني لاءِ. مرد لاءِ به جيترو ننڍو شهر، ان ۾ اڪيلي رهڻ جو سوال به اوترو پريشانيون پيريل آهي. پر ٻڌ پريتي، منهنجو خيال آهي، جنهن جڳهه ۾ آسپاس سان، جڏ پنهنجائپ جو احساس آهي، يعني اُهي ڏاريا نٿا لڳن، تڏهن، ننڍي يا وڏي شهر جون تڪليفون لڪاءِ نه ڏينديون آهن. ٻي حالت ۾ اِهي شديد نموني آڏو اُيري اينديون آهن. اِنسان اُن وقت ئي صحيح جائزو وٺي سگهندو آهي. پوءِ اُهو مرد هجي يا عورت.

***

پريتيءَ جي سوچ اندر هڪ چمڪو ٿيو هو.

هونءَ مرد جي بدلي وقت رواجي طور زال ڪي پنهنجي بدلي ڪرائڻي پوندي آهي. پر جي ڪشن پرائنتڪ سرڪار جي هن شهر جي آفيس مان پنهنجي بدلي ڪرائي ساڻس هلي ته؟ هوءَ اُن وقت ڪشن ڏي ڏسي رهي هئي. وٽس ڪشن جو جواب هو، پر وري به هڪ دفعو آزمائڻ جي ويچار سان پريتيءَ ڪشن کي چيو، منهنجو ويچار آهي ته توهين پڻ پنهنجي بدلي ڪرايو. پوءِ اُتي سيپئي گڏ رهنداسين. ۽ پوءِ...

۽ پوءِ ڇا؟ ڪشن هميشهه جيان پوري نشي ۾ رات جو ڏهين ڪن آرام ڪرسيءَ تي ليٽيئي يونين جي ڪيس جا ڪي ڪاغذات به ڏسي رهيو هو، سگريٽ مان ٽڪڙا دونهان به ڪڍي رهيو هو، ته پاليل ڪتي کي هوٽل مان وٺي آيل رڌل گوشت به کارائي رهيو هو. مون پڇيو - ۽ پوءِ ڇا؟ تون مون کان هيءُ شهر ڇڏائڻ ٿي چاهين؟ مان توسان هلي، اُت يونين جو ڪم بند ڪري ڇڏيندس؟ چالاڪ ٿي ٿين! ساڪ! توهين سڀ هليا وڃو. تون به، تنهنجو پٽ به. يونين جا ڪيترا ڪيس مان لڙي رهيو آهيان. ساڪ، مان ڪانئر ناهيان. ڪيترن ئي قسمن جي ماڻهن سان روز ملڻو ٿو پوي. حرامزادو ڪوئي به شريف ناهي. مون جيان سڀ ڪمينا آهن. ٻاهران لڳندڙ شريف اندر خطرناڪ ڪمينو ويئل هوندو آهي. آفيس، مئنيجمينٽ ڪان ڪورٽ جي ماڻهن تائين... تنهنجو هي پرموشن ناهي. وفادار ڪتي اڳيان گوشت جو وڏو ٽڪر قٽو ڪري، سندس وفاداريءَ سان زناءِ ڪرڻ آهي...

اڄ جا ڪرمچاري ڪهڙا آهن؟ هان؟ جڏهن پڙوا پئيان واري لت کائيندا ڪين يونين ياد ايندي. مان تنهنجي جڳهه تي هجان ها ته عورتن جي يونين ناهي مئنيجمينٽ کي ماءِ جا يار ڳڻي ٻڌايان ها. توهانجي يونين جا اڳوان رنڊي خانن جا دلال آهن دلال... ڪشن يونين جو فائيل ٽپاهي تي قٽو ڪيو. مونکي ٿي سمجهائين ته مان به ٻين جيان جوءِ جو شريف مرد ٿيان. آفيس جو به غلام رهان ۽ گهر جو به. هڪ جينٽلمئن غلام!

پريتي چپ چاپ ڪري وڃڻ لڳي. ڪشن ٻانهن کان پڪڙي ڪيس جڻ زوريءَ ڇڪي هيٺ ويهڻ لاءِ ڌڪو ڏنو. هوءَ ڪرڻ بعد ڪيس ڏسندي رهي. اِنهيءَ رويي کان هوءَ بريءَ طرح واقف هئي.

ٻڌ، توکي وڃڻ کان مون نہ ڪونہ ڪئي آهي. منهنجي هٿ پنهنجي دنيا آهي پل گهٽيا ٿي سهي. تنهنجي سنسار ۾ دخل ڏيڻ جي منهنجي ڪڏهن اِڇا نہ رهي آهي. گهٽيئي آهن تنهنجي آفيس ۾ توکي پوڇڻ وارا...

ڪشن اڃا بہ ٻڙ ٻڙائيندو رهيو هو. دير رات تائين پريتي جڏهن چاهيندي آهي، ڪشن کي ٻڌڻ بند ڪري ڇڏيندي آهي. ڪافي دير بعد سندس ڪنن ۾ هڪ سٽ زوريءَ ترڪي آئي. ڪابہ رن پنهنجو يار تہ ٻئي شهر ۾ بہ رکي سگهي ٿي...

هوءَ اڪيلي رهڻ جي نسبت ۾ وري سوچڻ چاهي رهي هئي. امرت سان ڳالهہ مهل هن کان هيءَ گهر وسري ويو هو. ٻئي شهر جي اڪيلائي هن گهر ۾ گڏ رهندي بہ اڪيلائيءَ ۽ ذلت کان وڌيڪ ڏهري ۽ رهنديندڙ نہ هوندي. ۽ پوءِ اُتي وڃڻ بعد ڪنهن سٺي اِسڪول ۾ بندوبست ڪري هوءَ پنهنجي ١١ سالن جي پٽ سنجيہ کي جلد گهرائي وٺندي.

***

اُن رات پريتيءَ کي پوءِ بہ ننڊ ڪانہ آئي هئي. ڪيس ياد آيو : هوءَ اڄ جڏهن ٿي آفيس پهتي هئي. ڪيس پروموشن ۽ بدلي جي ياداشت ٽيبل تي پيل ملي. هوءَ پنهنجو تالو ڏسي ٿي ڏسي ساٿي ملازم ڪيس واڌايون ڏيڻ آيا. ۽ آڏا اُبتا سوال ڪري هلندا ويا. جن ۾ ڪيترين صلاحون شامل هيون تہ ڪيس ٻاهر وڃڻ کپي... تہ ڪيس ٻاهر وڃڻ نہ کپي... تہ هُن هيترا سال پنهنجو بهترين سهڪار ڏنو آهي، ڪيس چڱہ چوا ڪرائي هٿ ٿي رهڻ جي سفارش ڪرائڻ گهرجي. تہ... تہ... تي... اُن ۾ ٿي سڄو ڏينهن نڪري ويو ۽ شام جو هوءَ وڏي آفيسر سان ملي آئي هئي. موٽي تہ سندس برانچ وارا سڀئي وڃي چڪا هئا. سينئر برانچ مئنيجر ٻن ڇڻن جڻن سان پنهنجي ڪئبن ۾ ويٺو هو. هُن ڪيس ڪانچ مان ڏسندي ڏٺو هو. ڪيس اڄ تہ پريتيءَ سان ڳالهائڻ کپندو هو. هونءَ هر ننڍي وڏي ڪم لاءِ پريتيءَ کي ٿي ياد ڪيو ويندو هو. وشواس رکيو ويندو هو. آفيس جو ڪهڙو بہ ڪم هجي، وڏو هجي خواهہ ڏکيو. اُئين برانچ مئنيجر فهميدو اِنسان آهي. عزت ڏيندڙ. سڀني آفيسرن کان شايد وڌيڪ تيز فهم. هر دفعي هن پريتيءَ جي ڪم کي، ڪم ڪرڻ جي ريت کي بغير غلطيءَ نهايت تيزيءَ سان حهڙين خصومتين کي سڀني سامهون ور ور ڪري ساراهيو هو ۽ هن هر دفعي هن ٿي برانچ ۾ آفيسر بڻائڻ حو چيو هو. هوُ اُئين پوري ڏاک پچندي رکندڙ آفيسر هو. پريتيءَ کي من ۾ آيو هوءَ ٿي ساڻس گڏجي اڇي پر پوءِ سندس من نٽائي ريو ۽ هوءَ گهر هلي آئي هئي. ڪيس لڳو هو. هي آفيسر بہ ڪم ڪڍائي فريبي اِنسان آهي!

***

رات ڪافي دير تائين پريتيءَ جي سوچ جو چوڪيدار سجاڳ ۽ خبردار هو. هوءَ پنهنجي بڪريل ڏينهن، من ۽ پلن کي سميٽڻ جي ڪوشش ڪندي رهي هئي. مون گذريل ١٢ سالن کان هن برانچ جي هر واڌاري ۽ ترقيءَ لاءِ - سڀ گواهہ آهن - هر طرح جي، ۽ سڀني کان وڌيڪ ٿي حفاڪشي ڪئي آهي. ڪڏهن بہ ڪوبہ اُجورو گهرڻ ڪانسواءِ. گهرو زندگيءَ تي نهايت گهربل وقت نہ

خرچيندي، شخصي توڙي ڪشن جي تقاضائن طرف ايڏو سچيت نہ رهندي...سماجڪ توڙي عزيزن جي رشتن طرف لاپرواهہ رهندي...ايتري قدر جو پنهنجي اڪيلي ڄاڻي لاءِ خريديل ۽ ڏاري نظرداري خواهہ پرورش محيا ڪندي...مان سموري آفيس جي انگن واري دنيا ۾ وچايل رهجي ويس ! اڄ مون لاءِ ڪوبہ ڪجهہ نہ ڪري سگهيو. جن لاءِ مان اڪثر آفيس ڇٽڻ بعد بہ ڪيترا ڪلاڪ ڪم ڪندي رهيس. اڄ مان خود لاءِ بہ ڪجهہ ڪونہ ڪري سگهيس. مون اِهو پنهنجو فرض سمجهيو هو ، اِنڪري ملڻ بہ ڇا ڪپي؟ ڪشن چوندو آهي هرڪو ڪجهہ ڏيڻ ڪان اڳ ونڻ جو هنر خوب ڄاڻي ڪير بہ ڪجهہ ڇڏي نٿو. گهڻو ذيادهہ ٿي ونئي وجي ٿو. وننڊو رهي ٿو. اهڙا بہ آهن جن ڏنو نہ، صرف ڏيکاو ڪيو ۽ گهڻو ڪجهہ ونئي ويا ۽ هت ٿي وڏا آفيسر ٿي ويا ! بيوقوف عورت، توڪي ونڻ نہ آيو. نہ آفيسر ڪان. نہ مونکان اڄ ڪوئي ڪنهنڪي حق بہ نٿو ڏي. جائز بہ نہ. ونئو خود ڪي ٿي پوندو آهي. ڪيئن بہ ڪهڙي بہ طريقي سان. ڇنڻ جي حد تائين ... ... ... ها ، مونکي ڪجهہ نہ آيو. مان ٿي شايد بيوقوف هيس جو سيئي وننڊا رهيا...

سموري رات اکين ۾ لنڪائي هن صبح جو فيصلو ورتو تہ ڪيس ونڻ جي سلسلي ۾ پروموشن سويڪاري ٻاهر وڃڻ قبولڻ ڪپي. پر سندس ونڻ جو ڏانو اڃا بہ علهدو هوندو. ونڻ جي وستو اوُر هوندي. ٻي ڪا ، هوءَ اڃا بہ ڏيندي رهندي. سيني ڪي، ساڳئي ٿي جزبي ۽ مراد سان. هوءَ پنهنجي من جو سڪوُن ونڻ جو سلسلو نہ ڇڏيندي. ڪيس اِهوئي ڪپندو هو شايد. جيڪو اڳ ايڏو ڇٽو نہ هو. جنهنجي پوريءَ طرح ڄاڻ بہ نہ هئي. شايد اِهو هن ان رات ٿي ڄاتو هو !

***

پريتيءَ ڪي نهايت ٿي عجيب لڳو هو تہ ڪشن سندس وڃڻ واري ڏينهن نوڪريءَ تي نہ ويو هو. گهر ٿي رهيو هو. رزرويشن صرف پريتيءَ جي ٿيل هئي. پر هوُ بہ ساٿس بس ۾ چڙهي پيو. سنجيہ ڪي هفتو ڪن ناناٿي رهائي آئي هئي. ٻئي ڏينهن پريتيءَ نئين برانچ ۾ حاضري ڏني. شام جو ڪشن جڏهن ڪيس ڇڏي وڃڻ لڳو ، پريتيءَ ڪي لڳو ، هوءَ ڪنهن ٻئي ٿي مرد سان ڪلهہ ڪان ڪڏ هئي. هيءَ مرد ڪشن ڪيئن ٿو ٿي سگهي !

***

هفتي اندر ٿي پريتيءَ ، هيڊ آفيس ۾، اڳ واري جڳهہ تي واپس موٽڻ يعني پروموشن نہ سويڪاري، واپس، ساڳي ٿي برانچ ۾ ڪم ڪرڻ جي درخواست موڪلي ڏني !

ڪيس احساس ٿي ويو تہ ٻئي شهر ۾ ڪجهہ ڏينهن رهڻ جي ڳالهہ ٻي آهي، هي ننڍو شهر تہ ٿن ساڍن ٿن ٻزارين ڪانپوءَ ڪجهہ ڪونهي. ڪجهہ هوندو پر...ڪل ملائي هي شهر ايترو آهي جو هڪ ڪلاڪ اندر سڄو ماپي سگهجي. هت ايڏي تہ فرصت آهي جو ماڻهو صرف ڪائن ٿا ، سمهن ٿا. ٿورو گهڻو سوچين بہ ٿا ! پر ڪوبہ هت اِن ڪان سواءِ ٻيو ڪجهہ ڪرڻ لاءِ ڄاڻو ٿي ناهي. اهڙي سست ۽ بيٺل شهر سان پريتيءَ جي دوُر جي سڃاڻپ بہ ممڪن ڪانہ آهي. هڪ پرجنبش ماحول هوندو آهي.

شهر پنهنجو پاڻ ايڏو تہ مشغول ۽ مشين جيان هلندڙ هوندو آهي، جو ماڻهو خود بہ خود متحرڪ ٿي ويندو آهي. عجيب قسم جي ڦڙتي ۽ چستي هن اندر پرجي ويندي آهي. هت سڀ ملازم، ڪيس هڪ ملازم نہ، صرف ڪم ڪندڙ بيوس ڪَلُ پرزو سمجهي رهيا آهن. هوُ ڪيس نظرن سان ٽوڪي رهيا آهن، نقطچيني ڪري رهيا آهن. ڪوشي بہ سندس ويجهو نٿو اچي. جڻ هوءَ ڪا بيماري آهي. هوءَ اچا تہ ڪنهنسان سڃاڻپ بہ قائم ڪانہ ڪري سگهي آهي. هت ڏيڻ وٺڻ آهي پر اهو زيادہ اڏمبر آهي،. مهانڊا مٺان آهن. مڪڙو هيٺان دهيل آهي. ٻاهران سهڻا ڪپڙا آهن پر اندران پوتا آهن. ڪيس لڳو اهو سڀ تہ وڏي شهر ۾ بہ آهي. اُت شايد مشغولي ايڏي تيز ۽ وڏي آهي جو ماڻهوءَ کي پنهنجو پاڻ کي ڏسڻ، ڳولهڻ، پاڻ جي بہ فرصت ناهي! هت تہ سڀ بيٺل آهي. سندس اڳي واري برانچ ۾ هڪ ڏيهن ۾ ايترو ڪجهہ ٿي گذرندو هو جو شام تائين حساب سمڪ ئي نہ رهندي هئي!

***

پريتي پنهنجو مسواڙي گهر ۾، اڻ صبح جو، پنهنجي گهر واري اڳيئن نيم موجب سويل اٿي. هون هت هوءَ روز جاڳندي سويل هئي پر بسترو اٿين ڪن ڇڏيندي هئي. ڪيس سمڪ نہ رهي تہ هوءَ ڪهڙي هنڌ آهي. هن چانهہ ٺاهي پيتي ۽ پوءِ سنجيہ جو ناشتو ٺاهي ورتائين. ناشتو پاڻ ڏي سنجيہ جي اِسڪول جو لنچ باڪس ڳولهڻ لڳي، تڏهن ڪيس ياد آيو...اڙي، هوءَ پنهنجي گهر ۾ ڪٿي آهي؟ سمڪ شايد رات بہ نہ رهي هئي. ڪيس لڳو هو، هن ننڊ ۾ ڏٺ ڪشن جون گارين سان ڀريل ڳالهيون ٻڌڻ چاهيون. گاريون ٻڌندي رهي. پوءِ هو چپ ٿي ويو هو. بعد ۾ وسري ويل ياد جي روپ ۾ ڪشن، هڪ فهميلدي ٻار جيان وٽس آيو هو.

اوچتو سندس ڪافي پيئڻ جي زوردار اِڇا ٿي. ڪافي تيار ڪندي هن سوچيو، ڪشن وري بہ سهڻ ڪرڻ جهڙو ڪونہ آهي. پر اُت هڪ ڪشمڪش تہ آهي. تنا جي تپش تہ آهي هت جيان جيان سڀ بيٺل ۽ ٺڏي گهٽ تہ نہ آهي. هڪ اجنبي نرڳ کان وري بہ سڃاتل نرڳ پنهنجو آهي. جت گهٽ ۾ گهٽ ڏينهن گذاري تہ سگهجن ٿا. منهنجي پنهنجي دنيا ۾ شايد اهائي، ايتري پنهنجائپ آهي. شايد پنهنجائپ اِهائي ٿيندي آهي!

***

هيڊ آفيس کان ٽن ڏينهن اندر ئي ڪيس جواب مليو: توهانجي پهرين واري جڳهہ تي واپس اچڻ جي درخواست کي منظور ڪندي، توهانکي واپس هن ئي شهر ۾ آندو وڃي ٿو. پرحت توهين اڳہ هئا، اُن برانچ ۾ جڳهہ نہ هئڻ جي حالت ۾ توهانکي هن شهر جي برانچ ۾ رکيو وڃي ٿو. توهين اِن برانچ ۾ سيان کان ئي اچي سگهو ٿا..

پريتيءَ پنهنجي پهرين واري برانچ جي سينئر برانچ مئنيجر کي عرض ڪندي چوائي موڪليو هو تہ ڪيس واپس گهرائڻ ۾ مدد ڪئي وڃي. ساڳئي هنڌ.

پريتيءَ کي پڪ ٿي ويئي تہ هو چاهي ها تہ ڪيس ايتري ننڍي مدد ڪري سگهي ها.

هاڻ ڪيس پڪ ٿي ويئي تہ انهن آفيسرن ڪي ہٿي ڪي استعمال ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجھ
جهندو ئي ناهي.
پريتيءَ جي جڳھ تي، هُن پنهنجي برانچ ۾ پنهنجي مرضيءَ مطابق هيڊ آفيس ڪان ترت
ي ٻہ جڻا ورتا هئا.
پريتيءَ وڏيڪ آزمائڻ جو ويچار لاهي، ڳري من سان آرڊر جي ڪاپيءَ تي صحي ڪري
امو سويڪاري ورتو

D/64/1018.
P.O. Krishnanagar, AHMEDABAD. 382346.

---

# وفادار ڪتو

## سندر اگناڻي

ڪافي ڏينهن کان مڏو پيءُ سان انگل ڪيو ويئي آهي تہ کيس گهر ۾ ڪتو پالڻ جي اجازت ڏني
وڃي، پر پٽس سندس هيءَ انگل مڃڻ کان انڪار ڪيو ويٺو هئو.
١٥ سيپٽمبر تي مڏوءَ جو ٢٢ سالگرھ هئو. ان موقعي تي مڏوءَ پيءُ جي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهندي
لاڏ وچان چيو :- "ڊئڊي توهان مون لاءِ گهوٽ ڳولهي رهيا آهيو ۽ اڄ نہ سڀاڻي توهانکي ڪو سٺو
ڇوڪرو ملي ئي ويندو ۽ پوءِ منهنجي شادي ڪرائي ڇڏيندا. شاديءَ کان پوءِ پيڪا ٿورڙئي ڏيءَ
جو جنم ڏينهن ملهائيندا آهن. سو ڊئڊي هيءَ منهنجو آخرين جنم ڏينهن آهي ۽ هن جنم ڏينهن تي
منهنجي آخرين خواهش آهي تہ مونکي پاميرين ڪتو ٻرٿ ڊي گفٽ ڪري وٺي ڏيو."
هن دفعي، موتيرام ڌيءَ جو هيءَ انگل نہ چاهيندي بہ ٽاري ڪونہ سگهيو ۽ ڌيءَ کي پاميرين ڪتو
وٺي ڏنائين
مڏو جنم ڏينهن تي ڪتو حاصل ڪري بيحد گهڻو خوش ٿي ۽ هن جي تمام سٺي سار سنڀار لهڻ
لڳي ۽ سندس نالو رکيو - "جنڪي". جنڪي ٻن - ٽن مهينن ۾ گهرجي ڇئن ڀاتين مان ٽن سان تہ
ڏاڍو هري مري ويو پر مڏوءَ جو ڀاءُ منوج تہ کيس ويجهو بہ اچڻ ڪونہ ڏيندو هئو. هن جو ترڪ هئو
تہ - "جانور نيٺ بہ جانور آهي، جانورن کي انسانن سان گڏ رهائڻ سان انسانن کي بيماريون ٿي
پونديون آهن. " وغيرھ وغيرھ. پر گهر جي ٻين ڀاتين منوج جي انهن ترڪن کي ٻڌو - اڻ ٻُڌو
ڪري ڇڏيو ۽ ڪتي يعني جنڪيءَ کي پالڻ ۾ تمام گهڻو خوش هئا. موتيرام کيس روز صبح جو
'مارننگ واڪ' تي وٺي ويندو هئو تہ مڏوءَ جي ماءُ سرلا کيس شئمپوءَ سان سنان ڪرائي سندس

شهر پنهنجو پاڻ ايڏو تہ مشغول ۽ مشين جيان هلندڙ هوندو آهي. جو ماڻهو خود بہ خود متحرڪ ٿي ويلدو آهي. عجيب قسم جي ڦڙتي ۽ چستي هن اندر پرجي ويندي آهي. هت سڀ ملازم، ڪيس هڪ ملازم نہ، صرف ڪم ڪندڙ بيوس ڪَلُ پرزو سمجهي رهيا آهن. هوءَ ڪيس نظرن سان ٽوڪي رهيا آهن، نقطچيني ڪري رهيا آهن. ڪوئي بہ سندس ويجهو نٿو اچي. جڻ هوءَ ڪا بيماري آهي. هوءَ اچا تہ ڪنهنسان سڃاڻپ بہ قائم ڪانہ ڪري سگهي آهي. هت ڏيڻ وٺڻ آهي پر اهو زيادهہ اڏمبر آهي.. مهانڊا مٺان آهن. مکڙو هيٺان دبيل آهي. پاهران سهڻا ڪپڙا آهن پر اندران بوتا آهن. ڪيس لڳو اِهو سڀ تہ وڏي شهر ۾ بہ آهي. اُت شايد مشغولي ايڏي تيز ۽ وڏي آهي جو ماڻهوءَ کي پنهنجو پاڻ کي ڏسڻ، ڳولهڻ، پاڻ جي بہ فرصت ناهي! هت تہ سڀ بيٺل آهي. سندس اڳ واري برانچ ۾ هڪ ڏينهن ۾ ايترو ڪجهہ ٿي گذرندو هو جو شام تائين ڪابہ سمڪ ئي نہ رهندي هئي!

***

پريتي پنهنجو مسواڙي گهر ۾، اُن صبح جو، پنهنجي گهر واري اڳيئن نيم موجب سويل اٿي. هونءَ هت هوءَ روز جاڳندي سويل هئي پر بسترو اٿين کن ڇڏيندي هئي. ڪيس سمڪ نہ رهي تہ هوءَ ڪهڙي هنڌ آهي. هُن چانهہ ٺاهي پيتي. ۽ پوءِ سنجيہ جو ناشتو ٺاهي ورتائين. ناشتو پائڻ لاءِ سنجيہ جي اِسڪول جو لنچ باڪس ڳولهڻ لڳي. تڏهن ڪيس ياد آيو...اڙي، هوءَ پنهنجي گهر ۾ ڪٿي آهي؟ سمڪ شايد رات بہ نہ رهي هئي. ڪيس لڳو هو، هُن ننڍي ۾ ڏٺ ڪشن جون ڳارين سان پريل ڳالهيون ٻڌڻ چاهيون. ڳاريون ٻڌندي رهي. پوءِ هُو چپ ٿي ويو هو. بعد ۾ وسري ويل ياد جي روپ ۾ ڪشن، هڪ فهميلدي ٻار جيان وَٽس آيو هو.

اوچتو سندس ڪافي پيئڻ جي زوردار اِڇا ٿي. ڪافي تيار ڪندي هن سوچيو، ڪشن وري بہ سهن ڪرڻ جهڙو ڪونہ آهي. پر اُت هڪ ڪشمڪش تہ آهي. تناءَ جي تپش تہ آهي هت جيان جيان سڀ بيٺل ۽ ٿڌي گهٽ تہ نہ آهي. هڪ اجنبي نرڳ ڪان وري بہ سڃاتل نرڳ پنهنجو آهي. جت گهٽ ۾ گهٽ ڏينهن گذاري تہ سگهجن ٿا. منهنجي پنهنجي دنيا ۾ شايد اهائي، ايتري پنهنجائپ آهي. شايد پنهنجائپ اِهائي ٿيندي آهي!

***

هيڊ آفيس ڪان ڪن ڏينهن اندر ئي ڪيس جواب مليو: توهانجي پهرين واري جڳهہ تي واپس اچڻ جي درخواست کي منظور ڪندي، توهانکي واپس هن ئي شهر ۾ آندو وڃي ٿو. پرجت توهين اڳ هئا، اُن برانچ ۾ جڳهہ نہ هئڻ جي حالت ۾ توهانکي هن شهر جي برانچ ۾ رکيو وڃي ٿو. توهين اِن برانچ ۾ سيان ڪان ئي اچي سگهو ٿا..

پريتيءَ پنهنجي پهرين واري برانچ جي سينئر برانچ مئنيجر کي عرض ڪندي چوائي موڪليو هو تہ ڪيس واپس گهرائڻ ۾ مدد ڪئي وڃي. ساڳئي هنڌ.

پريتيءَ کي پڪ ٿي ويئي تہ هُو چاهي ها تہ ڪيس ايتري ننڍي مدد ڪري سگهي ها.

هاڻ ڪيس پڪ ٿي ويئي تہ اُنهن آفيسرن ڪي پٺي ڪي استعمال ڪرڻ ڪانسوا پيو ڪجهہ سُجهندو ئي ناهي.
پريتيءَ جي جڳهہ تي، هُن پنهنجي برانچ ۾ پنهنجي مرضيءَ مطابق هيڊ آفيس ڪان ترت ئي ٻہ ڇٽا ورتا هئل.
پريتيءَ وڏيڪ آزمائڻ جو ويچار لاهي، ڳري من سان آرڊر جي ڪاپيءَ تي صحي ڪري اُهو سويڪاري ورتو

D/64/1018.
P.O. Krishnanagar, AHMEDABAD. 382346.

---

# وفادار ڪتو

## سندر اگناڻي

ڪافي ڏينهن ڪان مڌو پيءَ سان انگل ڪيو ويئي آهي تہ ڪيس گهر ۾ ڪتو پالڻ جي اجازت ڏني وڃي، پر پٽس سندس هيءَ انگل مڃڻ ڪان انڪار ڪيو ويئو هئو.
١٥ سيپٽمبر تي مڌوءَ جو ٢٢ سالگرهہ هئو. ان موقعي تي مڌوءَ پيءَ جي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهندي لاڏ وچان چيو :- "ڊئڊي توهان مون لاءِ گهوٽ ڳولهي رهيا آهيو ۽ اڄ نہ سڀاڻي توهانکي ڪو سٺو ڇوڪرو ملي ئي ويندو ۽ پوءِ منهنجي شادي ڪرائي ڇڏيندا. شاديءَ ڪان پوءِ پيڪا ٿوروئي ڏيءَ جو جنم ڏينهن ملهائيندا آهن. سو ڊئڊي هيءَ منهنجو آخرين جنم ڏينهن آهي ۽ هن جنم ڏينهن تي منهنجي آخرين خواهش آهي تہ مونکي پاميرين ڪتو بُرٿ ڊي گفٽ ڪري وٺي ڏيو."
هن دفعي، موتيرام ڌيءَ جو هيءَ انگل نہ چاهيندي بہ ٽاري ڪونہ سگهيو ۽ ڌيءَ کي پاميرين ڪتو وٺي ڏنائين
مڌو جنم ڏينهن تي ڪتو حاصل ڪري بيحد گهڻو خوش ٿي ۽ هن جي تمام سٺي سار سنڀار لهڻ لڳي ۽ سندس نالو رکيو - "جنڪي". جنڪي ٻن - ٽن مهينن ۾ گهرجي ڇٺن ڀاتين مان ٽن سان تہ ڏاڍو هري مري ويو پر مڌوءَ جو ڀاءُ منوج تہ ڪيس ويجهو بہ اچڻ ڪونہ ڏيندو هئو. هن جو ترڪ هئو تہ - "جانور نيٺ بہ جانور آهي. جانورن کي انسانن سان گڏ رهائڻ سان انسانن کي بيماريون ٿي پونديون آهن. " وغيرهہ وغيرهہ. پر گهر جي ٻين ڀاتين منوج جي انهن ترڪن کي ڀڏو - اڻ ڀڏو ڪر ي ڇڏيو ۽ ڪتي يعني جنڪيءَ کي پالڻ ۾ تمام گهڻو خوش هئا. موتيرام کيس روز صبح جو 'مارننگ واڪ' تي وٺي ويندو هئو تہ مڌوءَ جي ماءُ سرلا کيس شئمپوءَ سان سنان ڪرائي سندس

ڏکن اچن وارن کي ڦٽي ڏين جو ڪم ڪندي هئي. جنڪي ٻه موٽ ۾ پيچ لوڏي مليل پيار جو احسان جتائيندو هئو. ڪوٻه ڏاريو اچيا ڪمپائونڊ وال جي در اندر گهڙندو مس هئو ته جنڪي اندران ئي زور- زور سان ڀونڪڻ لڳندو هئو ۽ گهر جي چوڪيداريءَ جي ذميواري وفاداريءَ سان نڀائيندو هئو. جنڪيءَ کي گهر ۾ آئي پنجهه مهينا مس ٿيا ته مٽوءَ جي شادي ٿي ويئي. شاديءَ بعد مٽو سافرن ۽ گهوٽ ۾ مست ٿي ويئي ۽ جنڪيءَ جي سموري پرگهور لهڻ جي ذميواري موتيرام ۽ سرلا تي اچي پيئي. جيڪا هو ٻئي خوشيءَ سان نڀائيندا هئا.

هڪ ڏينهن اوچتو سرلا جي ماءُ جي بيماريءَ جو ٻمبيءَ مان ٽرنڪ ڪال آيو ۽ سرلا کي مهيني ڪن لاءِ ٻمبيءَ وڃڻو پيو. هاڻي پٺيان صرف موتيرام ۽ منوج بچيا. پهرئين ئي ڏينهن منوج ڏٺو ته سندس پيءُ ڪتي جي سار سنڀار نٿو لهي سگهي ۽ خفي ٿي پيو آهي سو هن ڪتي کي ڪار مڪننڪ جي حوالي ڪرڻ جي رٽ رکي. منوج پيءُ کي ٻڌايو ته ڪار - مڪننڪ ٻه ٽي دفعا هيءُ ڪتو ڪانئس گهري چڪو آهي ۽ هو جنڪيءَ جي سٺي سار سنڀار لهندو. موتيرام ٻه ڪتي جي شيوا - ٽهل مان بيحد خفي ٿيو هئو سو يڪدم بنا ڪنهن بحث جي جنڪيءَ کي مڪننڪ وٽ ڇڏي اچڻ جي منظوري ڏنائين. منوج ته اهڙي موقعي لاءِ آتو ويٺو هئو سو هڪدم جنڪيءَ کي ڪار ۾ وهاري مڪننڪ وٽ ڇڏي آيو.

پر جيئن ئي رات ٿي ته موتيرام کي گهر خالي - خالي نظر آيو. سو هن منوج کي هڪدم ڪتي کي واپس گهر وٺي اچڻ لاءِ چيو. "پر ڊئڊي توهان هن جي شيوا - ٽهل مان ڪڪ ٿي پيا ۽ وري توهان جي ئي اجازت سان ئي ته هن کي ڏيئي آيو آهيان. هينئر وري واپس ڪيئن وٺي ايندس." منوج چيو.

"ان وقت مان ڪِجهه ويٺو هئس سو بنا سوچڻ - سمجهڻ جي توکي ها ڪري ويٺس. پر مون اِها اجازت دل سان ڪونه ڏني هئي. ڏس پٽ تون ماءُ جو ٻه سوچين ها. اسانجي گهر مان وڃڻ بعد سڄو ڏينهن گهر ۾ اڪيلي ٿي پوندي آهي. اِهو جنڪي ئي آهي جيڪو هن جو ساٿي آهي. هر ڪلاڪ - اڌ بعد هن جي ڀونڪ سرلا کي احساس ڏياريندي آهي ته هوءَ گهر ۾ اڪيلي ڪونه آهي. هوءَ سڄو ڏينهن ڪتي سان ڳالهيون پئي ڪندي آهي. اَهڙيون - اَهڙيون ڳالهيون جيڪي ڪڏهن هن پٽ سان يا مونسان ٻه ڪونه ڪيون هونديون. ان ڏينهن مان گهر ۾ ويٺو هئس ته هن جنڪيءَ کي پئي چيو ته "منوج پيو چوي ته مان ٻمبيءَ وڃي پريڪٽس ڪندس. اُتي ڊاڪٽرن جي سٺي ڪمائي آهي. سو پڪ - ئي - پڪ شاديءَ بعد ڪنوار ٻه وٺس وڃي رهندي. هونءَ ٻه اڄ ڪالهه جون ڇوڪريون ڪٿي ٿيون سس - سهري سان رهڻ پسند ڪن. سو اهڙيءَ طرح سان اسانجو هڪڙوئي پٽ منوج ٻه اسان کان جدا ٿي ويندو. پر جنڪي تون بيحد وفادار آهين. تون اسان سان حياتي ڀر گڏ رهندين. مان هيءُ جاءِ ول ۾ تنهنجي نالي لکي ويندس." ائين چوندي موتيرام جو گلو ڀرجي آيو ۽ پٽ کي چيائين - "پُٽ آهي ته اِهو سچ. تون ڪيترو ٻه اسانجو هجين پر تنهنجي زال ته آخر پرائي پيٽ جائي ٿيندي. هن کي پنهنجي الڳ گهر ۽ آزاد زندگيءَ جا سپنا هوندا. هوءَ ڪيترو

وقت اسان سان گڏ رهندي، سو تون سياڻي صبح جو ننڍ مان اُٿي جنڪيءَ کي واپس گهر وٺي اچ.
موتيرام ڇڻ پٽ کي التجا ڪندي چيو.
ان رات ٿي سرلا جو بمبئيءَ مان فون آيو. هن سڀ کان اول جنڪيءَ جو حال پڇيو. موتيرام کان ب
رهيو ڪونہ ٿيو. سو پريل گلي سان زال کي شڪايتي نوع ۾ ٻڌايائين تہ منوج جنڪيءَ کي موٽر -
مڪنڪ کي ڏيئي ڇڏيو آهي.
بس سرلا جو اهو ٻڌڻ ۽ روئڻ ۾ اچي ڇنڪي. روئندي چيائين "مونکي خبر هئي تہ منهنجي وڃڻ
بعد منوج جي جنڪيءَ سان ڪونہ پوندي.      پاڻ تہ شادي ڪري پرنڪٽس جي بهاني زال کي
وٺي بمبيءَ هليو ويندو ۽ پوءِ مان ڇرين وانگر اڪيلي پيتين سان پيٽي ڳالهائيندس. مان اجهو
سياڻي ٿي جهاز ۾ چڙهي ٿي اچان." اِئين چئي سرلا فون بند ڪري ڇڏيو.
صبح ٿيندي ئي منوج جنڪيءَ کي واپس گهر وٺي آيو ۽ سرلا صبح جو ١١ بجي واري فلائيٽ ۾ سچہ
- پچہ بہ جئپور اچي پهتي. گهر ۾ ايندي شرط پهرئين جنڪيءَ کي هنج ۾ کڻي پيار ڪيائين ۽
پاپوڙہ وچان هن جي مٿي ۽ پٺيءَ تي هٿ ڦيريائين.
جنڪيءَ بہ پڇ لوڏائيندي ۽ ڪئون.....ڪئون.....ڪندي سرلا کي ڪيڪاريو. هن جي پيرن کي
چٽيندي پنهنجي پريم ۽ وفاداريءَ جو احساس ڏياريو.
ڪجهہ ڏينهن بعد اچانڪ رات جو جنڪي گهر مان غائب ٿي ويو. سرلا ۽ موتيرام روئي هڪ ٻئي کي
آٿت ڏيڻ لڳا. ۽ گهڙي - گهڙيءَ ۾ هن جي ڳولها ڪئي. ويچاري منوج تي ڪتي کي گم ڪرڻ جو
ڏوهہ وڌو ويو. هن پڻ ڪتي کي ڳولهڻ جي سخت ڪوشش ڪئي پر منوج کي جنڪي ڪتي بہ نظر
ڪونہ آيو. آخر سيپئي هار ڪائي ويٺي رهيا، پر تڏهن بہ هر پل سرلا جون نگاهون جنڪيءَ کي
ڳولهينديون رهنديون هيون ۽ ڪالونيءَ مان لنگهندڙ ڪنهن بہ ڪتي جي ڀونڪڻ جو آواز ٻڌندي
هئي تہ ان مان جنڪيءَ جو آواز سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪندي هئي ۽ در ڪولي ڏسندي هئي، پر
نراس ٿي اَندر واپس هلي ايندي هئي.
چند ڏينهن اڳہ سرلا ڏٺو تہ سامهون واري چوٿيهين سيڪٽر ۾ هڪ ڇوڪري ٻن ڪتن کي کڻي
گهمائي پيئي. هن اکين تي زور ڏيندي پريان سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪيس شڪ ٿيو تہ انهن مان
هڪ ڪتو سندن جنڪي آهي. هن يڪدم منوج کي پڇايو. منوج ان ڇوڪريءَ کي ٻنهي ڪتن سميت
گهر وٺي آيو. سرلا سڃاتو تہ اِهو برابر جنڪيءَ هو. هن جنڪي - جنڪي ڪري پڪاريو پر
جنڪيءَ ڪوبہ ڌيان ڪونہ ڏنو. ڇوڪريءَ کين ٻڌايو تہ برابر مهينو کن اڳہ هوءَ پنهنجيءَ هن ڪتيءَ
کي ڊنر کائي ٻاهر گهمائڻ لاءِ نڪتي تہ خبر نہ آهي ڪٿان هيءَ ڪتو هن جي ڀنيان ڀنجي ويو ۽
ڪتيءَ سان گڏ اسانجي گهر هليو آيو. اسان گهڻو ئي هن کي گهر مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي پر
اصل گهر مان نڪري ئي نہ نيٺ اسان هن کي بہ گهر ۾ رکي ڇڏيو. هاڻي هيءَ اسانجي ڪتيءَ سان
ڏاڍو هري مري ويو آهي. ٻئي هڪ ٻئي کان سواءِ رهي ڪونہ سگهندا آهن. اسانکي هن جي نالي
جي تہ خبر ئي ڪونہ هئي سو هن جو نالو رکيوسين "ٽلو" توهان هن کي "ٽلو" جي نالي سان

سڏ ڪري ڏسو."
سرلا جنيڪيءَ کي 'ٿلو' جي نالي سان سڏ ڪيو ته هن ڪنڌ مٿي ڪري سرلا ڏانهن نهاريو. وري ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو. چوڪريءَ چيو ته جيڪڏهن توهانجو ڪتو آهي ته بيشڪ توهان هن کي پاڻ وٽ رکو. هوءَ ائين چئي کٽي کي اتي ڇڏي پنهنجيءَ ڪتيءَ کي وٺي پنهنجي گهر ڏانهن وڃڻ لڳي. سرلا گيٽ بند ڪري جنڪيءَ کي پنهنجي گهر اندر رکيو. جنڪي ڪتيءَ کي ويندو ڏسي زور - زور سان ڀونڪڻ لڳو. ٻيٽ ڀونءُڪندي - ڀونءُ- ڪندي هو ٿڪجي پيو پر اچانڪ خبر نه آهي هن ۾ ڪٿان طاقت آئي جو وڏي ڇلانگ ڏيئي ڪمپائونڊ وال ٽپي تيز ڊوڙ پائي پريان ويندڙ ڪتيءَ جي پنيان پيجي ويو ۽ ان بعد وري واپس ڪونه آيو.

3-TA-24,
Jawahar Nagar Jaipur 302 004

# آڪاش ڏسڻ جي چاهنا

## ڊاڪٽر موتيلعل جوتواڻي

ڪالوءَ گذريل سموري رات بستري تي پاسا ورائيندي گذاري هئي. اڄ صبوح جو ڪم لاءِ گهر مان نڪرڻ وقت سندس گهر واري نه هئي. ٻا ڪيس منجهند جي مانيءَ طور ٻي - چار روٽيون ۽ هڪ گڏيل بصر جي، هڪ پني ۾ ويڙهي ڏني. اڄوڪو صبوح هن لاءِ هن محل تائين سيني صبوحن کان وڌيڪ تاريڪ هو. موهنا سان سندس شادي ٿئي ڪي ڏينهن مس ٿيا هئا. شاديءَ کان اڳ ته هن لاءِ سورج ۽ انجي روشني ڪوٺلي جي ڪاڻ ۾ تيز روشن بلب ۽ انجي روشنيءَ کان ڌار نه هئي. ڪوٺلي جي ڪاڻ اندر چاهي ٻاهر هن لاءِ حڪم ڪو فرق هو. اڄ صبوح جو ڪيس لڳو، ٻاهر واري دنيا پڻ ڪوٺلي جي وڏي ڪاڻ جيان هئي، جنهن ۾ ماڻهو اڇا اُجرا ڪپڙا پائي ڪارو ڪلوڻو ڪم ڪندا رهن ٿا...

سندس زندگيءَ ۾ ٿورا ڪي ڏينهن سورج جي روشني رهي هئي. تڏهن هو ڀرپور زندگيءَ جي آنند جو احساس ڪٿي پنهنجي بستري تان اٿندو هو ۽ موهنا ڪيس چانهه جو ڪوپ آڻي ڏيندي هئي. هو ڪڙڪيءَ کان ٻاهر سورج جي هلڪي هلڪي مسڪراهٽ پسندو هو. روشني ۽ مسڪراهٽ - ٻنهي ۾ ڪيڏي نه سمانتا آهي! نه نه، ڪيس لڳو، هو آهي ٿورا ڪي ڏينهن ڇڏي باقي سدائين ڪوٺلي يا ڪاجر جي ڪوٺڙيءَ ۾ رهندو آيو آهي - ڪوٺلي يا ڪاجر جي ڪوٺڙي، جنهن ۾ ڪا ڪڙڪي نامي ۽ جنهنجو دروازو بند آهي.

موهنا ۽ هو ٻين ساٿي مزورن سان گڏ راتي ڪيت جي ان ڪاڻ ۾ ڪم ڪندا آيا آهن. هو ڪاڻ ۾
ڪوئلو ڪوٽيندو رهيو آهي ۽ انڪي مٿي پهچائڻ ۾ مدد ڏيندو رهيو آهي ۽ هوءَ مٿي پهتل ڪوئلي
کي ٻين مزورياڻين سان گڏ رهي ريل گاڏن ۾ پريندي رهي آهي اُن ڪوئلي سان ڀاڦ تي هلندڙ
ريل گاڏيون هلنديون رهيون آهن . گهرن ۾ ڪاڏي لاءِ باهه ٻرندي رهي آهي ۽ ڪپڙا استري ٿيندا رهيا
آهن...۽ ڪاڻ جا ۽ ٻيا بابو اهي استري ڪيل ڪپڙا پائي ، ڦٽي ڦوڪارو ڪري مزورياڻين کي
پنهنجن ڄارن ۾ ڦاسائيندا رهيا آهن....

اِهو سوچي ڪري ڪوئلي جي ڪاڻ ۾ سندس اکيون ٻه ٽانڊا ٿي ويئون. جلدئي ، انهن ٽانڊن
تي سندس بيڪسي ۽ بيبسيءَ جي رک ظاهر ٿي پيئي پڪ ، هو ڪري ٻه ڇا ٿي سگهيو ؟ جيڪڏهن
استري ڪيل ڪپڙا پائي ۽ ڦٽي ڦوڪارو ڪري اُهو بابو موهنا کي پنهنجي پاسي ڪري غلط ڪم
ڪري رهيو هو ، ته موهنا پڻ ڪهڙو صحيح ڪم ڪري هئي ؟ ڪالهه رات جڏهن هو ٻين مزورن سان
گڏ پنهنجي مزور بستيءَ جي گهر ڏانهن موٽي رهيو هو ، ته ڏٺو هئائين ته گهٽين ۾ ڪوئلو ڪمپنيءَ
جا جهيٽي روشني جا ۽ گهرن ۾ اجا ٻه وڏيڪ جهيٽي روشنيءَ جا بلب ٻري رهيا هئا. تيز روشنيءَ
جا بلب صرف ڪاڻ ۾ ، ۽ ڪاڻ اڏڪارين جي ڪوٺين ۽ بابن جي ڪمرن ۾ ، ٻري ٻري ، سندن اُپ نگر ۾
ٻرندا آهن. مزور بستيءَ جي گهرن ۾ ته محض پريم جو اُجالو رهي ٿو...ليڪن جيڪڏهن اُهو ٻه نه
رهي ته..... ؟

ڪالهه رات گهر ڏانهن موٽندي هن تيز وک کڻڻ چاهي هئي. پر ڪيس ٻين مزورن سان گڏ ڏيري
ڏيري هلڻو پيو هو. سڀ ٿڪا ماندا هئا. پر ڪيس ٿڪاوٽ نه ، گهٻراهٽ هئي. ۽ گهٻراهٽ ڪري تڪڙ
هئي. هن موهنا کي آخرين چيتاونيءَ ۾ چئي ڇڏيو هو ته هوءَ ڪاڻ جي ڪوئلي کي ريل گاڏين ۾
ڀرڻ وارو ڪم ڇڏي ڏئي ۽ اُن بابوءَ کان دور رهي. ڪيس ٻئي ڪٿي ڪم ملي ويندو ، راتي ڪيت ۾
گهڻيئي ڪاڻيون آهن.

پر هوءَ هلي ويئي هئي ۽ هن لاءِ چئني طرف اوندهه انڌڪار ڇانئجي ويو هو.

هاڻي ڪوئلي جي ڪاڻ ۾ بيمنو ڪم ڪندي ڪالوءَ کي لڳو ، سمورو ڏينهن اُتي رهي هو پاڻ
ٻه ڪوئلو ٿي ويو آهي. سندس من ۾ هيري جي چمڪ آهي. پر جيستائين صابڻ سان سنان ڪري
هو ڪوئلي جي ڪارڻ ڌوئي ڇڏي ، تيستائين سندس من ۾ لياڪو پائي هيري جي چمڪ ڏسڻ جو
انتظار ڪير ڪري؟ موهنا ڪان اهو انتظار ڪرڻ نه ٿي سگهيو. ڪيس ڪهڙي خبر ته ڪوئلو ۽ هيرو
سڳا ڀائر آهن ، ٻئي هڪ ئي ڪاڻ ۾ پئدا ٿين ٿا ؟...

هن لاءِ هاڻي هن دنيا ۾ ڪير هو ؟ هو ڪنهن لاءِ زنده رهي ڪالوءَ جي من ۾ مرڻ جي
خواهش ڪر موڙي اُٿي. ڇا هتي ڇاسنالا ڪاڻ درگهٽنا جهڙي ڪا درگهٽنا نٿي ٿئي؟ ڪجهه وقت اڳ
ڇاسنالا ڪاڻ ۾ اوچتوئي پاڻي ڀرجي وڃڻ سان چار سو ڪن مزور ٻڏي مئا هئا. هتي ٻه ڪا اهڙي
درگهٽنا ٿئي ، ته هو ان جيون مان مڪتي پائي ، جنهن جيون ۾ ڪو ماڻهو ، ڪنهنجو ناهي. پر اهڙو
حادثو ڪيئن ٿيندو ؟ هرهڪ ڪاڻ جيان هن ڪاڻ ۾ ٻه مالڪن مزورن جي سلامتيءَ لاءِ سڀ بندوبست

رکيا آهن. ان ۾ سندن ئي فائدو آهي تہ اهي ڪنهن حادثي جو شڪار نہ ٿين، ڪين وڌيڪ ۽ وڌيڪ ڪمائي ڏين.

گهڙيءَ نہ گهڙيءَ جهڙي. اوچتو ئي ڪاڻ ۾ هاهاڪار مچي ويو. ڪاڻ ۾ مزور پڇندا ڊوڙندا اُنجي ٻئي ڇوڙ واري هڪ چاڙهہ تي چڙهڻ لڳا. اهي سڀ هن وقت ڪاڻ جي جنهن سطح تي ڪوئلي جي ڪوٽائي ڪري رهيا هئا، انڪان مٿي هڪ سطح هئي جيڪا ڪوئلو ڪوڙجي وڃڻ ڪانپوءِ پاڻيءَ سان ڀريل هئي. انجو پاڻي ڦاٽ ڦاڙي ان هيٺينءَ سطح تي ڏوڪجي آيو هو. اچانڪ ئي ڪاڻ جي اها سطح پاڻي سان ڀرجي ويئي. ڪالهہ ڪي شايد ان گهڙيءَ جو انتظار هو. هو اڏول بيٺو رهيو.

ليڪن اهڙي حالت ۾ ڪيستائين هو اڏول بيهي ٿي سگهيو؟ ٻڪ ڊوڙ ۾ سندس پٺيان ايندڙ ساٿين ڪيس بچائڻ خاطر ان چاڙهہ تي مٿي ۽ مٿي چڙهڻ لاءِ ڌڪڻ شروع ڪيو ۽ هو بہ ان ريل - پيل ۾ ٿابڙجي - ٿابڙجي مٿي اچي پهتو. هن پٺيان نظر ورائي ڏٺو. هن جا ڪي ساٿي مزور پاڻيءَ ۾ لڙهي رهيا هئا ۽ "بچايو بچايو" چلائي رهيا هئا. هو تڙ تڪڙ ۾ چاڙهہ تان هيٺ لٿو ۽ جيستائين هو پاڻيءَ تائين پهچي کين بچائڻ جي ڪوشش ڪري، اهي ڪاڻ جي الاجي ڪهڙي اوڙاهہ ۾ غرق ٿي ويا هئا. اهي ڪير هئا؟ انهن تہ هن وانگي مرڻ ڪين چاهيو هو. هاٿي هن پاڻکي موت جي مونهن ۾ وجهڻ نہ چاهيو. اچانڪ ئي پاڻيءَ جي ڀرين ڇپيٽ ۾ اهي ڦاسي ويا هئا ۽ جيئڻ جي چاهنا جي لپيٽ ۾ هو پاڻ اچي ويو هو. هو پويان قدم ڪري ڪاڻ جي ٻئي ڇور واري چاڙهہ تي آهستي آهستي چڙهڻ لڳو ۽ سلامت مزورن جي ٻي ترتيب ڀيڙ ۾ گم ٿي ويو. هن ڏٺو، هن سوڏو اهي سيئي سلامت هئا. هنن سيني سامت جو اڏ ساهہ کنيو. اڳتي هلي چاٿئي، ان اوني وچان سيني جو باقي اڏ ساهہ سندن سيني ۾ منجهيو پيو هو. هن سيني جي چهرن ۾ نهاريو. ڪوئلن جيان ڪارا چهرا! اهي خود ڪوئلا هئا - ڪي ننڍا ڪوئلا تہ ڪي وڏا ڪوئلا، ڪي سنها ڪوئلا تہ ڪي ٿلها ڪوئلا. سندن چهرن ۾ صرف اکين جون جڳهيون چڏيل هيون - اکيون، جن ۾ آشا - نراشا جا ڀاوَ جدا جدا هئا.

حادثي، مزورن جي مٿان ڪم ڪندڙ هوري چاڙهہ تان ڏورو هيٺ لهي ٽيليفون تائين پهتو ۽ من ان ذريعي مٿي، ڪاڻ جي دفتر ۾، حادثي جي بدخبر ڏني تہ هيٺ اوچتوئي پاڻي ڀرجي وڃڻ ڪري مزور ڪاڻ اندر چاڙهہ تي ڦاسي پيا آهن. پوءِ تہ ٽيليفون جي گهنٽي سدائين پريشان وڄندي رهي. ڪالهہ سوچيو، تہ چنبو، مٿي وارن ڪي اسان هيٺ وارن جي چنتا آهي.

مستري حاضري رجان حاضري رجسٽر لاءِ واجهايو. پر اڙ تہ نجاڻ ڪٿي پاڻيءَ ۾ لڙهي چڪو هو. هن سيني جا نالا ڪڻ شروع ڪيا. مزور جو نالو پڪاريو ٿي ويو. جواب ۾ ان مزور جو... جواب ۾ 'ها'؛ نالو.... جواب ۾ 'ها'.

سيني جي موٽ ۾ 'ها' نہ ٿي. هن لاءِ وري آواز اٿيو. موٽ ۾ آواز نہ آيو. ڇا سنت فقير ڪان ڪوچ ڪري ويو هو؟ ڇا هو جل سماڌي ورتي هئي؟ سيني ڪان حي سيني ۾ اڏ ساهہ منجهيل منجهيل رهيو.

نالو... جواب ۾ 'ها' ; نالو... جواب ۾ 'ها'.

ليڪن ڪرمونءَ جو جواب ۾ آواز نہ آيو. هن لاءِ بيهر پڪار ڪئي ويئي. جواب ندارد. ڇا ڳڀرو جوان ڪرمون بہ سنسار کي الوداع ڪري ويو هو؟ ڪاڻ ۾ شوڪ پريل سيسڪارو وري اڀريو. پر ڪالوءَ جي سيني ۾ ساڳيوئي مونجهارو هو. سندس اکين اڳيان ڪرمونءَ جو چتر اڀري آيو. ڪرمونءَ اڄهو ڪجهہ وقت اڳہ ڪاڻ ۾ ڪانئس پڇيو هو، "ڇو دادا، توکي نٿو لڳي تہ پاپي موهنا دوکو ڪائي تو وٽ اوس موٽي ايندي؟ تنهنجي دل ۾ هيري جي چمڪ آهي : ڪوئلي ڪمپنيءَ جي بابوءَ وٽ هوءَ ڪڏهن نہ رهي سگهندي." هن ڪيس وراڻيو هو، "جيڪڏهن هوءَ دوکو نہ ڪائي، پاڻ بچائي موٽي آئي، تہ ڪرمون، مون لاءِ سڀ ڪجهہ روشن ٿي ويندو..... هوءَ صحيح سلامت واپس اچي."

نالو...جواب ۾ 'ها' ; نالو...جواب ۾ 'ها'.

پر انڪانپوءِ ڪالو گونگہ ٻوڙ ۾ مبتلا ٿي ويو. اڌ ساهہ ۾ منجهيل - ٻوساٽيل ڪالو پنهنجي اڌ ساهہ جي گم ٿي وڃڻ تي الاجي ڇا ڇا سوچيندو رهيو. ڪيس خبر نہ پيئي تہ هوري اڳتي بہ نالا ڪڻندو رهيو ۽ حاضري لڳندي رهي. جن نالن کانپوءِ 'ها' - 'ها' نہ ٿي ۽ سيسڪارا اڀريا، تن ۾ سندس نالو پڻ هو.

ٽيليفون جي گهنٽي پريشان پريشان وڄندي رهي. هوري ٽيليفون تي ڳالهائيندو رهيو. پوءِ تہ مٿي بستيءَ وارن کي خبر پوڻ سان ڪاڻ جا ٻيا مزور پڻ پنهنجن ڪٽنبن - پريوارن سان لهہ وڇڙ ۾ ايندا رهيا. ڪالوءَ جو ڪير هو، جنهن سان هو ڳالهہ ٻولهہ ڪري پنهنجي سلامتيءَ جو احوال ڏئي؟ هو ٻت بڻيو هڪ ڪنڊ پاسي ويٺو رهيو.

هوريءَ لاءِ وڏو گهوٽالو هو. ماڻهو پنجونجاهہ هئا ۽ حاضري ڇوونجاهہ جي هئي. مٿي، دفتر وارا ڪانئس ور ور ڪري پڇي رهيا هئا - "تو پاڻ کي ڳڻيو آهي؟ ... جيڪڏهن تو پاڻکي بہ ڳڻيو آهي تہ اهو پنجونجاهون ڇٽو ڪير آهي؟.... ڪل ماڻهو ڪاڻ ۾ ايڪهٺ هئا... تہ باقي ڇهہ ڇٽا ڇا.... ؟

رات جو ڪاڻ ۾ ٿڌ وڌي ويئي. اوندهہ هوڻئن ئي ٿڌي ٿڌي هوندي آهي. ويتر موت جو ماحول! موت بہ ٿڌو. نڪمٽائي بہ ٿڌي. اوندهہ، موت ۽ نڪمٽائيءَ جي ڪاڻ ۾ ٿڌ ڪري ڪيترا مزور بيمار ٿي پيا.

واقعي، ڌاٽي تي لوڪ ٻٽجي پيا هئا - پاتال لوڪ، جنهن ۾ اهي سڀ مزور هئا ; ڌرتي لوڪ جتان ڪين مدد ملڻ واري هئي ; ۽ آڪاش لوڪ، جنهن ڏانهن مصيبت سهي واهر لاءِ نهاريو آهي. پاتال لوڪ جي ماڻهن پنهنجي لوڪ جو نقشو ڌيان ۾ رکي ڌرتي لوڪ جي ماڻهن کي سمجهايو تہ اهي سڀ ان وقت ڪٿي هئا.

ڪجهہ ڪلاڪن اندر، ٻئين ڏينهن جي صبوح تائين ڪاڻ جي ڇت ۾ مٿان اٺ انچ گول سُرنگہ ڪڍي ويئي ۽ اُن مان ڪاڻ ۾ ڦاٿل مزورن لاءِ ڪاڌو، صاف پاڻي ۽ دوائون موڪليون ويئون. دراصل،

ٿي سال اڳ آزمائش طور ان ڪاڻ جي مٿان هڪ ڦنڊ تي ٻن انچن جي بورنگ انڪري ڪرائي ويئي ھُئي ته پتو لڳي ته ڪاڻ ٻئي چور ڪان شروع ڪري سگهجي ٿي يا نه. ڪاڻ ٻئي چور ڪان شروع ته نه ٿي سگهي هئي، پر هن ٻيري انهن ٻن انچن جي بورنگ ڪي وڌائي اٺ انچ ڪري ان مان ضروري سامان هيٺ لاٿو ويو هو.

اهو سڀ ڏسي ته ڌرتي لوڪ جا ماڻهو هيٺ ڪريل، مصيبت ۾ ڦاٿل ماڻهن جو بچاءُ ڪرڻ لاءِ سرگرم آهن، ڪالو پنهنجو پاڻ ۾ موٽي آيو. ڪيس لڳو، هرويرو ماڻهو پاڻ ۾ ٺي پورا نه آهن، هڪ ٻئي جي سار سنڀار لهن ٿا.

ايتري ۾ هوريءَ وڏي واڪي سيٺي کي سوچنا ڏني ته ڪاڻ جا اڏڪاري چوويهه انچ وياس جي بورنگ ڪري ان ۾ هڪ اسٽيل ڪيس وجهندا، جنهن سان ان سُرنگ جي ڇِنِي طرف هڪ اسپاتي ديوار ٺهي ويندي. ان اسٽيل ڪيس ۾ هيٺ لاهڻ لاءِ آهي سترهن انچ گول ۽ هڪ آدم قد ڪان مٿي، ساڍا ڇهه فوٽ ڊگهو، ڪئپسول ٺاهيندا. ان ڪئپسول مان اسين سڀ هڪ هڪ ٿي مٿي ويندا سين....

سيٺي جي چهرن تي مرڪ نمودار ٿي. هوريءَ کين واقعي خوشخبر ڏني هئي.

ٽيلفون جي گهنٽي وري وڳي ۽ هوري ٽيليفون ٻڌڻ ويو. جلدئي واپس موٽي. اڇي هن هرهڪ مزور جي چهري ۾ گهوري نهاريو. ڪالوُ جي پرسان اچي چيائين، "تو اسانکي ڏاڍو پريشان ڪيو آهي...اهو پنجونجاهون جڻو تون آهين...هاڻي، جلد ڪر...ٽيليفون وجي پنهنجي گهرواريءَ موهنا سان ڳالهاءِ..."

"موهنا سان؟...ڇا هوءَ موٽي آئي آهي؟" ڪالوءَ رڙ ڪري پڇيو. "هائو، جلد ڪر. هوءَ توسان ڳالهائڻ لاءِ ڏاڍي بيچئن آهي. توکي ٻڌائڻ لاءِ هوءَ ور ور ڪري چئي رهي هئي ته هوءَ تو لاءِ صحيح سلامت موٽي آئي آهي"

پنجونجاهين جڻي ڪالوءَ ڪاڻ ۾ سلامت ٻين چوونجاهه جڻن سان گڏ پاڻکي به اوچتوئي سلامت محسوس ڪيو ۽ هاڻي هن ٻين جيان سامت جو باقي اڌ ساهه ٻڻ ڪنيو. منجهس ٻڻ آڪاش ڏسڻ جي چاهنا پئدا ٿي.

B-14, Dayanand Colony
Lajpat Nagar, New Delhi - 110024

# ڳوڙهيءَ ۾ لڪل لعل

آنند ٽهلراماڻي

ڳاڏي ڪنهن ننڍي اسٽيشن تي اچي بيٺي هئي. مسافر لٿا. پر ان کان وڌيڪ چڙهيا. دروازي ۾ اهائي وڌيل ڀيڙ. ڳاڏي هلي. ڊوڙن تي ڪجهه هلڪاڻ محسوس ٿي. ويٺل ڪجهه موڪرا ٿيا. ويٺلن به ڪجهه وائڪ محسوس ڪئي. ڪتاب مان نظر ڪڍي، مون ڳاڏي اندر جائزو ورتو.

سامهون در وٽ بيٺل ڪنهن سڪر ماڻهوءَ سان اکيون مليون. هو مون طرف گهوري نهاري رهيو هو. هن مشڪي ڪيڪاريو. موٽ ۾ مون به شايد مرڪيو. شايد ان ڪري جو ڀڪ کانئس اٿم. پڪ ان ڪري کانهي جو مون ڪيس سڃاتو ڪونه. پوءِ به وهنوارڪ موٽ. ڳرمائش کانسِ، پنهنجائپ غائب صرف ان لاءِ جئن اڳلي کي برو نه لڳي، ائين ئي مرڪي ڊبو آهي. اٽلڪو، اڻ ڏٺو. پهرين تاريخ جي چنڊ جيان.

ڳاڏي هيٺر تيز رفتار ۾ اچي ويئي هئي. منهنجون نگاهون وري به ڪتاب ۾ کپي ويون. پنو اٿلايم.

- اوهان شايد مونکي ڪونه سڃاتو.

ڪتاب مان، چشمي جي مٿان نگاهون کڄيون. اهوئي دروازي وارو سڪر ماڻهو. هيٺر فل پورٽريٽ ۾ سامهون بلڪل ئي نزديڪ بيٺو هو. سفيد مٿو ۽ اکين تي گولڊن فريم وارو چشمو، مٿو منهنجو به کڄيو. ڏاڍي ڳرمي آهي. هنجون چشمي اندر اکيون جهپڪيون.

- ٻن سالن کان بارش جو ڪانه پيئي آهي. پاسي واري چيو.

- کهڙي خبر هن سال پوندي الائي نه. ٻئي وراڻيس.

- پوءِ ته ماڻهو ئي مري ويندا. پهرئين چيو.

- ڀڳوان سڀ ڀلي ڪندو. هن چيو ۽ سري پنڪي هيٺان اچڻ جي ڪوشش ڪئي. هن شرٽ جا مٿيان بٽڻ کوليا. شرٽ جي ڪالرن کي پنٽي ڏکيو. ڪلهن کي ڪٽي ڪري هوا کي اندر موڪلڻ جو يتن ڪيو.

منهنجي منهن مان نڪري ويو ڪيئن آهيو، مڪند ڀائي!

هينئر منهنجي منهن تي فل موُن جي مشڪ هئي. ٻن هٿن جي ميلاپ ۾ ڪافي ڳرمائش ۽ سرجوشي هئي.

- ڪافي عرصي ڪانپوءِ ملي رهيا آهيون.

ويهه سال ته واهه جا ٿيندا. هيٺر ڪٿي آهيو ؟

- بمبئي.

ڳاڏي سورت تي ويجهي ٿي پيئي. ڪافي چرپر هئي. سامهون سيٽ تان هڪ فئملي لهي رهي هئي. جڳهه ملندي ئي مڪنديائي سامهون سيٽ تي ٿانئيڪو ٿي ويٺو. هن هڪ دفعو وري ڪلهي کي مٿي ڪري، ڪالرن کي پنيان وجڻ ڏنو ۽ پنڪي طرف ڏٺو.

- ڪٿان پيا موٽو، مڪند ڀائي ؟

- جهونو پروفيسر متر آهي. ڪنهن وقت اسانجي پبليڪشن لاءِ ڪتاب لکندو هئو. - اوهان ته

ٿي سال اڳ آزمائش طور ان کاڻ جي مٿان هڪ هنڌ تي ٻن انچن جي بورنگ انڪري ڪرائي ويئي هئي ته پتو لڳي ته کاڻ ۾ ٻئي چور کان شروع ڪري سگهجي ٿي يا نه. کاڻ ۾ ٻئي چور کان شروع ته نه ٿي سگهي هئي، پر هن ٻيري انهن ٻن انچن جي بورنگ کي وڌائي اٺ انچ ڪري ان مان ضروري سامان هيٺ لاٿو ويو هو.

اهو سڀ ڏسي ته ڏرتي لوڪ جا ماڻهو هيٺ ڪريل، مصيبت ۾ ڦاٿل ماڻهن جو بچاءَ ڪرڻ لاءِ سرگرم آهن. ڪالو پنهنجو پاڻ ۾ موٽي آيو. ڪيس لڳو، هرويرو ماڻهو پاڻ ۾ نئي پورا نه آهن. هڪ ٻئي جي سار سنڀار لهن ٿا.

ايتري ۾ هوريءَ وڏي واڪي سيني کي سوچنا ڏني ته کاڻ جا اڌڪاري چوويهه انچ وياس جي بورنگ ڪري ان ۾ هڪ اسٽيل ڪيس وجهندا، جنهن سان ان سُرنگ جي ڇتني طرف هڪ اسپاتي ديوار ٺهي ويندي. ان اسٽيل ڪيس ۾ هيٺ لاهڻ لاءِ اهي سترهن انچ گول ۽ هڪ آدم قد کان مٿي، ساڍا ڇهه فوٽ ڊگهو، ڪئپسول ٺاهيندا. ان ڪئپسول مان اسين سڀ هڪ هڪ ٿي مٿي ويندا سين....

سيني جي چهرن تي مرڪ نمودار ٿي. هوريءَ ڪين واقعي خوشخبر ڏني هئي.

ٽيلفون جي گهنٽي وري وڳي ۽ هوري ٽيليفون ٻڌڻ ويو. جلدئي واپس موٽي. اڄ هن هرهڪ مزور جي چهري ۾ گهوري نهاريو. ڪالوءَ جي ڀرسان اچي چيائين، "تو اسانکي ڏاڍو پريشان ڪيو آهي...اهو پنجونجاهون ڄڻو تون آهين...هاڻي، جلد ڪر...ٽيليفون وجي پنهنجي گهرواريءَ موهنا سان ڳالهاءِ..."

"موهنا سان؟...ڇا هوءَ موٽي آئي آهي؟" ڪالوءَ رڙ ڪري پڇيو. "هائو، جلد ڪر. هوءَ توسان ڳالهائڻ لاءِ ڏاڍي بيچئن آهي. توکي ٻڌائڻ لاءِ هوءَ ور ور ڪري چئي رهي هئي ته هوءَ تو لاءِ صحيح سلامت موٽي آئي آهي"

پنجونجاهين ڄڻي ڪالوءَ کاڻ ۾ سلامت ٻين چوونجاهه ڄڻن سان گڏ پاڻکي ٻه اوچتوئي سلامت محسوس ڪيو ۽ هاڻي هن ٻين جيان سامت جو باقي اڌ ساهه پڻ کنيو. منجهس پڻ آڪاش ڏسڻ جي چاهنا پيدا ٿي.

B-14, Dayanand Colony
Lajpat Nagar, New Delhi - 110024

# گودڙيءَ ۾ لڪل لعل

آنند ٿهلراماڻي

گاڏي ڪنهن ننڍي اسٽيشن تي اچي بيٺي هئي. مسافر لٿا. پر ان کان وڌيڪ چڙهيا. دروازي وٽ اهائي وڌيل ڀيڙ. گاڏي هلي. ڊوڙن تي ڪجهه هلڪاڻ محسوس ٿي. ويٺل ڪجهه موڪرا ٿيا. بيٺلن به ڪجهه واڪ محسوس ڪئي. ڪتاب مان نظر ڪڍي، مون گاڏي اندر جائزو ورتو.

سامهون در وٽ بيٺل ڪنهن سکر ماڻهوءَ سان اکيون مليون. هو مون طرف گهوري نهاري رهيو هئو. هن مشڪي ڪيڪاريو. موٽ ۾ مون به شايد مرڪيو. شايد ان ڪري جو پڪ ڪانه اٿم. پڪ ان ڪري ڪانهي جو مون ڪيس سڃاتو ڪونه. پوءِ به وهنوارڪ موٽ. گرمائش ڪانه، پنهنجائپ غائب صرف ان لاءِ جئن اڳلي کي برو نه لڳي، ائين ئي مرڪي ڏٻو آهي. اٽلڪو، اڻ ڏٺو. پهرين تاريخ جي چنڊ جيان.

گاڏي هيئر تيز رفتار ۾ اچي ويئي هئي. منهنجون نگاهون وري به ڪتاب ۾ ڪپي ويون. پنو اٿلايم.

- اوهان شايد مونکي ڪونه سڃاتو.

ڪتاب مان، چشمي جي مٿان نگاهون ڪچيون. اهوئي دروازي وارو سکر ماڻهو. هيئر فل پورٽريٽ ۾ سامهون بلڪل ئي نزديڪ بيٺو هو. سفيد مٿو ; اکين تي گولڊن فريم وارو چشمو ، مٿو منهنجو به ڪڇيو. ڏاڍي گرمي آهي. هنجون چشمي اندر اکيون جهپڪيون.

- ٻن سالن کان بارش جو ڪانه پيئي آهي. پاسي واري چيو.

- ڪهڙي خبر هن سال پوندي الائي نه. ٻئي ورنايس.

- پوءِ ته ماڻهو ئي مري ويندا. پهرئين چيو.

- ڀڳوان سڀ ڀلي ڪندو. هن چيو ۽ سري پنڪي هيٺان اچڻ جي ڪوشش ڪئي. هن شرٽ جا مٿيان بٽڻ کوليا. شرٽ جي ڪالرن کي پنتي ڏکيو. ڪلهن کي ڪٽي ڪري هوا کي اندر موڪلڻ جو يتن ڪيو.

منهنجي منهن مان نڪري ويو ڪيئن آهيو ، مڪند ڀائي !

هيئنر منهنجي منهن تي فل مُون جي مشڪ هئي. ٻن هٿن جي ميلاپ ۾ ڪافي گرمائش ۽ سرجوشي هئي.

- ڪافي عرصي کانپوءِ ملي رهيا آهيون.

ويهه سال ته واهه جا ٿيندا. هيئر ڪٿي آهيو ؟

- بمبئي.

گاڏي سورت تي ويجهي ٿي پيئي. ڪافي چرپر هئي. سامهون سيٽ تان هڪ فئملي لهي رهي هئي. جڳهه ملندي ئي مڪنديائي سامهون سيٽ تي ٿانئيڪو ٿي ويٺو. هن هڪ دفعو وري ڪلهي ئي مٿي ڪري ، ڪالرن کي پنيان وجڻ ڏنو ۽ پنڪي طرف ڏٺو.

- ڪٿان پيا موٽو ، مڪند ڀائي ؟

- جهونو پروفيسر متر آهي. ڪنهن وقت اسانجي پبليڪشن لاءِ ڪتاب لکندو هئو. - اوهان ته

سال اڳ آزمائش طور ان ڪاڻ جي مٿان هڪ هنڌ تي ٻن انچن جي بورنگ انڪري ڪرائي ويئي
ي تہ پتو لڳي تہ ڪاڻ ۾ٿي چور ڪان شروع ڪري سگهجي ٿي يا نہ. ڪاڻ ۾ٿي چور ڪان شروع تہ نہ
سگهي هئي، پر هن پيري انهن ٻن انچن جي بورنگ کي وڌائي اٺ انچ ڪري ان مان ضروري
سان هيٺ لاٿو ويو هو.

اهو سڀ ڏسي تہ ڌرتي لوڪ جا ماڻهو هيٺ ڪريل، مصيبت ۾ ڦاٿل ماڻهن جو بچاءَ ڪرڻ لاءِ
گرم آهن. ڪالو پنهنجو پاڻ ۾ موٽي آيو. ڪيس لڳو، هرويرو ماڻهو پاڻ ۾ ئي پورا نہ آهن.
د ۾ٿي جي سار سنڀار لهن ٿا.
ايتري ۾ هوريءَ وڏي واڪي سيني کي سوچنا ڏني تہ ڪاڻ جا اڏڪاري چوويهہ انچ وياس جي
نگہ ڪري ان ۾ هڪ اسٽيل ڪيس وجهندا، جنهن سان ان سُرنگہ جي چئني طرف هڪ اسپاتي
وار ٺهي ويندي. ان اسٽيل ڪيس ۾ هيٺ لاهڻ لاءِ آهي سترهن انچ گول ۽ هڪ آدم قد ڪان مٿي،
ي چهہ فوٽ ڊگهو، ڪئپسول ٺاهيندا. ان ڪئپسول مان اسين سڀ هڪ هڪ ٿي مٿي ويندا سين....
سيني جي چهرن تي مرڪ نمودار ٿي. هوريءَ کين واقعي خوشخبر ڏني هئي.
ٽيلفون جي گهنٽي وري وڳي ۽ هوري ٽيليفون ٻڌڻ ويو. جلدئي واپس موٽي. اڄي هن هرهڪ
ور جي چهري ۾ گهوري نهاريو. ڪالوءَ جي پرسان اچي چيائين، "تو اسانکي ڏاڍو پريشان ڪيو
ي...اهو ٻنجولجاهون ڇٽو تون آهين...هاڻي، جلد ڪر...ٽيليفون وجي پنهنجي گهرواريءَ موهنا
ن ڳالهاءِ..."
"موهنا سان؟...ڇا هوءَ موٽي آئي آهي؟" ڪالوءَ رڙ ڪري پڇيو. "هائو، جلد ڪر. هوءَ
سان ڳالهائڻ لاءِ ڏاڍي بيچئن آهي. توکي ٻڌائڻ لاءِ هوءَ ور ور ڪري چئي رهي هئي تہ هوءَ تو
صحيح سلامت موٽي آئي آهي"
پنجونجاهين جٺي ڪالوءَ ڪاڻ ۾ سلامت ٻين چوونجاهہ جڻن سان گڏ پاڻکي بہ اوچتوئي سلامت
سوس ڪيو ۽ هاڻي هن ٻين جيان سامت جو باقي اڌ ساهہ پڻ کنيو. منجهس پڻ آڪاش ڏسڻ
ي چاهنا پئدا ٿي.

B-14, Dayanand Colony
Lajpat Nagar, New Delhi - 110024

# گوڏڙيءَ ۾ لڪل لعل

آنند ٿهلراماڻي

گاڏي ڪنهن ننڍي اسٽيشن تي اچي بيٺي هئي. مسافر لٿا. پر ان کان وڌيڪ چڙهيا. دروازي وٽ اهائي وڌيل پيڙ. گاڏي هلي. ڌوڏن تي ڪجهه هلڪاڻ محسوس ٿي. ويٺل ڪجهه موڪرا ٿيا. بيٺلن به ڪجهه وائڪ محسوس ڪئي. ڪتاب مان نظر ڪڍي، مون گاڏي اندر جائزو ورتو.

سامهون در وٽ بيٺل ڪنهن سکر ماڻهوءَ سان اکيون مليون. هو مون طرف گهوري نهاري رهيو هئو. هن مشڪي کيڪاريو. موٽ ۾ مون به شايد مرڪيو. شايد ان ڪري جو پڪ ڪانه اٿم. پڪ ان ڪري ڪانهي جو مون ڪيس سڃاتو ڪونه. پوءِ به وهنوارڪ موٽ. گرمائش ڪانه. پنهنجائپ غائب صرف ان لاءِ جئن اڳلي کي برو نه لڳي، ائين ٿي مرڪي ڏبو آهي. اٿلڪو، اڻ ڏٺو. پهرين تاريخ جي چنڊ جيان.

گاڏي هيئر تيز رفتار ۾ اچي ويئي هئي. منهنجون نگاهون وري به ڪتاب ۾ ڪپي ويون. پنو اٿلايم.

- اوهان شايد مونکي ڪونه سڃاتو.

ڪتاب مان، چشمي جي مٿان نگاهون کڃيون. اهوئي دروازي وارو سکر ماڻهو. هيئر فل پورٽريٽ ۾ سامهون بلڪل ئي نزديڪ بيٺو هو. سفيد مٿو، اکين تي گولڊن فريم وارو چشمو، مٿو منهنجو به کڃيو. ڏاڍي گرمي آهي. هنجون چشمي اندر اکيون جهپڪيون.

- هن سالن کان بارش جو ڪانه پيئي آهي. پاسي واري چيو.

- ڪهڙي خبر هن سال پوندي الائي نه. ٻئي وراڻيس.

- پوءِ ته ماڻهو ئي مري ويندا. پهرئين چيو.

- پيڳوان سڀ ڀلي ڪندو. هن چيو ۽ سري پنڪي هيٺان اچڻ جي ڪوشش ڪئي. هن شرٽ جا مٿيان بٽڻ کوليا. شرٽ جي ڪالرن کي پٺتي ڌڪيو. ڪلهن کي ڪٽي ڪري هوا کي اندر موڪلڻ جو يتن ڪيو.

منهنجي منهن مان نکري ويو ڪيئن آهيو، مکند ڀائي!

هينئر منهنجي منهن تي فل مون جي مشڪ هئي. ٻن هٿن جي ميلاپ ۾ ڪافي گرمائش ۽ سرجوشي هئي.

- ڪافي عرصي کانپوءِ ملي رهيا آهيون.

ويهه سال ته واهه جا ٿيندا. هيئر ڪٿي آهيو ؟

- بمبئي.

گاڏي سورت تي ويجهي ٿي پيئي. ڪافي چرپر هئي. سامهون سيٽ تان هڪ فئملي لهي رهي هئي. جڳهه ملندي ئي مکندڀائي سامهون سيٽ تي ٿانئيڪو ٿي ويٺو. هن هڪ دفعو وري ڪلهي کي مٿي ڪري، ڪالرن کي پٺيان وجهڻ ڏنو ۽ پنکي طرف ڏٺو.

- ڪٿان پيا موٽو، مکند ڀائي ؟

- جهونو پروفيسر منتر آهي. ڪنهن وقت اسانجي پبليڪشن لاءِ ڪتاب لکندو هئو. - اوهان نه

جاڻ ٿا تہ....

- ها، ها، مونکي چڱيءَ طرح ياد آهي. - اوهانجي دڪان تان ڪتاب وٺڻ ايندو هوس
ڪيترائي ڀيرا ان طرح جي روح رهاڻ ٿيندي هئي.

- ان مترجي پٽ جي شادي هئي، نينڊ پتر موڪلي ڏنو هئائين. جهوني مترتا هئي، اسا
ليڪڪ بہ هئو. نڀاهڻو تہ پوي ٿو نہ.

- ضرور ضرور.

هاڻي ياداشت جي پردي تي هنجو پورو عڪس اڀري آيو هئو. بلڪل صاف ۽ چٽو ا
احمدآباد جو ڪافي جهونو ۽ وڏو پبلشر هئو. مان اڪثر نون ڪتابن جي تلاش ۾ وٽس و
هوس. ڪتابن جي نيون وئرائٽي بہ هن وٽان ئي ملندي هئي. اڻليپ ڪتابن جي تہ گويا ڪاڻ
يادگيري بہ ڪمال جي هوندي هيس. اچا ڪتاب جو نالو منهن مان نڪتو مس، تہ ليڪڪ جو نـ
ڪتاب جو پورو نالو، پبلشر، بس انجي پوري ڇنڊ ڇاڻ ڪري ٻڌائيندو هئو ۽ آخر ۾ ڪالر مٿ
ڪلهن جو ڏوڏو ا ها...... تڏهن هيءُ چشمو ڪونہ هوندو هوس.

- مڪند ڀائي، اوهانکي ايڏن ڪتابن جا نالا ياد ڪيئن ٿا پون؟

- صاحب، اوهان ايڏا انجنيري ڪتاب ڪيئن ٿا پڙهو؟ ايڏو گيان ڪيئن حاصل ڪيو اٿو؟

- ڀائي، ڪاليج ۾ پڙهايون ٿا. ان لاءِ - اهي نوان ڪتاب پڙهڻ لازمي ٿي پوي ٿو.

- ڇا اِهي ڪهاڻيون ٿا لکو، ناول ٿا لکون. اهو سڀ؟ ۽ مان ٺهڪ ڏيئي کلي ڏيندو هوس.

- ادا، اهو سڀ پيشو ٿو ڪرائي. اگر ڪتابن جا نالا ياد نہ ڪريون تہ ڌنڌو ڪيئن هلا
سگهبو. پوءِ بہ وقتي گراهڪ جي هلڻي وڃڻ ڪانپوءِ ياد ايندو آهي تہ فلاڻو ڪتاب تہ اسان وٽ
آهي.

- تہ هينئر ان پروفيسر متر وٽان موٽي رهيا آهيو

- اڙي ها، ياد آيو. شادي نہ ٺيڪ ٿي گذري ليڪن ان ڪان وڌيڪ هڪ نئين انوکي ڳالهہ ٿي.
منهنجي منهن تي مرڪ ڊوڙي آئي. هو آهي ڳالهين جو ڳوٺ. ڪر نئون واقعو، ڪا نئ
گهڻنا ليکڪ بابت، پاٺڪ بابت، گراهڪ بابت، هو هميشهہ ٻڌائيندو رهندو هئو. پنهنجي خا
وٺندڙ انداز ۾!

- پارٽيءَ ۾ هڪ شخص سان ملاقات ٿي ويئي.

- اڇا!

- هو اوهانجي ئي ذات جو آهي. سنڌي
مون هن طرف ڏٺو.

- ايڪ پاٺڪ.
وٽ ۾.
دآباد ۾ ئي ڪاليج ۾ پڙهندو هئو. هن مرڪي مون طرف ڏٺو.

- اوهانجي ڪتابن جو تہ خاص شائق هئو. دڪان تي چڙهڻ سان پهريون سوال ڪندو هئو. مسٽر "ڪ" جو سنڌيءَ ۾ ڪوئي نئون ڪتاب!

- سچ.

سنڌيءَ ۾ چند مخزنن جو ريگيولر چندو ڀريندڙ هڪ ئي سنڌي گراهڪ هئو.

مونکي ياد آهي تہ منهنجي زور ڀرڻ تي هن گجراتي دوست پهرين منهنجا ۽ پوءِ ٻيا ڪيترائي سنڌي ڪتاب ۽ ڪجهہ مخزنون رکڻ شروع ڪيون هيون. چند سنڌي اسڪولن جي لئبررين کي پڻ سنڌي ڪتاب سپلاءِ ڪندو هئو.

هيئنر منهنجو چاهہ وڌيو. مون سُري ڪيس پنهنجي پاسي ۾ جاءِ ڏني جئن ڪيس چڱيءَ طرح ٻڌي سگهان.

- ڇا صرف سنڌي ڪتاب ئي پڙهندو هو.

هن ڪنڌ ڌوڻيو.

- انگريزي ۽ هندي ڪتابن جو بہ شوقين هئو. انگريزيءَ ۾ نڪرندڙ ريڊر ڊئجيسٽ ۽ هنديءَ ۾ ساريڪا ۽ نونيت جا چندا اسان وٽ ئي ڀريل هيس. پوءِ ڪيترن سالن تائين نظر ڪونہ آيو. شايد پڙهائي پوري ڪري وڃي ڪٿي نوڪريءَ تي چڙهيو هوندو... اڄ اوچتو ئي هنسان ملاقات ٿي ويئي. پندرهن سالن بعد ، شاديءَ جي پارٽيءَ ۾.

- اوهان ڪيس سڃاڻي سگهيا ؟

- نہ هن ئي مونکي سڃاتو. لڳم ان لنبي عرصي اندر ، هڪ خوبصورت جوان، گويا عمر کان اڳ ئي ٻڍو ٿي ويو هئو. هو عمر کان ڪافي وڏو ٿي لڳو.

۽ هن کان ٿڌو شوڪارو نڪتو. هو چپ ٿي ويو.

هيئنر مان اُتاولو هوس. منهنجي حالت ان پياسي جهڙي هئي جنهنکي ڪنهن ڇڪي کوهہ تائين آڻي ڇڏيو هجي، پر اتي پاڻي ڪيڻ جو ڪو ساڌن نہ هجي ۽ هن ٺلڻ شروع ڪيو هجي.

- مڪند ڀائي. مون گويا ڪيس ڊونڊاڙيندي جاڳايو.

- ڇا ٿيو هن دوست جو.

هن مونکي پنهنجي گهر جو ڏس ڏنو ۽ زور ڀريو تہ مان ڪيئن بہ ڪلاڪ بہ ڪڍي، سندس گهر وڃان. مونسان ڪجهہ گهڙيون ڳالهيون ڪري، ڪيس بيحد خوشيءَ ٿيندي... ۽ پارٽيءَ جي جڳمڳائيندڙ روشنيءَ ۾، مونکي ان ايندڙ خوشيءَ جي جهلڪ جو اُنيو سندس اکين جي چمڪ مان ٿيو هو.

- ڇا اوهان وٽس ويا ؟ مون ڪتاب بند ڪري، پاسي ۾ رکي ڇڏيو. منهنجو وڌندڙ اتساهہ ڏسي، هن مشڪي ڏنو.

-لڳي ٿو اوهانکي پنهنجي ڪهاڻيءَ جو ڪوئي ڪردار ملي ويو آهي.

- اڳتي ٻڌو نہ.

مون سائس انجام تہ ڪونہ ڪيو پر ايترو ڪيس ضرور چيم : ڪوشش ڪندس , اشوڪ ڀائي.

- نہ ايندا تہ مونکي دک ۽ نراسائي ٿيندي , مڪند ڀائي." ۽ هو هليو ويو.

اڄ صبح کان ئي مان پنهنجي ڏنڏي جي سلسلي ۾ , منجهند تائين تہ مشغول رهيس. جڏهن
ڄ ٿيس تہ ٻہ ٿي چڪا هئا. اڍائي بجي گاڏي هئي. رڪشا ڪي بيهاري , چيم : اسٽيشن. تڏهن
پتو اشوڪ ياد اچي ويو. هن وٽ وڃڻ سان هنجي اکين ۾ خوشي[1] جي جهلڪ , ۽ نہ وڃڻ تي ,
جي اکين ۾ نراسائي[1] جو پاڇولو ! بس رڪشا واري کي سندس پتو ڏيئي , وڃي سندس گهر
ٿس.

- ڏاڍ سٺو ڪيو. مون چيو.

- مونکي بہ ائين ئي محسوس ٿيو هئو. هن چيو. در وٽ بيل جو بٽڻ دٻائڻ لاءِ اڃا هٿ مس
ايم تہ در کلي ويو. اشوڪ در وٽ بيهي مشڪي رهيو هئو ۽ مان چانئٺ وٽ بت بڻجي بيٺو رهيس.

ڇا هن سڄو صبح منهنجي اچڻ جو انتظار ڪيو هو. ڇا هنکي پڪ هئي تہ مان ضرور ايندس ؟
هڙي ڪارڻ هو مون سان ملڻ لاءِ ايڏو خواهان هو ؟ شايد ڪنهن دريءَ مان هن مونکي ايندو ڏٺو
وندو. يا شايد پرسان ئي ڪنهن روم مان رڪشا جي بيهڻ جو آواز ٻڌو هوندو.

"خوش آمديد , مڪند ڀائي!" صاف گجراتي[1] ۾ هن چيو هو. " آئہ ايم سو گلئڊ ٿوُ ميٽ يوُ
ئين. پلي پڌاريا." سندس لفظن ۾ جيتري گرمائش ۽ اتساهہ هئو , سندس آواز اوترو ئي جهيڻو
ٿو.

هن منهنجا ٻئي هٿ ڪٺي پڪڙايا ۽ ڇڪي اندر ڪيو. پٺيان ڏسي در بند ڪيو. هو ورانڊي مان
ٺيان هلندو هليو ۽ مان سندس پٺيان هوس. گهر اڃا شايد نئون نئين تيار ٿيو هئو. تازي ڪلر جي
وءِ پئي آئي. ڪمرا بند هئا. بلڪل شانت هئي. هال مان لنگهندي پاسي واري , ڪمري مان ساهہ
ڻن جو هلڪو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ڳاڪڻ پٺين حصي ۾ هئي. اسان ڏيمي قدمن سان ڳاڪڻ چڙهي
ڻي آياسين جتي هڪڙو ئي ڪمرو ٺهيل هئو. هنجو نجي ڪمرو ! اندر پير پائڻ سان مان دنگ
هجي ويس. مون هن طرف ڏٺو.

هن ڪلڪ لوڏ سان هونڪار ڪئي.

منهنجي هيڏي زندگيءَ جي هڪ اديوت ملاقات ! هڪ اٿوسرندڙ واقعو !

ملمي بيان - اندازي پنهنجي انوکي ڍنگ جي آهي , اهو ڄاڻندي بہ , هن منهنجي من جي
بي چورا کورا وڌائي ڇڏي , هنکي ٻڌڻ ۽ سمجهڻ لاءِ ڪافي صبر جي ضرورت آهي. وچ ۾ ڪوبہ
سوال ڪرڻ سان مزوئي لڪري ويندو آهي.

ڪمرو... ڪوئي بيڊ روم نہ هو , ڊرائنگ هال نہ هو ; فرنيچر سان سينگاريل ڪونہ هو. چئني
ديوارين سان وڏا لوهي گهوڙا هئا ۽ هرهڪ گهوڙي ۾ هئا سوين سٽيل ڪتاب ! هيڏي وڏي خانگي
گهرو لئبرري ... بيڏا ڪتاب ! بس در ۽ درين کي ڇڏي , چوطرف صرف ڪتاب نظر آيا ٿي. در وٽ
... جي آرام ڪرسي ۽ پاسي ۾ ننڍي ٽپائي تي ٽيپ رڪارڊ ۽ ٽيپس. ڪجهہ لکڻ

جو سامان ۽ بس! ڪتابن جي رئڪس وچ ۾ ليٽڻ لاءِ پٽ تي تنئري وڇايل هئي. ها، هڪ نئون نڪورو تازو ورتل پلنگ هو، جنهن ويچاري کي ٻاهر بالڪني ۾ نصيب ٿي هئي. تڏهن هن ان هڪ ئي ڪرسيءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيو : "اچو ويهو. منهنجي غريب خاني ۾ پڌاريا، منهنجا ڀاڳ!"

"نه، مسٽر اشوڪ! اهو منهنجو سوڀاڳيه آهي مان ڪالهه اوهان سان پارٽيءَ ۾ مليس. هتي نه اچي، مان شايد زندگيءَ جي وڏي ڀل ڪريان ها."

"اهڙو خاص مون وٽ ڇاهي؟ مون کي ته ڪجهه نه ٿو لڳي."

"هرڻ کي ڄاڻ ڪانه هوندي آهي ته سندس ڏن ۾ ڪستوريءَ جهڙي خوشبودار ۽ حقيقي شيءِ لڪل هوندي آهي. ويچاري گلاب کي ڪهڙي خبر ته ڀونئر سندس سونهن ۽ سڳنڌ جو مستانو ٿيو هوندو آهي؟ سپ ڇا ڄاڻي موتيءَ جي قيمت؟

مڌر جهيڻي آواز ۾ هن ڪلي ڏنو."اوهين ڪواهه مخواهه پڌائي رهيا آهيو، مڪند ڀائي."

مون جواب ڪونه ڏنو. اٿي ڪتاب ڏسڻ لڳس. پڪا جلد چڙهيا نمبر لڳل، جدا جدا وشين جا ڪتاب الڳ ويڀاڳن ۾ وراهيل،سلسليوار ۽ صفائي سان رکيل هئا. ڪيترا اڻ لڀ ڪتاب ڏسي، منهنجو من ئي ٺري پيو. ٿوري ايرکا ۽ حسد به ڄاڳيو. من ۾ آيو ته اها هيرن جي کاڻ هوند حاصل ٿئي ته ڪيئن! تڏهن بالڪنيءَ ۾ پيل اڇي پلنگ تي نظر پيم. مون مڙي هن طرف ڏٺو.

هن چيو، "'وِکر آف ويڪ فيلب ' جو قصو ته ٻڌو هوندو، مڪند ڀائي. ڪيڏي شوق وچان پنهنجي هيڏي ساري فئمليءَ جي گڏيل وڏي شاندار پينٽنگ ٺهرائي هئي. پينٽنگ ٺهندي سال کان به وڌيڪ عرصو لڳي ويو هئو. نيٺ پينٽنگ ٺهي آئي! سڀ ڀاتي ڏسي خوشيءَ کان ڦوليا نه ٿي سمايا. ليڪن افسوس! گهر اندر هڪ به ڀت ايڏي وڏي ڪانه هئي، جنهن تي پينٽنگ لٽڪائي سگهجي ۽ اها ٻاهر سڙندي رهي هئي. هن ويچاري پلنگ جي به بس اهائي قسمت آهي." ۽ هن ٺلڪو ٺهڪ ڏيئي ڪلي ڏنو هئو. ليڪن ان ڀنيان لڪل مايوسي مونکان ڳجهي نه رهي هئي.

اوچتوئي هن ڪنگهڻ شروع ڪيو. ڪنگهه جي زور سبب هو ڇاتي دٻائي، ڪبو ٿي ويو هو. مان گهٻرائجي ويس. ڪنڊ ۾ رکيل گهگهيءَ مان پاڻيءَ جو گلاس آٿي، سندس ڀرسان اچي ويٺس. ڏيري سندس پٺي مهٽڻ لڳس. ڪيس پاڻي پياريم. ڪنگهه ٿوري گهٽي ۽ هو اکيون پوري ليٽي پيو. ٿوري دير بعد، هن اکيون کولي، مون طرف ڏٺو.

"ڪيئن ٿا سمجهو اشوڪ ڀائي؟"

"بهتر" هن پاڻيءَ جو ڍڪ ڀريندي چيو." ٻن سالن کان هيءَ نگري بيماري ڪائي ويئي اٿم، مڪند ڀائي."

"ڊاڪٽر ڇا ٿو چوي؟"

"ٽي - بي. پيءَ وٽان ورثي ۾ مليل ملڪيت!"

"ليڪن اڄ جي وگيانڪ يگه ۾ اها ڪا لاعلاج بيماري ڪونهي. انجو ته صحيح علاج ٿي سگهي ٿو."

"برابر، ليمڪن دوائن ۽ ڪاڏي پيتي لاءِ پرهيو گهرجي، جو مون وٽ هيٺئر ڪونهي. سالن جي اِڃ جوليدي من لئين گهر ۾ لڳائي ڇڏيم. اڄ منهنجي حالت هڪ هارايل جواري جهڙي آهي، مڪند پٽ!"

۽ هو چپ ٿي ويو.

"هڪ ڳالهه چوان، اگر دل ۾ نه ڪريو ته..."

"ها، ها، ضرور چئه."

"اوهان وٽ هيڏو لڪل خزانو پيو آهي، مسٽر اشوڪ! ڪولمبس سمنڊ جي وچ ۾ هڪ ننڍڙي ٻيٽ تي لهڻ جو خوشيءَ جو انيون ڪيو هوندو انجو احساس مونکي اڄ ٿو محسوس ٿئي. مونکي ته لڳي ٿو ته مون ريگستان ۾ هيرن جي کاڻ ڳولهي لڌي آهي. هتي ته گودڙيءَ ۾ لڪل لعل پيو آهي."

"مون اوهانجي ڳالهه سمجهي ڪانه"

مون حسرت وچان، ڪتابن طرف ترڇي نظر سان ڏٺو."اوهان وٽ هيڏا اٿلي قيمتي ڪتاب پيا آهن. اهو خزانو ناهي ته ڇاهي؟ اگر اوهان چاهيو ته مان اهي خريد ڪرڻ لاءِ تيار آهيان ۽...."

"واٽ ڊو يوُ مين؟" هو ڀڙڪي اٿيو. "اوهان ڇا سمجهيو آهي ته مون اوهانکي هي ڪتاب خريد ڪرڻ لاءِ ڏيکاريا هئا؟ اگر اوهان کي ائين لڳو آهي ته اوهان ڀل ڪئي آهي، مڪند ڀائي!"

"منهنجو مطلب هو ته اگر اوهان چاهيو ته..."

"نه، نه، بلڪل نه." هن جي آواز ۾ محڪمتا هئي. "اوهان ڪتابن جا ڄاڻو آهيو. سمجهدار ۽ قدردان آهيو. جيئن هيري جي پارکوءَ کي اٿلي هيرو ڏيکاري ان جي واتان هيري جي واکاڻ ٻڌڻ تي دل ڏڙندي آهي تيئن مان به انجو قائل هوس ته منهنجا هي ڪتاب ڏسي، اوهان ساراهيندا. منهنجو قدر ڪندا. ڪتابن بابت، ڪتابن جي وشيه بابت اوهان سان ڳالهائيندي مونکي خوشي ٿيندي، ڇو ته اوهان اهو سڀ سمجهي سگهندا. باقي هتي ته منهنجي گهر جا جاهل ڀاتي مونکي موڙه ڀيا سمجهن. ڄڻ مون سندن سمپتي ڦٻائي ڇڏي آهي."

"آئم ايم سو ساري، اشوڪ ڀائي. منهنجو اهو مطلب نه هو."

"منهنجي جوڙي ته اهو ڪڏاڇت ممڪن ڪونهي، مڪند ڀائي. ان لاءِ مونکي معاف ڪندا." هن سوچ سڀاءِ چيو." اوهانکي شايد خبر ڪونهي ته جڏهن مونکي صرف چار آنه مهني ۾ کيسي خرچي ملندي هئي ته ان مان ٻن آنا خرچ ڪري، مان هڪ آنو بچائي رکندو هوس. جڏهن ڪجهه رقم ڪٺي ٿيندي هئي تڏهن من پسند ڪتاب يا مخزن خريد ڪندو هوس. هي سڀ منهنجي ان نجي خرچيءَ ۽ معمولي سرمان ورتل آهن. مون پنهنجي هي ڪتاب خريد ڪيا آهن. هنن عزيزن به ائين ٿي چاهيو ته ڪيئن ڪتو جواب ڏنم."

هن هلڪ ٽهڪ ڏنو.
"مون اڄ اهو هينئر ئي انجو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي." هن وراڻيو.
"مان جلدئي وصيت نامو لکندس. منهنجي مئي پڇاڻان اوهانکي جاڻ ڏني ويندي. اوهان
چي پنهنجي ڪم جا ڪتاب ڪڍي وڃجو ۽ انجي واجب قيمت هنن عزيزن کي ڏيو. باقي سنڌي
ڪتاب سنڌي لئبررين کي ۽ ٻيا ڪتاب ٻين لئبررين کي مفت ڏيئي ڇڏجو." اهو منهنجو انجام!
ان وقت بيڪرُيل در کولي ، هڪ جوان ڇوڪري داخل ٿي. شايد هينئر ئي ڪاليج يا نوڪريءَ
تان موٽي هئي. مونکي ويٺل ڏسي هوءَ ٿورو هٽڪي.
"گوريون آنٽي ڏيانوَ."
هن ڪنڌ لوڏي "ها" ڪئي. هوءَ وڃڻ لڳي.
"ٽڏي پاڻيءَ جا ٻه گلاس ٻہ آڻج ، بيبي!" ۽ بنا پٺيان نهارڻ جي هوءَ هلي ويئي.
"شايد اوهانجي بيبي آهي."
هن هلڪو ٽهڪ ڏيئي کلي ڏنو.
"آئہ ايم اي بئچيلر ، مڪند ڀائي."
هوءَ ٽري ۾ ٻہ گلاس پاڻيءَ جا کڻي آئي. هن پرسان رنڪ هيٺان هٿ وڌائي. اسٽيل جو دٻو
سرڪائي کڏيو ۽ کولي مون طرف وڌايو. مون بسڪيٽ کنيو. حقيقت ۾ ، هن گهر اندر پير رکڻ
وقت سنڌي پاپڙ کائڻ جي چاهنا من ۾ زور پڪڙيو هو.
هن چيو : "ٻہ ڪوپ چانهہ جا تہ تيار ڪري وٺ ، بيبي."
"کير ڪونهي." هن چيو. "کير هاڻي ڇهين کان پوءِ ايندو." ۽ هوءَ تڪڙو هلي ويئي.
مان سنڌي ٻولي تہ برابر سمجهي ڪونہ سگهيس. پر ڇوڪريءَ جي ڳالهائڻ جو لهجو ۽ اشوڪ
جي لٿل چهري مان مطلب سمجهي ويس.
"چانهہ جي هينئر ڪا ضرورت ڪانہ آهي ، اشوڪ ڀائي." مون چيو. مون پاڻي پيتو ۽ واچ ۾
ڏٺم تہ ساڍا پنج ٿيا هئا. مان اٿي کڙو ٿيس. هن بہ هٿ جون ترپون ڌرتيءَ تي کوڙي. اٿڻ جي
ڪوشش ڪئي. مون کيس سهارو ڏيئي ، مدد ڪئي. اسان ٻئي چپ چاپ هيٺ آياسين. هينئر گهر ۾
ڪجهہ چرپر نظر آئي ٿي.
ٻاهر در وٽ ئي هڪ رڪشا اچي لنگهي ، جنهنکي اشارو ڪري مون بيهاريو. هن منهنجا ٻئي
هٿ زور سان پڪڙيا ۽ آهستي دٻايا. ٻيوسي سندس اکين مان جهلڪائيٽي ڏنا.
"ٿئنڪ يوُ سو مچ!" هن چيو. "آوجو مڪند ڀائي"
منهنجي منهن مان اکر بہ نہ نڪتو. مان وڃي آٽو ۾ ويٺس. لڳم هو يڪساهي ڳالهائي ٿڪجي
پيو هئو.
۽ گاڏي بڙودا پليٽفارم ۾ گهڙي رهي هئي.

Veera-Villa,21,Chandernagar Society, Waghoria Road, Baroda 390 019

# سوڄ سال ماٺي جواني!

ڳ. ل. ڏوڏيجا

هنوُمان پڳت آهيان. ننڍپڻ کان هنومان چاليسي جو پاٺ ڪندو رهندو آهيان. هيءَ ڪهاڻي بہ ٻالپڻ کان ئي شروع ٿي ٿئي.

ستين ورهين جو هوندس. ڳوٺ حي گهر ۾ اڳہ ۾ ئي ارنڌهہ کوڙ، ويتر ڊمو- حلو (Mazzanin) تہ سدا گوگهہ اونڌاهيءَ جي ياکر ۾. سالن کان پيا آڌا - ابتا ٽيڙ ويندا هنا ات ڪنا ٿيندا، جيڪي بہ ڳهٽ يا نہ ڪم ايندڙ وسڪ، ويندا هناسين ات ڀُڻڪيندا.

٥٠ سال اڳہ، ١٨٩٠ ڌاري، پرڏاڏي تاراچند هي گاري، متيءَ ۽ سِرُن جو گهر اڏايو هو.

هيءُ ١٩٤٠ جو سال آهي.

اڌ صديءَ کان ڪٺو ٿيندر اڌيت انوکيون چيزون. فوٽا، ڪتاب، پاندا برتن، ٽڏا ٽوڙيوُن، ٻِڏا کيٽليوُن، جيو - جنتو وغيرهہ ويا هنا گڏ ٿيندا. ڪتنب جو هڪ خاصو ميوزم - روم بڻجي پيو هو. صدي پہ رکي 'موهن جو دڙو' ڏسڻ ويندي اسانجا پَرَ ۽ ٽَرَ پوٽا پوٽيون هتان بہ چرن گهمائيندا ويندا، اها خاطري اٿم.

تڏهن ڏهين سالين جو هوس. ان عمر ۾ جيترو بيباڪ، همٿ وارو ۽ جڳياسو ٿيڻ کپي، انکان پيٺو هوس، جو وڏو ٿيندي اوترو ئي ڊرپوڪ، ڊڄڻو ۽ بي همٿ ٿيندو ويس.

پتا کي پوتن پريتن سان خاص چاهہ هو. تانترڪ ساڌو سنياسي ڳولهيندو وتندو هو. سُنسان کنڊهرن، مسانن مڙهين ۾ ويهي ساڌنا ڪندو هو. هنجي منع ڪرڻ تي بہ مان نہ ڇڏيندو هيومانس ۽ وجهہ ملڻ تي سندس پٺيان ڪڍ لڳندو هيس.

ڪنڊلي جاڳائڻ جي پتا کي ڏاڍي ڏن سوار هئي. اها جاڳائي مري ويل پوُروَجن سان سمپرڪ رکڻ ٿي چاهيائين. سرڳواسي ابن ڏاڏن سان 'هات - هلو!' ڪرڻ ٿي چاهيائين

سماڌا آشرم، ساڌو سنتن جي سماڌين سان ڀريل، شمشان ويجهو هڪ پرانتي هنڌ آهي. ات هڪ رات ڪنهن تانترڪ سان ملڻ هليو. مان بہ سندس چيچ پکري ساڻ هيم.

تانترڪن سان هنجو وارتالاپ تہ سمجهہ ۾ نہ ايندو هو، پر سنسنيخيز انداز ۽ تناوءُ ڀريل واتاورڻ مگڌ ڪري، ڳالهين ٻڌڻ ۾ دلچسپي جاڳائيندو هو.

[illegible] چيو: ساڌنا تو برابر وڏي ڪٺي آهي ۽ پاٺوٽ گيان جا پندار پريا ٿي،

انهن پنڊارن سان ڪنو موهہ مايا جا پنڊار بہ تہ وڏا پريا آهن تو ! آهي توڪان تياڳيا نہ ويندا. تنهنجي تپ روپي اڳني⁴ ڪي موهہ روپي جل وسائي ٿو ڇڏي.....

"تہ ڇا منهنجي ڪُنڊلي سُتل ئي رهندي ؟"

"هن ٻالڪ جيئان پاٽڪي نِروڪار ، نِرليپ ٻڻا⁴ تہ پوءِ شايد جاڳائي سگهين."

نراش ٿي پتا اُٿي آيو.

چاهيندي بہ، هنلاءِ موهہ مايا جو تياڳ ممڪن نہ هو. ساڌن سنياسين جي پنيان پوڻ ڇڏي ڏنائين ۽ ٿياسافيڪل سوسائٽي⁴ جا ڪتاب ڪٺي جاڙي تي رکيائين.

سنڌ سڏوڙي ائين بہ صدين کان ستل ئي رهي آهي ، اهڙي فضا ۾ جي منهنجي سجاڳ پتا جي ڪنڊلي سُتل رهي تہ ڪهڙو فرق پوندو.

پر مونکان تانترڪ جي ڳالهہ نہ وسري ۽ مونلاءِ تہ آهي بہ آسان. هن عمر ۾ نہ ڪائي مايا آهي مونوٽ ، نہ ڪنهن ۾ موهہ اٽم.

اسڪول مان موٽي پتا جا شيلف تي سٽيل ، جيٺمل پرسرام ۽ اربندو گهوش جا پنر - جنم وغيرهہ تي ڪتاب اٿلائڻ لڳندو هوس. پلئہ تہ ڪجهہ پوندو نہ هو ، سو هڪ بہ صفحو ڦٽڪائي ، ڇڏي ڏيندو هوس ۽ دوستن درن سان اِنڻي ذڪر يا نانگيل ڦوسيل راند ڪندو هوس. ڪنهن ڪنهن مهل لڪ - ڇُپ بہ رمندا هياسين.

هڪ ڏينهن راند جي دوُران ڏمي - چلي تي پٽ ڪي ٽيڪ ڏيئي فرش تي رکيل فريم ڪيل ڪنهن وڏي چتر جي پوئتان وڃي لڪس. دوست ڳولهي نہ سگهيا ۽ مان چڱي دير لڪيو پيو هوس. اوندهہ اچي ٿي.

هڪ ڪوئي مٿان ننڍي ڇلانگہ ماري تہ چرڪ پري مان وڏي ماري !

چتر ڪري پيو. ساڻ مان بہ.

اٿيس تہ شرير ۾ نهايت ئي عجيب تبديلي محسوس ڪئي. پاٽڪي پاڻ نہ لڳس. پاٽڪي پيو ڪوئي شخص محسوس ڪرڻ لڳس. فريم جو شيشو پڃي پيو هو. پڳل شيشي ۾ پنهنجو چهرو بہ بدليل لڳو. پهرين پرم پانيو ، اوندهہ وچان صاف نظر نہ ايندو هوندو ، ائين سوچي پاٽڪي تسلي ڏني.

اهو چتر ٿَر ڏاڏي جو هو. چتر هيٺان لکيل هو :

### سنتداس رَهنداس 'ٿاٿارو' (۱۸۴۰ - ۱۹۰۰)

هي هنجو شتابدي سال آهي.

ٿَرڏاڏو وڏو ننڍو ليڊر هجي ها تہ گانڌي نهرو⁴ جيئان اسان بہ هنجي ورسي ملهايون ها ، پر هت تہ هنجي نالي جي بہ ڪيترن تر - پوٽن پوٽين کي خبر ڪونهي.

پر مونسان انوقت عجيب روئداد ٿي گذري! اسانجي اُن ٿَرڏاڏي ڪي پنهنجي شرير اندر

ڳڙندي ڏٺو !

(٢)

*گهر ۾ ڪنهن سان به ڳالهه نه ڪئي.*

ڇاپا پيئي اٿس ائين سوچي گهر وارا جهاڙ وجهائڻ يا الائي ڇا ڇا جُتن ڪن ها، ڪهڙي ڪهڙي وئل وهائن ها !

*ائين به نه ٿي ته سگهي ته ڪائي ڪنڌلي ٻُڌلي نه جاڳي هجي ۽ هي صرف ڀرم هجي.* رات ڏينهن پوتن پريتن جي باري ۾ سوچيندي سوچيندي مرگهه مريچڪا پٺيان ڊوڙڻ لڳو هجان ! چڪي[؟] طرح چنڊچاڻ ڪرڻ ڪپي.

ڏمي - ڇلي تان لهي هيٺ اچڻ تي سنتداس جي آتما به نڪري ويئي هئي ۽ اڳ جئيان ٿي پيو هوس.

ٻن ڏينهن بعد وري چپ چاپ آئي ويس. فريم ڪريل ئي پيو هو ۽ انکي جيئن ئي ڪئي مٿي رکڻ لڳس ته سرير ۾ وري ولوڙا پوڻ لڳا ۽ اهائي حرارت پيدا ٿي.

ع... پاڪي سنتداس پاڻڻ لڳس.

سو[؟] سال اڳ واري شڪارپور اکين اڳيان گهمڻ لڳي.

---

ميرن جو راڄ منهنجي (سنتداس جي) جمڻ کان ١٧ ورهيه اڳ، سنه ١٨٢٣ کان سنڌ مٿان ڇالو ٿي چڪو آهي. انهنکان اڳ ڪلهوڙا راڄ هو. اتر سنڌ جو مکيه شهر شڪارپور، ڌنڌي واپار ۾ پرانت جو پهرين نمبر شهر هو تڏهن. انڪري سنڌ ۾ هوندي به افغان پٺاڻ جي ماتحت رهيو سالن جا سال.

ڪابل جو حاڪم شاهه شجاع به دفعا اڳ شڪارپور تي ڪاهي آيو هو. ڪيترو وقت ڇانوڻي لڳائي ويٺو رهيو ۽ اٺ لک روپيا وٺي شهر جي ڇڇر ڇڏي هيائين.

پنهنجي ڪارخاني ۾ ٺهندڙ ديگيون، توپ ۽ پائليون وغيره مان ڇانوڻي[؟] ۾ سپلائي[؟] ڪندو هوس.

ٺٺلو ۽ پنترمنس جا واپاري به اچي پاڻڊا برتڻ وٺي ويندا هئا. قلمي قافلي وٽ انڻ تي مال جي پرٺي ٿينجي هئي.

ڪترمنتي[؟] جي پڻوٺي[؟] جي پيدي قلمي ويحهو، هاٿيدر وٽ آهي، ان پيدي[؟] جو ڪم پاڻي ڇترن[؟] تڏ متيلهستو، جو هڪ [illegible] آهي [illegible] گلي ۾ رس اٿس. پنهنجي گرو، سرامي[؟] [illegible] وجي.

[illegible] ۾ به، اها گهاگر جيڪا منهنجي ڪارخاني ۾ [illegible]

نهيل آهي.

هڪ ڏينهن وجي چيومانس ، "سامي صاحب ، سيني ويدن پراڻن جو سارتت تہ هنن شلوڪن ۾ سمايو اٿو ، پر انهنڪي سنيالي تہ رکو !"

مشڪندي وراڻيائين ، "اچ ، سنتوُ ناٺارا ! تہ تنهنجو اهو چوڻ آ تہ مٽيءَ جي مٽڪن ۾ نہ رکي هنن شلوڪن کي تنهنجي ڪٺ جي پانبڻ ۾ سوگهو ڪيان ؟"

"ها ، صاحب ! ڪرتارڻ ٿي ويندا. نہ صرف پانڊا ، پر انهنڪي جوڙيندر هي داس بہ."

"سو تہ برابر ، پر هن مٽيءَ جي شرير کي ڪيئن سوگهو رکندين ؟ ٻڌاءِ ، ڪهڙي ڌاتوءَ جي برتن ۾ ؟ ڪهڙيءَ بنيءَ ۾ سيکي پچائي ؟"

لاجواب ٿي ويس !

پوءِ بہ هڪ ڳهاگر ناهي ، پاهران ڌ3 ۽ ڪٽپتيءَ جا چتر اُڪري هنکي صاحب کي پيٽ ڪري آيم.

هو ، 'نہ نہ' ڪندو رهيو ، "چو تو بيلي مونکي نالي جي موهہ روپي اهنڪار ۾ ڌڪيلين ! اندر جا اُڌما آهن جي ڪاڳر جي چٽڪين تي رهڙي رکانٽو. پلڪ ٻڌاءِ تہ ، رشين منين پنهنجا وچن ڪهڙين ڳهاگرين ۾ سانڍي رکيا ؟ ڪهڙن مٽڪن ۾ سوگها ڪيائون ويد واڪيہ !..."

پر آخر مڃائي ئي رهيومانس.

هو جيترو ئي ويدانتي هو ، ايترو ئي صوفي بہ ، هندو ڌرم جي تہ مڪمل ڄاڻ هيس ئي ، سڪہ ۽ مسلم مذهبن جي مرم جي بہ خبر هيس...

شڪارپوري هوندئن بہ پين سنڌين جي پيٽ ۾ ڌرم ڪرم ۾ وڌيڪ مڃيندا آهيون ، پر هن صاحب تہ پنهنجن شلوڪن سان پوري شهر جي وايو - منڊل کي ئي پوتر ڪري ڇڏيو آهي.

ڪڻ واري دربار ۾ بہ روز مٿو ٽيڪڻ ويندو آهيان.

هڪ ڏينهن ڪجهہ چرڪ ٿي ويو. ساڻ ڪوئي نہ ڪوئي پار هوندو ئي آهي - لٺ طور - اچ ننڍو پاءُ ساڻ هو. ڍڪ بزار مان لنگهي رهيا هياسين جو سيٺ باشاسنگهہ بجاج جي شرافڪي پيڍي پاهران هڪ ننيڙڙي پيڙ ڪني ٿيل ڏٺي.

بجاجن جي جهوني پيڍي آهي. ڇاپڙيا ، جُماڻي ، هندوجا ، لُلا ، بنِيجا ، چاولا وغيرهہ شهر جون مکيہ برادريون آهن ۽ سڀ جي سرمور - بجاج !

ماجرا ڇاهي ! ڪوتاهل وس پيڍيءَ طرف وڌيس. ڪوئي دنگو فساد نہ هو. هڪ فرنگي ، سيٺ صاحب جي دڪان تي وينو هو ، جنهنکي اکيون ڦاڙي لوڪ ڏسي رهيا هئا. پيڙ ۾ منهنجو پائٽيو - ڪُل جو نارد مُني - ريلوُ بہ بينو هو.

پڇيومانس ، "ڳالهہ ڇاهي ، نارد ؟"

"چاچا ، هي گورو رچرڊ برٽن صاحب انگلنڊ جي راڻيءَ وٽان آيو آهي اسانجو ڳوٺ ڏسڻ."

"واھہ ياڻي، ايڏي مھما آ تڏي ھن ننڍڙي ڳامڙي جي جو ست سمنڊ جھاڳي ھي اچي چڙي
ٿي آھي پير ڳھمائڻ."

"شرانڪيون پيڊيون تہ دنيا پر ۾ ڦھليل آھن ڪاڪا ۽ توھانکي تہ خبر آھي تہ ھن ڍڪ بزار ۾
ي روزانو ھزارن جو ولڻ ٿيندو آھي."

گوري صاحب شايد سيٺين کي سڃاتو ٿي، انڪري ھنجي چڱي خاطرداري ٿي رھي ھئي.

نارد مُني ۽ مان ڳالھيون ڪندي گھر طرف وڌياسين.

نارد ٻڌايو تہ ھي فرنگي ڏاڍا چالاڪ ۽ ڏوڙت ٿين. پھرين ڏنڌي واپار لاءِ اچن ۽ پوءِ ملڪ
ڏباڻي ويھن. ھي صاحب بہ ان نيت سان آيو ٿو ڏسجي. بمبئي ۽ پارت جا بيا ڪيترا ملڪ انريت
نت ڪيا اٿائون. ھن مھل تائين سنڌ ۾ اکہ نہ ٻڌي ھين، پر ھاڻي بن ڪارڻن وچان سمررو ڏيان ان
سٽان اٿن : ھڪ تہ افغانن ڏاڍو ھلاڪہ ڪيو اٿن ۽ انھنکي سڌو ڪرڻ لاءِ ھي پرانت ئي ويجھي ۾
ويجھو آھي. ٻيو پنجاب جو شڪتي شالي سمراٽ رنجيت سنگھہ جون اکيون سنڌ تي ۽ سو بہ خاص
ڪري اسانجي ھن ياڳن پري شھر تي آھن. ميرَ سکن کان ٿر ٿر ڪنبن ٿا ۽ ان موقعي جو فائدو
وٺڻ جو فرنگين کي ھيڻو ئي موقعو آھي. ميرن کي چوندا : رنجيت اسانجو دوست آھي. ھنکان
توھانکي بچائي رکنداسين، پر انلاءِ قيمت تہ چڪائڻي پوندو ئي - اسانجي ڪجھہ لشڪر کي سنڌ
۾ رکي.

"آئي اگڻ ڪاڻ، بورچاڻي ٿي ويني!" ڪلندي ڪلندي ھي ٻڌل سٽ بڌائي.

"ڪاڪا، ڪجھہ بہ چئو اسانجو ھي ملڪ وير سمجھو. ڪھڙا بہ عياشي ظالم، پر ڪلھوڙا، مير
آھن تہ پنھنجا سنڌي ڀائر، ھي ست سمنڊ پار جا ميلڇ الائي ڪھڙي ويڙن ڪن ھن ويدن جي پاڪ
ملڪ سان."

"جڏھن گنگا جي پويتر پاڻيءَ کي ميرو ڪري چڪا آھن تہ سنڌوءَ کي ڇڏيندا ٿورو ئي!
انکي بہ ميرو ڪري ئي رھندا."

ريلو پڙھيل ڳڙھيل آھي. دنيا جو واءِ ساءِ رکيٿو.

اڌائي اکر پڙھي، مان تہ اباڻي ڪرت کي لڳو آھيان. متڙڪو ۽ سني. پتل ٽامو ۽ لوھہ!
اھائي منھنجي دنيا.

انگريز جي دال بہ مسھنجي ديگڙي ۾ ڳڙندي تہ ٽالپر جي بہ! فراسيءَ جو سُوپ بہ تہ اسانجو
سُورڻ بہ! مان ڇو ڪوئي ڦڙنو ڪيان!

اسر جو اٿي ڪوھہ تان پاڻي پري آڻي پھرين چوٽاڻي جي حوض ۾ وجھانٿو، پوءِ عام جي
پيئڻ لاءِ مٽلي جي مٽ ۾ ھڪ اڌ ٻاٽلي وجھي پُج ڪمايانٿو. پنھنجي گھر لاءِ نوڪر ڪان پاڻي
پرايان ٿو. صبوح سانجھي ڪٽ واري دربار، آٿرن واري ٽڪاڻي يا شنڪر پارتيءَ ۾ ڪٿا ڪيرتن ٻڌڻ
وڃان ٿو. جڏھن تہ صرف گھر جي پاسي واري شوالي ۾ ئي صرف آرتي مھل وڃي سگھان. سامي

صاحب وڏي برڌ اوستا ۾ ديولوڪ پڌاريا - سواسڻ ورهيه هن پرٿوي⁴ تي رهي - انگريز راڄ چالو ٿيڻ کان ۷ سال پوءِ ۱۸۵۰ ۾.

روز مرهه جي زندگي⁴ ۾ انگريزن جي اچڻ سان ڪو خاص فرق نه پيو آهي. ڪنهن گوري کي ڏسي اڳه جيئان پيڙ نٿي ڪني ٿي. ريلو نارد دُنيا جي سڌ خبر ڏسيندو ٿو رهي. راتجو حُقي مان بلغاري آواز ڪيندي هنجون چشڪيدار ڳالهيون ٻڌندو ٿو رهان.

مبئي⁴ ۾ ريل گاڏي چالو ٿي چڪي آهي. ٻاڦ جي زوي تي، بنا گهوڙن واري آگگاڏي. ٻي لوهه جي پٽن تان هلندڙ، بنا ڪنهن چو⁴ - پايي ڪنهن وهڻ وسيلي يا ماڻهو ڇيٽي جي گاڏي ڪيئن هلندي هوندي، اُهو سمجهه ۾ نٿو اچي، پر وقت آيو ته پاڻهي سمجهي وٺبو. ڪلجڳه ۾ اجا الائي ڇا ڇا ڏسڻو پوي.

هڪ ڏينهن ريلو⁴ ٻڌايو ته ريل جي ڳالهه لوڪن کي نه وڻي آهي. هندو چاهي مومن انکري انگريزن تي ناراض آهي. سڄي ملڪ کي ڀڏيندا وڃن پيا ملڪ ڳڙڪائيندا. ريل رستي ڀڏيدي، هندستان کي وڃن پيا ٽڪر ٽڪر ڪندا !...

گرمين جي مند ۾ ڪوٺي تي سمهيو پيو هوس. رات جو وڳڙو هو. اچانڪ ريلو اچي پرگهٽ ٿيو. ساڻ هردوار پاسي جو ڪوئي ٻيئو هوس. ههڙي⁴ سخت گرمي⁴ ۾ به ڪمبل ۾ منهن ڍڪيل هون. "ڳالهه ڇاهي ريلو ؟ ڪنهنکي هن ڪُملي وقت وني آيو آهين ؟"

ويجهو اچي ڪن ۾ چيائين،" ڏيهي فوج جو فوجدار آهي - پانڊي ! "

"پانڊي جو پانڊي واري سان ڪهڙو ڪم ؟"

"ڇاهي ڪاڪا، جو ملڪ ۾ شروع ٿي ويو آهي دنگو. ڏيهي لشڪر دهلي، ميرٺ پاسي انگريزن کي ماري ڀڄايو آهي. شڪارپور جي ڏيهي فوج به پنهنجن فوجي ڀائرن جو ساٿ ڏيڻ ٿي چاهي."

"ڏي ٻلي پر مان ان ۾ ڇا ٿو ڪري سگهان ؟" تيش ۾ پرجي، وڏي آواز چيو.

"آهستي ڪاڪا !" ريلو⁴ چيو ، "اوهانکي هنکي مدد ڪرڻي پوندي."

"سو ڪيئن ؟"

"شيهي منجهان ننڍا ننڍا بال ٺاهي ڏيڻا پوندو⁴. پنهنجي هٿن سان وڏيڪ توهانکي ڪجهه نه ڪرڻو پوندو."

پوءِ ويهي وستار سان سمجهايائين ته ڪيئن انهن بالن مٿان بارود چاڙهيندا ۽ انگريزن سان يڌ ڪندا."

مهني جي آخر ۾ شڪارپور کان ۲۸ ميل اُتر ۾ اڏايل نئين شهر جيڪب آباد ۾ ميجر ميريويدر، جنهنجي نالي تي ڪراچي⁴ ۾ گهنٽاگهر ٺاهيو ويو آهي، دربار ڪندو. شڪارپور جو ڪپتان هيوٽ به گوري فوج سوڌو اتي ويندو. موقعي جو فائدو وٺي ڏيهي لشڪر وڃي قلعي مٿان قبضو ڪندو.

پهرين بلڪل تيار نہ ٿيس ، پر ريلوءِ ڏاڍا

ڪان ٿهندر مان سامي پڳت

ـارا ماري ۽ خون خرابيءَ ڪان ٿهندر مان سامي پڳت پهرين بلڪل تيار نہ ٿيس ، پر انگريز نہ تڪرا

ا وڏا ۽ لاچار ٿي ٿورا بال ٺاهي ڏنامانَ.

ڪن ڏينهن بعد خبر پيئي تہ پانڊي ۽ منجي ساٿين قلعو تہ قبضي ڪيو ، پر ڦڙتائيءَ سان ماڻهن جو مقابلو

ا. پهرين تہ هو سڀ جيڪب آباد نہ ويا هئا ۽ بچل فوجين نہ ڪرڻ جو ڪئمپ قلمي ڪان گهڻ ماڻهي

و. راتوواهہ پڇي وڃي جنل ۾ لڪا ۽ شڪارپور جو جنل ڪهڻ مظبوط قلمي ڪان گهٽ ماهي

اٽ دربدر لڙائي اچي چڙي ۽ بهادريءَ سان وڙهندي بہ ڏيهي لشڪر جي هار ٿي

پوءِ تہ جلد جيڪب آباد مان بہ انگريزن کي مدد اچي رسي ۽ سڪن نہ سات ڏس ماڻهن کي

پڪڙيو ويو ۽ پانڊي ۽ منجي ٽن ساٿين کي توپ جي منهن ۾ وجهي گرا گرا ڪري باقي ماڻهن

ڪي جنلن ۾ لوسيو ويو. بلوو ناڪامياب رهيو ا

ريلوءِ ڪي تہ ايترو پڻ اچي لڳو جو پيءَ وٽ ڏيساور - سمرقند - ۾ هلير ريو

هتي ايترو ڪاروبار ڦهليل آهي منهنجو جو چاهيندي نہ پاڻون پاڻيں وٽ ڏيساور ۾ وحي نہ

سگهيو آهيان. سمرقند ، يارقند بخاري ۾ دڪان کولي ويٺا آهن ۽ صرافي نہ ڪن شهر جا اد ڪار

هتي هندو ٻاهر ملڪن ۾ آهن. مان تہ صرف هڪ ئي دمعو شهر چڏيو آهي سو نہ پتا رهنداس جو

ڪرڻ لاءِ.

ـائيون مردوار ۾ پرواهہ ڪرڻ لاءِ.

اٿن ۽ گهوڙن تي چڙمي چيلهہ ئي چپي ٿي پيئي هئي

ملتان تائين پهچڻ ۾ ئي ڏهہ ڏينهن لڳي ويا هئا آتان لاهور ، امرسر ٿيندي مردوار پهتو

هوس. مصر سالگرام چندرپان پنڊي وٽ.

واپس دهلي، آگري مان ٿيندو آيو هوس پرتپور ، گواليرپاسي ٽگس ، پيدارين جو ڏاڍو

ڏهڪاءَ ڦهليل هو ، انکري شري ڪرشن جنم ڀومي‌ءَ جو درشن ڪئي سان ئي ٻهاولپور واري رستي

ڪان ماڳہ موٽيو هوس. ياترا شرير ڊاهي چڏيو آهي ۽ اڳہ واري سگهہ نہ رهي آهي

متڙڪو هٿ ۾ ڪٺڻ سان هٿ ڏڪڻ ٿا لڳن.

مندرن ، ٽڪاڻن ، گرودئارن ۾ وڏيڪ وڃڻ لڳو آهيان پنجاهہ جي هن پار پهچي چڪس نارد

۾ تارو منهنجي اکين جو تارو آهي، ڪم نہ جلدي سکي ورتو اٿائيں سڄي ئي هيڪي شادي ڪرائي

پٽ جايس، چنٽيءَ تي منجو نالو ليکڻ نڪتو. ان بعد جلدي ڪٽ پڪڙيم

خبر ناهي تہ پرڏاڏي سنتداس جي آتما ڪيتري دير وءِ موں ۾ واسو ڪيو هو وقت جي ڪ

ئي نہ پيئي هئي.

فلم جي سين جيان منهي سڄي زندگي اکين اڳيان ڦاسٽ - ماروردا FF ، ٿيندي ويئي هئي

سڀ تہ ياد رهيو نہ هو ، نڪي ياد ڪرڻ جوڳو ئي هو ڪي خاص واقعا ياد رهجي ويا ه

جيڪي هتي درج ڪيا اٿم.

... جيڻ ئي شروع ٿيہ، تہ هو سرگہ سڌاريو.

پنهنجي کُنڊلي جڳائڻ جي ٽيسٽ وٺڻ لاءِ گرو نانڪ جي تصوير کي هٿ لڳائي ڏٺو. ڪجهه نہ ٿيو. سامي؁ جي تصوير کي هٿ لاٿو. ڪجهہ نہ ٿيو. تڏهن پرڏاڏي تاراچند جي تصوير کي هٿ لاتم.

ساڳي حرارت ا سو ، ڪُنڊلي جي شڪتي محدود ٿي ڏسجي.

پنهنجي پُوروجن جي آتما ئي اچي ٿي واس ڪري صرف.

پَرڏاڏو تاراچند ١٨٥٠ ۾ ڄائو ۽ ١٩٢٣ ۾ ٧٣ ورهين جي عمر ۾ ديهي ڇڏيائين. ننڍي عمر ۾ ئي ٻن زالن مان ڪافي سنتان ٿيس. ست پٽ ۽ اوتريون ئي ڌيئر. ليکراج - چيلارام - پيسومل - جيٺومل- ڊيدارام - ٽوپڻداس ۽ بولسنگهہ.

ستين سالين جو آهي پرڏاڏو جڏهن هنجي آتما مون ۾ گهڙي ٿي.

✱✱✱✱✱✱✱✱✱✱✱✱✱✱✱✱✱

بلوي جي ڏنڌلي ياد - پانڊي فوجي؁ کي توب سان اڏائڻ ۽ سوءِٽ ريلومل جو شهر ڇڏي ڀڄي وڃڻ. ٻن اڍائي سالن بعد واپس اچڻ ۽ وري وڃي هن دفعي بمبئي وسائڻ. سمرقند ، يارقند واري پاسي ۾ اڳ وارو مزو نہ رهيو آهي. پُلين ۽ ريلن ، جهازن ۽ بندرن ملڪ جو واپاري نقشو ئي بدلي ڇڏيو آهي. ڪراچي، ڪلڪتي، بمبئي، ڪوچين، وغيرهہ بندرگاهن جي اسرڻ سان شڪارپور جهڙن خشڪي؁ جي شهرن جي اهميت گهٽبي ويئي آهي.

وري ڪراچي - لاهور ريلوائي لاءِ سکر - روهڙي وچ ۾ ٺهندڙ پُل اڳو پوءِ هن شهر کي يتيم ڪري ڇڏيو آهي.

سنہ ١٩٨٥ ۾ جڏهن ٣٥ ورهين جو آهيان، تڏهن شڪارپور ستين آسمان تان ڪسڪي چوٿين زمين تي پهچي چڪي آهي ۽ اجان ڪسڪڻ چالو ئي اٿس.

گرمين ۾ ريلومل ڳوٺ ايندو آهي ۽ سنڌ واهہ تي لاٽ پوڻ مهل، شاهي باغ ۾ سئر ڪندي يا ڪيدر تي چهل قدمي ڪندي بمبئي پوني جون خوب چشڪيدار ڳالهيون ٻڌائيندي چوندو رهندو آهي : ديجان، تنهنجا سي پٽ تہ ناٺارڪي ڪرت ۾ آهن نہ، پوءِ چو نہ ٿو هڪ اڌ پٽ کي مبئي؁ موڪلي ڏين. هُتي ڪمائي؁ جا وڏا وجهہ آهن.

"ليکو تہ آهي درويش. ٻيون نمبر چيلو مونسان ڪنو اباڻي ڪرت ۾، باقي پيسو؁ کي پڙهڻ جو شونق آهي."

"برابر هي تنهنجو هونٺهار پٽ آهي. پڙهائيس. ضرور پڙهائيس - ڊاڪٽر ، وڪيل بڻائيس."

"ڊاڪٽر ڀلي پر وڪيل بڻجڻ نہ ڏيندومانس."

"چو ڀلا ؟"

"پيءُ جو لوهي متري جي نانا مان جند ڇڏائي، جج ماجسٽريٽ جي ڪاٺ جي متري

ڪمال جي ڳالهه جو اُتي وڃي خوب ڪمايائين به... پر جيئن ئي يڌ شروع ٿي ته حالتون وڌيڪ بگڙجنديون ويون. روس ۾ ساميوادي انقلاب آيو. جرمني ۽ ترڪيءَ هارايو. روس وارن نوٽ ڪئنسل ڪيا ته ٻين هزارن شڪارپورين جئيان ٽوپڻ به عرش تان فرش تي اچي پيو. سڀ ڪجهه لٽائي واپس وريو. ۽ ڀائرن وٽ ڪوٺڙيا ۾ وڃي رهيو. سيني پٽن ڌيئرن جون شاديون به ڪرايون ۽ ٻن ٻن پٽن کي الڳ الڳ جڳهه به نهرائي ڏني. چيلي جو ٽبڙ وڏو هو ، انڪري هنکي پوري هڪ جڳهه ڏني. پاڻ ننڍي پٽن سان رهان ٿو. ٽوپڻ ۽ ٻولي سان. در اصل رهون صرف ٻولو ۽ مان ئي ٿا ، جو ٽوپڻ گهڻو وقت ڪوٺڙيا ۾ ئي ٿو هجي. ٻولي جي زال پهرين وِيم ۾ ئي گذاري ويئي. مرڻ وقت مڙس کان انجام ورتائين ته ٻي شادي نه ڪج. جئين هنجي ابهم کي ماٽيلي ماءُ جا ڏک نه ڏسڻا پون.

رنگي جو رنگ اهڙو جو ماءُ پنيان هفتي ڏيڍ ۾ ٻار به رمندو رهيو پوءِ به ٻيشم پٽاهه جئيان منهنجو پٽ پنهنجي قول تي قائم رهيو. سيني ڏاڍو سمجهايس ته هاڻي تون پرتگيا مڪت ٿين ، پر ڪنهنجي به نه ٻڌائين. وئراڳ ايترو ورايس جو سڄي عمر سنتن مهاتمائن جي شيوا ۾ وتيت ڪرڻ لڳو. صبوح ٿيندي ئي چوڪسرام جي بغيچي ۾ پرمانند ينڌار ۾ وڃي شيوا ٽهل ڪندو هو.

منهنجن سنتن ئي پٽن کي الڳ الڳ مت متانترن وارا گرو هئا ، پوءِ به پاڻ ۾ پريت پيار ڏاڍو هون. ڪنهن ڪنهن مهل مونسان يا پاڻ ۾ بحث مباحثو ڪندا هئا ۽ بس. پنجاب ، مارواڙ جي ڌرم - پرچارڪن ۽ ٺيڪيدارن جو هنڌ ۾ شڪارپور ئي ته پهريون اڏو هو. سيني ڪو پاکنڊي نه هئا ، مڪن جي پرچار مان ڏاڍو فيض به رسيو هو ۽ شهر جو وايومنڊل پوتر ٿيو هو. وديا پرچار به ڏاڍو ٿيو. خاص ڪري پريتم ديو شرما جي ڌرم سڀا سان هتواڪي سڪيل سنڌي لکڻ پڙهڻ سکيا يا نه ، پر شاستري يعني هندي ۽ سنسڪرت سکڻ لڳا. ۽ سناتي وغيره پاڪي سڏائيندي منهنجا پٽ سماڌن ، کٽ واري دربار ، اڪال پونگي ، شنڪر پارتي ، وغيره استانن ۾ نت نيم سان وڃڻ لڳا. گردواري ، مٺ مڙهي ، ٽڪاڻي ، شوالي ۾ واري ڦيڙي سان ته مان به ويندو هوس. گهر واريءَ به پٽن ڌيئن جون مٺيون مائٽيون گهڻوئتو ٽڪاڻن ۾ ئي ڪيون هيون. ٻه سال اڳ شهر ۾ پليگ ڦهلي ته هوءَ ويچاري به انجو بکہ ٿي ويئي.

باغ بغيچن سان هڪ پاسي سندر بٺايل هيٺ نگري ٻي پاسي وري بس پوسل ۽ مُٺت مڇرن سان نرڳي بٺايل آهي. ٻين پنجين سالين ڪائي نه ڪائي وچڙندر بيماري ڦهلجي ئي! هڪ ٻئي سان چنبڙيل مڪان جن ۾ هوا به صرف هڪ طرفي داخلا پائي سگهي ، نه ڪوئي گند ڪچري جي نيڪال جو سهي طريقو. کُتن ، ڪوئن ، نانگن وڇن جي پرمار. شهر کي ٿورو گهڻو جي صاف سٿرو رکڻ وينا آهن ته ٻاهران ڪمائي آيل سيٺيون - صراف ۽ ڪپڙي جا واپاري وغيره. اسپتالون ، اسڪول ، سندر مڪان ماڙيون اڏائي!

.... هن سال وبا ڦهلي آهي. ٻن ڏينهن کان منهنجي شرير ۾ به ڀڃڻي اچي ويئي آهي. لڳي ٿو کُپريءَ ۾ ڪٽا اچي پورا ٿيا آهن.

**************************

ڏاڏي پيسومل جي آتما ۾ پرويش پايائئو.

(منهنجي جمڻ کان سال پوءِ ١٩٢٢ ۾ سرڳ سڌاريو هي مهان پرش - منهنجو ڏاڏو. هنجي زندگيءَ جي سين منهنجي جمڻ تي اچي رکجي ٿو وڃي. سنہ ١٨٧٦ ۾ هنجو جنم ٿيو.)

تاراچند ناناري حو ٿيون نمبر پٽ گوشو پوڪڙي ۽ نيوند حلوائيءَ جي جڳهين جي وچ واري مکان ۾ جايس...

ڪرمنل پليدر آهيان. ديوان پوجسنگهہ يا مرليڌر پنجابيءَ وغيرہ ڪائپرءِ بين نمبر صف ۾ منهنجو نالو آهي. لاڙڪاڻي جي مڪسين جو نئملي وڪيل آهيان لاڙڪاڻي جا چانديا مڪسي، ڪرورن پانڊون جئيان سدا پاڻ ۾ وڙهندا رهندا آهن. زرُ، زنُ، زمين تي! گهر بار شڪارپور ۾ ئي آهي. آهوجا فوٽو گرافر جي سامهون هڪڙن واري ناناڪي گهٽيءَ ۾ پتا مونکي ۽ وڏي پاءُ ليکراج کي مڪان ٺهرائي ڏنو هو. پاءُ کي گذاري ويئي ورهيہ ٿيا. ہہ ٿي پٽ هيس : لٿيندارام ۽ چڳومل جيکي ہہ گهٽونٽو ڪراچي، سکر ٿي رهندا هئا.. در اصل هنجو حصو مان خريد ڪيو هو، حڏهن پئسي جي سوڙهہ پيئي هيس، پر پائنين کي انحي لڪ پوڻ نہ ڏني هئي. گهر حا در حڏهن ڏورانهن مٿن مائٽن لاءِ سدا لکيل رهندا هئا تہ هي تہ پنهنجا پائيا پائيون هيا. انهن سڀني جو ونهانءَ وڌائڻ ہہ مان ۽ منهنجي پتني نونان ڪرايو آهي.

پنهنجا پنج پٽ ۽ هڪ ڌيءَ اٿم. شاديءَ بعد ڌيءَ جلدي گذاري ٿي وئي تہ 'انجي غم ۾ مائهس ہہ رمندي ٿي رهي. وڏي پٽ ڪنيمي جي شادي صرف هن ڪرائي آهي، باقي بين پٽن جون شاديون وڏوا پائني پارونيءَ ڪرايون. پتنيءَ بعد گهر جي چارج هن ئي سنڀالي آهي. پنهنجو ٻار صرف هڪ ڌيءَ اٿس. پاڻ هيترا خشالا سهي وديا پرائي آهي ۽ چاهيائنو تہ منهنجا ٻار ہہ وڏيون ڊگريون وٺن. تعليم تہ حاصل ڪن ٿا، پر ڊگريون صرف ہہ ئي پٽ - ڪرمون ۽ ماڌو - وٺن ٿا. ٻيا پٽ ننڊي ئي وجي ڪم تي لڳا آهن. ٻيون نمبر لوڪو بين کان نرالو آهي. نهايت ئي اشانت من ۽ ڏاڏلي طبيعت. شرير ۾ ضعيف هوندي ہہ ڪائي نہ ڪائي ڪٽ پٽ ڪندو ٿو رهي. ڊگري ڪئي نہ ورتي اٿائين پر ڪتابي اڀياس خوب ٿو ڪندو رهي. سوڻ لٿيندي جئيان هنکي ہہ لکڻ پڙهڻ جو ڪاڻي شونق آهي. اخبارن، رسالن ۾ هي ہہ ليکہ ڪهاڻيون ڇپائي ٿو.

حُرن جو حرڪتون سنہ ٢٥-١٩٢٦ ۾ ڏاڍيون وڏي ويئيون آهن. پير پاڳاري جي هنن شرڏالو مريدن انگريز سرڪار سان اصل پائي ڪنئي آهي. ڏاڙي سرڪار کي هٿائي پنهنجي پير کي سنڌ جو حاڪم بنائڻ ٿا چاهن. پير کي گرفتار ڪري سرڪار ڪجهہ عرصي لاءِ هنکي علي پور ڪلڪتي حي حئل ۾ رکيو هو [illegible] پل سرڪار کي ڏاڍي [illegible] پيئي هئي. آت هو سياش ۽ بين بينگالي

انقلابين جي سنگهہ ۾ آيو تہ اڏ منو صدي اڳہ بينگال جي سنياسي بلوي جئيان سنڌ ۾ بہ حُر فقيرن جي بلوي جي يوجنا بٹايائين. اُها قلي پوت نہ ٿي، چاڪاڻ تہ سنڌي وڏيرن، زميندارن ۽ جاگيردارن سات نہ ڏنس. لاڙڪاڻي جا بہ کھڙا ۽ پٽا وقت مهل حُرن مان پنهنجو ڪم ڪيائي پوءِ هننکي وساري ڇڏيندا هيا.

شاهنواز ڀٽو ڇنجي ڪٿي تہ اڏ لاڙڪاڻي جو مالڪ آهي. ڪراچي بمبئي ڇا ، دهلي لنڊن تائين بہ پهچ اٿس. پنهنجي من ماني ڪندو ٿو رهي. ڪوئي هنکي چوڻ چاڻ وارو ناهي. پٽ ذلفيءَ جي جمڻ تي ڏاڍا شادمانا ڪيائين. چڱا مندا لوڪ آيا. ۽ جيئن اهڙن موقعن ٿيندو آهي ، ڪڏا ڪرتوت بہ ٿيا ۽ منهنجي هڪ اصيل ڪي ڪافي لهس آئي.غريب آهي پر غئرت وڏي اٿس. شاهنواز سامهون سينو تاڻي بيٺو ۽ هن مٿان ڪيس داخل ڪيائين. پوري ملڪ ۾ سنسني ڦهلجي ويئي. ايڏي حماڪت ا پر کهڙو سنڌي جج ، مئجسٽريٽ تيار ٿيندو جيڪو شاهنواز جي سامهون اکہ بہ کٽي سگهي ، سزا ڏيڻ جي ڳالهہ تہ پري رهي.

شاباس هجي انگريز سرڪار کي. ڪيتري بہ وڏي هستي جو نہ هجي ، سڌو ڪرڻ چاهيندا آهن تہ سڌو ڪري ئي رهندا. پارسي گورواڙ کي لاڙڪاڻي ڪورٽ جو مئجسٽريٽ ڪري موڪليائون ۽ پوليس ڪوٽواليءَ جو گورو آفيسر بہ بمبئيءَ مان سڌو ٽرانسفر ٿي آيو. سرڪاري وڪيل بہ جبرا گهرايا ويا. ڪيس داخل ٿيو. مان پليڊر آهيان ، انڪري منهنجو دائرو محدود هو ، پوءِ بہ همت ٻڌي منهن ۾ آيس. منهنجي اصيل بئريسٽر ڪيو هو. اندرين ريت کهڙي جي مدد سان. جو ڪهڙن ۽ ڀٽن جي پاڻ ۾ نہ پوي. شاهنواز کي زنجيرن ۾ ٻڌي لاڙڪاڻي جي گهٽين مان گهمائي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو ۽ - بس ، ڪن ڪلاڪن جي هنکي سزا ملي. پوءِ تہ شرم وچان شاهنواز سنڌ ئي ڇڏي ڏني ۽ جهوناڳڙهہ جي نواب وٽ ديوان جو عهدو وڃي سنڀاليائين.

وڃڻ کان اڳہ باقي مونکي سبق سو سيکاريندو ويو ا

اُن تي چڙهي ڪورٽ ۾ ويندو هوس. اُنڙيءَ جي رتوءَ جو ڪپڙو منهنجي اُن کي هنجا ماٿهو لکچوري سنگهائي ويا تہ هو مستيءَ ۾ پرجي ويو. جيئن ئي هن تي سوار ٿيس تہ ڇنائي پڳو ۽ مونکي وني پٽ تي سٽيائين. هڏ گڏ پجي پيا...

هتي اچي فلم رڪجي ٿي ۽ اڳتي نہ وڌڻ جو ڪارڻ بہ تتڪال معلوم ٿو ٿئي.

ڏاڏي جي اُن تان ڪرڻ جي ڳالهہ پتا ڪان پچانٿو. تصديق ڪندي هو ٻڌائيٿو تہ مان جايم انهن ڏينهن ۾ ئي اهو حادثو ٿيو هو ۽ ڪافي مهنا ڏاڏو کٽ وني پيو رهيو. پڳل گوڏن جي ڀڪٽين کي نيڪ ڪرڻ لاءِ عقاب پکيءَ جو شورو پيئڻ لاءِ هنکي ڇيائون ، پر هو پکو وئشنو ، جان جي بازي لڳائي بہ انلاءَ تيار نہ ٿيو.

ڪندلي منهنجي جمڻ تائين جاڳرت ٿي ٿئي ۽ پوءِ پاسو ورائي سمهي ٿي پوي. حادثي جي تاريخن مان ائين معلوم ٿو ٿئي، پٽرنِ جي فوٽن کي ڇهڻ ڇڏي ڏنو ۽ ستن سالن بعد تہ پاڪستان

ٻئيو حو سنڌ ٻہ ڇڏڻي پيئي.

پنجاهہ سالن تائين ڪنڊليءَ ڪي ستل ئي رهڻ ڏنو آهي.

تازو وري ڪوتوهل جاڳيو. پر هن دفعي ڏاڏيءَ جي فوٽي ڪي ڇهي ڪنڊلي جاڳائي. وري هڪ ٻيو ڪرشمو ٿي گذريو!

ڪال چڪر پوت ڪال بدران پوشيہ ۾ هلڻ لڳو. ڏاڏي نونا تہ نظر نہ آئي. پر پنهنجي ۵ ورهين جي پوٽي نيهاجي مهانڊي واري ۵۰ ورهين جي اڌير عورت نظر آئي.

رنو پرو. جافريءَ جو چولو. گلدن حي زريءَ جي پاچن واري سٽڻ وعيرہ وستر پهريندي هئي ڏاڏي ۽ فراڪ. ڊينم - ڊريس پائي ٿي نيها! ۵۰ ورهيہ پوءِ واري نيها ڪي 'موهن جو دڙو' واري ناري جو ويس وڳو پيل آهي! هار سينگار بہ اُن سميہ جو.

٢٠٤٠ جو سال آهي. کنڊهر نما شهر ۾ پاڪي پسيان ٿو. ڪي جڳهيون بلڪل سالم بيٺيون آهن ۽ ڪي سلڪل ڀڳل ڀريل. ماتر ڪي چنهہ ڏسي اندازو ٿو لڳايان تہ هيءَ وڏي ڪنهن وپدا جو شڪار ٿيل مبئي نگري آهي.

نوسترڊم. فرينچ جوتشيءَ ٽي سو ورهيہ اڳ اڳڪٿي ڪري ويو آهي تہ ايڪويهين صديءَ جي شروع ۾ ٽين مهاياري ڀڏ امڙي لڳندي جنهن ۾ دنيا جي اڌ کان مٿي آدمشماري ختم ٿي ويندي.

گهٽيونئي قومون ۽ ملڪ خاص ڪري يورپ. آميريڪا ۽ وچ ايشيا - نست نابود ٿي ويندا. بچندا وچي يهودي. هندو ۽ پيلي چمڙيءَ وارا. هوئي دنيا مٿان راڄ ڪندا. . مان جيڪا بمبئي ڏسي رهيو آهيان. اُن لڙائيءَ وچان نابود ٿيل نئين نرمان ٿيندڙ نگري تہ ناهي؟

براچيتا ۽ آدونڪتا جو نهايت عجيب سنگم آهي. موهن جو دڙو ۽ موريہ - ڪاليس ويس پوشا ۾ سُسجت استري پرش ميلامائين ۽ اسٽيل جي ٺهيل تحخانن ۾ مصر جي پرنمڊس جنيان گهر ناهي رهي رهيا آهن. انهڪ بمن ۽ گئسن کان بچڻ لاءِ غفائن ۽ تحخانن جي شرن ورتي اٿائون ۽ گئس ماسڪن جي شرن ورتي اٿائون.

رستن تي صرف موٽرون. بسيون ۽ ٽرينيون هلي رهيون آهن. رستن تي بہ ڇا. روڊ کان ۴ - ٦ انچ مٿي هوا سان ڳالهيون ڪندڙ رفتار ۾. ڪمپيوٽر سان ڪنٽرول ٿيل اهي ينتر. وشواس نٿو اچي تہ پنجاهہ سالن ۾ ايتري انقلابي ترقي ٿي آهي ۽ سابہ ايڏي وڏي تباهيءَ کان هڪدم پوءِ.

گهبرائجي ڪري ڪنڊليءَ ڪي سمهاري ٿو ڇڏيان. قسم ڪنيو آهي تہ وري ڪڏهن نہ پوشيہ ۾ سميہ کان اڳ گهڙندس!

7, Sindhi Building,7th Road,
Rajawadi, Ghatkopar, Bombay 400077

# پنهنجا بڻيا اَجنبي

وشِنو ڀاٽيا

جڏهن جڏهن ريکا ماءُ جي لکيل خط کي پڙهندي ٿي ويٺي، تڏهن تڏهن سندس اکين مان آنسون جون ڌارائون وهنديون ٿي رهيون...مون کي وشواس هو تہ توهان سڀ ٻار ملي ٻن ايڪڙن جي انبن جي باغ کي بچائيندا. پر توهان مان ڪنهن وٽ نہ وقت آهي، نہ پئسو، نہ ئي باغ کي بچائڻ جي چاهنا. اڄ صبح جو جڏهن ئي اک کُلي تہ ڏٺم باغ ۾ وڏا شاهي بُلڊوزر گهمي رهيا آهن. جن ذريعي انبن جي وڻن کي جڙ کان کوڙيو پٽي ويو. مارواڙي[1] کان جنهن شخص زمين ڏهن لکن رپين ۾ خريد ڪئي آهي، اهو آمريڪي بزنيس مئن آرٿر گلبرٽ آهي جيڪو سرڪار جي سهڪار سان اُتي ڪيميڪل فئڪٽري لڳائيندو. پڻهين تہ جنسي پاڳل بڻجي ويو آهي. وقلي ۾ پڻڪي رهيو آهي. يا وري چپ چپ رهي ٿو. ڪانئس ڪاڏو پيتو وسري ويو آهي. وائڙن وانگر انبن جي ڪٽيل وڻن کي ڏسندو ٿو رهي. ڇا چوان ڌي[1] جڏهن پنهنجا ٻار ئي پنهنجا نہ رهيا آهن - هاڻ تہ منهنجو دنيا تي بہ وشواس نہ رهيو آهي. هن دنيا ۾ ڪير بہ ڪنهن جو ڪونهي.

ريکا ڇاهيو تہ اوڇنگارون ڏيئي روئي. يا ڳوٺ ۾ هجي تہ ماءُ[1] کي ڀاڪر پائي روئي سندس ڏکہ سُکہ کي ونڊي ورهائي. پر ماءُ[1] ۽ ڌيءُ[1] جي وچ ۾ مفاصلو هو ميلن ۾ ڦهليل. هيڏانس سندس ٻار ونيتا ۽ چنٽو جا بہ اِمتحان هئا. اِن ڪري ريکا چاهيندي بہ مائٽن وٽ نٿي وڃي سگهي.

ريکا يادگيرين جي ڪُن ۾ گهيرجڻ لڳي. انبن جو وڏو شاهي باغ، ننڍپڻ ۾ انبن جي وڻن جي ٽارين تي پينگهو لڳائي هوءُ جهولي ٿئي، جنهن ۾ شام جو پاڙن ۽ ساهيڙين سان گڏ رانديون رونديون ڪيون هئائين. منڊڪ منڊي راند، لڪ چپ راند، نوڙي ٽپڻ، ڪو ڪو. انبڙين جي ڪٽي، انبن جي مٺي سواد کي چکيو هئائين. انب پچندا هئا تہ ماءُ دياونتي اوڙي پاڙي ۾ انب ورهائيندي هئي. باقي بزار ۾ وڪيا ويندا هئا. اُنهن جي آمدني مان گهر جو گاڏو هلندو هو.

٢٠ سالن جون بهارون، سيارا، اونهارا، چوماسا هن انبن جي باغيچي ۾ ڪاٽيا هُئا. وڻن تي ڪانو، جهرڪيون، ڪبوتر پنهنجا آکيڙا اڏيندا هُئا. انبن جي باغ ذريعي ريکا قدرت جي وجود کي سڃاتو هو. ستيش، راجيش، شيام، رويندر انبن جي وڻن تي چڙهي باندرن جيان ٽينگہ ٽپا ڏيندا هُئا. دوستن يارن سان گڏ اِٽي ڏڪر، ڪو ڪو، ڪبڏي ڪبڏي ۽ ٻيون رانديون ڪندا هُئا. جڏهن جڏهن ٻار وڏا ٿيندا ويا، تڏهن تڏهن ريکا جي پيءُ[1] چوئٿرام اُنهن جي پرورش ۽ پڙهائيءَ[1] لاءِ زمين جو ٽڪ ٽڪ ٽڪر مارواڙي وٽ گروي رکندو ويو. ريکا جي شادي مهل تہ گهر کي چڏي باقي سڄو باغ

وڪٽي ڇڪو هو. پنجن ڇهن سالن تائين مارواڙي انتظار ڪيو. آخر ٿن لکن ۾ ورتل زمين ڏهن
رپين ۾ وڪڻي ڇڏيائين.

مينئر ستيش ڪئنادا ۾ ڊاڪٽر آهي، راجيش لنڊن ۾ گئراج هلائي رهيو آهي. شيام آمريڪ
اِليڪٽرانڪس تي ريسرچ ڪري رهيو آهي، ۽ رويندر پئرس ۾ چترڪار آهي. ماءُ پيءُ حي ڪ
ياد ايندي اٿن، ته ٿورا گهڻا پئسا موڪلي مٿن اُپڪار ڪندا آهن.

اُنبن جي باغ کي بچائڻ لاءِ ريکا سيني پاٿرن کي اُپيلون موڪليون هيون. سيني پاٿرن
نگرن جي وڏن خرچن جا روئڻا روئندي پنهنجو هٿ ڪڍائي ورتو.

ريکا پنهنجي پتي دليپ سان اُنبن جي باغ کي بچائڻ جي ڳالهه ڪئي. دليپ چيو، "ري
ڊارلنگ منهنجو پگهار گهڻو آهي. آفيس ۾ ايگزيڪيٽو جي پوسٽ تي آهيان. جيڪر ڪٿي سٺي
ملي ٿو. ان مان گهر جي پورت مسين مسين ٿي ٿئي. هيترا لک مان ڪٿان ٿو آڻي سگهان؟ جنهن
ڳالهه تي اُسان جو اِختيار ڪونهي ته پوءِ اُسان بيوس آهيون. ته پوءِ اُسان ڇا ٿا ڪري سگهون؟"

"پر توهان جا هيترا لکاپتي دوست آهن، اُنهن کان مدد وٺي سگهو ٿا. آخر آهڙا ويل دوست
ڪم نه ايندا ڇا؟" ريکا ڪيس ورجايو.

دليپ ريکا کي سمجهائيندي چيو، "ڏس ريکا ڊارلنگ ڪجهه سمجهدار ٿي. ڪربه دوست مطل
ڪانسواءِ لکين رپيا ڇو ڏيندو. باقي پنجن ڏهن هزارن جي ڳالهه نرالي آهي جيڪي دوستيءَ طور
ڪڏهن به وٺي ۽ واپس ڪري سگهجن ٿا."

ڏکي لحظي ۾ ريکا چيو، "جڏهن تند وارا جيڪڏهن بابا جا ٻه لک رپيا هڙپ نه ڪن ها، ته باغ
کي بچائڻ سوليءَ سان ممڪن هو. بابا پنهنجي سڄي موڙي چٽ فند ۾ اِن مُراد سان سيڙائي
ٿئي ته هڪ نه هڪ ڏينهن هو مارواڙي وٽ گروي رکيل پنهنجي زمين کي ڇڏائي سگهندو. پر چٽ
فند وارا راتو رات پنهنجا بسترا گول ڪري سوين ماڻهن جي اکين ۾ دوڙ ڌوڙ ڪري فرار ٿي ويا."

دليپ ريکا کي دلاسو ڏيندي چيو، "هاڻ گذريل کي ياد ڪرڻ مان ڪهڙو سود؟ جيڪو ٿ
ناهي، اُن کي ياد ڪري من کي ڏکي ڇو ٿي ڪرين؟"

ريکا چئني پاٿرن مٿان من ئي من ۾ لعنت وڌي جو جن ماڻهن کين پڙهائي لکائي وڏو ڪري
لائق بڻايو، اُج اُهي ماڻهن طرف پنهنجو فرض وساري اُنهن کان منهن موڙي ويا آهن. ج
جيڪڏهن چاهين ها ته چار ئي ملي باغ کي بچائي سگهن ها.

ڏيئي ويندي آهي. دليپ کان لڪائي ريکا وٽ جيڪا خانگي سيونگ هُئي، اها هُن ماءُ وٽ موڪلي، پر اِن سان ٻہ سندس مائٽن جون پريشانيون ۽ تڪليفون ڪونہ گهٽيون.

ريکا عاجزيءَ وچان سائين بابا ۽ گرو بابا کي پرارٿنائون ڪيون. پر ٻنهي بابائن جي ڪنن تائين اُهي پرارٿنائون ڪونہ پهتيون. جيڪڏهن پهتيون بہ هُجن تہ اُنهن سرڪاري آفيسرن جيان ريکا جو عرض ڪونہ اگهايو. نتيجي ۾ ماڻس هارٽ جي مريض بڻجي ويئي. مائٽن وٽان هر اِيندڙ خط ريکا جي دل ۾ طوفان ڪڙو ڪري ڇڏيندو هو، سندس سڄي وجود کي ڏونداڙي ڇڏيندو هو.

آخر تار آئي. ماڻس چنتائن، پريشانين ۽ ڏکن ۾ دم ٽوڙي ڇڏيو.

چوئٿرام جي حالت ڏسڻ وٽان هُئي. هو پتنيءَ جي مرتڪ سرير اڳيان مٿو زمين سان پٽڪي پٽڪي چئي رهيو هو، "مون کي بہ پاڻ سان گڏ وٺي هل ديا ! منهنجو هاڻ هن دنيا ۾ ڪير آهي؟ ڪير آهي، جيڪو منهنجي سنڀال لهندو؟ " پاڙيوارن ۽ پنهنجن چوئٿرام کي گهڻو ئي سمجهايو، پر چوئٿرام تيستائين ماٺ نہ ڪئي، جيتسائين سندس مٿي مان رت وهي نہ نڪتو. پوءِ هو گم سُم ٿي، هڪ ڪنڊ جهلي ويهي رهيو. چئني ڀائرن کي ريکا ماءُ جي موت بابت تارون ڪيون. آميريڪا مان شيام ۽ پئرس مان روِيندر پهتو.

ماڻس جو مساڻ ۾ انتم سنسڪار ڪيو ويو. چتا جلي رک بہ نہ ٿي هُئي جو ماڻس جي زيورن ۽ گهر وڪڻي ملڪيت جي ورهاڱي جي ڳالهہ نڪتي. پنجن حصن موجب چئني ڀائرن جي حصي ۾ اٽڪل ٧٠ - ٧٠ هزار رپيا آيا ۽ ٧٠ هزار چوئٿرام جي حصي ۾ آيا. ريکا کي چيو ويو تہ بابا توکي شادي مهل سيڪجهہ ڏنو آهي. ڪف پريڊ تي جيڪو فليٽ توکي هڪ لک رپئي ۾ وٺي ڏنائون. اُن جو بزاري مُلهہ هينئر ڏهہ لک رپيا آهي، ريکا ٻنهي ڀائرن اڳيان اُهڙي ڪُڇي جهڙي ٻيت. ٻنهي ڀائرن جي لاپرواهيءَ بعد پٽس چوئٿرام کي پاڻ وٽ رهائڻ جي ذميواري کڻڻي پيئي. چوئٿرام ضد تي اَڙيو، تہ مان هي ڳوٺ نہ ڇڏيندس پر ريکا ۽ دليپ جي زور بار اڳيان ڪيس جهڪڻو پيو.

ڪف پريڊ جي ستين ماڙي تي رهندي رهندي چوئٿرام کي گهٽ اَوساٽ ٿيڻ لڳي. شروعات جا ڪُجهہ ڏينهن تہ باغيچي ۽ پتنيءَ جو نالو وٺندي ڪلاڪن جا ڪلاڪ روئندو رهيو. ڏيءَ جي دلاسي تي آخر چوئٿرام کي هوش آيو. هتي جي ٽرئفڪ ۽ سگلنن کان چوئٿرام ٻڄندو هو. آخر هڪ ويچار چوئٿرام جي ذهن ۾ وڄ جيان چمڪيو. آخر هڪ ڏينهن بزار وڃي هن ڇهہ ڪُنڊيون آنديون جن ۾ سورج مکي، گلاب، چميلي، موتئي جا ٻوٽا پوکيائين. نيم انوسار پاڻي ڏيڻ سان ٿوري وقت ۾ ڪُنڊين ۾ گل اُڇي ويا. جيڪا ٻارن لاءِ وندر ٿي پيئي. ونيتا ۽ چنٽو ناني سان هري مري ويا. پر جئن ٻوٽا وڏيا تہ مچر بہ وڌيا. دليپ جي راتين جي ننڊ بہ خراب ٿيڻ لڳي.

هڪ صبح جو چوئٿرام ٻوٽن کي پاڻي ڏيئي رهيو هو. تڏهن دليپ لڳہ ٻيڳ چلائيندي چيو، "بابا هي شهر آهي، توهان جو ڳوٺ ڪونهي. جتي اوپن سپيس هُجي، اتي گل - ٻوٽا لڳائي سگهجن ٿا. هُنن سان ٻارن جي ۽ اَسان جي صحت تي اثر ٿئي ٿو."

وڪڻي ڇڪو هو. پنجن ڇهن سالن تائين مارواڙي انتظار ڪيو. آخر ٿن لکن ۾ ورتل زمين ڏهن لکن رپين ۾ وڪڻي ڇڏيائين.

هينئر ستيش ڪئناڊا ۾ ڊاڪٽر آهي، راجيش لنڊن ۾ گئراج هلائي رهيو آهي. شيام آمريڪا ۾ اليڪٽرانڪس تي ريسرچ ڪري رهيو آهي، ۽ رويندر پئرس ۾ چترڪار آهي. ماءُ پيءُ جي ڪڏهن ياد ايندي اٿن، ته ٿورا گهڻا پئسا موڪلي مٿن اپڪار ڪندا آهن.

اُنهن جي باغ کي بچائڻ لاءِ ريڪا سڀني پٽن کي اپيلون موڪليون هيون. سڀني پٽن وٽن نگرن جي وڌندڙ خرچن جا روئڻا روئندي پنهنجو هٿ ڪڍائي ورتو.

ريڪا پنهنجي پتي دليپ سان اُنهن جي باغ کي بچائڻ جي ڳالهه ڪئي. دليپ چيو، "ريڪا ڊارلنگ منهنجو پگهار گهڻو آهي. آفيس ۾ ايگزيڪيٽو جي پوسٽ تي آهيان. جيڪو ڪٺجي سٺجي ملي ٿو، اُن مان گهر جي پورت مسين مسين ٿي ٿئي. هيترا لک مان ڪٿان ٿو آڻي سگهان؟ جنهن ڳالهه تي اسان جو اختيار ڪونهي ته پوءِ اسان بيوس آهيون. ته پوءِ اسان ڇا ٿا ڪري سگهون؟"

"پر توهان جا هيترا لکاپتي دوست آهن، اُنهن کان مدد وٺي سگهو ٿا. آخر آپدا ويل دوست ڪم نه ايندا ڇا؟" ريڪا ڪيس ورجايو.

دليپ ريڪا کي سمجهائيندي چيو، "ڏس ريڪا ڊارلنگ ڪجهه سمجهدار ٿي. ڪوبه دوست مطلب ڪانسواءِ لکين رپيا ڇو ڏيندو. باقي پنجن ڏهن هزارن جي ڳالهه نرالي آهي. جيڪي دوستيءَ طور ڪڏهن به وٺي ۽ واپس ڪري سگهجن ٿا."

ڏکي لحظي ۾ ريڪا چيو، "ڇٻ فند وارا جيڪڏهن بابا جا ٻه لک رپيا هڙپ نه ڪن ها، ته باغ کي بچائڻ سولائيءَ سان ممڪن هو. بابا پنهنجي سڄي موڙي ڇٻ فند ۾ اِن مُراد سان سيڙائي ڇڏي ته هڪ نه هڪ ڏينهن هو مارواڙي وٽ گروي رکيل پنهنجي زمين کي ڇڏائي سگهندو. پر ڇٻ فند وارا راتو رات پنهنجا بسترا گول ڪري سوين ماڻهن جي اکين ۾ ڌوڙ جهونڪي فرار ٿي ويا."

دليپ ريڪا کي دلاسو ڏيندي چيو، "هاڻ گذريل کي ياد ڪرڻ مان ڪهڙو سود؟ جيڪو اڄ ناهي، اُن کي ياد ڪري من کي ڏکي ڇو ٿي ڪرين؟"

ريڪا ڇٹني پٽن مٿان من ئي من ۾ لعنت وڌي جو جن ماڻٽن کين پڙهائي لکائي وڏو ڪري لائق بڻايو، اُڄ اهي ماڻٽن طرف پنهنجو فرض وساري اُنهن کان مُنهن موڙي ويٺا آهن. هو جيڪڏهن چاهين ها ته چار ئي ملي باغ کي بچائي سگهن ها.

ريڪا ماءُ کي دلداريءَ جو خط لکيو. جنهن جو هڪ هڪ لفظ بي معني هو، اِن خط سان نه چوئٿرام کي دلاسو ٿي مليو، نه ئي ماڻس دياونتي کي. چوئٿرام ورندي خط ۾ لکيو. قرضن جا ڪوٽ چڙهيل آهن. اسان ڇا ڪريون؟ ڪجهه به سمجهه ۾ نٿو اچي. هنن ڇٹن ئي نالائقن اسان کي وساري ڇڏيو آهي. ماڻهين جي طبيعت به هاڻي ٺيڪ نٿي رهي. مان ته ڪجهه به سوچي نٿو سگهان. ڪڏهن ڪڏهن زهر کائڻ جو خيال ايندو آهي، پر ماڻهين جي حالت ڏسي همٿ جواب

ڏيئي ويندي آهي. دليپ ڪان لڪائي ريڪا وٽ جيڪا خانگي سيونگ هُئي، اُها هُن ماءُ وٽ موڪلي، پر اِن سان بہ سندس مائٽن جون پريشانيون ۽ تڪليفون ڪونہ گھٽيون.

ريڪا عاجزيءَ وچان سائين بابا ۽ گرو بابا کي پرارٿنائون ڪيون. پر ٻنهي باباڻن جي ڪنن تائين اُهي پرارٿنائون ڪونہ پهتيون. جيڪڏهن پهتيون بہ هُجن تہ اُنهن سرڪاري آفيسرن جيان ريڪا جو عرض ڪونہ اگهايو. نتيجي ۾ ماٿس هارٽ جي مريض بڻجي ويئي. مائٽن وٽان هر اِيندڙ خط ريڪا جي دل ۾ طوفان ڪڙو ڪري ڇڏيندو هو، سندس سڄي وجود کي ڏونداڙي ڇڏيندو هو.

آخر تار آئي. ماٿس چنتائن، پريشانين ۽ ڏکن ۾ دم ٽوڙي ڇڏيو.

چوئٿرام جي حالت ڏسڻ وٽان هُئي. هو پتنيءَ جي مرتڪ سرير اڳيان مٿو زمين سان پٽڪي پٽڪي چئي رهيو هو، "مون کي بہ پاڻ سان گڏ وٺي هل ديا! منهنجو هاڻ هن دنيا ۾ ڪير آهي؟ ڪير آهي، جيڪو منهنجي سنڀال لهندو؟" پاڙيوارن ۽ پنهنجن چوئٿرام کي گهڻو ئي سمجهايو، پر چوئٿرام تيستائين ماٺ نہ ڪئي، جيستائين سندس مٿي مان رت وهي نہ نڪتو. پوءِ هو گم سُم ٿي، هڪ ڪنڊ جهلي ويهي رهيو. چئني ڀائرن کي ريڪا ماءُ جي موت بابت تارون ڪيون. آميريڪا مان شيام ۽ پئرس مان رويندر پهتو.

ماٿس جو مساڻ ۾ اَنتم سنسڪار ڪيو ويو. چتا جلي رکہ بہ نہ ٿي هُئي جو ماٿس جي زيورن ۽ گهر وکٽي ملڪيت جي بٽواري جي ڳالهہ نڪتي. پنجن حصن موجب چئني ڀائرن جي حصي ۾ اٽڪل ۷۰ - ۷۰ هزار رپيا آيا ۽ ۷۰ هزار چوئٿرام جي حصي ۾ آيا. ريڪا کي چيو ويو تہ بابا توکي شادي مهل سيڪُجهہ ڏنو آهي. ڪف پريڊ تي جيڪو فلئٽ توکي هڪ لکہ رپئي ۾ وٺي ڏنائون. اُن جو بزاري مُلهہ هينئر ڏهہ لکہ رپيا آهي، ريڪا ٻنهي ڀائرن اڳيان اُهڙي ڪُڇي جهڙي پت. ٻنهي ڀائرن جي لاپرواهيءَ بعد پٽس چوئٿرام کي پاڻ وٽ رهائڻ جي ذميواري ڪڻڻي پيئي. چوئٿرام ضد تي اَڙيو، تہ مان هي ڳوٺ نہ ڇڏيندس پر ريڪا ۽ دليپ جي زور بار اڳيان ڪيس جهڪڻو پيو.

ڪف پريڊ جي ستين ماڙي تي رهندي رهندي چوئٿرام کي گهٽ اُوسائ ٿيڻ لڳي. شروعات جا ڪُجهہ ڏينهن تہ باغيچي ۽ پتنيءَ جو نالو وٺندي ڪلاڪن جا ڪلاڪ روئندو رهيو. ڌيءَ جي دلاسي تي آخر چوئٿرام کي هوش آيو. هتي جي ٽرئفڪ ۽ سگلنن کان چوئٿرام ڊڄندو هو. آخر هڪ ويچار چوئٿرام جي ذهن ۾ وچ جيان چڪميو. آخر هڪ ڏينهن بزار وڃي هن ڇهہ ڪُنڊيون آنديون جن ۾ سورج مکي، گلاب، چميلي، موتئي جا ٻوٽا پوکيائين. نيم انوسار پاڻي ڏيڻ سان ٿوري وقت ۾ ڪُنڊين ۾ گل اُڇي ويا. جيڪا ٻارن لاءِ وندر ٿي پيئي. ونيتا ۽ چنٽو ناني سان هري مري ويا. پر جڏهن ٻوٽا وڌيا تہ مڇر بہ وڌيا. دليپ جي راتين جي ننڊ بہ خراب ٿيڻ لڳي.

هڪ صبح جو چوئٿرام ٻوٽن کي پاڻي ڏيئي رهيو هو. تڏهن دليپ لڳہ ڀڳہ چلائيندي چيو، "بابا هي شهر آهي، توهان جو ڳوٺ ڪونهي. جتي اوپن سپيس هُجي، اتي گل - ٻوٽا لڳائي سگهجن ٿا. هُنن سان ٻارن جي ۽ اَسان جي صحت تي اَثر ٿئي ٿو."

چونڊرام پاڻوهہ وچان چيو، "بابل! مان تہ پنهنجي ڳوٺ ۾ سُکي ڦُٿس توهان زوري[1] گهيلي مون کي هتي آندو آٿو. جيڪڏهن هينئر مون کي بوجهو ٿا سمجهو، تہ مان اَڄ ئي هليو ٿو وڃان ڳوٺ ۾."

دليپ لجي ٿيندي چيو، "منهنجو مطلب اِهو ڪونہ هو بابا! توهان کي باغ جو ايترو ئي شونق آهي تہ مان بہ ايشور کي چئي ٿو ڇڏيان اهو روزانو توهان کي هئنگنگ گارڊن مان گهمائي ايندو."

چونڊرام عاجز نوع ۾ چيو. "بابل،. هاڻ مان توهان جي رحم ڌرم تي آهيان. سڳا پٽ ئي حڏهن پنهنجا نہ رهيا، تون تہ پرائو پٽ آهين. نيٺ بہ ناني آهين توکي ڪهڙو ڏوهہ ڏيان؟"

دليپ چيو، "آءِ - ايم ساري بابا! مون توهان جي دل کي ڏکويو."

چونڊرام آنسون پيندي چيو، "بابل! مان اَڄ ئي ٿو اِنهن ٻوڙن کي هتان هٽايان."

ريکا ان وقت ڪچن ۾ هئي. ناني ۽ سهري جي گفتگو کان اڻواقف هئي.

ان شام جو چونڊرام گهر ڇڏيو. وري واپس نہ موٽيو. دليپ کي گناهہ جو اَحساس ٿيڻ لڳو. دليپ ڏوفاري حيان ريکا اڳيان قبوليت ڏني. "بابا، گهر ڇڏيو تنهن لاءِ مان ذميوار آهيان. صرف گلن ٻوٽن پوکڻ تي اعتراض ورتو هو."

ريکا ڏکہ جي ساگر ۾ ٻيون ڏيڻ لڳي. پوليس اِسٽيشن تي شڪايت لکائي ويئي. اَخبارن ۾ چونڊرام جي لاپتا ٿيڻ بابت اِشتهار ڏنا ويا ۽ فوٽو ڇپايا ويا. ٽيليوزن تي هن کي "ڏٺو ٿا " پروگرام ۾ چونڊرام جا فوٽا بہ ڏنا ويا.

ڳوٺ مان بہ پُڇا ڳاڇا ڪئي ويئي، پر چونڊرام هر هنڌان لاپتا ۽ گم شدا هو. جڻ ڌرتي ڪيس جيئري ڳرڪائي ڇڏيو هو. ريکا دليپ کي اڪثر چوندي هئي، توهان بابا کي جيئري رولي رکيو. مان زندگي ڀر اِن لاءِ توکي معاف ڪونہ ڪنديس. دليپ جي گناهہ جو اَحساس اَڃا بہ وڌندو رهيو.

وقت گذرندو رهيو. وقت آهستي آهستي زخمن کي ڀرڻ شروع ڪيو. هڪ ڏينهن دليپ جي پاڙيسري پرمانند چيو، "مان لوناوالا ۾ ٻُڍا آشرم ۾ پنهنجي چاچي سان ملڻ لاءِ ويو هُئس اتي توهان جي سهري جي شڪل جهڙو ماڻهو ڏٺم."

بس ان سڳہ ملڻ سان دليپ ريکا ۽ ٻارن کي وٺي لوناوالا جي ٻُڍا آشرم ۾ پهتو.آفيس مان پُڇا ڳاڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو تہ چونڊرام باغيچي ۾ آهي.

باغيچي ۾ پهچي ريکا ۽ دليپ ڏٺو. چونڊرام زمين کوٽي رهيو آهي. ٻنهي سڏيو، "بابا چونڊرام ڪنڌ مٿي ڪنيو ۽ اَجنبي نگاهن سان کين گهورڻ لڳو.

"بابا توهان اَسان کي بنا ٻُڌائڻ جي هليا آيا. اَسان کان ڪا غلطي ٿي هُجي تہ معاف ڪري هاڻ هلو پنهنجي گهر."

"ڪهڙو گهر ؟" چونڊرام چيو، "توهان کان ڪابہ غلطي ڪونہ ٿي آهي. گهر - گهر."

"ها اَسان جي گهر." ريکا ۽ دليپ چيو.

"بابلا هو توهان جو گهر آهي، هي منهنجو گهر آهي، زندگيءَ جا باقي ڏينهن مان گلن ۾ ٻوٽن سان گهارڻ چاهيان ٿو. هتي مون کي مانسڪ سڪوُن ملي ٿو. هتي ئي مان پنهنجو آخرين ساهه ڇڏيندس."

دليپ ۽ ريکا ۽ ٻارن جي گهٽي زور پرڻ تي به چوئٿرام نه مُڙيو.

چوئٿرام چيو، "جڏهن توهان کي منهنجي ياد اَچيو، ته منهن پائي وڃجو." اُن چوڻ بعد چوئٿرام زمين کوٽڻ کي لڳي ويو. ريکا - دليپ ٻارن سان ڄڻ سندس کو رشتو نه هو.

اُهي کيس تپرس وچان تڪيندا رهجي ويا.

120\114,\Mulund Colony
BOMBAY-400082.

# روشنيءَ جو سوداگر

پدم راج ڏيودت شرما

ڏياريءَ کان هڪ ڏينهن اڳ اها ڦٽاڪيدار فضا ۽ روشن رات مونکي ياد آهي جڏهن مان پنهنجي ٽانون، ڏيئن، مٽکن، هٽڙين ۽ مٽيءَ جي پتلن جي پڙي لڳائي وڪري لاءِ ويٺو هوس.

اُها ڪنيرن جي بزار آهي. ديوي ديوتائن اِنسانن ۽ ساهوارن جا پتلا ڪاريگرن جي ڪلا جو ڪمال پيش ڪري رهيا هئا. هن مردا مٽيءَ کي، جنهن کي ٻي ڳنڍکي ۽ ٻي لحاظ اَسين پيرن سان لتاڙيندا وجون ٿا، اُها ڪاريگرن جي هٿن جي هنر سان چمڪي ڪيڏي نه ڪرامت ٿي ڏيکاري. اُن هوند مان هوند ڪري ڇڏي، ٻي جان ۾ جان وجهي ڇڏي، ٻاروتن جي پينگهي کان وٺي، جنازي تائين سڄو مٽيءَ جو ته کيل آهي ۽ اسين ڪنير اُن راند جا اَهم رانديگر آهيون. کيل هلندو رهندو. کلاڙي بدلجندا رهندا. اُن وقت بزار ۾ اَچانڪ ڏاڍو هُل مچي ويو، واڪو واڪاڻ چانئجي ويئي، ٽاڪورو مچي ويو، ڄڻ ڪو خونخوار جانور اچي ويو هجي.

مان اَنڌو آهيان!

مرف ڪنن سان ٻڌي سگهيس ٿي. ماڻهن جي ڀاڄ مان اَنداز لڳائي نه سگهيس ته ماجرا ڇا آهي؟ ڪنهن ڀجندڙ واٽهڙوءَ واڪو ڪري مونکي آگاهه ڪيو. "اَڙي اَنڌو آهين ڇا؟ ڏسين ڪين ٿو ته بزار ۾ ٻه ٻئل تاوَ ۾ وڙهي رهيا آهن، ڪڻ سامان ڀڄ!"

مون۱ مونکي پڙي لڳائڻ ۽ سيڻن ۾ منهنجي نئين پڻ جي ساٿڻ راڌا اچي وامر ڪندي ٿي.
ھڪ مان اٿدو ٻيو اڪيلو جيسن پاڻ سنڀالي سامان سميٽڻ جي ڪيان ٿي ڪيان تہ پريان ڪنيرن
جي دڪين، هنڙين دانگين دلن، ڏٻن جي پڇڻ جا پراڻ پوڻ لڳا. ڊگهن جي شوخ ويڙهہ، ڪراڙي
سڱن بازي ۽ ناسن مان نڪرندڙ تيز ساهن جا آواز ڪنن تي پوڻ لڳا. اِن مالڪ جي اِها نرالي رمز
آهي تہ جي ھڪ حواس يا عضوو ضعيف يا غيرعملي آهي تہ اُن جي قوت ٻين حواسن يا عضون
کي پاڻيهي پهچي ٿو. منهنجيون اکيون اٿديون آهن پر ڪن ۽ ٻيا حواس سرل آهن. مان اُيان
پنهنجي پڙي سنڀاليان ٿي سنڀاليان تہ ڊگهن جي سنبن جو آواز ۽ ناسون ڦوڪاري وڙهڻ جو غلغلو
منهنجي پڙي تائين پهچي ويو ۽ ھڪ ٻلل جو پير منهنجن ڏيڻن جي ڍير ۾ وڃي پيو. ھڪ ٿي
ڏماڪي سان ڪيترا ڏيئا ڀڃي ٺڪريون ٿي پيا. اُن ويڙهہ ۾ مان حيڪر چٽجي وڃان! مونکي پتو
ٿي نٿي پيو تہ ڪٿي وڃان، ڇا ڪيان؟

تڏهن اُچانڪ ھڪ ماڻهو۱ مونکي ڇڪي پاسيرو ڪيو ۽ جنهن ڊگهي منهنجي ڏيڻن ۾ پير وڌو
هئو تنهنکي پنهنجي ڏنڊي جي سٽڪن سان پاسيرو ڪيائين. پر ڪٿي تي مچيو اُنهن تاوَ ۾ آيل
مست ٻلن.

هن پنهنجي ڪتي کي هڪل ڪري چيو، "ٽائيگر! ٽائيگر! ڇوو ......ڇوو ......ڇوو."

هن شخص جيڪا اُسانجي مدد ڪئي اُن لاءِ سڄي بزار هن کي آفرين ڏيڻ لڳي. ڪنهن چيو،
هي ڪو خدائي خدمتگار آهي جنهن سر جو سانگو لاهي اچي اسانجي مدد لاءِ پيرو ٿيو. ٻلن کي
بزار مان ڀڄائي ڇڏيائين.

پوءِ هن مونکي ڏڍ ڏيندي چيو بابا! فڪر نہ ڪر، مالڪ جي فضل سان رهجي آئي پر توکي
بہ پنهنجو ڌيان ڏيڻ کپندو هئو. هوڙي ويڙهہ ڏسي سامان سميٽڻ کپندو هو.

"سائين! اوهانجو چوڻ بجا آهي، پر مان ڇا ٿي ڪري سگهيس" مون وراڻيو.

اُن وقت اوندهہ تي ڇڪي هئي هو ڏسي نہ سگهيو تہ ڪو مان اٿدو آهيان. اِن ڪري ورجائي
چيائين، "بٽ! توکي پنهنجو پورو ڌيان رکڻ کپندو هئو."

منهنجي چهري تي ٿلل مسڪراهٽ اُچي ويئي جواب ڏيندي چيم."سائين! مان اٿدو آهيان.
مان ڇا ٿي ڪري سگهيس؟"

سنڌس منهن مان رڙ نڪري ويئي "توں سورداس آهين؟" پوءِ ھڪ منٽ لاءِ ماٺائي ڇانئجي
ويئي. شايد هن کي پنهنجي ڀل تي پڇتاءُ ٿيو ۽ مون تي ترس آيو. هن سماج جي نظام ۾ ھڪ
اٿدو ترس ڪٿل جوڳو تہ آهي! ڪو اُنڌن جي مدد نٿو ڪري!! هرسال "اُنڌن جو ڏينهن " ملهائي
ڪري، اُنهن کي ھڪ صف ۾ بيهاري هنن جي قسمت تي ڪهل ڪئي وڃي ٿي، اُرمان پريا اکر چئي
هنن جي احساس ڪمتري۱ کي ليڪيو وڃي ٿو.

پاڻ سنڀاليندي هن چيو، "تنهنجي ڳالهائڻ ٻولهائڻ، تهارڻ ۽ اٿڻ وهڻ مان اِئين اُمل نٿو

محسوس ٿئي ته تون سورداس آهين!"

ايتري ۾ راڌا ڊوڙندي آئي. هن ڏاڍي پيار سان منهنجي سڄي بدن تي هٿ گهمائي جڻ پڙتال ڪئي ته مان سالم بدن آهيان يا نه! پوءِ چيائين، "بزار ۾ ڳُل هئو ته ڪشني ڪي بئلن لتاڙي ڇڏيو."

مون ڪيس سربستي ڳالهه ٻڌائي. هن جي اکين ۾ آب آٿي ۽ هوءِ صاحب جي پيرن تي ڪري سندس شڪرانا مڃڻ لڳي. پنئي رنائين ۽ شڪرانا مڃائين. صاحب جون اکيون پرجي آيون. اسان ٻنهي کي کٽي پاڪر ۾ پريائين. سندس ڪتو خوشيءَ مان پڇ لوڏائي "ڪون ڪون - ڪون" ڪرڻ لڳو

پوءِ مون سندس پهرين سوال جو جواب ڏيندي چيو "مان سورداس آهيان، پر جنم کان سورداس نه آهيان. مان سڪول ۾ پڙهندو هوس. راڌا مونسان پڙهندي هئي. اَسانجي مائٽن نندي هوندي ئي اَسانجي شاديءَ جي پڪ ڪئي هئي، پر پوءِ مونکي ماتا نڪتي جنهن ۾ اکين جي روشني هلي ويئي.

راڌا وچ ۾ اُتاولائي سان سوال ڪيو "بابوجي! ڪشن جو علاج ٿي نه سگهندو ؟."

مون پنيرائي ڪندي چيو، "مون هن سنهري سنسار جي سڄه چنڊ کي ڏٺو آهي، چانڊوڪي رات جي چلڪاڻ کي ڏٺو آهي، تارن جي محفل کي ڏٺو آهي، ڪتين کي ڪر موڙيندي ڏٺو آهي. اُيرندڙ سج جي سونهري ڪرڻن کي سمنڊ جي شفاف پاڻيءَ جي سطح جي مٿان سونهري چادر وڇائيندي ڏٺو آهي. مٽيءَ مان نهندڙ رنگين رانديڪن کي ڏٺو آهي، پوپٽن جي گوناگون رنگن کي ڏٺو آهي، مندن جي سرگس کي هڪ ٻئي پٺيان رونق ڦهلائيندو ڏٺو آهي، راڌا جي انگ انگ کي ڏٺو آهي. سندس من جي ڪوملتا، تن جي سونهن کي ڏٺو آهي، مون ڳوٺ جي سڪول کي ڏٺو، جاگرافيءَ جي ائٽلس کي ڏٺو آهي. سڪول جي ڪتابن کي پڙهيو آهي...."

راڌا موقعي جي نزاڪت جو جائزو وٺندي چيو، "بابوجي! ڪشن مون سان گڏ پڙهندو هئو ۽ هميشه پهريون نمبر اِيندو هئو...."

مون راڌا جي وچ ۾ ڳالهائيندي چيو "زندگيءَ جا گهڻئي سپنا ڏنا هئم، سي اڌورا رهجي ويا. مان اَنڌو ٿي پيس، پيءُ ماءُ چالاڻو ڪري ويا ۽ راڌا جي پيءُ اسانجي شادي ڪرائڻ کان اِنڪار ڪري ڇڏيو."

راڌا سڏڪا ڀريندي چيو، "مان ڦاهو کائيندس پر ٻئي ڪنهن سان شادي نه ڪندس"

"راڌا جو پيءُ واڻئي جي قرمن هيٺ دبيل آهي، هو هاڻي راڌا جي شادي اُن ٻڍي سان ڪرائڻ ٿو چاهي. "

هن مونکي ڳراٽري پائي چيو، "الڪو نه ڪر. تنهنجي شادي ته راڌا سان ئي ٿيندي. اَيامن کان راڌا جي شادي ڪرشن سان ئي ٿيندي آئي آهي."

مونکي لڳو ته اڄ اِهو پهرينءُ ئي شخص هو جنهن سان مون دل کولي ڳالهيون ڪيون هيون،

سو ہہ پھرین، ٹي ملاقات ۾. هن جي شخصيت ۾ مقناطيسي ڪشش هئي. ڳالهايائين ٿي ته چڻ پيار جي برکا ٿي ڪيائين. منهنجي جذبات جي سمنڊ ۾ طوفان اچي ويو هئو. مان هن جا پير پڪڙڻ لاءِ هيٺ جهڪيس، پر هن مونکي پڪڙي ڇڏيو.

چيائين" اِن جي ڪا ضرورت ڪونهي، پر جيڪڏهن تنهنجي اکين جي روشني هجي ها ته راڌا جا ماءُ پيءُ توکي قبول ڪن ها ؟"

مون ڪنڌ لوڏي هاڪار ڪئي.

مونکي مٿي تي هٿ رکي چيائين، "جند پير تنهنجون آسون پچائيندو."

مون ڪيس چيو، "سائين مون انڌي سان چو ٿا ٺٺوليون ڪيو. منهنجي حال تي مونکي جيڻ ڏيو. سائين اوهانکي هزار نعمتون ڏئي باقي مان اکين کان اڳهو، ديد جو محتاج. حيڻ تيڻ ڪري ڏينهن ڪٽيندس، پر جي راڌا جو وهانءُ ڪنهن ٻئي سان ٿي ويو ته مان جي نه سگهندس."

اسانجي ڳالهين جو سلسلو ٽٽي پيو، جو اُن جي گهرواري بيو سامان وٺي اُچي پهتي. سيني شين جا اگهه پڇائين. مونکي خبر نه هئي ته هوءَ ڪا سندس زال آهي، اِن ڪري ڪيس پنهنجا واجبي اگهه گراهڪي نموني ٻڌايم. بابوجي به نه ڪڇيو. "ڪڪا! ڪجهه رعايت ڪر تنهنجي هر شيءِ جا اگهه ٻين دڪاندارن جي اگهن حي ڀيٽ ۾ وڌيڪ آهن."

چيومانس، "اَمڙ! منهنجي مال جي خوبي ٿي نرالي آهي."

بابوجيءَ چيو، "ڏيئا ڏيئن جهڙا، هڙيون هڙين جهڙيون، خاص وري ڪهڙي خوبي آهي؟"

"سائين! منهنجا ڏيئا سڌي تري وارا آهن. انهن کي چڪ مان ڪڍڻ وقت صحيح طرح ڌاڳو لڳائي ڪٽيو ويو آهي. آهي هوا ۾ نه ڪرندا، نه لڏندا ۽ نه لاٽين ۾ ڏنگا ڦڏا نظر ايندا. سڀ هڪ سريڪا آهن."

اَمڙ چيو، "ہ ڏينهن ڏيئا ٻارڻا آهن. خير تون اُهڙيون باريڪ ڳالهيون ڏسي؟"

پر بابوجيءَ وري پابوہ سان چيو، "ڪشنا! ٻيون ڪهڙيون خوبيون آهن ؟"

لڳو ٿي ته بابوجيءَ کي هر ڳالهه ڳوڙهائي ۽ باريڪيءَ سان ڏسڻ جي عادت هئي. مون چيو، "اوهان جو چوڻ صحيح آهي ته اڄ ڪالهه ڪنهن کي وقت آهي هن مردا مٽيءَ حي ڦانون ۽ ڏيئن جي خوبين ۽ ڪڏ کي پرکڻ جو. پر تنهن هوندي به منهنجو عرض آهي ته منهنجا ڏيئا تمام سٺي چيڪي مٽيءَ جا ٺهيل آهن ۽ چاڪان ته سندن مٽيءَ جي سٺي جنس آهي، ان ڪري ايترو تيل نه پيئن. سادا ڏيئا وٽ کي تيل پهچائڻ بدران ڪيترو تيل ته پنهنجي سوراخن ۾ پيئندا ويندا آهن. منهنجي ڏيئن جو منهن اُهڙي طرح ٺهيل آهي جو وٽ منهن تي مضبوطيءَ سان ٽڪيل هوندي آهي ۽ آخر تائين صحيح طرح ٻرندي رهندي آهي. منهنجا مٽڪا سرديءَ ۾ ٺاهي رکيا ويا آهن ان ڪري پڪا آهن جي وقت پچائڻا به ڦڪا نه ٿين. مان ڏيئا ٺٺو وڪڻان مان روشني وڪڻان ٿو. جنهن

روشنيءَ کان مان وانجهيل آهيان، اها روشني وڪڻان ٿو."

اجان تائين مونکي ڪل نہ پيئي تہ هوءَ ڪا سندس زال آهي.

بابوجيءَ چيو، "ڀاڳوان! مونکي سڀ سامان هن کان ئي ورتو آهي. ٻن چئن رپين سان ڇا فرق پوندو. اسانکي هڪ انسان جي ڪلا جو قدر ڪرڻ کپي."

مون محسوس ڪيو تہ ٻئي زال مرد ئي آهن. معافي وٺي پل بخشايم سڀ ڪجھ بنا پئسن جي ڪيڏي سندن اڳيان رکيم.

چيائين، "هي روشنيءَ جا سوداگر! حساب ۾ ٻہ پائر ٿيون ليکو مان پئسي بنا ڪجھ ٻہ نہ کڻندس. پر روشنيءَ جو سوداگر ڪير آهي، خريدار ڪير آهي اِهو تہ خدا جي ڪاڳر ۾ لکيل آهي. بندي کي کهڙي توفيق جو غنب ۾ هٿ وجهي ڏسي.

گهٽي ئي نيزاريون ڪيون مان، پر پئسا پورا چڪائي پوءَ سامان کنيائون.

اُن ڪانپوءَ اسانجو بابوجي ۽ سندس زال سان گهرو رستو ٿي ويو. اِها بہ خبر پيئي تہ هن کي اولاد نہ هئو. پنهنجي ڀائٽين جي پڙهائي تي خوب خرچ ڪيو هئائين. سرڪار ۾ هو رواجي ڪلارڪ مان وڌي وڌي ڊپٽي سيڪريٽريءَ جي عهدي تائين پنهنجي محنت ۽ اورچائي سان پهتو هو. راڌا ۽ مان وٽن ايندا ويندا هئاسين. اسين سرڪاري زمين کي ولاري هٿ هلائيندا هئاسين. نگر وڪاس نگم جا ڪارپرداز اسانکان رشوتون بہ وٺندا هئا، ڪڏهن ڪڏهن چالان بہ ڪندا هئا، مفت ۾ مال وٺي ويندا هئا. بي رخيءَ ۽ بد فضيلت سان ڳالهائيندا هئا. بابو صاحب عدالت ۽ سرڪار تائين اسانجي پيرويءَ جو اِنتظام ڪيو ۽ آخر اَسانجي ائسوسئيشن ٺهرائي اسانجي جائز حقن ۽ گهرن کي تسليم ڪرائي سرڪار کان زمين تقسيم ڪرائي، بئنڪ کان مالي مدد ڏياري دڪان ٺهرائي ڏنائين. دڪانن ٺهڻ بعد اسان اُن بزار جو نالو بابوجيءَ جي نالي تي رکڻ ٿي چاهيو. پر پاڻ هڪ بہ نہ ٻڌائين. اسانجي بزار جي عهديدارن دليل ڏيندي چيو، "توهين هاڻي نوڪريءَ مان رٽاير ٿيا آهيو اِن ڪري سرڪار طرفان بہ اَعتراض نہ ٿيندو جيڪڏهن بزار جو نالو توهان جي نالي تي رکيو وڃي."

نہ پهہ جواب ڏنائين، "مون پنهنجي نالي لاءِ اوهانکي مدد نہ ڪئي آهي". بزار جي عهديدارن آڇ ڪيس تہ ٻہ ٽي دڪان اوهين پنهنجي نالي بي نامي درج ڪرايو يا پنهنجي ڀائٽين کي ڏياريو. چيائين، "اِن جي معني تہ توهان پنهنجي بابوجيءَ کي اَجان نہ سڃاتو آهي."

ٻين عهديدارن جي چوڻ تي مون ۽ راڌا بابوجيءَ تي زور آندو تہ هو ڪي دڪان ڪٽي ڇاڪاڻ تہ بزار ٺهڻ ڪري دڪان جي قيمت ۾ تمام گهڻو اِظافو ٿي رهيو هو. ڏک ۾ چيائين، "ڪشنا اهي ماڻهو تہ مونکي ڪونہ سڃاڻن پر تو بہ مونکي نہ سڃاتو. ٻين جي چوڻ جو مونکي ڪوبہ ڏک نہ آهي پر تنهنجي چوڻ جو مونکي ضرور ڏک ا"

بابوجي مهان هو !!

سو ٻه ڀيرينءَ ٿي ملاقات ۾، هن جي شخصيت ۾ مقناطيسي ڪشش هئي. ڳالهايائين ٿي ته ڄڻ پيار جي برکا ٿي ڪيائين. منهنجي جذبات جي سمنڊ ۾ طوفان اچي ويو هئو. مان هن جا پير پڪڙڻ لاءِ هيٺ جهڪيس، پر هن مونکي پڪڙي ڇڏيو.

چيائين" اِن جي ڪا ضرورت ڪونهي، پر جيڪڏهن تنهنجي اکين جي روشني هجي ها ته راڌا جا ماءُ پيءُ توکي قبول ڪن ها ؟"

مون ڪنڌ لوڏي هاڪار ڪئي.

مونکي مٿي تي هٿ رکي چيائين، "جند پير تنهنجون آسون پڄائيندو."

مون کيس چيو، "سائين مون انڌي سان ڇو ٿا ٺٺوليون ڪيو. منهنجي حال تي مونکي جيئڻ ڏيو. سائين اوهانکي هزار نعمتون ڏني باقي مان اکين کان اگهو، ديد جو محتاج. جيئن تيئن ڪري ڏينهن ڪٽيندس، پر جي راڌا جو وهانءُ ڪنهن ٻئي سان ٿي ويو ته مان جي نه سگهندس."

اسانجي ڳالهين جو سلسلو ٽٽي پيو، جو اُن جي گهرواري ٻيو سامان وٺي اُچي پهتي. سيني شين جا اگهه پڇيائين. مونکي خبر نه هئي ته هوءَ ڪا سندس زال آهي. اِن ڪري کيس پنهنجا واجبي اگهه گراهڪي نموني ٻڌايم. بابوجي ٻه نه ڪڇيو. "ڪڪا! ڪجهه رعايت ڪر تنهنجي هر شيءِ جا اگهه ٻين دڪاندارن جي اگهن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ آهن."

چيومانس، "اَمڙ! منهنجي مال جي خوبي ئي نرالي آهي."

بابوجيءَ چيو، "ڏينا ڏيئڻ جهڙا، هڙيون هڙين جهڙيون، خاص وري ڪهڙي خوبي آهي؟"

"سائين! منهنجا ڏينا سڌي تري وارا آهن. انهن کي چڪ مان ڪڍڻ وقت صحيح طرح ڏاڳو لڳائي ڪٽيو ويو آهي. اهي هوا ۾ نه ڪرندا، نه لڏندا ۽ نه لاٽين ۾ ڏنگا ڦڏا نظر ايندا. سڀ هڪ سريڪا آهن."

اَمڙ چيو، "ٻه ڏينهن ڏينا ٻارڻا آهن. ڪير ٿو اَمڙيون باريڪ ڳالهيون ڏسي ؟"

پر بابوجيءَ وري ٻاپوهه سان چيو، "ڪشنا! ٻيون ڪهڙيون خوبيون آهن ؟"

لڳو ٿي ته بابوجيءَ کي هر ڳالهه گوڙهائيءَ ۽ باريڪيءَ سان ڏسڻ جي عادت هئي. مون چيو، "اوهان جو چوڻ صحيح آهي ته اُڄ ڪالهه ڪنهن کي وقت آهي هن مردا مٽيءَ جي ٿانون ۽ ڏيئن جي خوبين ۽ ڪلا کي پرکڻ جو. پر تنهن هوندي ٻه منهنجو عرض آهي ته منهنجا ڏينا تمام سٺي چيڪي مٽيءَ جا ٺهيل آهن ۽ چاڪاڻ ته سندن مٽيءَ جي سٺي جنس آهي، ان ڪري ايترو تيل نه پيئن. سادا ڏينا وٽ کي تيل پهچائڻ بدران ڪيترو تيل ته پنهنجي سوراخن ۾ پيئندا ويندا آهن. منهنجي ڏيئن جو منهن اَهڙي طرح ٺهيل آهي جو وٽ منهن تي مضبوطيءَ سان ٽڪيل هوندي آهي ۽ آخر تائين صحيح طرح ٻرندي رهندي آهي. منهنجا مٽڪا سرديءَ ۾ ٺاهي رکيا ويا آهن ان ڪري منجهن اِها خصوصيت آهي ته گرميءَ جي مند ۾ پاڻي تمام ٿڌو رهين. منهنجي مورتن جا رنگ پڪا آهن جي وقت پڄاڻا ٻه ڦڪا نه ٿين. مان ڏينا نٿو وڪڻان مان روشني وڪڻان ٿو. جنهن

روشنيءَ کان مان وانجهيل آهيان، اُها روشني وڪڻان ٿو."

اجان تائين مونکي ڪل نہ پيئي تہ هوءَ ڪا سندس زال آهي.

بابوجيءَ چيو، "ياڳوان! مونکي سڀ سامان هن کان ئي وٺڻو آهي. ٻن چئن رپين سان چا
فرق پوندو. اسانکي هڪ انسان جي ڪلا جو قدر ڪرڻ کپي."

مون محسوس ڪيو تہ ٻئي زال مرد ئي آهن. معافي وٺي پل بخشايم سڀ ڪجھ بنا پئسن جي
ڪڍي سندن اڳيان رکيم.

چيائين، "هي روشنيءَ جا سوداگر! حساب ۾ ڀي ياڻر تيون ليکو مان پئسي بنا ڪجھ بہ نہ
ڪٽندس. پر روشنيءَ جو سوداگر ڪير آهي، خريدار ڪير آهي اِهو تہ خدا جي ڪاڳر ۾ لکيل آهي.
بندي کي کهڙي توفيق جو غئب ۾ هٿ وجهي ڏسي.

گهٽي ئي نيزاريون ڪيون مان، پر پئسا پورا چڪائي پوءِ سامان کنيائون.

اُن ڪانپوءِ اسانجو بابوجي ۽ سندس زال سان گهرو رستو ٿي ويو. اِها بہ خبر پيئي تہ هن
کي اولاد نہ هئو. پنهنجي ڀائٽين جي پڙهائي تي خوب خرچ ڪيو هئائين. سرڪار ۾ هو رواجي
ڪلارڪ مان وڏي وڏي ڊپٽي سيڪريٽريءَ جي عهدي تائين پنهنجي محنت ۽ اورچائي سان پهتو هو.
راڌا ۽ مان وٽن ايندا ويندا هئاسين. اسين سرڪاري زمين کي ولاري هٽ هلائيندا هئاسين. نگر
وڪاس نگم جا ڪارپرداز اسانکان رشوتون بہ وٺندا هئا، ڪڏهن ڪڏهن چالان بہ ڪندا هئا، مفت ۾
مال وٺي ويندا هئا. بي رخيءَ ۽ بد فضيلت سان ڳالهائيندا هئا. بابو صاحب عدالت ۾ سرڪار تائين
اسانجي پيرويءَ جو اِنتظام ڪيو ۽ آخر اَسانجي ائسوسئيشن ٺهرائي اسانجي جائز حقن ۾ گهرن
کي تسليم ڪرائي سرڪار کان زمين تقسيم ڪرائي، بئنڪ کان مالي مدد ڏياري دڪان ٺهرائي
ڏنائين. دڪانن ٺهڻ بعد اسان اُن بزار جو نالو بابوجيءَ جي نالي تي رکڻ ٿي چاهيو. پر پاڻ هڪ
بہ نہ ٻڌائين. اسانجي بزار جي عهديدارن دليل ڏيندي چيو، "توهين هاڻي نوڪريءَ مان رٽاير ٿيا
آهيو اِن ڪري سرڪار طرفان بہ اَعتراض نہ ٿيندو جيڪڏهن بزار جو نالو توهان جي نالي تي
رکيو وڃي."

ٺهہ پهہ جواب ڏنائين، "مون پنهنجي نالي لاءِ اوهانکي مدد نہ ڪئي آهي". بزار جي
عهديدارن آڇ ڪيس تہ بہ ٿي دڪان اوهين پنهنجي نالي يي نامي درج ڪرايو يا پنهنجي ڀائٽين
کي ڏياريو. چيائين، "اِن جي معني تہ توهان پنهنجي بابوجيءَ کي اَجان نہ سڃاتو آهي."

ٻين عهديدارن جي چوڻ تي مون ۽ راڌا بابوجيءَ تي زور آندو تہ هو ڪي دڪان ڪٽي چاڪاڻ
تہ بزار ٺهڻ ڪري دڪان جي قيمت ۾ تمام گهڻو اِظافو ٿي رهيو هو. ڏکہ ۾ چيائين، "ڪشنا اهي
ماڻهو تہ مونکي ڪونہ سڃاڻن پر تو بہ مونکي نہ سڃاتو. ٻين جي چوڻ جو مونکي ڪوبہ ڏکہ نہ
آهي پر تنهنجي چوڻ جو مونکي ضرور ڏکہ!"

بابوجي مهان هو !!

جڏهن راڌا جي پيءُ پنسن جي مجبوريءَ ڪري راڌا جي شادي ڪسبي جي واٽيي سان ٿي ڪرائي ته هن پوليس ۽ عدالت ۾ درخواست ڏيئي شاديءَ جي ڪاروائي بند ڪرائي ته راڌا بالغ آهي ۽ ان جي مرضيءَ جي خلاف سندس شادي هڪ پوڙهي سان ٿي ڪرائي وڃي. ڳوٺ جي واٽيي مونکي گوندن ڪان مار کيڏائڻ جي سوچي، حملو به ٿيو جنهن ۾ بابوجي منهنجي مدد ڪري گوندن کي پوليس کان پڪڙائي جيل جي سزا ڏياري. مان ۽ راڌا بابوجيءَ جي مهربانين جي بار هيٺ دبيل رهياسين. راڌا اَمڙ کي وڃي کم ۾ مدد ڪرائيندي هئي پر مان اَندو چا ٿي چا ٿي ڪري سگهيس.

عرصو گذري چڪو.

مان دڪان تي ويٺو هوس. ٽائيگر پئون پئون.....ڪندو دوڙندو آيو هر گهڙيءَ منهنجي ڪپڙن کي ڇڪي ڇڻ اُٿي هلڻ لاءِ پيو چوي. اِئين محسوس ڪري رهيو هوس ته ٽائيگر روئي ڪيڪراٽ ڪري مونکي ڪڇ چئي رهيو آهي. هڪ بي زبان جانور هڪ اَنڌي کي ڪڇ چئي رهيو هئو. مونءِ ٽائيگر گهڻيي دفعا مونکي سڏ ڪرڻ ايندو هو پر اڄ هن جي آواز ۾ درد هو. مون دڪان بند ڪرڻ شروع ڪيو. ايتري ۾ راڌا رئندي اَچي پهتي، سهڪي رهي هئي. سندس منهن مان اکر نٿي اُڪليا

"ڪشنا ڪشنا - !"

"ڇا ٿيو راڌا ؟"

"ڪشنا ڪشنا - - - -" هوءَ وڌيڪ چئي نه سگهي.

"ٻڌاءِ ڇا ٿيو ؟"

"ڪشنا ظلم ٿي..." راڌا رئندي چيو "بابوجي - - -"

"بابوجيءَ کي ڇا ٿيو ؟" مون پڇيو

"بابو اَسانکي ڇڏي هليو ويو."

منهنجي پيرن هيٺان زمين نڪري ويئي. پنهنجي بي حاليءَ جو بيان نٿو ڪري سگهان، دل جي درد کي اوهان تائين آڻڻ ۾ اکر محتاج آهن. راڌا جو سهارو وٺي مابوجيءَ جي گهر تائين پهتاسين. جيئن جيئن گهر نزديڪ اچي رهيو هو تيئن تيئن راڌا ۽ ٽائيگر جي رئڻ جو آواز وڌي رهيو هو. اِئين لڳو ٿي ته حشام ماڻهن جا بيٺا هئا. راڌا مونکي بابوجيءَ جي پارٿو شرير تائين وٺي ويئي. ان ڪمري ۾ ٻين ماڻهن کي اَندر اچڻ نه ڏنو ويو هو. ڊاڪٽر جي ٽولي شايد پنهنجو ڪم پورو ڪري چڪي هئي. فضا جي خاموشيءَ کي ٽوڙيندي هڪ ڊاڪٽر چيو، "ڪرشن تنهنجو نالو آهي ؟"

مون ها ڪئي.

ڊاڪٽر وڌيڪ سمجهائيندي چيو، "بابو گلاب راءِ مرڻ کان اڳ پنهنجا نيتر - دان ڪيا هئا ؟

اکين جي اِسپتال ۾ ٻن شاهدن جي سامهون لکي ڏنو هئائين تہ سندس مرڻ کان پوءِ سندس اکيون عطرشن کي ڏنيون وڃن. اُن سان گڏ آپريشن جو پورو خرچ بہ جمع ڪرايو هئائين."

مون اوچنگارون ڏيئي رنو.

من کي پنهنجو پيءُ سمجهي وار ڏئم ۽ لنمبا ڏنم

مان اڄ سالم اکين وارو آهيان. راڌا سان منهنجي شادي ٿي چڪي آهي. بزار جو نالو "بابوجي بزار" رکيو ويو آهي، اَمڙ بہ آهي. سڀ ڪجھ ساڳيو آهي پر بابوجي نہ آهي. سياٺي ڏياري آهي. بزار ۾ گهاڪيمہ لڳي پيئي آهي.

سامهون اُمڙ اچي رهي آهي. اَمڙ چيو - "هي روشنيءَ جا سوداگر سياٺي ڏياري آهي مونکي ڏيئا کپن اهي ئي ڏيئا کپن جيڪي تنهنجي بابوجيءَ کي پسند هئا."

منهنجي اکين مان لڙڪ وهي آيا چيومانس، "اَمڙ اِئين نہ چوءُ!"

"چو ڪٿشنا ؟" اَمڙ سوال ڪيو

مون چيو، "اَمڙ تون سڀ ڪجھ ڄاڻين ٿي، مان روشنيءَ جو سوداگر نہ آهيان. روشنيءَ جو سوداگر تہ اسانکي ڇڏي هليو ويو."

مون ڏٺو اَمڙ جون اکيون آليون ٿي ويئون. هوءَ ڪجھ ڪچي نہ سگهي.

757, Sindhi Colony
Raja Park, Jaipur 302004

# گراٺ وڏيرو شخص

جينت ريلواڻي.

"توهان سنڌي آهيو اِهو خيال هجيم ها تہ جهويري ٻائيءَ کي اڳ ئي مون فون ڪرڻ وقت نہ چئي هجي ها."

منهنجي سوال جي جواب ۾ هُن پهلوُ نما عجيب جواب ڏنو.

هڪ ڪن مان هن طرف نهاريندو رهيس.

بعد ۾ چيم : "سنڌي هوندي توکي تہ الٽو خوشي ٿيڻ کپندي هئي. ڪنهن پنهنجي سان نہ ملڻ جو ڪو سبب آهي ڇا ؟"

هاڻ هُو ڪڻ پر مونکي ڏسندو رهيو. بعد ۾ چيائين : "ائين کولهي سائين، مان بہ سنڌي

آهيان. غريب آهيان، پر عزت جو پوءِ آهي."

مان اجا بہ عجب ۾ پئجي ويس. روزاني اخبار جي عيوضي جهويريءَ فون تي تہ ڇاٿايو هو :

"هڪ جوان هت آيل آهي. هن ڪڏهن دان ڪيل آهي. هاڻ ڪنهن مشڪلات ۾ هئڻ سبب ڪيس مدد جي ضرورت آهي. تون اچي وڃ."

هڪ ضرورتمند شخص جيڪو مدد لاءِ آيل آهي، سنڌي ۾ ڳالهائڻ تي پنهنجائپ جي احساس بجاءِ، الٽو الجهجي وڃي ۽ عزت جو واسطو وجهي، حقيقت ڄاڻائڻ کان ڇرڪي ڪري ڳالهہ کي ٽارڻ جي ڪوشش ڪري، اهو ڪجهہ عجيب عجيب لڳي رهيو هو.

مون چيو : "ڪو خيال نہ ڪر، يار. پنهنجو مسئلو ٻڌائڻ کان سواءِ حل ڪيئن نڪرندو ؟ ڳالهہ ڇا آهي ؟"

هو وري بہ ڪجهہ پر خاموش رهيو. مون پڇيو : "تو ڪڏهن ڊونيٽ ڪئي آهي نہ ؟"

هن ڪنڌ ڌوڻ سان ها ڪئي.

"پوءِ ان ۾، فخر جي بجاءِ ڇرڪڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي ؟ مونکي تہ جهويري ڀائيءَ ٻڌايو، توکي ڪنهن مدد جي ضرورت آهي." چوندي، مون جهويري ڀائيءَ طرف نهاريو ۽ ڪائنس گجراتيءَ ۾ پڇيو ."هي شخص ڪنهن مدد لاءِ آيل آهي، ايئن چيو هو نہ تو ؟"

جهويريءَ چيو - 'ها' ۽ هڪ پنو مونکي ڏيندي چيو : "هي شخص ايڊيٽر صاحب سان گڏيو هو. ڪيس مالي مدد جي درڪار آهي. هُن منهنجي مٿان نوٽ موڪليو آهي تہ ڪنهن سنسٿا مان ڪيس مدد وٺي ڏيان. مونکي لڳو، هي سنڌي آهي، تڏهن توکي فون ڪيو."

مون ان همراهہ سامهون نهاريندي چيو : "ڪٿي رهندو آهين ؟"

"باندرا." هن چيو.

"باندرا ۾ بہ تہ چڱائي سنڌي آهن، ۽ هت بہ ڪنهن سڄڻ سان گڏيو آهين ؟"

"نہ." هن چيو.

"تہ پوءِ ڪنهن بہ پنهنجي سان ملڻ بجاءِ سڌو ڪنهن غير سنڌي اخبار جي ايڊيٽر سان ڪيئن مليين ؟ هُو ڇا ٿو ڪري سگهي ؟"

"ان اخبار ۾ ڪيترائي دفعا پڙهيو لاءِ اپيلون ايندين آهن. لڳو، ڪين ڪي وسيلا هوندا. ٻيو، پنهنجي عزت بچائڻ لاءِ ڪنهن پنهنجي سنسٿا وٽ وڃڻ نہ چاهيم."

"ڪيئن چئو ؟ ڪيترين سنڌي سنسٿائون، خاص طور فلاڻي سنسٿا، چڱا عمدا ڪم ڪيا آهن. ڪيترن ضرورتمندن کي فيض پهچايو آهي. گهٽ ۾ گهٽ، غير سنڌين وٽ وڃڻ بجاءِ، ان سنسٿا سان ملڻ ڇا واجب نہ هو ؟" مون پڇيو.

هُن چيو : "سائين، مونکي هڪ نيائي بہ آهي. نيائي جوان ٿي پرڻجي تيستائين. يا مان مران تيستائين ڪٿي ايئن نہ ٿئي جو، مونکي مدد ملڻ جي ڳالهہ ايترو ڦهلجي وڃي، جو منهنجو،

غيرت بچائي، جيئڻ بہ مشڪل ٿي پوي."

هُن ڏڪاوَ تي مان وري هُن سامهون ڪن پر نهاريندو رهيس. سنهو، غريب، مايوس چهرو. اڌيا وار. بيحد سادو ميرو لباس. ڦاٽل چمپل. اهڙا ڪيترا شخص مون ڏٺا آهن، جي صرف غريب سڏائڻ سان گهربل مدد يا سهوليتون حاصل ڪري وٺندا آهن. اُن چهري مُهري ڪان بہ وڌيڪ سٺيا شخص بہ غريبيءَ جو اظهار ڪري حاصلاتون حاصل ڪري وٺندا آهن.

مونکي ڪجهہ عجيب لڳو، تہ هي شخص غريب بہ آهي، مدد بہ حاصل ڪرڻ ٿو چاهي ۽ وري اِن لاءِ آئيندهہ جي ڪنهن ڏوراپي جو ڏر بہ اندر ۾ پلي وينو آهي. پر بحث شايد غلط طرف موڙ ڪاڏو هو. هن جي حقيقت تہ اجا ڍڪيل رهي آهي. مون پڇيو : "تو ڪڊني ڪنهن کي ڏني آهي ؟ ڪڏهن ؟"

"هڪ سال اڳ. بڙودا طرف جي ڪنهن ڳوٺ ۾ رهندڙ هڪ گجراتي ڪڙمي کي."

"سبب ؟"

"اخبار ۾ پڙهيو تہ اهو شخص موت جي بستري تي آهي. ڪيس ڪڊنيءَ جي ضرورت آهي. هو بيحد غريب آهي ان سبب ڪنهن ڪان حاصل نٿو ڪري سگهي."

"هُو تنهنجو ڪو سجاتل يا عزيز هو ؟"

"بلڪل نہ ا مان بانٺوا ۾، هُو بڙودا طرف ڪنهن ڳوٺ جو، هُڪ غير سنڌي."

"پوءِ ڪهڙي ضرورت ڪان تو ڪڊني دان ڪئي ؟"

"ضرورت نہ، انسانيت جي سڏ اونائي ڪري ڏني."

"پنهنجي شرير جو ڪو انگ ڪڍي ڏيڻ جي جوکم تي ڪجهہ سوچيو هوندءِ."

"ڊاڪٽرن جو چوڻ هو تہ هڪ ڪڊنيءَ سان بہ ماڻهو هلي سگهي ٿو."

"پئسا مليا هوندءِ."

"مون پئسن لاءِ ڪڊني نہ ڏني هئي، سامهون وارو شخص بہ غريب هو. مون تہ انسانيت جي لحاظ ڪان ڏني."

مونکي لڳو، ٿي سگهي ٿو، هن ڳالهہ ۾ ڪجهہ وڌاءُ هجي.

مون پڇيو : "تو وٽ ثبوت آهن ؟"

پهريون دفعو هن مسڪرايو ۽ ثبوت ڏيکارڻ جي فخر ۾ هن منهنجي هٿ ۾ ڪي پنا ڏنا. مون ڏٺو، احمداباد جي بي. جي. ميڊيڪل ڪاليج، اِسپيشلسٽ ڊاڪٽر ۽ ٻين جا سرٽيفڪيٽ هئا، جن مان سندس نالو، هن مفت ۾ انسانيت جي خيال ڪان ڊونيٽ ڪيل ڪڊنيءَ جو ذڪر ۽ ڪنهن لاءِ ڊونيٽ ڪئي ان جو حوالو وغيرهہ سموريون تفصيلون درج ڪيل هيون. ڳهڙي ڪن تہ منهنجي ڏندين آڱريون لڳي ويون. هڪ غريب جو ٻئي غريب طرف، پنهنجي جان جي جوکم تي وڌايل هٿ هو. بنا اُجوري نسوارٿ.

مون چيو : "توکي خبر آهي، اڄ ڪيترن جو مُلهه ڪيترو آهي؟ ڪيترن لاءِ دولتمند لکيا روپيا آڦر ڪندا آهن."

"نه مونکي خبر ناهي، مون نه اخبار ۾ پڙهيو . اندر مان آواز آيو ۽ مون پنهنجو نالو لکيو"

سامهون ويٺل ڪنهن ڏتڙيل لڳندڙ شخص جي اندر ۾ مون کي ڪو انسان ويٺل نظر آيو.

"ٺيڪ آهي. تو اهو انسانيت جو ساراهه جوڳو ڪم ڪيو آهي، پر هائي ڇا معاملو آهي؟ توکي ڇا مدد گهرجي؟ ڪهڙي لحاظ کان ؟"

اوچتو هن جو گلو پرجي آيو. ڳوري آواز ۾ چيائين ! "مان ڪئمسٽرا يڳرا مگبرا وڪڻي روزي ڪمائيندو هيس."

"ته اهو ڪم هاڻ نٿو ڪرين ڇا ؟" مون پڇيو.

هن چيو : "ڪندو آهيان، پر پوُرت نٿي پوي. سائيڪل تي شهر گهمي گهور ڪندو هيس. هاڻ تڪليف ٿي پيئي آهي. سڄو ڏينهن سائيڪل نٿو هلائي سگهان."

"اوهه، پر اهي شيون ته ڪنهن هڪ هنڌ ويهي به وڪڻي سگهين ٿو."

"اوترو ڪاپو نٿو ٿئي. نتيجي طور گهر حون شيون وڪامجنديون ويون. آخر گهرواريءَ کي نه سنڌس پيڪي موڪلڻو پيو . نياڻيءَ سوڍو. هاڻ مان ڏاڍي مشڪل حالت ۾ اچي ڦاٿو آهيان."

مون چيو : پنهنجي شهر ۾ تون سالن کان رهين ٿو. سڃاتل. دوست. مائٽ ضرور هوندءِ. ڪو، توکي مدد ڪري سگهي ٿو." •

"سڀني چٽرون ڪن ٿا. چون ٿا - اسان کان پڇي ڪيترن ڏني هيئه ڇا جو هاڻي اسان وٽ آيو آهين؟"

"ته ڪنهن پنهنجي سنسٿا کان مدد وٺڻ لاءِ چرڪين ڇو ٿو ؟" مون پنهنجو شروعاتي سوال لهرائيندي، هن کان چرڪڻ جو سبب ڄاڻڻ چاهيو.

"سائين، هڪ ته ڪو سڃاتل ڪونهي جو انهن وٽ وٺي هلي. ٻيو ، اگر مدد ڪندا به ته سؤ چٽڻ کي جاڻ ڪندا."

مونکان کل نڪري ويئي. مون چيو : "همراهه تو وٽ جيڪي سرٽيفڪيٽ آهن ، اهي ئي اهڙا ثبوت آهن جو الٽو ڪوئي قدُر ڪرڻ چاهيندو. ٻي ڪا سنسٿا مدد ڪندي ته سو چٽڻ کي جاڻ ڇو ڪندي؟"

"سائين، مان تمام گهٽ پڙهيل آهيان. ايئين سمجهو ، اڻ پڙهيل آهيان. پر پنهنجون سسنٿائون پنهنجي دانويرتا جي وڏائيءَ جا نغارا نه وڄائينديون آهن ڇا ؟"

لڳو ، هڪ اڻ پڙهيل غريب، سماج جي ستين آسمان تي رهندڙ تونگرن مٿان جڻ ڪا چوٽ ڪئي هئي. اها چوٽ ڪنهن آڪروش جي پيدائش هئي ڪين اُن ۾ سچائيءَ جا انش به سمايل هئا؟ اهو سوال منهنجي من ۾ اٿيو هو.

هڪ پل مان منجهي پيس، بعد چيو : "اهڙي ڪا ڳالهه ڪونهي، هر سنستا کي پنهنجو حساب ۽ رڪنو پوندو آهي، ٻي سبب ڪنهن جي اوکهڙ ڪوٻه ڪونه ڪندو آهي، توکي اجايو وهم آهي، تنهنجي شهر ۾ ۽ تنهنجن عزيزن کي ڪابه خبر نه پوندي، دلجاءِ ڪر، توکي مدد ملي ويندي، پنهنجي يوجنا ٻڌاءِ، هاڻ ڇا ڪرڻ ٿو چاهين ۽ ان لاءِ ڪيتري رقم گهربل اٿيئي ؟"

"ساڳيوئي ڌنڌو ڪرڻ چاهيان ٿو. پر مون وٽ مال وٺڻ جيتري موڙي ڪونهي."

" ڪيترا پئسا ؟" مون پڇيو.

" پنجه ڇهه سوءِ کن !"

ڄڻ هڪ آسمان ڪري پيو ، هيتري متاڪٽ، هيترو بحث، هيترو عزت جو احساس ۽ لڪ لڪاءُ - صرف پنجه سوُ لاءِ هو !

اِتي جهويريءَ چيو : "سائيڪل تہ چوين ٿو ، هلائي نٿو سگهين ، پوءِ پڙي ڪيندين ڇا ؟"

"سوچيان ٿو ، چئن ڦيٽن واري هٿ لاري وٺان. ڪا اگر ياڙي تي ملي تہ." هن خلاصو ڏنو.

جهويريءَ چيو : "تہ پوءِ هيئن ڪجي، اٺ سو هزار ۾ لاري ملندي آهي، لاري پنهنجي وٺي. ڪيس ڏيڍ هزار جو بندوبست ڪري ڏجيس، تہ !"

مون چيو : "واجب ڳالهه آهي، مان فلاڻي سنستا کي چوان ٿو. سياڻي هيءَ اچي رقم وٺي وڃي، بندوبست ٿي ويندو"

جهويريءَ چيو : "يار ، هي عجيب ماڻهو ٿو لڳي، لڪن جو ڪنهن کي جيون دان ڏيڻ بعد پنهنجي واپاري حالت ۾ بہ پرشارٿ ، عجت ۽ غيرت لاءِ سجاڳ. مان بہ ڪنهن لوڪل سنستا کان ڪيس مدد وٺي ٿو ڏيانس. اها وڏيڪ رقم ڪيس ڪم ايندي."

گهر موٽندي سمورو رستو سندس ويچارن ۾ غلطان رهيس ، اڄ هڪ پيچيدي ڪردار سان مڪاميلو ٿيو هو. اڄ جي زماني ۾ جتي پئسي لاءِ قدر ۽ موقعي پرستيءَ کان سواءِ، لالڻين ڪٿي ڳولهي نڪرڻ جي باوجود ، ورلي ڪو ٻي لالچ غيرتمند ليجي ٿو وڃي، اُتي پنهنجو شرير ، گهرُ ۽ روزي وڃائيندڙ جي غيرت......اوچتو هڪ سوال من ۾ اُڀري آيو، هڪ ماڻهو تہ پنهنجي انسانيت ڏيکاري هئي ، پر لڳو ، ايشور پنهنجو ايشورپڻو ڏيکاري نہ سگهيو هو شايد. منهنجي من جي اَڪروش جو اِهو ڪو رد عمل هجي يا شايد ڪوري جذبات.

ٻئي ڏينهن تي مون واسطيدار سنستا جي باني‌ڪار سان سربستي ڳالهه ڪئي، هن چيو : "اهو شخص مون وٽ اچي، مان سڀ ڪاغذ ڏسڻ بعد مٿان ، وڏن کان منظوري وٺندس ۽ ايندڙ مهني ٻين ڪيترن غريبن کي دان ڏيڻو آهي ، ان فنڪشن ۾ هن شخص کي بہ دان ڏيڻ جو سوچبو."

مونکي هن غيرتمند سنڌيءَ جا اکر ياد اچي ويا. ڏيکاءُ سنڌين جي پهرين خاصيت رهي آهي. مدد ڪرڻ جو ڏيکاءُ بہ، شايد ڪنهن حاصلات جي پليٽفارم جي ، ڪامنا آهي صرف - پاونا نہ.

مون چيو : "رقم وٺڻ لاءِ توهان سان تہ ڪيس ضرور ملڻو پوندو. مان ڄاڻان ٿو هيءَ سنستا

نٽيري آهي، ڪيترا چڱا ڪم ڪيل آهن. ڪافي پئسو به آهي، پر مان اِهو به ڄاڻان ٿو، ٻيا جيڪي انٽيانگ خرچ ٿين ٿا، اُن لاءِ ڇا مٿان منظوري وٺندا آهيو ؟ ٻيو، جنهن شخص جي حالت روز جي روزيءَ تي مدار ٿي رکي، اهو ڇا هڪ مهني تائين بنا روزي رکجيءَ رهي سگهندو ؟"

چوندي مان اُٿي کڙو ٿيس. ٻاهر نڪرندي مون وڌيڪ جملو جوڙيو..

"ٿيڻ ته اينئن گهربو هو، ڪڏهن دان ڪندڙ هن شخص جو سنمان....ان ۾ عزت هُن غريب جي ته پر سنستا جي وڏي ها جي ها.... هڪُ سنڌي ڪنهن غير سنڌي سنستا طرف هٿ ڊگهيڙي اهو واجب نه لڳو هو. تڏهن توهان وٽ آيو هيس."

هُو شخص اڄي تيستائين مان هڪ لوڪل سنستا کي فون ڪري حقيقت کان واقف ڪري ڇڏيو ۽ ڏيڍ هزار جي رقم تيار رکڻ لاءِ عرض ڪيو.

همراهه کي وٺي اُن سنستا وٽ پهتس ته، ڏيڍ هزار جي رقم مان پاڻ وٽ صرف پنج سوُ روپيه رکندي ۽ باقي هڪ هزار موٽائيندي، اُن سنڌي جوان چيو : "سائين، مونکي وڌيڪ مهربانيءَ جي ضرورت ڪونهي. ڪالهه رات جهوريءِ پاڻيءَ هڪ سنستا وٽان سادا ست سو روپيه وٺي ڏنا هئا. جاچ ڪندي ته ڪاڏي مال سوڊو مونکي ڪل ٻارهن سو گهربل آهن."

ڪڻ ترسي هن چيو :" توهان کي هڪ ڄاڻ به ڪرڻي آهي. مون وٽ هڪ ٿي ڦاٽل وڳو هو. رات جيڪي رقم ملي، اُن مان اڄ ڪپاڙي بزار مان پنجاهه روپين ۾ هي وڳو ورتو آهي. ڏنڌي لاءِ ورتل رقم مان اِهو خرچ ڪيو آهي. ڪو اعتراض ته ڪونهي نه ؟"

مون ڏٺو، پراڻو لٽڻ، پر اڄو وڳو ڦاٽل هيس. بعد ۾ مون چيو : "رقم تنهنجي آهي. ڪنهن کي اعتراض ڇو ٿيندو ؟ اِها به مونکي خبر آهي - ته رات توکي سادا ست سو مليا آهن. جهوريءَ فون تي ٻڌايو هو. اِهي وڌيڪ رقم توکي وقتي ڪم ايندي سنستا کي واپس نه ڪر."

هُن چيو : "نه سائين، ايترو بار مان وري ڪڏهن لاهي سگهندس ؟ غريب آهيان ته ڇا ٿيو ؟ محنت ڪري مان هيءَ رقم به واپس ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس."

۽ بعد ۾ اُن سنستا جي بانيڪار طرف نهاريندي ڪيس گجراتيءَ ۾ چيو :

"مان هي دان نٿو وٺان. روزي شروع ڪرڻ لاءِ مدد ٿو وٺان. آسيس ڪندا، روزگار وڌي ته توهان کي واپس ڪري سگهان !"

مان ڪيس نهاريندو رهيس.

7/12, Junction Plot,
RAJKOT - 360001.

# پاڇن جي تلاش

## ڪمل پياسي

مند ڪڏهن بہ ساڳي نہ رهي آهي، بدليل مندون، بدليل وايومنڊل جو اُهڃاڻ هونديون آهن، . پَتَ جهڙ بہ ٿيندي آهي. ساوا ڇهچ وڻن جا پنا پيلا بہ ٿي ويندا آهن ۽ هڪ هڪ ڪَري هو وڻن جي شاخن تان ڪري پوندا آهن. وڻ ڳنجو ٿي ويندو آهي؛ پر اهو ڪو سدائين لاءِ ڪين هوندو آهي. پنا وري نڪرڻ شروع ڪندا آهن. وڻ وري گهاٽو ڇهچ ٻڌجي ويندو آهي. وڻ جي ٿڌي ڇانو وري آسائش جو اڏو تيار ڪري وٺندي آهي. ڪي تہ ان جو سڪہ بہ ماڻيندا آهن. هيءُ سڀ انهن وڻن جا ڇنهہ هوندا آهن، جي ٻڍا نہ هوندا آهن.

انسانن جيان وڻ بہ ٻڍا ٿي ويندا آهن. هو سُڪا ٺوٺ ٿي ويندا آهن. سندن شاخن تي هڪ بہ پن ڪين هوندو آهي. اهڙا وڻ آسائش جا مرڪز ٿي ڪين سگهندا آهن. هو سورج جي گرمي ۽ روشني پاڻ ۾ جذب ڪري ڇانوَ سيڪڻ لاءِ سڪيارتا ڪين ليکبا آهن. عمر چڙهيل انسان انهيءُ سڪل وڻ جيان ئي لڳندو آهي، جو صرف جيئندو آهي تہ پاڻ لاءِ. اُن ڪان وڌيڪ سندس قوت ڪيس ٻيو ڪجهہ بہ ڪرڻ لاءِ مجور ڪندي آهي.

ڪيس بہ خبر هئي تہ هوءَ هاڻ عمر جي سَٺِ سالن ڪان بہ مٿي چڙهي آئي آهي؛ تنهن هوندي بہ هڪ سڪل وڻ جي هيٺان لهي، سج ڪي پنهنجيءَ ساڙهيءَ جو پلوَ تہ ڏيکاري ڌرتيءَ تي ڇانو ڪم آڻڻ لاءِ ممڪن ڪوشش ڪندي ٿي رهي. شايد هوءَ ائين چاهيندي هجي تہ ڪير بہ ڪيس ائين نہ سمجهي تہ هوءَ زندگيءَ مان خفي ٿي پيئي آهي ۽ پوءِ هوءَ پاڻ ڪي خالي پاسڻ لڳي. صحيح معني ۾ هن زندهہ رهڻ چاهيو ٿي. هوءَ انهن استرين مان هئي، جيڪي جيستائين ڪنهن شيءِ ڪي ڇهي، سمجهي ۽ ان لاءِ سوچي، پوءِ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لاءِ، وڌيڪ اُدم ڪنديون آهن ۽ جيسين اُها حاصل نہ ڪنديون آهن، ان جي پوڇا نہ ڪنديون آهن.

منهنجي هن سان واقفيت هڪ استري سميلن ۾ ٿي. ان ڪان اڳہ مون نہ ڪيس ڏٺو هو ۽ نہ ڪڏهن دل ۾ ڳڏجڻ ۽ ڏسڻ جي تمنا ئي جاڳي هئم. هوءَ اديبا هئي ۽ هن جي لکڻيءَ مان اِهو طئہ ڪري ڇڪو هوس تہ هوءَ منهنجي پهچ ڪان ٻاهر هئي. ڪنهن اديب جي اکري خاڪي مان سندس عمر، قد بت، سياءَ، سماجڪ جيون جو اندازو لڳائڻ ٻين لاءِ ممڪن هجي بہ ڪٿي، پر مون لاءِ ڪين هو. سندس لکڻين مان هوءَ مون لاءِ گنبير، خشڪ ۽ هڪ پيچيدي ليکڪا ڪان وڌيڪ ڪجهہ بہ ڪين هئي. هيءُ سندس هڪ شخصي نجي حاصلات هئي. سميلن جي ٻن ڏينهن جي ڳڏجاڻي ۽ آئہ ياءَ وقت

مون اهو محسوس ڪيو تہ هوءَ اهڙي ڪانہ آهي، جهڙو تصور منهنجي دل جي تهن اندر ڇپيل هو.
هن سان خطن لکڻ جو سلسلو ڪيئن ٿيو سو ياد ڪونہ اٿم، پر خطن ذريعي هن ٽٽل رشتن ناتن
کي پهرين کان نئي جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي جڏهن هڪ دفعي هن لکيو: "سنڌ کان اسان جي
ڪٽنب جو توهان جي ڪٽنب سان رشتو ۽ سنبنڌ رهندو آيو آهي. ان ڪري تنهنجي جنم پتري
ڄاڻان ٿي. تنهنجي ڀاڄائي منهنجي سوٽ ٿئي. سندس ماءُ سان منهنجي پيءُ جي ايتري دل هوندي
هئي جو جڏهن هو ٨٢ سالن جي عمر ۾ گذاري ويو تہ هوءَ پاڻ کي ڪرسيءَ تي ڪٿائي مارڪي تي
آئي ۽ سڄو ڏينهن پئي سسڪيون ڀري رنائين. تنهنجي پيءُ جو بہ منهنجن مائٽن سان رستو هو.
هڪ ئي شهر ۾ الڳ الڳ هنڌ وڏي پنڌ تي هوندي بہ پيا هڪ ٻئي وٽ ايندا هئا."
مون هڪ ڪتاب جو عنوان اهو سوچيو هو، جنهن ذريعي منهنجي پتا جو نالو پرگهٽ ٿي ٿي
سگهيو. ان عنوان بابت هن پنهنجي راءِ ظاهر ڪندي هڪ ٻئي خط ۾ لکيو: "تنهنجيءَ ماتا کي مون
هڪ دفعو ڏٺو هو. نوڪريءَ سانگي اسين بہ اُت هئاسين. جتي تنهنجي پيءُ جي پوسٽنگ ٿيل هئي.
تنهنجي ماءُ جيتوڻيڪ ٽنگن جي تڪليف ڪري اهڙي چست نہ پئي لڳي، پر دماغي طور چست هئي
۽ منڙيون ڳالهيون پئي ڪيائين ۽ پنهنجيءَ هلنديءَ پئي هلي."
دنيا ۾ اڪثر ڪيترن قسمن جا واقفڪار ٿيندا آهن. پر اهي سڀ پنهنجا ٿي نہ سگهندا آهن. اهي
صرف ٿوري وقت لاءِ ڪم ايندا آهن. ڪن سان وري گهڙين جي واقفيت ٿيندي آهي، جتي گپ شپ
اڪائڻ کان پوءِ دل جي تهن مان ڪي لعل چڻگيون بہ نڪرنديون آهن، جي اڻيس تہ محدود هونديون
آهن، پر انهن ۾ بہ ٻاهر جا پنيڻ پيدا ڪرڻ جي شڪتي هوندي آهي. البت هوءَ انهن شخصن مان
هئي جنهن ڪي دل ۾ مون لاءِ هڪ شرڌا پيدا ٿي هئي ۽ انين ئي اوکي سوکي ڪم ۾ مددگار ٿين لاءِ.
هن ۾ هڪ الڳ طرح جي قابليت هئي.
مون جڏهن هن وقت عمر جا ٦٠ سال پورا ڪري ٦١ ورهين ۾ قدم رکيو آهي تہ پڪ هئم تہ هن
جنهن ريت پنهنجي واقفيت ڏني هئي، هوءَ مونکان عمر ۾ ڪي ٢ يا ٣ سال وڏي ئي هئي ۽ ان
حالت ۾ مون هن ۾ سدائين پنهنجيءَ پيڻ جو ئي عڪس پئي پسيو، پر اِها ڄاڻ ڪين هئم تہ سندس
خيالن ۾ ڇا هو.
اِها تہ خبر هئم سهنجا خيال تہ اُچان بہ چست هئا. خيال ملول ٿين ئي ڇو ۽ جي ملول ٿين بہ ڪٿي
تہ ان حالت کي پنهنجيءَ پريڪشيا جي درشٽيءَ کان نئي ڏسڻ گهرجي.
ڪر انسان اکين جي روشني وڃائي ويٺو هجي تہ سندس روشني دوائن ۽ آپريشن ذريعي واپس
آڻي سگهجي ٿي. ساڳيءَ طرح جي دربل آهن، ڪمزور آهن، اهي ساڌنا ذريعي آتم وشواس پائي
سگهن ٿا. پلا دنيا جي مايا موهہ کان مڪت ٿي سگهندو بہ ڪير؟ لنبي عرصي کان هڪ ڪند ۾
سرش جي پيو رهڻ سان تنهاجي دز ۾ حيوان تہ ڇا، پر انسان بہ ان ۾ دهجي ويندو آهي ۽
ٻُجتو بنا ڪنهن ڇهاءَ جي جڏهن ڪا تمام پراڻي خوشي جهنجلائيندي آهي تہ نہ معلوم،

جذبن ۾ اهو ڪجھہ ٿيندو آهي، جنهن لاءِ سالن کان ڪنهن سوچيو بہ نہ هوندو آهي.
هڪ اديب ٻئي اديب جي ارمانن جو ڪن ۾ جائزو وٺي سگهندو آهي. هيءُ ٻئي اديب، ادب جي دوئران هڪ ٻئي سان لڳا رکندا ئي آهن ۽ اهو لڳاءُ پوءِ سنيهہ ٿيو پوي ۽ پوءِ هڪ اهڙو رستو جڙي ٿو وڃي جو چاهيندي يا نہ چاهيندي بہ اِها اِچا ٿي رهي تہ رستو جڙيل ئي هجي. ڪڏهن ڪڏهن سندس خطن ۾ اهڙيون ڪي ڳالهيون لکيل هونديون هيون، جن مان لڳندو هو تہ هوءُ جو ڪجھہ آهي، اها سندس دماغ جي استٿي نہ پر سندس دل جي آتر ويلا آهي؛ جنهن ڪي هن ڪڏهن ڪڏهن خطن دئاران ظاهر ڪيو آهي.
- اسين هيڏا ڪالم ڪارا ٿا ڪريون تہ ڇا ٿو ملي؟ پئسو ڇڏ پر هڪ ٻئي تي چڙهت بہ ڏاڍي آهي. توکي جيڪي بہ من ۾ اَچي مونکي خوشيءَ سان لکہ، مونکي ان مان آنند ايندو. تنهنجي پيءُ منهنجي هم عمر هئي. سنڌ ۾ ساڳئي ئي ڳوٺ ۾ رهندا هئاسين. تنهنجو پيءُ تڏهن پوسٽ ماستر هوندو هو. پر ڪڇ بہ هجي تون مونسان ڪليو ڳالهائي سگهين ٿو، خطن رستي.
- توکي ساهت جي وندر آهي، ان ڪري تنهنجو وقت سولائيءَ سان ڪٽجي ويندو هوندو. ڪٿي بہ توکي ساهتيڪ مشغولي ملي تہ اِنڪار نہ ڪج. ڏکئو ٿي هلڻ مان ڪم نہ ٿيندو. ڪڏهن ڪي ڳالهيون نظر انداز بہ ڪبيون آهن ۽ تو جهڙي ساهتيڪار ڪي تہ ساهتيڪ صف تي جدوجهد ڪرڻ گهرجي.
- اجڪلهہ ماڻ ۽ انعام بہ انهن ڪي ملندا آهن جن جا ٻار سنڌي ڄاڻندا آهن الائي نہ؛ يا ساهت ڪي سمجهي يا ان جو ڪو قدر ڪري سگهن يا نہ. مونکي شڪ آهي، پر اجڪلهہ دنيا ائين پئي هلي. سچائي گهٽ ۽ ڪوڙو ڏيکہ گهڻو. سنمان ۽ ٽرافيون بہ هوجماليءَ جهڙو هڪ تماشو آهن.
- تون مونسان ساهتيڪ ڳالهيون ائين ڪري رهيو آهين، ڄڻ آمهون سامهون ويٺا ڳالهيون ڪيون. تو پاڻ ڪي ساهت سرجڻ ۾ ايترو تہ سرجائي ڇڏيو آهي جو توکي ٻيءَ گهرج جي ضرورت ئي ڪانہ ٿي رهي، البت ائين آهي تہ اصول پسند انسان اَجڪلهہ پنيان ئي رهجي ٿو وڃي، ڪيس اڳيان وڌڻ ڏنوئي ڪين ٿو وڃي. ايشور جي اها دين بہ عجيب آهي جا پئسن سان خريد ڪري ڪانہ ٿي سگهجي. هر ڪيتر ۾ اِهو حال آهي. البت اَيماني اديب ٻولي ڇا ٿا لکن! هِجي جون چڪون، صورتخطيءَ جون چڪون، ٽنگون ڀڳل گرامر جون، پر اِهي ڳالهيون بہ تہ آدجڳاد کان هلنديون رهيون آهن.
ڏکٽي دل واري هيءُ اديبا عمر جا ڏاڪا چڙهندي، خاص ساهتيڪ ڪيتر ۾ ڪافي وقت کان هڪ پيچري تان هلندي رهي آهي ۽ هيءُ هڪ اهو پيچرو آهي، جنهن جي ختم ٿيندي ئي دروازي تي ڪلف لڳل ڏسي ياد ايندو اَتس تہ چابي تہ هوءُ ڪٿي ڪانہ آئي آهي، ڇو تہ هوءُ اَڄ بہ محسوس ڪري ٿي. "مون وٽ هندستان ۾ ڇپيل سڀ رچنائون آهن، باقي سنڌ ۾ ڇپيل رچنائون مون وٽ ڪينهن ۽ نہ وري مونکان ڪتابن ڇپائڻ جي متاڪٽ ئي پڄندي. اهو ڪم مون ٻئي ڪنهن تي رکيو

آهي، پر سندس به ڪيتري وقت کان پتو ڪونه آهي."
هوءَ اُڃان به هڪ تلاش ۾ رهندي آهي. پاڇن جي تلاش ۾. جڏهن آهي سندس پٺيان ڊڪندا آهن، جنهن جي ڪيس سمڪ ئي خانه پوندي آهي ته وري جڏهن هوءَ پاڇن کي پڪڙڻ لاءِ اڳيان ڊوڙڻ جي ڪوشش ڪندي آهي ته ٽاپو ڪائي ڪري به پوندي آهي. ان وقت سندس ويدنا ڪيس سڄاڻ ڪري ڪجهه چٽائڻ چاهيندي آهي ته سندس پاونائن جو ردعمل اهوئي هوندو آهي ته هوءَ زندگيءَ ۾ ڪي پلون ڪندي آئي آهي ۽ هڪ پل سبب جڏهن ٻي پل ڪٽي ٿي وڃي ته اها پل ڪيس راڪاس وانگر کائڻ ٿي اچي ۽ 'ساڃت لاءِ شوق ' واريءَ هڪ جاندار ٻيجان چيز تي به پل جو ٿپو لڳائي ڇڏيو آهي. خطن دئاران هن پنهنجي من جي پيڙائن کي ظاهر ڪيو :
- مونکي ان ۾ ئي سنتوش آهي ته مان ليکه لکان ٿي ۽ آهي ڇپجن ٿا. مونکي هڪ به ڪتاب ڇپائڻ کپندو هو، اهو مان هاڻ محسوس ٿي ڪريان. ان مان ساڃت ڪيتر ۾ وڌيڪ واقفيت ٿئي ٿي، پر ان لاءِ خرچ به گهرجي ته تڪليف به. سنڌي ٻوليءَ ۾ ساڃتيه جو حال ته ڏسون وينا. بس عادت وچان ويچار دماغ سان ٽڪرائين ٿا ۽ ائين ڪانه ڪا رچنا لکجي ٿي وڃي ; باقي سنڌيءَ ۾ لکڻ آهي پنهنجو پاڻ کي خوش ۽ سنتشٽ ڪرڻ. ڪي انعام ته ملنا ڪونه آهن. لکون ٿا ته جيئن قلم هلندو هلي. ڪن چٽايئين لاءِ ڪونه ٿا لکون.
- ساڃتيڪار جي حالت ڪنهن کان ڳجهي ڪانه آهي. ڪيترن وٽان ليکن جي تقاضا ٿيندي آهي، پر مونکي ايترو وقت ئي ڪٿي هوندو آهي جو سنڌن محدود سميه جي وٿيءَ اندر ڪجهه موڪلي سگهان. گهر جو اندريون ٻاهريون ڪم به ته مونکي ڪرڻو پوندو آهي. منهنجون ڪکيون وڃن نوڪريءَ تي، گهوٽ رٽائرڊ آهي ۽ گهٽي سريرڪ تڪليف ڪري نه سگهندو آهي. پنهنجي صحت سنڀالي اهوئي سٺو.
ان کانپوءِ به منهنجو لکڻ ۾ هٿ ڍلو رهيو آهي.
- تون به لکندو رهه، مان به لکندي رهان. عادت ۾ سياءِ وچان قلم ته هلندو ئي باقي اِها خبر اٿم ته جن جي هٿ سرڪاري ڏوري آهي، پاڻ جهڙن کان سواءِ ٻين کي اُسرڻ ئي ڪين ڏيندا. انهيءَ ڪري اسان کي پنهنجن ويچارن ۽ اصولن جي دائري ۾ رهي ڪاريه ڪرڻو آهي. ليکڪ جو انساف قائم رهي صرف ايترو ئي ڏسڻو آهي.
- سکه، صحت ۽ سنتوش ملي ته گنج ٿيو. زندگي ڏنيه پڄي پوي، باقي ڪا ڊانڊل ته مونکان پڇيءَ ڪانه ۽ ڏسان وينئي ته اڄڪلهه جاڻون ساڃتيڪار، جن گذريل ٦-٧ سالن کان لکڻ شروع ڪيو آهي، ڪيڏيون نه ڇڪون ٿا ڪن، پر سنڌيءَ ۾ لکن ٿا، اهوئي ڪافي آهي. سچ چوڻ جيترو سولو آهي، اوترو ئي هضم ڪرڻ ڏکيو، انهيءَ ڪري ڪنهن جو ڪيڏانهن ڏيان ڇڪائڻ به ٺيڪ ناهي. مون به دنيا ڪافي ڏٺي آهي، لياقت کان وڌيڪ پئسن جو زور هلي ٿو.
منهنجا ڪهاڻي سنگرهه ته آهن ڪونه. اڪثر ڪتاب ڇپايا ئي ڪونه اٿم. تون ڪتاب ڇپائيندو رهين

ٿو ، ڪيڏي نہ جاکوڙ ڪرين ٿو ، پر ڪيترا آهن جي پنهنجن احساسن ۽ اُمنگن کي ئي صرف اکرن ۾ اوتي وجهندا آهن ۽ ان کان پوءِ بس... جئن مان.
تون کي تلخ حقيقتون ڪٿي ڪهاڻيون لکين ٿو. زندگيءَ ۾ کي حقيقتون ڪهاڻيون بڻجي ٿيون پون تہ ڪڏهن کي ڪهاڻيون بہ حقيقت بڻجي پون، جڏهن ڪلپنا ۾ ڪن مسئلن جو سُجهاءُ يا نتيجو ڪنهن ڳالهہ تي پرڪاش وجهندو هجي ۽ اُها ڪهاڻيءَ جيان لڳي تہ اُها حقيقت بڻجي پوندي آهي.
هيءُ آهي اسانجو سنڌي ساهت، جيڪو وديشي ڀاشائن سان ٽڪر کائيندي بہ ٿيندڙ نقصان لاءِ ان کا تڪ طور نہ ڪٿي آهي. ساهت جو ڍانچو بہ سماج جي ڪارڻ ئي بدليو آهي. سماج جا ڪي جزا ديش ڇڏي پرديش ويا ۽ اگر مونيا بہ سهين يا ڪنهن لپ پر عرصي لاءِ ئي مونيا تہ اچڻ سان هنن غلط نيم اپنايو ، ڇو تہ ڪين پنهنجيءَ ڀاشا جي سهائيءَ ۾ اونڌهہ جا داغ ڏسڻ ۾ آيا ۽ جا ڳالهہ پاڻ ئي سمجهہ ۾ نہ ايندي هجي تہ اُها ٻين کي سمجهائڻ بہ تہ جڻ اَجائي ڪوشش جيان آهي.
جنهن ساهت کي ساهتيڪار ئي بچائي نہ ٿا سگهن صرف لکڻ کان سواءِ ان لاءِ ڪنڊ ۾ ويهي ڪلپنا ڪرڻ مان تہ ڪجهہ هٿ ۾ اَچڻو ڪين آهي. ٿامي تي سون جو پڙدو چاڙهي، رواجي ماڻهو کي دوکو ڏئي سگهي ٿو ، پر جنهن شخص جلي جلي سون جو رنگ سڃاتو آهي ان کي دوکو ڪيئن ڏئي سگهبو.
ڪيترن مهنن کان هن وٽان ڪو خط ڪونہ آيو. چنتا تہ رهندي هئي، پر تڏهن اهوئي انگريزي تڪيہ ڪلام ياد ايندو هوم. No News is a good news (ڪنهن خبر جو نہ هئڻ خيرافت جي عنايت آهي) ۽ مان صبر ڪري وهندو هوس.
اوچتو ئي اوچتو هڪ ڏينهن هن وٽان تار آئي، جنهن ۾ اِها تقاڪا ڪيل هئي "سندس اِچا اَنوسار ڪيس جلد اچي منهن ڏيکار" منهنجي من ۾ اُٿ تٿ پيدا ٿي.
خطَ ۽ ڪتاب جو رستو تہ منهنجو صرف هن سان ئي هو. روبرو سڃاڻپ جو سوال بہ صرف سندس تائين محدود هو. باقي پنهنجي ڪٽمنب ۾ هوءِ پتني هئي، ماءُ هئي، ناني هئي، ڏاڏي هئي، ڀيڻ هئي ، ماسي هئي، ڦڦي هئي، چاچي هئي، مامي هئي، سندس گهر ۾ ٻيا بہ ڀاتي هوندا ۽ اُتي مان ڇا وڃي ڪندس ؟ خبر تہ اِها بہ ڪانہ هئم تہ مونکي ڇو گهرايو ويو آهي; وري تار اَچڻ کان پوءِ بہ نہ وڃڻ تهذيب جي خلاف هو.
سندس گهر ۾ اندر گهرڻ کان اڳ مون ٻهرين ڪال بيل جو بٽڻ دٻايو. در کوليندڙ هڪ پرش هو. مونکي ڏسندي ئي انومان ڪري مونکي منهنجي نالي سان پڪاريائين. مونکي سمجهڻ ۾ دير نہ لڳي تہ اٽڪل ٦٥ سالن جي عمر جو اهو پرش پڪ سندس پتي هوندو. هن مون سان هٿ ملايو. مونکي گهر ۾ اندر گهرڻ لاءِ آمادهہ ڪيو ۽ بئنڪ روم ۾ هلي وهارايائين.
مونکي هيئن اوچتي گهرائڻ جو سبب پڇندي هن ٻهرين گنڀيرتا جي نوع ۾ چيو : "ان لاءِ ڳالهيايون ٿا." پر ڪن پل جي خاموشيءَ کان پوءِ هن وري شروع ڪيو : "ڪيتري وقت کان هوءِ بيمار آهي ۽

امڙو وهم ويهجي ويو آهي تہ هوءِ
يکو دکہ هوءِ پوڙهي رهي آهي، ان لاءِ نہ معلوم ڇو کيس امڙو وهم ويهجي ويو آهي تہ هوءِ
ندي کانہ. ڪجھہ وقت کان هوءِ پنهنجيءَ دل تي ڪو بار محسوس ڪندي ٿي رهي ۽ اهو بار
ڪئي."
لکو ڪرڻ لاءِ هن تنهنجيءَ حاضريءَ جي ضرورت محسوس ڪئي."
ان سُن ۾ اچي ويس. منهنجو هن گهر سان نہ ڪو رهنوار نہ ڏي وٺ ۽ نہ ڪو رستو ناتو هو، تنهن
وندي بہ منهنجي حاضريءَ کي ايترو عظيم ڇو سمجهيو ٿي ويو. مون جڏهن هن سان ڳالهائڻ جي
ان وقت آرام ۾ آهي.
تڪڙ ڪئي تہ مونکي ٻڌايو ويو تہ هوءِ ان وقت آرام ۾ آهي.
سندس اکہ کلي تہ کيس منهنجي اچڻ جي خبر ڏني ويئي. هن بستري تان اٿڻ جي ڪوشش
ڪئي، پر کيس اٿاري وهارڻ جي بجاءِ، کيس ٽيڪ ڏيئي ليٽايو ويو. مان هن جي ويجهو آيس. هن
منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ قابو ڪيو. هن پنهنجو احساس، ارمانن ۽ ٻارنا کي اکين مان آنسن
دئاران ٽپڪڻ کان روڪيندي، تمام جهيڻي آواز ۾ چيو: "مونکي پنهنجي سنڌي ساهت جو وارث
گهرجي." ۽ هوءِ پوءِ سانت ٿي ويئي.
ڪجھہ ڪن جي ساهي پٽڻ کان پوءِ سندس بستري جي چوڌاري سيني بيٺل ڏانهن اشارو ڪندي
چيائين: "هو سنڌي آهن، پر هو سنڌي ٻولي لکڻ ۽ پڙهڻ ڄاڻن ڪونہ. هو منهنجا ساهتيڪ وارث
ٿي نہ ٿا سگهن." جڏهن هن وڌيڪ ڳالهائڻ ۾ تڪليف محسوس ڪئي تہ هڪ پني ٽڪريءَ تي هن
لکيو. "تون ۽ تنهنجي پتني، ٻئي ساهتيڪار آهيو. تو ساهتيہ ڇپايو آهي. منهنجي ڇپيل، اڻ ڇپيل
ساهت کي بہ تون پنهنجي موڙي ڪري سمجهہ. مونسان گڏ منهنجو ساهت مرڻ نہ گهرجي. پنهنجي
ساهت کي زندهہ رکڻ جي چاهنا اٿم."
سندس ان آزيءَ نيزاريءَ ۾ ڪيڏي نہ پنهنجائپ هئي. هڪ ساهتيڪار جي تمنا ۽ آشائن جو ڪيڏو نہ
وڏو اظهار هو. مرندي وقت تائين بہ ساهت کي زندهہ رکڻ جي ڪيڏي نہ کيس چاهنا هئي. ڪيڏي
نہ کيس چنتا هئي. پنهنجو ڪنڌ ڌوڻي ها ڪرڻ تي ڏٺم تہ سندس اکين ۾ سڦلتا جا آنسون هئا. هن
منهنجو هٿ ڇڏيو ۽ بستري تي سڌي ٿي سمهي پيئي. سندس آرام ۾ رخنو نہ پوي، ان ڪري سندس
پتيءَ کان سواءِ ٻيا سڀ مونسان گڏ سندس روم مان ٻاهر نڪتا.
هاڻ مان اداس هوس. مان پاڻ بہ تہ امڙُن ئي پاڇن جي تلاش ۾ هوس، جي مونکان پوءِ منهنجي
پٽيان ڊوڙندا رهن، ڇو تہ خود اسان جي ڪٽنب ۾ بہ تہ مونکان ۽ منهنجيءَ پتنيءَ کان سواءِ ٻيو
ڪو سنڌي ڄاڻندو ئي ڪونہ آهي.

"HARI SHEWA"
Plot- 382\4.Sector-29,
Gandhinagar-382029

# نئين زماني جي پراڻي ڪهاڻي

لڇمڻ ڀمڀاڻي

اڄ جڏهن دنيا ايڪيهين صديءَ ڏانهن وڃي رهي آهي، تڏهن توهان منهنجي هيءَ اڻويهين صديءَ جي ڪهاڻي پڙهي شايد کلندا ۽ سوچيندا ته هيءَ ڪهڙي ڇوڪري آهي. جيڪا رهي ته هن نئين يگ ۾ ٿي، پر جنهن جا خيالات بابا آدم جي زماني جا آهن. توهان شايد پنهنجيءَ جڳهه تي صحي هجو. انسان جي اندر ۾ ڪي سنسڪار ٿيندا آهن، ڇن جي وس ٿي، هو سٺا يا برا ڪرم ڪندو آهي. منهنجي هيءَ ڪهاڻي پڙهي، ان ڳالهه جو فيصلو توهان پاڻ ئي ڪندا.

دادا ۽ ممي مونکي ڏاڍو پيائيندا آهن. شايد انڪري ئي، هنن مونکي هڪ وڏ - گهراڻي سٺي ڇوڪري سان مڱڻي ڇڏيو. هڪ آڪاهتو ناڻي پاڻي هو اهڙا ته خوش هئا جو هنن منهنجي مرضي به ڪونه پڇي، ۽ سنسڪارن جي وس ٿي، مون به ماتا پتا جي آڪيا اڳيان سر جهڪائي ڇڏيو.

۽ اڄ جڏهن گنڀير آواز ۾ دادا ميءَ کي ٻڌايو ته رميش جي پيءَ جو خط آيو آهي ۽ هنن بنا ڪنهن سبب جاڻائيندي، مينا جي ماڱڻي ٽوڙي ڇڏي آهي ته ممي روئڻ لڳي. مون پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. پر مان محسوس ڪري رهي هيس ته دادا جون غمگين اکيون مونکي گهوري رهيون هيون. شايد ميءَ وانگر کيس به دک ٿيو هئو.

مان چپ چاپ پنهنجي ڪمري ۾ آيس ۽ ڪلهوڪي ٽپال ۾ آيل رميش جو خط وري پڙهيم.

"مينا،

گهڻو ڪجهه ڪين لکي رهيو آهيان، لکڻ جو حق به ڪين اٿم. ڪافي سوچ ويچار بعد آخر ان فيصلي تي پهتو آهيان ته تنهنجا منهنجا خيالات ميل ڪونه ٿا کائن. شاديءَ بعد به جو ڪجهه ڪندين سو صرف فرض سمجهي... ۽ مان سمجهان ٿو ته شاديءَ جو بنڌڻ فقط فرض ئي ناهي. پريم پڻ آهي... اميد ته دل ۾ نه ڪندين.

رميش."

آهستي آهستي منهنجي اکين اڳيان چند لائينن جو اهو خط غائب ٿي ويو ۽ اتي نظر آيو رميش جو چهرو ۽ اُن سان گڏ گذاريل وقت. ڪنهن ڪم سان رميش آگري مان جئپور آيو هئو. اسان جي ئي گهر اچي رهيو هئو، ٽيندڙ ناڻي جو هو. شام جو ممي هٽي ڪانه، مان پنهنجي ڪمري ۾ ڪو ڪتاب پڙهي رهي هيس ته اوچتو ئي اوچتو رميش پٺيان اچي مونکي ڀاڪر ۾ پريو...

۽ جيستائين مان ڪجهه چوان ئي چوان. اُن کان اڳ هن منهنجي چپن تي چُپ رکي ڇڏيا. مون هرڻيءَ وانگر ڏڪندي چيو، "ڇڏيو. هيءَ ڇا ٿا ڪريو ؟ ڪير ڏسي نه وٺي ؟"

"ڪير ٿو ڏسي؟" رميش چيو. پر ايتري ۾ ڪنهن جي قدمن جي آهٽ ٻڌي يڪدم مونکي ڇڏي ڏنائين.

ٻني ڏينهن ممي ۽ دادا کان موڪل وٺي، رميش پڪچر ڏسڻ جو پروگرام ٺاهيو. جيتوڻيڪ مون گهڻوئي نه نه ڪئي، الٽي چيو مونکي ائين ٻڌي لڳو ته جيڪو شخص گهر ۾ اهڙي حرڪت ڪري سگهي ٿو، ڇا اهو سئنيما جي اونداهي هال ۾ ڪجهه وڌيڪ ڪين چاهيندو؟ پر منهنجن مائٽن ته پنهنجي ٿيندڙ ناٺيءَ کي هر نموني خوش ڪرڻ ٿي چاهيو. سندن زور پرڻ تي لاچار مونکي وڃڻو ئي پيو.

نيوز ريل چالو ٿي ته رميش منهنجو هٿ پڪڙيو ۽ جنهن هٿ چراند جو مونکي انديشو هو، سا ٿي. مان چپ رهيس. ڪي ڪن ترسي، هن جهڪي آواز ۾ چوڻ شروع ڪيو، "ڏس مينو، مان چاهيان ٿو ته شاديءَ بعد اسانجي زندگي خوشنما رهي، انڪري ضروري آهي ته ڪي خاص ڳالهيون صاف ٿي وڃن ته بهتر."

خاص ڳالهيون... مونکي عجب لڳو ته خاص ڳالهيون ڪهڙيون ٿينديون آهن. رميش اُن خاص ڳالهه جي پرمڪا ٻڌڻ چالو ڪئي. "جيستائين هڪ ٻني جا خيال نٿا ملن، تيستائين شادي سچي معني ۾ شادي نه آهي. ڪلهه تو ٻڌايو ته دادا جي ڳالهه رکڻ تنهنجو فرض هو، پر مان چاهيان ٿو ته تنهنجو وهنوار مون ڏانهن فرض جي روپ ۾ نه هجي پر پريم ۽ پيار سان ڀريل هجي. ڪيئن ٺيڪ آهي نه، مينو؟"

"ها" مون ٻي دليءَ سان جواب ڏنو.

"ته پوءِ پلا ٻڌاءِ ته تنهنجو ڪنهن سان پيار ته ڪونهي؟"

جڻ بم ڦاٽو.

مون محسوس ڪيو ته هو منهنجو اپمان ڪري رهيو آهي... اول ته مون چاهيو ته اُن اپمان جو مان تکو جواب ڏيان. پر مون پاڻ تي طابطو رکي هڪ ئي اکر ۾ جواب ڏنو، "نه."

"اِها ته ڀاڳي مڃڻ جهڙي ڳالهه ڪونهي ته اڄوڪي زماني ۾ جڏهن ڪاليج ۾ ڇوڪرا ڇوڪريون گڏ پڙهندا هجن ۽ تنهنجا ڪنهن سان مٺڙ سنبنڌ نه هجن؟"

اِهو سڌو حملو هو، سو مونکي ٻه ٿورو جوش اچي ويو. " توهان منهنجي ڳالهه مڃيو يا نه پر سچي ڳالهه اِها آهي."

اِهو ٻڌي رميش يڪدم ڳالهه جو پاسو ورايو، "برابر برابر، اِها ڳالهه سچي ٿي سگهي ٿي... چڱو پلا اِهو ته ٻڌاءِ هيڏي وڏي شهر ۾ تو ڪڏهن ڪنهن ڇوڪري کي پسند ڪونه ڪيو؟"

عجيب ماڻهو آهي هيءُ رميش، مون سوچيو. آخر گهماني ڦيرائي هو مون کان ڇا ٿو قبول ڪرائڻ چاهي. اِهو مان بخوبي سمجهي پئي سگهان ۽ سندس سوال جو جواب ڏيڻ ضروري به ڪونه هئو. پر متان منهنجي خاموشي سندس من ۾ ڪو شڪ جاڳائي، تنهنڪري وري مون ڪيس ساڳئي هڪ ئي اکر ۾ جواب ڏنو "نه" ۽ جيڪڏهن اونڌيري ۾ مان رميش جي چهري کي چڱيءَ طرح

ڏسي سگهان ها تہ سندس چهري تي اوشواس جون ريکائون پڻ چٽيءَ طرح ڏسي سگهان ها.
هنيءَ ڏينهن ممي دادا ڪنهن رشتيدار جي گهر ويل هئا. سندن ٽيندڙ نانئي ويچارو ٿڪل هو.
انڪري آرام ڪري رهيو هو. ۽ چاڪاڻ تہ هو اڪيلو ٿئي ها تنهنڪري مان ڪاليج نہ وڃي سگهيس.
شام جو پهر هو. اسان هنئي ٻاهر ورانڊي ۾ ڪرسين تي ويهي ڳالهيون ڪري رهيا هئاسين. اوچتو
رميش جذبات وهيٺو ٿي منهنجو هٿ پڪڙيو تہ مون بہ ڪو اعتراض ڪونہ ورتو. مونکي تہ اڳہ ۾ ئي
اِن ڳالهہ جو انديشو هو، انڪري سندس اِها حرڪت مونکي اسپاويڪ ڪين لڳي. ٿوري دير بعد
اسين ڪمري ۾ اندر آياسين ۽ صوفا تي ويٺاسين.
اتي هن وري منهنجو هٿ پڪڙيو ۽ ڪِن پَلن بعد هو مونکي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀري ڀڪوڙڻ
لڳو... ۽... ۽... يڪدم مونکي لڳو تہ ڪا غلط ڳالهہ ٿي رهي هئي. نہ معلوم مون ۾ ڪٿان طاقت
اچي ويئي جو مون ڪيس زور سان ڌڪو ڏيئي چيو، "هيءَ ڇا آهي" ؟
هو پريرو هٽ پاسي ٻهي سهڪي رهيو هو. روشنيءَ ۾ مان سندس من جا ڀاوَ چهري تي صاف
ڏسي رهي هيس.
"مينو... مينو... تون منهنجي پتني آهين." هن ڏڪندڙ آواز ۾ چيو.
۽ منهنجي من ۾ بہ جيڪي آيو سو چئي ڏنومانس، "مان توهانجي پتني آهيان ڪونہ، پر ٿيڻ
واري پتني آهيان. ڇا توهانکي "هئڻ" ۽ "ٿيڻ" ۾ ڪو فرق نٿو لڳي؟ توهان اِهو ڇو ٿا ڀلجي
وڃو تہ مان اجان ڪنواري آهيان. ڀلا هاڻي ئي سڀ ڪجهہ ڪرڻ بعد، پنهنجو سڀ ڪجهہ ڏيڻ بعد،
مان وهاونءَ جي پوتر ويديءَ تي ڪيئن ٿي ويهي سگهان؟ برابر پتيءَ جي مرضيءَ موجب هلڻ
پتنيءَ جو فرض آهي، پر شاديءَ کان اڳہ اِهو سڀ ڪيئن ٿي سگهندو؟" مان تڪڙي تڪڙي ڪمري
کان ٻاهر نڪري آيس.
۽ هينئر رميش ۽ رميش جي پيءُ جا خط منهنجي اڳيان آهن. ڪهڙي سبب رميش هيءُ رشتو
ٽوريو. اجان تائين مونکي سمجهہ ۾ ڪونہ ٿو اچي. گهڻي سوچ ويچار کان پوءِ مان اِن نتيجي تي
پهتي آهيان تہ رميش هر حالت ۾ مڱڻو ٽوڙي ها... چاهي مان اُن ڏينهن ڪمري ۾ سندس مرضيءَ
موجب ها ڪيان ها، يا پنهنجيءَ مرضي موجب انڪار ڪيم... رميش کي انڪار ڪيم تہ سندس اندر
جي پرش جي اِيگو (Ego) کي ڌڪ لڳو ۽ جيڪڏهن ها ڪيان ها تہ بہ سندس اندر جي پرش کي
اِهو احساس ٿئي ها تہ هيءَ ڇوڪري آهي ئي اهڙي...
هي پاٺڪ، منهنجي هيءَ ڪهاڻي پڙهي توهان ڇا ٿا سوچيو ؟؟

182, Sindhi Colony, Bani Park,
Jaipur -302016

# ڪِن لمحن ۾

گوپال ٺڪر.

جشن رٽائرڊ هو. گهر جا سڀ مسئلا ۽ ڪم ڪاريون گهٽو ڪري پاڻ ڪندو هو ، جنهن ۾ ڪيس بي حد سڪون ملندو هو. تنهن ڏينهن سندس پوٽي سونيءَ ڪيس التجا ڪئي ، دادا مان بہ اوهان سان گڏ پاچي بزار گڏ هلنديس. مون کي جاگرافيءَ جو ڪتاب وٺي ڏجو. سامهون واري دوڪان تان خلاص ٿي ويو آهي.

هو ٻئي هل روڊ تان بس ۾ چڙهي باندرا جي اسٽيشن روڊ واري پاچي مارڪيٽ پهچي ويا. سهڪار بازار بلڊنگ ڪان اڳيان وڏي هنن رستو ڪراس ڪيو. اُن رستي کي گرونانڪ مارگ نالو ڏنل آهي. سندن اڳيان هڪ مسلمان حو قلودي وُ ملڪ روز جو گاڏو آيو. جنهن ۾ ڪيتريون ئي رنگين ٻتيون ٻري رهيون هيون. قلودي ، آئيسڪريم ۽ شربت جي مرڪب مهڪ اچي رهي هئي ا. جنهن کي نظر انداز ڪرڻ ممڪن ڪانہ هو. اُن سواد جا شوقين گاڏي جي چوگرد بيهي اينجاءِ ڪري رهيا هئا.

هي پاچي مارڪيٽ هتان شروع ٿي ٻئي چيڙي ڊيريب ڪنگہ ڪارنر پردن حي دوڪان وٽ پورو ٿئيٿو. اُن وچ ۾ فوٽ پاٿ تي پاچين وارا ويٺل آهن ۽ رستي تي قطار ۾ ميون جا گاڏا ۽ ننڍا ننڍا کمچا لڳايو ويٺل آهن. جنهنجي لنبائي اٽڪل ٽي سوءِ ميٽر ٿيندي. پاچي بزار جي سامهون واري فوٽ پاٿ لڳ باندرا ليڪ گول جي آڪار ۾ ڦهليل آهي. هيءَ ليڪ لوهي شيخن سان ٻنوڙيل آهي. جنهن کي ڪيترن ئي رنگن سان سجايو اٿن. ڪنڌ تي ٻئي گهوڙيرا ويٺل آهن ، حي ننڍين ننڍين ڊبروٽين جا پترا رکيو ويٺا آهن. هڪ روپئي ۾ سورهان ڊبلروٽيون وانهرو ، خاص ڪري مسلم لوڪ ڊبلروٽيون خريدي ليڪ ۾ ٽڪرا ٽڪرا ڪري اڇلائين تہ اِالهي سرمائي ڪاريون مڇيون سطح تي سون جي تعداد ۾ تريو اچن ، ڪاچ لاءِ ۽ ڪجهہ لمحن ڪان پوءِ وڏين عمارتن تي ويل ڪارا پکي ، جن جون چهنيون ڳاڙهيون آهن. ڊانيو ڪري هڪ اڌ مڇي ڦاسائي گول جي آڪار ۾ پجيو وڃن. اِهو لقاءُ ڏسڻ لاءِ ڪيترائي لوڪ ڪلاڪن جا ڪلاڪ بيٺا رهن.

جشن جي پوٽي پڻ ويچاريو هو تہ جاگرافي جو ڪتاب وٺي هوءَ بہ ڊبلروٽيون خريدي اهو لقاءُ ڏسندي. ڪنهن چيو : سائين آلمپڪ گيم جو عمدو نمونو آهي.

سياري جي موسم ۾ بمبئيءَ ۾ پڻ اوندهہ سادي ڇهين ڪان شروع ٿيو وڃي. سمندري سونهري شعاع بہ گهڻ سمي تائين رهي. جشن ائين سالي جي پوٽي سان پاچيون وٺندو رهيو. اوميز ريسٽارنٽ وٽ ويٺل پاچين واريءَ ڪان ڪچريون پينديون چونڊي رهيو هو. اوچتو رڙورڙ ٿي ويئي. گاڙي آ گئي !... گاڙي آ گئي !!... آج ايڪ نهين دو گاڙي هئہ. هڪ پاچي واري ٻئي کي مخاطب ٿي چيو :

ڪل تو سالي لوڪ هفتا ليڪر ڳئي هئہ اور آج آ ڌمڪي هئہ!
پوري ڀاڄي بزار جو نقشو بدلجندو رهيو. هرڪو ٽوڪرا کڻي هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙڻ لڳو. ڪي ڀر وارين سوڙهين گلين ۾ ڊوڙيا تہ ڪي دوڪانن جي پُٺ ۾ لڪڻ لڳا. فرروٽ جا گاڏا ڀڄڻ لڳا. ڀاڄين وارن، وڻ ۽ ساهمي ۽ پنسن ڪي ٽوڪرين ۾ محفوظ ڪرڻ چاهيو. چوگرد ڪريلا، ڀينڊيون، ڪچالو، بصر، آلو ڪوتمير ۽ پالڪ جون جهوڙيون، ٽماٽا، واڱڻ، ڀينو ۽ ٻيون ڪيترين ڀاڄيون پٽ تي ڦهلجي ويون. خريدار بي حال ٿي ڪن ڀر وارن پاڪيٽن ۾ ڀيهجي هي لوٽ مار ڏسندا رهيا. ميونسپالٽيءَ جون ٻہ گاڏيون ميون ۽ ڀاڄين جي ٽوڪرن سان ستجنديون رهيون. ائين چو ٿو ٿئي؟ ڪوئي پڇڻ وارو ڪونہ هو. هرڪنهن کي ڏسي اُن ڪريا مان گذرڻو هو. ڇڻ اُهو سندن جيون جو حصو بڻجي ويل آهي.
هڪ ڪمڇي واري نيزاري ڪئي : سائين مونکي ڇڏي ڏيو. معاف ڪيو. مان مسڪين آهيان، ٻہ چار روپيا مَسَ ڪمائيندو آهيان سائين.... هڪ پوليسواري کيس گار ڏيئي پنيءَ وارو لڪڻ وهائي ڪڍيو! 'سالا زبان لڑاتا هئہ...' ٻي هڪ ٻُڍي مائي ٻئي ميونسپالٽيءَ جي ملازم جي پيرن ڪري منٿون ڪرڻ لڳي. تنهائين سندس ٻئي ڀاڄين جا ٽوڪرا گاڏيءَ ۾ چاڙهي ڇڏيائون. سندن منهن تي پوائٽي ۽ شيطاني مرڪ هئي. ڇڻ شينهن ماري رهيا هئا.
جشن جي هٿ مان سوني ڪڏهن ۽ ڪٿي ڇڏائجي ويئي، کيس سمڪ نہ رهي. ڌڪم ڌوڪيءَ ۾ سندس نظر جو چشمو بہ لهي ڪٿي ڪِري پيو. سوني... سوني! ڪري رڙڻ لڳو. ڪنهن ماڻهوءَ جي مدد سان چشمو ڳولهي ورتائين پر کيس سوني ڪٿي بہ نظر نہ آئي. سونيءَ جي تلاش ۾ ٻاهولوٽي مارڪيٽ جي هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين ٻہ دفعا ڊوڙي جاچيندو رهيو. ان پرڪريا ۾ سندس هٿ وارو ڀاڄين جو ٿيلهو بہ ڇڏائجي ويو.
شام جا ٿيا ست سوا ست هئا پر لڳو اِئين پئي ڇڻ رات جا نوَ ٿيا آهن. زيراڪس سينٽر - دوڪان ٻاهران باقي ٻچيل ڪي ماڻهو ميڙ ڪيو بيٺا هئا. جشن ميڙ جي ڀر ۾ هو، ڪجهہ سونيءَ سان واسطو رکندڙ اِلفاظ ٻڌي ورتائين. جنهن لاءِ هو قطعي تيار نہ هو. ميڙ وچ ۾ سوني فوٽ پاٿ تي سِڌي منهن پيئي هئي. سندس ڪاڏي ۽ ڪاپار کان رت وهي رهيو هو. سندس اکيون بند هيون. پيرن مان چمپل گم هئا. هيٺ ڪرڻ سان سندس هڪ ٻانهن مٿي هئي ۽ هڪ سرير هيٺان دٻيل هئي. جشن کيس سڃاڻي هڪدم کيس ٻانهن ۾ کڻي ورتو. سندس چهري جو رنگ اُڏامي ويو. اکين تي چشمو هوندي بہ ڪن لمحن لاءِ سياهہ ۾ ٻڏندو محسوس ڪيائين. وات سڪي ويس. ڪجهہ ٻولڻ چاهيائين. مڪہ مان واڻي گم ٿي ويس. ڪنهن پڇيس : آپ ڪي بيٽي هئہ؟ جواب ۾ محض ڪنڌ لوڏيائين. پاڻي لاءِ ڪنهن کي اِشارو ڪيائين. سامهون هوٽل مان پاڻيءَ گلاس اچي ويو. ڪجهہ ڇنڊا سوني جي منهن تي هنيائين ۽ هڪ ڊِڪ پاٺ پڙيائين. سندس واڻي واپس موٽي آئي. رڙ ڪيائين : بالڪي کو بچائو... ديکہ ڪيا رهي هو. ٽئڪسي بلائو!
ٽئڪسيون، بسيون، موٽرون ۽ آٽو رڪشا سان ڪچاڪچ روڊ محض هڪ ڊوڙ ۾ سهڪي رهيو هو. بيهڻ

جو نالو عبث. ان وچ ۾ جشن سوچڻ لڳو... ڇا ٿيندو... ڪيئن ٿيندو... سوني... سوني... ا... مان
سندس پتا يعني پنهنجي پاڻ[1] کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندس جو سندس هڪ مونڪي سونهي آميريڪا
۾ ويل آهي. اتي رهيل آهي. پاڻ[1]، پتني وڃائي ۽... هائي.. نه نه... اٿين ٿي نٿو سگهي... ايشور
وڏ ايتري بي انصافي ڪونهين..
هڪ ڪڙڪ آواز سندس سوچ جا پاسا بدلايا، جو ميونسپالٽي جو ماڻهو هو. سندس پر ۾ پوليسوارو
هو. 'ڪيا هوئا ؟ ڪسي هوئا ؟'
جشن جون اکيون چشمي جي ڪائي پٺيان انهن سوالن جا اڪٽ جواب رکندي به اواڪ ڪين ڏسندو
رهيو.

ll, Colombia,
St. Dominic Rd, Bandra
BOMBAY 400050

# سيڻ ڏسي ، ڦرن نيڻ.

## چرنداس ٺاڪرداس ڳورسهاڻي

اسان جا وڏا چوندا هئا : " بابا ، جڏهن نياڻي[1] جي شادي ڪجي ته اڻ ڪان اڳ ، هيٺين پنجن اکرن
تي جيڪي "و" سان شروع ٿين ٿا ،انهن تي سوچ ويچار ڪري ، پوءِ نياڻي منگائجي."
١) وٿ : ڇوڪرو ، جنهن سان ڇوڪري منگائجي ، اهو پڪو پختو آهي يا نه ، مطلب ته پڙهيل
ڳڙهيل آهي ، نوڪري اٿس ، ڪين بي روزگار آهي.
٢) وڙ :- ڇوڪري جي گهر جا ڀاتي ڪئن آهن ، سندن هلت چلت ۽ سيا[1] ڪيئن آهي ، ڪِٿ پنيا
ڪين آهن.
٣) ويڙهو :- ڇوڪري جي آڪهه يعني برادري[1] جا عزيز ڪئن آهن.
٤) ويجهڙ :- ڇوڪري جا پاڙيسري يعني اوڙو پاڙو ڪئن آهي. انهن جو ڇوڪري وارن سان ورتاءُ
ڪئن آهي.
٥) وٿ :- ڇوڪري جي مائٽن کي پئسو پنجڙ يعني مال ملڪيت ڪئن آهي ، پنهنجو اجهو
آهي يا نه ، سرندي[1] وارا آهن يعني مچي[1] ماني[1] وارا آهن يا "آٿين ۽ چاڙهين ڏڻ ڏهاڙي سومرا"
جهڙا آهي.

ديوان وشنداس ، انجنيري کاتي ۾ اسسٽنٽ انجنير هئو. گهر ۾ ڪُل چار ڀاتي هئا. پاڻ ، سندس پتني ساوتري ، وڏي ڌيءَ پريملتا ۽ ننڍو پٽ موهن.

نياڻي اڄ ننڍي ، سياڻي وڏي. ڌيءُ جڏهن ساماڻي ٿي ۽ شاديءُ لائق ٿي ٿئي ته ماتا پتا کي چنتا وٺي ويندي آهي ته سندس لاءِ ڪو سٺو ڇوڪرو ملي ته وڃي شينهن ڪلهي چڙهي.

مائٽن لاءِ اهو وڏو مسئلو ٿي پوندو آهي. شاديءُ ڪانپوءِ به هوءُ سکي ٿيندي آهي يا نه ، اها ڳل به ڪانه پوندي آهي. هر ڪنهن ڌيءُ جي مائٽن لاءِ آهن اِهي ڪشٽ ۽ تڪليفون.

وشنداس پنهنجي دل جو حال پنهنجي يارن ، دوستن سان پيو اوريندو هئو ته اوهان کي ڪو ڏانو جهڙو ڇوڪرو خيال ۾ هجي ته لتا جي شادي ڪرائي مان ۽ ساوتري وڃي گنگا اشنان ڪري اچون.

آخر هڪڙي ڏينهن ڪنهن سڄڻ ڏنس صلاح ته ديوان سترامداس جيڪو مختيارڪار جي آفيس ۾ هيڊ منشي آهي ، اهو هڪ فهميدو ۽ هردل عزيز انسان آهي ، اُنهيءُ جو ڪڪو جيوت شاديءُ لائق آهي. ڇوڪرو مئٽرڪ پاس ڪيل آهي ، اُتي ڳالهه چوريندا ته شايد ڪم بڻجي پوي.

وشنداس کي هئي رڳو وڪ وڏائڻ جي دير. لنگهي ويو سترامداس وٽ. ساڻس ڳالهه ڪيائين. هن هڪدم "ها " ڪئي.

وشنداس کي چيائين : "پيارا ، اسان تنهنجي نياڻيءُ جي ڏاڍي هاڪ ٻڌي آهي. اسان جا ته وڏا ڀاڳ چئبا جو اهڙي سلڇڻي سياڳي نياڻي ، اچي اسانجو گهر روشن ڪندي. اوهين ڏيتي ليتيءُ جو ڪوئي به خيال نه ڪريو. ڇوڪري هڪ ساڙهيءُ ۾ ڏيندا ته به اسين نهايت خوش ٿينداسين."

آخر لتا جي منگڻي ٿي سترامداس جي سپتر جيوت سان. اڃا ڏهه پندرهن ڏينهن ئي ڪين گذريا ته وشنداس کي ڪن ٻين دوستن ورجايو ، "وشنداس ، پنهنجي ڪڪي منگڻائڻ ۾ ايڏي اتاولي ڇو ڪيءِ؟ لتا لاءِ ٻن مائين جو اتو به گهر ۾ ڪونه هوءِ ڇا ، جو پوريءُ جاچ جوچ ڪرڻ کان سواءِ مصري ڏيئي آئين. جيوت مئٽرڪ ته برابر پاس ڪئي آهي پر هو ته بي روزگار آهي. ساري شهر جون گهٽيون آوارن وانگر پيو ڪڇي. نه ڪم نه ڪار. ماڻس هيمي ٻائي ته نڪي اوڙي چڱي ۽ نه پاڙي چڱي. پيئي گهر گهر ۾ نوس نوس ڪندي آهي. هرڪنهن جي تڏي تونريءُ تي به ضرور ويندي. اُتي به پرچاٽي پنجه منٽ ، باقي هِن هُن جي گلا غيبت. پاڙي ۾ سس ننهن کي ويڙهائيندي ، ڏيراڻين ۾ ڪلوفت وجهندي ، سيڻن سڄڻن ۾ ويرپو جاڳائيندي ۽ مائٽين ۾ ڀنگ وجهندي. سڄو ڏينهن پرائي پچار جيستائين نه ڪندي ، تيستائين گرهه ئي ڪين ڳيسندس. مائي آهي ڪارچيي ۽ لاٻڙٽوئي. اصل پراڻي پريت به ڦٽائي ڇڏيندي. اهڙي چوڻيءُ چنبي جنهن پاڙي ۾ پيئي تنهن ۾ چڻ ڪلهه پيئي.

وشنداس اهي ڳالهيون ٻڌي سُن ۾ پئجي ويو.

گهر اچي ساوتريءُ سان سارو حال ڪيائين. ٻئي سوچ ۾ پئجي ويا ته هاڻي ڇا ڪجي. سومر ته گهٽوئي سٺو پر پنيان جو منگل تنهن سان ڪير منهن ڏئي. سترامداس سانتيڪو سرير پر هيميءُ ٻائيءُ جي هڻ پٽ ساوتريءُ جون مٽيون منجهائي ڇڏيون. هاڻي ڇا ڪجي ، ٻئي ويٺا ويچار ڪرڻ.

موجوده زندگيءَ جي دور مان گذرندي انسان کي زياده طور نراشا جو ساڪيات روپ ڏسڻ ٿو پوي، ڇو ته هرهڪ انسان جي زندگي هڪ گهٽنائن جو گهر آهي. زندگي ڪيتري نه پيچيندي آهي ڇو ته زندگيءَ جون منزلون هڪ سريکيون ڪين آهن. ڏک ۽ سک سندس زندگيءَ جا رهنوار بڻجي ٿا پون.

وشنداس ۽ ساوتري سوچڻ لڳا ته جي مائٽي ٽوڙينداسين ته ڏاڍي شرمندگي ٿي پوندي. لوڪ آهي ٻوڪ. ڪو ڪٿي چوندو ۽ ڪو ڪٿي بڪندو. ماڻهو ڪيندا چوڪريءَ مان ڪاڻ. جنڊ ڪٿ ته حنڊ ڦورو ۽ جي ٻڙ ڪٿ ته ٻڙ ڦورو. ڪي ڏينهن ته ٻنهي ڏکر ڪاڍائون. آخر ٻيو ڪو چارو نه ڏسي، گروءَ جو ڪٿاه پرشاد ڪرائي، ارداس ڪيائون. "اسانجا ستگر سائين، تون نيائيءَ جو پاڳه ٻلو ڪڇ، اسين بي وس آهيون. ڪجهه سمجهه ۾ نٿو اچي."

لتا جي شاديءَ جو مهورت مهراج ڪڍيو. شاديءَ جا سانباها ٿيا ۽ لتا جي شادي ڏام ڌوم سان ٿي. نئين ڪنوار ساهري گهر جڏهن ڦيريون پير اندر وجهندي آهي ته ساهرا انهيءَ ڪان اڳ ڪيس پاڻيءَ چنبڙو هڻندا آهن، انهيءَ لاءِ ته ڪنوار ٺري ٿڌي ٿي اندر گهڙي. هن کي مٿي تي ڏکڻ ڏيندا آهن ته هرءِ گهر جو ڏکڻ ٿي اچي، يعني گهر جو حال ٻاهر نه ڪڍي، وات ۾ ڏيندا اٿس مصريءَ ٽڙ، ته مٺو ٻري ۽ مصريءَ جهڙي اچي ٿئي. ان ڪانپوءِ ڪنوار مٺيندي آهي ڏٽر، پنهنجي گهوٽ سان، سس سهري سان، ڏيراڻين ۽ ٻيحهي ساهري گهر جي مائٽن سان.

لتا جڏهن پنهنجي سس هيميءَ سان ڏٽر مهڻ لڳي، ته هيمي چوڻ لڳس، "ڪنوار، ڪن ڪولي ٻڌ. پنهنجي ماءُ کي سويليئي سُڏ ڏي ته ڏن وار ڏيڻ ۾ ڪاٿي به ڪوتاهي نه ڪري. منهنجي اوڙي پاڙي سان ڏاڍي رهائي رسائي آهي. سيني سان منهن ڏيڻو آهي. ڪا گهٽ وڌائي ڪيائين ته مون جهڙي بڇڙي زال اچا پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪانه ڏٺي هوندائين. ٻئي چوٽين ڏينهن ڪجهه نه ڪجهه موڪليندي رهي، نه ته مان اڙڙي لکه لاهيندي مانس، جهڙي ٻرڙو ڪندو آهي ٻارن سان. اصل پيڙهيون رلائي ڇڏيندي سانس.

لتا اچا گهر به سجو نه ڏٺو هئو ڏٽر مٺڻ تي ئي سس جو اهڙو فرمان ٻڌي، هيءَ ويچاري ته وائڙي ٿي وئي، ڇا ڪجي، ڇا چوي. سهرس پڻس کي چيو هئو ته اسان کي اوهانجي ڪکي هڪ ساڙهيءَ ۾ کپي ۽ هيءَ ڏاٽ چوي ٿي ته ٻئي چوٿين ڏينهن شان مان سان ڪجهه نه ڪجهه اچي. سوچڻ لڳي ته وجهه ملي ته ماءُ کي چٺي لکي سس جيڪي گهرون ڪري ٿي تنهن کان آگاهه ڪريان.

هفتي کن ڪان پوءِ لتا ماءُ کي خط لکيو :

منهنجي مٺڙي امڙ،

اميد ته گهر ۾ ايشور جي ڪرپا سان خوش هوندا. مان ساهري ۾ ته آيس. اوهان کي پل پل ياد پيئي ٿي ڪريان. امڙ مونکي ننديئي پرڻائي پتا ۽ اوهان گنگا ۾ ٽٻي ڏيئي آيا هوندا، پر جنهن گنگا ۾ مان وئي روز ٽٻيون ڏيان تنهن گنگا ۾ شل ڪوبه ٽٻي نه ڏئي. امڙ اچا ته منهنجي راندين

ڪرڻ جي وهي هئي، مون پاڻ کي اجان مس سجاتو هئو ته هيءَ گهانگهو منهنجي ڳچيءَ ۾ وڌو
منهنجو سهرو ته آهي هڪ مهاپرش، نه ڪنهنجي هنئين ۾ نه ڪنهن جي سنئين ۾، پر منهنجي سس
سان ته پڳوان پُڃي. منهنجو سهرو ته چوندو اٿس ته هن لڇميءَ کي پريشان نه ڪر، ڪيس ستاءِ نه
پر هوءَ پنهنجي پتيءَ سامهون ڪانه پوي، ڪسرون ڪڍي مون مان. سڄو ڏينهن تات اٿس ڏاڻ جي.
انهيءَ ڪانسواءِ هن کي ٻيو ڪجهه ياد ئي ڪونهي. سارو وقت گهر ۾ ڪٽ پٽ لڳي پيئي آهي. اجا
پاڻ ڳالهائي بس ٿي ڪري ته منهنجي نران جو سڙ ٿو شروع ٿئي. مطلب ته منهنجو ساهه ئي
سڪائي ڇڏيو اٿن.

مان هتي ڪنهن سان پنهنجي اندر جو حال اوريان. اجها ڏياري ويجهي اٿيئي. چڱيءَ طرح ڏڻ
ناهي موڪليو نه ته سس منهنجو جيئڻ ئي زهر ڪري ڇڏيندي. سڄو ڏينهن سندس سهما پيئي ٿي
سهان. تون به ڏياريءَ کان اڳه ڪجهه موڪليس ته مائيءَ کي ماڻ اچي. مان ته وڏيڪ ڇا لکان. ٿورو
لکيو گهڻو ڪري سمجهه. اڄ سس گهر ۾ ڪانهي. پاڙي جي ڪنهن گهر ۾ ويئي آهي. وجهه مليو اٿم
توکي خط لکڻ جو. وڌيڪ سڪه. آسرو گروءَ جو.

تنهنجي ڌيءَ لتا.

ساوتريءَ کي جڏن چٺي ملي تڏن اکر اکر پڙهندي وڃي ۽ ڳوڙها ڳاريندي وڃي ۽ سڏڪا پيئي
ڀري.

انسان جي زندگي به ڪيترين مختلف ڀاوناڻن جي ملاوت آهي. ڪي ڳالهيون من کي رئاريندڙيون
آهن ۽ ڪي کلائيندڙيون آهن. لتا جي منگڻ کان وٺي جيڪي به ٿي گذريو هئو، انهيءَ جو خيال
ڪندي ساوتريءَ جي خوشي پرَ ڪري اڏامي ويئي هئي. ويتر لتا جي هن پهرين چٺيءَ ساوتريءَ
جي من کي اجڙيل آشياني جهڙو بنائي ڇڏيو هئو. سندس امنگن ۽ اڌمن جون لهرون ئي غائب
ٿي ويون هيون. ساوتريءَ لتا لاءِ ڇا ڇا نه سوچيو هئو ته لتا لاءِ هيءَ به ڪندس، هو به ڪندس، پر
سڀ سپنا ٿي ويا. سندس آنند نگريءَ ۾ افسوس ۽ ارمان پنهنجو ديرو ڄمائي ويٺا ۽ دل جي راحت
بدران هئو رڳو راڙو ۽ روڄن.

هيمي اٿندي وهندي لتا کي پيئي ڏنيپندي هئي. طعنا تنڪا پيئي هڻندي هئي. ساڙيندي،
پچرائيندي هئي، پر لتا ڪڏهن وات مان ٻڙڪ به ٻاهر ڪين ڪيندي هئي. اندر ۾ پيئي لڇندي
ڦٿڪندي هئي، "ڪنوار ٻڌ،" هيميءَ چيو،" ماٺيهين کي آهي ڪو مان مرجات جو خيال. اجهو
دسهڙو گجريو (گذريو) موڪليائين ڦتاڪن جي لڙهه، ڪي چار چٽگائي تيليون، ڪا ننڍي وڏي
آتشبازي، اسان جي ڏيڻ لاءِ ماٺيهين کي آهن سُڃه جون سڏيون ۽ پينگه جون پڳيون."سُڃا سيڻ،
ڏوڙ مرڪن ڏيئڙي." ڪو سڪ سواد جو جرو پرجو (ذرو پرزو) موڪلي ها ته جيڪر چوان ها ته
شاباس اٿس، سيڻ کي ياد ڪيو اٿس."سچا مٺا سچه کي، نه دان کي، نه پچه کي." جيجل ماءُ کي
الائي ڪئن ٿو گرهه ڳيٺو ٿئي. ڌيءَ سڪيلڏي، در ٿي جنهنجو ساهرو گهر، ڀائي ڪر جيٽرن

(زيتون) ڏرو ، ڪا انب ڦار ، ڪا گدري ليڪ ئي تون ڪٺي ڏيءِ ڪي موڪل تہ مان بہ چوان تہ مٺا من ، تہ پيلي منهنجي سيڻ اڃا حيات آهي. ست ڏارين واتان پيٺي هڏان تہ اڄ گهر ۾ ڦيءِ ڪيائين اڄ ڦيءِ رڌائين. اهو ڀڏي مونکي ڏکہ ڪئن نہ ٿيندو! پاڻ پلي ڪاٺي ، باقي اسان لاءِ ڪين جو ڪُنو چڙهيو پيو اٿس. ائين ڪُٺ ڪيئن نہ چڙهندي. پر مان سندس گلا ڪانہ ٿي ڪريان ، نکو ڪين پٽيان ٿي ، يا ڪجهہ گهران ٿي. هرڪو پنهنجي نکون سامہ ٿو ڪٺي. اهو منهنجي ڪُتي جو وڙ بہ نہ آهي. سائين مونکي سيڪي ڏنو آهي. پاڻي ولوڙيندي مکڻ ڪولہ نکرندو."

ڏياري بہ آئي ويجهي پوندي.

لتا حي چنيءِ پهچڻ کان پوءِ ، ساوتريءِ جي ننڊ ڦٽي پيئي هئي. ساوتري سوچڻ لڳي تہ ماٺي ڏڻ اهڙو ٺاهي موڪليان جو لتا جي سس کي ويڪ ڪيڻ جو وجهہ نہ ملي. سو ويٺي طرح طرح جون مٺايون ٺاهڻ ، ڪيتريون تہ گهر ۾ ٺاهيائين ۽ ڪي حلوائيءِ کي ٺاهڻ جو آرڊر ڏنائين. انڪل مڻ کن جدا جدا نمونن جي مٺائي سڪو ۽ تازو ميوو ، ٽماٽن جي ساس جا شيشا ، شربت جا شيشا ، ڪل ڇهہ ٽوڪرا ٺاهي پنهنجي پٽ موهن هٿان لتا جي ساهرن ڏانهن موڪليائين.

موهن گاڏيءِ مان ٽوڪرا لاراهي ، اندر ڪٺائي آيو. انهن کي رکي ديوان سترامداس ۽ سندس پتنيءِ کي پيري پيو. پوءِ ڀيڻ لتا کي ڀاکر پائي گڏيو. لتا جي سس سهري سان ٿورو گهڻو ڳالهائي وڃي ڀيڻ جي پر ۾ هن سان رهاڻ ڪرڻ لڳو. هيميءِ ڪوليو مٺائيءِ جو ٽوڪرو ، جنهن ۾ ٽوڪري ۾ مٺائي ڏٺائين تٽن هيميءِ جو ٽيمپريچر وڃي ١٠٨ ( هڪ سو اٺن ) ڊگرين تي پهتو. "موهن،" هيميءِ چيو ، "ماٺهين حلوو موڪليو آهي ، نہ منجهس پستو ۽ نہ بادامي. موهن ٿال مهينو اڳ ٺاهي رکيو هوائين ڇا. جهڙا پٿرن جا ٽڪر. دستي پچڻ سان بہ ڪين پڇندا. ماٺي جي مٺائي ڪريل ڪير مان ٺاهي اٿس ڇا ؟ ڏب پيٺي ٿي ساڙي. سڪل ميوو ٻارهن مهينا اڳ جو رکيل هوس ڇا جو اکروٽ ۽ ڪاجا سڙيل پيا ڏسجن. بابا واهہ جو اوهان جو ڏياريءِ جو ڏڻ. ههڙي گندي مٺائيءِ مان ٻاڙي ۾ پڙو پائي وڃي پوري ڪريان يا سينڪ جي ڇڳي ڪتري ٻاڙي سان منهن ڏيان. ڪڻ ، پٽ ، هيءِ سڀ ٽوڪرا وڃي ماءُ جي متي ۾ هڻ. ڏٺوسين اوهان جو ڏياريءِ جو ڏڻ. توهان ماڻهو ڇنو سهندا ، پر ڏنو ڪين سهندا."

موهن چيو ،" ماسي ، اوهين ناراض نہ ٿيو. منهنجي ماءُ مٺائي پنهنجي هٿن سان اڃا ڪالهہ ٺاهي آهي. حلوائيءِ بہ هڪ ٻہ مٺائي اڄ تازي ٺاهي ڏني آهي."

هيميءِ چيس ،" هل ڇورا ، آيو آهين ماءُ جي وڪالت ڪرڻ. ڪالهہ مٺائي آندي اٿو يا اڄ - ڪڻ هتان سڀئي ٽوڪرا نہ تہ اڇليندي سانءِ منهن ۾."

موهن ڏٺو تہ هيمي ويٺي آهي سخت گرم ٿي. وڌيڪ ڳالهائڻ سان ٿيندو وڌيڪ گوڙ ، سو ٽوڪرا اتيٺي چڙهي ، نہ موڪلايائين ڀيڻ سان نہ لتا جي سس سهري سان هليو ويو گهر.

ماٺس چيس ، "موهن ڇو جلد اچو وئين. لتا خوش هئي نہ ؟ سسٽس ، سهرس ۽ لتا جي نٺان سڀ خوش هئا نہ ؟ مٺائي وٺي ڪين نہ ؟ لتا جي سس ڪجهہ چيو تہ ڪونہ ؟"

موھن چيس ، "اما جيڪي نہ چوٽو ھوندو آھي ، سو بہ لتا جي سس چيو. چوڻ لڳي ٽوڪرا موٽائي ڪٽي وڄ نہ تہ ڪچري جي دٻي ۾ ڦٽا ڪنديس. مائيءَ کي ڳالھائڻ جي بلڪل تميز ڪانہ ھئي. جيڪر ساٿياڻي بہ اھڙا گندا اکر وات مان نہ ڪڍي جھڙا ھن ڪڍيا. لتا جو سھرو تہ ٻاٻو ٻڌو ، وات مان ھڪ پٽڪو بہ ڪين ڪڍيائين."

وشنداس پٽ جي ڪھاڻي ٻڌي گرم ٿي ويو. چوڻ لڳو ، "ساوتري ، سچ چوندا آھن تہ ابو گسي ، ڏيءَ وسي." سوني پاروتي بہ ڏيءَ گھوري."

ساوتريءَ وراڻيس ، "سائين جن کي ڇايون ڏنيون ، تن سان ڪھڙو ٻانور. اوھين گرم نہ ٿيو."

وشنداس چيو ، "ھيڏي ڏني ورتي بہ مائيءَ ۾ ٻاس ڪانھي. ھھڙن شخصن کي ڪجھہ سبق سيکارڻ کپي. مکڻ سڏيءَ آڱر سان ڪڍھن ڪين نڪرندو آھي."

وشنداس کي ڏاڍي بي قراري ۽ بي آرامي وٺي ويئي. گھر کان ٻاھر وڃي وري واپس موٽي اچي ۽ پلنگ تي ليٽي پوي. اٽي آرام نہ اچيس تہ وري اٿي وڃي در وٽ بيھي. ٻاھر منھن ڪڍي پاڻ سان پيو ڳالھائي. " ڪھڙي نانگ تي پير پيم جو سڄڻ جي صلاح کي ريٽي پنھنجي سڪيلڏي ڏيءَ کي واگھن جي ور وڌم."

ھوڏانھن لتا پنھنجي سس ھيميءَ جي بکواس ۽ بيھودي ھلت ڏسي وڃي پنھنجي ڪوٺيءَ ۾ زار زار روئڻ لڳي. ويچاري ٻيو ڪري بہ ڇا ٿي سگھي! سسٽس جو لتا جي روئڻ جو آواز ٻڌو سو پريان ئي رڙ ڪري چيائينس :" اما مِيڪ مِيڪ ڇا جي لڳائي اٿيئي ؟ پوءِ ڀاون جي ڏيءَ ، مونکي روئي ديڄارين ٿي ڇا ؟"

ھيمي پنھنجا ٻئي ھٿ ڪرمن تي ھڻي ، " سو سڪائون ڪري ، ھھڙو سون جھڙو سڪيلڏو پٽ پرڻائي ڪنوار گھر ۾ آنديم تہ سھي پر منھنجا چوريءَ پرَ ڳٽائي پنائي ڇڏيا آھن. ھھڙيءَ ننھن کان تہ پينگہ پلي ھئي. مون ڀانيو ھئو تہ ننھن گھر ۾ آٽي مان ڪٽ تي ويھي ماني کائيندس. ڪو اوچ ماٺيندس. عمر جي گيد مانيون گٺيون اٿم سو ڪي ڏينھن شينھن ڪلھي چڙھي وھندس ، ڪين ٻاروھي پيٽي چلھہ ڪمائيندس. ڏوٽي ونبي آھي ھٿ نارڻ لاءِ ۽ نہ ھٿ ساڙڻ لاءِ. ھيءَ راڻي سڄو ڏينھن پيٽي منجا ڪيي ، ھتي ليٽي ٿي ھُتي ليٽي. سڄو ڏينھن ڪک پيجي بہ اڏ نہ ٿي ڪري. جوانيءَ ۾ اچي جوُن پيئون اٿس ، باقي مان آھيان ڊيري جي نفرياڻي ، جو سڄو ڏينھن ويھي ڊڳي وانگر پيٽي ٿي وھان. صبوح سانجھيءَ پيرن تي بيٺي آھيان. ھن مھاراڻيءَ کان تہ ڪو ڪم نٿو پڄي. آرسي ھجيس ھٿ ۾ پوءِ پيٽي ڏنگيون سينڌيون ڪيي ، ھڪ ساڙھي مٿائي ، ٻي پائي. نوان ڪپڙا ۽ چڱو چوکو چورمون ڪپيس. اٽہ جو ديگڙي جي لڳہ ليوڻ ، مڇيءَ جي منڊي ڪائي ، بہ گرھہ ھيڏانھن بہ گرھہ ھوڏانھن ڪائي ، ڪجھہ چپکو ، ڪجھہ گسکو ، ديگڙو اھڙو اگھي اٿنديس جو ملڻ جو ضرور ئي نہ ٿئي. ڏن جيکو ڪبندو ، چيچٽ بہ اُيرندو نتھن کي. مٺن پوءِ ڀاولن جي ڏيءَ ، کي اباڻي گھر ۾ ڏنو ھجيس تہ ائين جيڪر ڪين ڪري. پر ھيءَ ڪرمن چنبڙي ، زبان اٿس ساڪٽي ڪلھي تي ڪٺي اٿس ، ڪُٽيو ڪلر آھي. مونکي ڪا پٽس ھمياڻي ٻڌائي آھي ڇا ؟ ھڪ ڏڻ ٽا ڏين

تہ ڏھہ ٽا گسائين، ناسودن کي ڪي ڪين هئو جو اگھاڙي ڏيءِ منھنجي در تي ڪٽي ڦٽي ڪيائون.
"اڻ گھڙيو ڪاٺ، جنھن جو نڪو سڳڻ، نڪو ساٿ."

لتا سس جو ٻڏي ٻڏي رهي نہ سگھي. هڪدم ڪوٺيءَ کان ٻاهر نڪري آئي ۽ سس کي وڏي واڪي چيائين، "امي ٻڌو منھنجي ماءُ پيءُ جو نالو مهرباني ڪري پنھنجي منھن مان نہ ڪڍو. هنن اوهان جو ڇا بگھاريو آهي؟ پنھنجي زبان کي ڦورو روڪيو. مان گھٽوئي اوهان جو ٻڏي ٽڪجي پيئي آهيان. هاڻي وڌيڪ ٻڌڻ نٿي چاهيان. هيتري ڏني ورتي بہ هن گھر ۾ ڪجھہ داخل ڪونهي سڄو ڪاٺي بہ ڇٻڪو نٿا ڏيو. منھنجي مائٽن اوهان کي ڇا نہ ڏنو آهي؟ مان اوهان جي ننھن ٿي، هاڻي چوڻ کان رهي نٿي سگھان. اوهان منھنجو تہ جيئڻ ئي جنجال ڪري ڇڏيو آهي. تنھن کان تہ پاڻ کي پورو ڪري ڇڏيان تہ هڪ آسرو تہ ٿئي. توهين منھنجي مائٽن جا سيڻ نہ آهيو پر ويڻ(WORTHLESS FELLOWS) آهيو."

لتا اڄ پھريون دفعو پنھنجي سس سان اهڙو ڪليو ۽ کھرو ڳالهايو. لتا جي اندر مان ڇڻ ٻرندڙ جبل مان جوالا ڦاٽ ڪاڻي نڪتي هئي. هوءِ رهي نہ سگھي چوڻ کان. وري چيائين." مان شادي ڪري هڪ ٻرندڙ کوري ۾ ٽپو ڏنو آهي. هڪڙو ڏينھن بہ خالي ڪونهي جنھن ڏينھن مون اکيون ٻوٽي ٻہ گھڙيون ننڊ ڪئي هجي. ڪيڏڻ ڪروٽ بدلايم پر آرام ڪين مليو. نندرا ديويءَ جو نفيس آنچل منھنجي اکين کي ڍڪي نہ سگھيو آهي. هيءَ دنيا ڀلي ڪيتري بہ سندر هجي، سکن جي سيج هجي پر منھنجي لاءِ هيءَ زندگي دکن جي مجسم تصوير آهي. زندگيءَ مونکي اهڙو تہ ٽوڙيو آهي، اهڙو تہ پوڳايو آهي جو دک جو نالو ٻڌڻ سان ئي اندر مان ڪجھہ ڏڏي ٿو وڃي. منھنجي اندر ۾ اهڙا تہ اونھا گھاوَ ٿي پيا آهن، اهڙا درد جا وڍ، جو منھنجي وات مان فقط دک جون دانھون پيون ٿيون نڪرن پوءِ ويھي پيءُ ۽ ماءُ کي خط لکيائين.

پيارا پتا ۽ منھنجي منڙي امڙ

خوش هجو شال. اڄ منھنجو اندر ٽتل کوري وانگر پيو ٿو جلي. سس جا سهما سهي سهي مان ڏاڍي بيزار ٿي پيئي آهيان. سڄو ڏينھن پيئي ٿي ٿوريءَ ٿوريءَ ڳالھہ تي ڏنيپي، من کي شانتي ڏيڻ لاءِ مون سس جو بي درديءَ سان مقابلو بہ ڪيو. مان جيڪر ڪيس جھڪائي ڇڏيان ها، جيڪڏهن مونکي سهري ۽ پتيءَ جو ساٿ ملي ها. مگر افسوس، هنن بہ ساٿ نہ ڏنو. مڙس بيروزگار، گھر ۾ رهي ڪونہ، سهرو زال جو مڄو، وات مان پٽڪو بہ نہ ڪڍي تہ پرائيءَ جائيءَ ۽ سندس پيءُ ماءُ سان اهڙو وٺل ڇو ٿي وهائي. مون توهانجي ياد کي سيني ۾ رکي ان کي پنھنجو ساٿي بڻائي پنھنجي ويران پريم سنسار ۾ برابر قدم وڌايو، پر قدم قدم تي ٺوڪرون کاڌيون ۽ ٺوڪرون کائيندي ڪشٽ بہ سهندي رهيس. چاهنا صرف آشا ٿي رهي پر اڄ آشا ٿي ويئي آهي نراشا. مون نہ سمجھو هئو تہ منھنجي ڪومل دل ايتري سخت ٿي سگھي ٿي جو اڄ سس کي سامهون چوڻ جي همت ٿيم. سهي سهي مان بہ ڪيترو سهان. جڏهن هن اوهان لاءِ گھٽ وڌ ڳالهايو تڏهن مان پاڻ کي روڪي نہ سگھيس ۽ منھن تي ٺوڪي ڏنومانس. ڪڏهن ڪڏهن دل جي پڪار

ٻڌي ڪائنات ٻه روئي ڏيندي آهي پر اڄ ڪائنات ٻه ڪجهه ڪين ٿي، مان هاڻي پنهنجي سرير مان تنگ ٿي پيئي آهيان، دنيا ۾ پلو رکيو ئي ڇا آهي، مسڪراهٽن جي ڇانو ۾ انسان ساهي پٽي ٿو ۽ آرام ڪري وري آنسن جي لڙهڪن جي اُس ۽ تپت واري واٽ تي اڪيلي هلي ڏاڍو ڪشٽ ٿو ڀوڳي، احساس جي پيڙا سدائين زندگيءَ جي گذريل دکن کي پيئي ورجائيندي آهي ۽ ائين ئي ماضيءَ جي سمنڊ ۾ غوطا ڪارائيندي آهي.

هيءَ منهنجي آخرين چٺي اٿو، ڪو گهٽو اکر لکيو هجيم ته معاف ڪندا. آسيس ڪجو ته منهنجي آتما سکي رهي ۽ سائينءَ جي گود ۾ وسرام پائي. اڄ پاڻ کي هن دورنگي دنيا مان ڇوٽڪارو پائي مڪت ٿيندس.

توهان جي اياڳڻ لتا

لتا ڪاسليٽ جو دٻو ۽ ماچيس جو پڙو اڳيئي سنان جاءِ ۾ رکي آئي هئي، سنان ڪرڻ جي بهاني اندر ڪمرڙي ڪاسليٽ وجهي لتا پاڻ کي جلائي ڇڏيو ۽ وڃي پرڀوءَ کي پياري ٿي، ڪومل مکڙي ٻي وقتائتي پٽجي وئي، ڪيڏي نه اتساهه سان لتا جي شادي ٿي ول وڌي، ٽاري ۽ ول ۾ گل پيدا ٿيڻ وارو هئو پر ان کان اڳ ئي ڪومائجي ويئي.

وشنداس کي چٺي پهچڻ کان اڳ ئي لتا وڃي انهيءَ ولايت پهتي جتان اڄ تائين انسان ساڳئي روپ ۾ واپس ڪين آيو آهي، سيٺي گهر جا ڀاتي، لتا جي اوچتي موت جو احوال پڙهي اوچنگارون ڏيئي رهيا هئا. ساوتري پنهنجي سڪيلڌيءَ تي روئي روئي بيهوش ٿي پيئي وڃي.

هرهڪ ماتا ڪئن نه پنهنجي ٻالڪ جي پرورش تي رت ست ٿي ڏئي، ڪئن نه سندس دل جي نس نس پينگهي ۾ ستل ٻالڪ سان ڳنڍيل ٿي رهي، جو روئي پچائيندي، ٻهاري پائيندي، ڪپڙا ڌوئيندي به سندس من سدائين ٻار ۾ پيو وسي، اتينت پيار جو ڏاڍو ڪومل ڀاونائن آدي واسنائن جڳري امنگن ۽ رنگين آسن جي سوڪيم سنٻنڌ کي ڪير به ٽوڙي نٿو سگهي.

ديوان وشنداس ۽ ساوتريءَ ٻنهي تمنائن ۽ آرزن جون گهٽيئي ڪشتيون ٽاهيون هيون پر سڀ پاڻيءَ ۾ وهي ويون.

انساني سماج هڪ پول پليان جو چار آهي. انسان وقت تي ٺيڪ ڳالهه ڪرڻ سمجهي نٿو پر وجهه وڃڻ کان پوءِ هو غير واجبي واسنا سانڍي پاڻ کي ڏانوا ڏول ڪري لڄي ٿي ٿو مري.

117, Zakaria Aghadi Nagar I, Yari Road, Versova,
Andheri (West) Bombay - 400 061.

# پاراتو

روپچند سپاهيملاڻي

آنند ڪاليج جي ڪرڪيٽ ٽيم جو قابل ڪپتان هو. گذريل ٽن سالن ۾ ڪيترين ئي مئچون کٽي پنهنجي ڪاليج جو نالو روشن ڪيو هئائين، ان ڪري سياڻيڪ هوُ ڪاليج جي پرنسپال، پروفيسرن خواهہ وديارٿين جو لاڏلو هو.

ڇهہ فوٽ ڊگهو، سُهڻو جانٺو جوان هر ڪنهن کي وڻندو هو. خوش مزاج بہ ڀڪڙوڻي هو.

ڪاليج جون ڪيترين ئي فئشنبل ڇوڪريون هن جي چوڌاري ائين پيئون ڦرنديون هيون جئن ڏيئي جي چوڌاري پرُنيريون. حُسن جي چمن ۾ هيءُ بہ ڀنوءُر وانگر سندن ساڃن هو ۽ هوُ ٿيون سندس سڄنيون!

پوليس سپرنٽينڊنٽ جو مُربي پٽ هو. پئسي جي ڪمي ڪانہ هئي. پيو پنهنجيءَ ڦٽ ڦٽيءَ تي گهمندو هو. ڦٽ ڦٽي اهڙي تيز هلائيندو هو ڄڻ هوا سان ڳالهيون ڪندو ٿو وڃي. ڪڏهن ڪنهن سڄنيءَ کي ڦٽ ڦٽيءَ تي گهمائيندو هو تہ ڪڏهن ڪنهن کي. جيڪا ساڻس گهمڻ ويندي هئي، اها پاڻ کي خوش قسمت پيئي سمجهندي هئي!

سندس هم ڪلاسڻ هئي لتا - سهڻي، سانتيڪي ۽ سادگي پسند.

هن ۾ ٻين ڇوڪرين وانگر ڇلڪڙائي نہ هئي. هن لاءِ آنند بہ ٻين هم ڪلاسين وانگر صرف هم ڪلاسي هو. آنند هن کي ڏاڍو ضرور هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪيس عجب لڳندو هو تہ جتي ٻيون ڇوڪريون هن جي صحبت لاءِ آتيون هونديون هيون اُتي ڪيس لتا ڄڻ نظرانداز ڪري ڇڏيو هو. هوءَ هن لاءِ گويا هڪ چئلينج بڻجي پيئي. هن بہ چار دفعا اڳتي وڌي لتا سان دوستي ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪئي پر هوءَ هميشهہ فهميدا بہ اکر ڳالهائي پنهنجي واٽ وٺي ويندي هئي. لتا جي ايڏي لاپرواهيءَ هن کي ميڪاري جوش ڏياريو. هن لتا کي پنهنجي وس ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪيو.

لتا جو هڪ ٻيو هم ڪلاسي هو وجئہ. دل ئي دل ۾ هوُ لتا مٿان مفتون هو ليڪن ڪيس سُجهيوئي نٿي تہ لتا سان گهرائپ هوُ ڪيئن پيدا ڪري. اندر ۾ گهٽيئي انسنا ڪندو هو پر هن جي اڳيان ويندئي سندس زبان گويا تارونءَ سان وڃي لڳندي هئي ۽ مطلب جي ڳالهہ ڪرڻ بدران ٻي مطلب هڪ اڌ اکر ڳالهائي هليو ويندو هو. ڪاليج لئبريءَ ۾ ٻئي اڪثر گڏبا هئا پر صرف هيلو! هيلو! ڪري ٻئي چپ ٿي ويندا هئا ۽ پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويندا هئا. لتا سندس دل جي حالت کي پروڙي چڪي هئي پر مسڪرائي ماٺ ٿي ويندي هئي. هن وجئہ ۾ ڪابہ خاص دلچسپي نہ ڏيکاري. وجئہ ڏاڍو پشيمان ٿيندو هو پر ڪيس سمجهہ ۾ ئي نٿي آيو تہ هوُ ڪيئن لتا سان

دوستي پيدا ڪري ؟

اچانڪ هن ڏٺو تہ هاڻي آنند بہ لئبرريءَ جا چڪر ڪاٽڻ شروع ڪيا ۽ ٿورڙئي وقت ۾ ڪيس لتا سان ڪنهن نہ ڪنهن ڪتاب يا اُن جي ليکڪ جي باري ۾ بحث ڪندو ڏٺو. ان نموني آنند ۽ لتا ۾ دوستي شروع ٿي ۽ جلدئي ايتري وڌي ويئي جو ڪڏهن ڪڏهن ڪاليج مان موڪل ملڻ تي آنند ڪيس پنهنجي ڦٽ ڦٽيءَ تي چاڙهي گهر ڇڏيندو ويندو هو.

ڪيس معلوم ٿيو تہ لتا جي ماءُ ننڍڙيئي گذاري ويئي هئي. ۽ سندس پيءُ ئي ڪيس پالي وڏو ڪيو هو. هينئر هوُ رٽائرڊ هو. لتا ئي گهر سنڀاليندي هئي. آنند لتا جي پيءُ سان واقفيت وڌائي. ڏٺائين هن کي شطرنج راند جو شوق هو. هن ساڻس شطرنج راند ڪرڻ شروع ڪئي. لتا جي پيءُ کي شطرنج جو ساٿي ملي ويو تہ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ائين آنند کي ڪلاڪن جا ڪلاڪ لتا جي گهر وهڻ جو وجهہ مليو. ڪڏهن ڪڏهن تہ ماني بہ وٺن کائيندو هو. چرچائي تہ هئو ئي. پنهنجي خوش مزاجيءَ سان هن لتا جي پيءُ کي موهي ڇڏيو. هوُ سوچيندو هو تہ جي اهڙو خوش مزاج ڇوڪرو سندس ناٺي ٿئي تہ ڏاڍو سٺو ٿيندو. هن کي خاطري هئي تہ لتا کي بہ سندس صحبت وڻي ٿي.

ڪڏهن ڪڏهن آنند لتا کي سنيما تي بہ وٺي ويندو هو ۽ رات جو هوٽل مان ماني کائي دير سان موٽندا هئا. سندن هم ڪلاسين کان آنند جو نئون نينهن لڪل نہ رهيو. منجهن طرح طرح جون ڳالهيون ٿينديون هيون.

اُهي ٻڌي وجئہ دل ۾ پيو پڄرندو هو. پيو وجهہ ڳولهيندو هو تہ اڪيلائي ۾ لتا کي آنند جي اصليت کان آگاهہ ڪري. نيٺ هڪ ڏينهن هن کي لئبرري ۾ لتا اڪيلي گڏجي ويئي. هن دل ٻڌي ڪيس خبردار ڪيو تہ هوءَ آنند کان پاڻ سنڀالي. هوُ هرجائي هو. وغيرهہ.

لتا کي ڏاڍو برو لڳو جو هوُ سندس ذاتي معاملي ۾ دخل ڏيئي رهيو هو ۽ ناراض ٿي هلي ويئي. وجئہ جڪہ مارِيندو رهيو. اُن بعد جلدئي وجئہ ڪاليج ڇڏي ويو. معلوم ٿيو تہ سندس ماءُ ۽ پيءُ يورپ جي سئر تي ويا هئا. جتان موٽندي هوائي حادثي ۾ مارجي ويا ۽ وجئہ کي هڪدم پنهنجي پڙهائي اڌ ۾ ڇڏي اباڻو ڪروڙن جو ڪاروبار سنڀالڻو پيو. وقت گذرندو رهيو. هڪ رات لتا ۽ آنند هوٽل مان کانو کائي موٽي رهيا هئا تہ لتا آنند کي چيو : "آنند هاڻي اسان جي شادي ۾ دير بلڪل نہ ٿيڻ گهرجي."

شاديءَ جو اکر ٻڌي آنند وائڙو ٿي ويو. چيائين : "شاديءَ جي ڪهڙي تڪڙ آهي؟ امتحان ۾ باقي بہ مهنا آهن. اُن بعد پوليس ۾ منهنجي Selection ٿي وڃي تہ پوءِ شاديءَ لاءِ سوچبو."

لتا گهبرايل آواز ۾ چيو : "آنند مان مجبور آهيان. ايترو ترسي نٿي سگهان. مان ماءُ بڻجڻ واري آهيان."

اهو ٻڌي آنند اڇي ڪل ۾ ڇِنڪيو. ڇُنڪي وڃائيندي چيائين، "اوهہ! اها بہ ڪا وڏي ڳالهہ آهي؟ ٢٠ صديءَ ۾ ٿي اهڙي دقيانوسي ذهنيت رکين؟ اڄڪلهہ ڪيترين ڪنواريون پيئون ٻار

# پاراتو

## روپچند سپاهيملاڻي

آنند ڪاليج جي ڪرڪيٽ ٽيم جو قابل ڪپتان هو. گذريل ٽن سالن ۾ ڪيترين ئي منچون
کٽي پنهنجي ڪاليج جو نالو روشن ڪيو هُئائين. ان ڪري سياويڪ هوُ ڪاليج جي پرنسيپال،
پروفيسرن خواهه وديارٿين جو لاڏلو هو.

ڇهه فوٽ ڊگهو ، سهڻو جانٺو جوان هر ڪنهن کي وڻندو هو. خوش مزاج به ڦڪڙوئي هو.

ڪاليج جون ڪيترين ئي فئشنبل ڇوڪريون هن جي ڇوڪراري اٿين پيٺون ڦرنديون هيون جڻ
ڏيئي جي چوڌاري پرُنيريون. حُسن جي چمن ۾ هيءُ به پنوهر وانگر سندن ساجن هو ۽ هوُ ڦيون
سندس سجنيوُن!

پوليس سپرنٽينڊنٽ جو مُربي پٽ هو. پئسي جي ڪمي ڪانه هئي. پيو پنهنجيءَ ڦٽ ڦٽيءَ
تي گهمندو هو. ڦٽ ڦٽي اهڙي تيز هلائيندو هو جڻ هوا سان ڳالهيون ڪندو ٿو وڃي. ڪڏهن ڪنهن
سجنيءَ کي ڦٽ ڦٽيءَ تي گهمائيندو هو ته ڪڏهن ڪنهن کي. جيڪا ساڻس گهمڻ ويندي هئي، اُها
پاڻ کي خوش قسمت پيئي سمجهندي هئي!

سندس هم ڪلاسڻ هُئي لتا - سهڻي ، سانتيڪي ۽ سادگي پسند.

هن ۾ ٻين ڇوڪرين وانگر هلڪڙائي نه هئي. هن لاءِ آنند به ٻين هم ڪلاسين وانگر صرف هم
ڪلاسي هو. آنند هن کي ڏٺو ضرور هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪيس عجب لڳندو هو ته جتي ٻيون
ڇوڪريون هن جي صحبت لاءِ آتيون هونديون هيون اُتي ڪيس لتا ڄڻ نظرانداز ڪري ڇڏيو هو.
هوءَ هن لاءِ گويا هڪ چئلينج بڻجي پيئي. هن ٻه چار دفعا اڳتي وڌي لتا سان دوستي ڪرڻ جي
ڪوشش به ڪئي پر هوءَ هميشهه فهميدا ٻه اکر ڳالهائي پنهنجي واٽ وٺي ويندي هئي. لتا جي
ايڏي لاپرواهيءَ هن کي هيڪاري جوش ڏياريو. هن لتا کي پنهنجي وس ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو.

لتا جو هڪ ٻيو هم ڪلاسي هو وجئه. دل ئي دل ۾ هوُ لتا مٿان مفتون هو ليڪن ڪيس
سُجهيرڻي نٿي ته لتا سان گهرائپ هوُ ڪيئن پيدا ڪري. اندر ۾ گهٽيئي اُلسنا ڪندو هو پر هن جي
اڳيان ويندئي سندس زبان گويا تارونءَ سان وڃي لڳندي هئي ۽ مطلب جي ڳالهه ڪرڻ بدران ٻي
مطلب هڪ اڌ اکر ڳالهائي هليو ويندو هو. ڪاليج لئبرريءَ ۾ ٻئي اڪثر گڏبا هئا پر صرف هيلو!
هيلو! ڪري ٻئي چپ ٿي ويندا هئا ۽ پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويندا هئا. لتا سندس دل جي
حالت کي پروُري چڪي هئي پر مسڪرائي ماٺ ٿي ويندي هئي. هن وجئه ۾ ڪابه خاص دلچسپي
نه ڏيکاري. وجئه ڏاڍو پشيمان ٿيندو هو پر ڪيس سمجهه ۾ ئي نٿي آيو ته هوُ ڪيئن لتا سان

دوستي پيدا ڪري ؟

اچانڪ هن ڏٺو تہ هاڻي آنند بہ لئبرريءَ جا چڪر ڪاٽڻ شروع ڪيا ۽ ٿورڙي وقت ۾ ڪيس لتا سان ڪنهن نہ ڪنهن ڪتاب يا اُن جي ليکڪ جي باري ۾ بحث ڪندو ڏٺو. ان نموني آنند ۽ لتا ۾ دوستي شروع ٿي ۽ جلدئي ايتري وڌي ويئي جو ڪڏهن ڪڏهن ڪاليج مان موڪل ملڻ تي آنند کيس پنهنجي ڦٽ ڦٽيءَ تي چاڙهي گهر ڇڏيندو ويندو هو.

کيس معلوم ٿيو تہ لتا جي ماءُ نندڙپڻي گذاري ويئي هئي، ۽ سندس پيءُ ئي کيس پالي وڏو ڪيو هو. هينئر هوُ رٽائرڊ هو. لتا ئي گهر سنڀاليندي هئي. آنند لتا جي پيءُ سان واقفيت وڌائي. ڏٺائين هن کي شطرنج راند جو شوق هو. هن ساڻس شطرنج راند ڪرڻ شروع ڪئي. لتا جي پيءُ کي شطرنج جو ساٿي ملي ويو تہ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ائين آنند کي ڪلاڪن جا ڪلاڪ لتا جي گهر وِهڻ جو وجهہ مليو. ڪڏهن ڪڏهن تہ ماني بہ وٺن ڪائيندو هو. چرچائي تہ هئو ئي، پنهنجي خوش مزاجيءَ سان هن لتا جي پيءُ کي موهي ڇڏيو. هوُ سوچيندو هو تہ جي اهڙو خوش مزاج ڇوڪرو سندس ناٺي ٿئي تہ ڏاڍو سٺو ٿيندو. هن کي خاطري هئي تہ لتا کي بہ سندس صحبت وڻي ٿي.

ڪڏهن ڪڏهن آنند لتا کي سنيما تي بہ وٺي ويندو هو ۽ رات جو هوٽل مان ماني کائي دير سان موٽندا هئا. سندن هم ڪلاسين کان آنند جو نئون نينهن لڪل نہ رهيو. منجهن طرح طرح جون ڳالهيون ٿينديون هيون.

اُهي ٻڌي وجئہ دل ۾ پيو پچرندو هو. پيو وجهہ ڳولهيندو هو تہ اڪيلائي ۾ لتا کي آنند جي اصليت کان آگاهہ ڪري. نيٺ هڪ ڏينهن هن کي لئبرري ۾ لتا اڪيلي گڏجي ويئي. هن دل ٻڌي کيس خبردار ڪيو تہ هوءَ آنند کان پاڻ سنڀالي، هوُ هرجائي هو. وغيرهہ.

لتا کي ڏاڍو برو لڳو جو هوُ سندس ذاتي معاملي ۾ دخل ڏيئي رهيو هو ۽ ناراض ٿي هلي ويئي، وجئہ جڪہ ماريندو رهيو. اُن بعد جلدئي وجئہ ڪاليج ڇڏي ويو. معلوم ٿيو تہ سندس ماءُ ۽ پيءُ يورپ جي سئر تي ويا هئا. جتان موٽندي هوائي حادثي ۾ مارجي ويا ۽ وجئہ کي هڪدم پنهنجي پڙهائي اڌ ۾ ڇڏي اباڻو ڪروڙن جو ڪاروبار سنڀالڻو پيو. وقت گذرندو رهيو. هڪ رات لتا ۽ آنند هوٽل مان کانو کائي موٽي رهيا هئا تہ لتا آنند کي چيو : "آنند هاڻي اسان جي شادي ۾ دير بلڪل نہ ٿيڻ گهرجي."

شاديءَ جو اکر ٻڌي آنند وائڙو ٿي ويو. چيائين : "شاديءَ جي ڪهڙي تڪڙ آهي؟ امتحان ۾ باقي بہ مهنا آهن. اُن بعد پوليس ۾ منهنجي Selection ٿي وڃي تہ پوءِ شاديءَ لاءِ سوچبو."

لتا گهبرايل آواز ۾ چيو : "آنند مان مجبور آهيان. ايترو ترسي نٿي سگهان. مان ماءُ بڻجڻ واري آهيان."

اهو ٻڌي آنند اچي ڪل ۾ ڇٽڪيو. چُٽڪي وڄائيندي چيائين، "اوهہ! اها بہ ڪا وڏي ڳالهہ آهي؟ ٢٠ صديءَ ۾ ٿي اهڙي دقيانوسي ذهنيت رکين؟ اڄڪلهہ ڪيترين ڪنوارين پيئون ٻار

ڪيرائين. تون بہ ڪٿي ائين ڪر، ڇوين تہ سياڻي ٿي ڪنهن ڊاڪٽرياڻي وٽ وڃي هلندين."

لتا وائڙي ٿي ويئي، چيائيس : آنند تون ھيءَ ڇوين چا ٿو ؟

آنند چوڻ لڳو : اھوئي ٿو چوان جاني من، جو چوڻ گهرجي. ضروري ٿوروئي آهي تہ ھر دوستي شاديءَ ۾ بدلجي وڃي؟ اڄڪلهہ دوستي جي اهميت شاديءَ کان وڌيڪ آهي. شادي اجايو بندڻ آهي. دوستي آزاد آهي. ان ڪري اجايو پاڻ کي پريشان نہ ڪر. هڪ هوشيار ڊاڪٽرياڻي منهنجي واقف آهي سڀاڻي اُن وٽ هلنداسين.

لتا چپ ٿي ويئي. ڪيس گهر ڇڏي، ٻئي ڏينهن اچڻ جو واعدو ڪري آنند هليو ويو.

اھا رات لتا کي ننڊ نہ آئي. پنهنجي لڇي ۾ ڦٿڪي تہ ڇا منجهان ڇا ٿي ويو ؟ پڻس اڳيئي دل جو مريض، ھن کي جي خبر پونديس تہ بيحد صدمو رسندس. الاجي ڇا ٿئي. ان ڪري نيٺ فيصلو ڪيائين تہ بدنامي کان بچڻ لاءِ ائين ئي ڪرڻو پوندو.

ھاڻي آنند لاءِ دل ۾ ڌڪار ٿيس، پر في الحال اُن کي ظاھر نٿي ڪري سگهي. ٻئي ڏينهن آنند سان گڏجي ڊاڪٽرياڻي وٽ ويئي ۽ صفائي ڪرايائين. ڏرت ٽريو. آنند بہ دل ۾ خوش ٿيو تہ شب ۾ رهجي آئي. جڏهن آنند ڪيس گهر وٽ ڇڏيو تہ لتا اندر هلڻ جي صلاح بہ نہ ڪيس.

آنند چوڻ لڳو : جانيمن، ھاڻي تہ اُلهجن لهي ويئي. اڃان بہ ڪاوڙ اٿيئي ڇا ؟

ھاڻيّ لتا پاڻ روڪي نہ سگهي. چيائينس : آنند تنهنجي اصليت ھاڻي سڃاتم. تون دوکيباز آهين. تنهنجو ٻار بہ تو وانگر دوکيباز ئي ٿئي ھا. ان ڪري چڱو ٿيو جو جنم کان پهرين اُن کي ختم ڪرائي ڇڏيم. مان توکي ڌڪاريان ٿي. ياد رکہ جي ايشور وٽ انصاف آهي تہ ھن گناھ جو حساب توکان ضرور چڪائي وٺندو. ھاڻي وڃ وري شڪل بہ نہ ڏيکارج.

اھي اکر ٻڌي آنند غصي ۾ ڳاڙهو ٿي ويو پر ڪجهہ ڪڇي نہ سگهيو. ڦٽ ڦٽي ٿيرائي هلي ويو.

ڏھہ ڏينهن گذري ويا. لتا جو پيءُ پريشان ھو. آنند وري ڇو ڪونہ آيو ھو. نيٺ ھن ڌيءَ کان پڇيو، "لتا پٽ آنند سان رُسي آهين ڇا جو اچيئي ڪونہ ٿو ؟"

"بابا ھي اچي پنهنجو ڪهڙو ڪارو منهن ڪندو ؟ ھوُ ھڪ ڪميڻو ۽ دوکيباز آهي. منهنجي ڪري ئي ٿي هتي آيو ۽ مون ئي ڪيس منع ڪري ڇڏي آهي تہ ھتي نہ اچي ۽ پنهنجي منحوس شڪل مون کي نہ ڏيکاري."

ڌيءَ جي اکين ۾ ڪروڌ ۽ ڌڪار ڏسي ماٺ ٿي ويو. لتا وڃي گهر جي ڪم کي لڳي. ھن ڪاليج ۾ وڃڻ ڇڏي ڏنو. ڀلا ڪهڙي منهن سان ڪاليج ۾ وڃي ؟

پڻس گهڻو ئي سمجهايس تہ پڙهائي سان وڙهڻ مان ڪهڙو فائدو ؟ پر ھيءَ پنهنجي هوڏ تي [illegible] رهي.

ھڪ ڏينهن ڪاليج جي ھڪ ساهيڙي اچي ٻڌايس تہ آنند موٽر سائيڪل جي حادثي ۾ سخت زخمي ٿي پيو آهي، ۽ ڊاڪٽرن سندس اڌ ٽنگ وڍي ڇڏي آهي. ھل تہ هلي اسپتال ۾ گڏجي

اچونس، اهو ٻئي ڪجهہ وقت تہ لئا سُن ٿي ويئي. اول خيال آيس تہ وجي چوانس تہ ڏس ايشو
ڪيئن ٿو حساب وٺي. پر وري خيال آيس تہ ڪريل تي چٽرون ڪرڻ پاپ آهي. هو اسپتال ۾ ن
ويئي. ٻئي هفتي اخبارن ۾ آيو تہ آنند جو پي رشوت وٺندي پڪڙجي پيو ۽ ڪيس نوڪري کان
برطرف ڪيو ويو.

چار سال گذري ويا. آنند جا هم ڪلاسي پڙهائي ڪري ڪي ڪيڏانهن ويا ڪي ڪيڏانهن. تنهن
ڏينهن پارڪ ۾ ٽهلندي اوچتو هڪ لنگڙي تي نگاهہ پئجي ويم جو پريان هڪ بينچ تي اڪيلو ويٺو
هو. شڪل ڪجهہ سڃاتل لڳم. اڳيان وڌي ويس. اڙي هي تہ آنند آهي! پر ڪيڏو نہ منجهس فرق
اچي ويو هو! 32 -30 ورهين جي ڄمار ۾ 45-40 ورهين جو ٿي لڳو سندس چهرو. جو اڳي خوشي
۾ پيو ٻهڪندو هو اڄ ملول ۽ مرجهايل پئي لڳو. سندس پير ۾ ويهي چيومانس : آنند مون کي
سڃاڻين ٿو ؟ هي ڪهڙو پنهنجو حال ڪيو اٿيئي ؟

آنند گهور ڪري نهاريو ۽ پوءِ ٿڌو ساهہ ڀري چيو : دوست منهنجي سڃاڻڻ يا نہ سڃاڻڻ جي
اڄ اهميت ئي ڇا آهي ؟ سچ چيو اٿن تہ مصيبت ۾ پنهنجا بہ سڃاڻڻ کان وِئڻ ويندا آهن. اڄ مان بہ
پاڻ کي زندگي ۾ اڪيلو ئي ٿو سمجهان.

دلداري ڏيندي چيومانس : دوست ائين همت نہ هار. ڏکن پٺيان سک بہ اوس ايندا.

نراسائي وچان وراڻيائين : منهنجا دوست، هي سڀ منهنجن پاپن جو پريڇام آهي. مان
ڄاڻان ٿو هي سڀ لئا جي ڏنل پاراتي جو اثر آهي. مون ساڻس دوکو ڪيو هو. آرزو هيم تہ مرڻ
کان اڳ کانئس معافي وٺان. پر هينئر اهو ممڪن ناهي. روز هتي اچي وهندو آهيان ۽ پنهنجي
دُردشا تي ڳوڙها ڳاريندو آهيان. ڪالهہ ڪن ٿيو تہ اوچتو لئا تي نظر چڙهي ويم. هن وجهہ سان
شادي ڪئي آهي. پنهنجي گهوٽ سان پنهنجي ٻار کي هنج ۾ کڻي لنگهي. ڏاڍي خوش پئي لڳي.
جا اڳي هڪ ڪلي هئي هينئر هڪ ٽڙيل گلاب جو گل ٿي پيئي هئي. اڳيرو وجي هڪ بينچ تي
ويٺا. مون کان رهيو نہ ويو. منڊڪائيندو وٽن ويس. مون کي ڏسنديئي لئا باهہ ٿي ويئي. گهوٽ
کي چيائين : وجهہ اٿ تہ ٻئي هنڌ هلون. هن منحوس جي مان شڪل بہ ڏسڻ نٿي چاهيان. وجهہ بہ
نفرت سان مونڏانهن نهاري اٿي ڪڙو ٿيو ۽ پنهنجي ٻار کي کڻي ٻئي تڪڙا تڪڙا وجي ٻاهر
پنهنجي ڪار ۾ ويٺا.

موٽي اچي هن بينچ تي ويٺو آهيان. زندگي جي اها آخرين آرزو بہ هاڻي پوري نہ ٿي
سگهندي.

چوندي چوندي سندس اکين مان جهر جهر ڪري ڳوڙها وهڻ لڳا. هٿ سان وجڻ جو اشارو
ڪيائينم.

ٻئي ڏينهن اخبار ۾ پڙهيم تہ آنند انهي رات ايئريون ننڊ جون گوريون کائي سمهيو جو وري
نہ جاڳيو.

M-19, Sagar Vihar Colony, Vaishali Nagar, Ajmer.

# اڻوکو احساس

گوپي موٽواڻي

اڄ ريکا بي حد خوش هئي. هڪ عجيب آنند، هڪ عجيب سک جو احساس محسوس ڪري رهي هئي! زندگيءَ ۾ پهريون ئي دفعو من کي اهڙو سنتوش مليو هو! گويا زندگيءَ جو مقصد ملي ويو هوس. هيءَ خوشي، هيءَ آنند، هن ڪنهن سان ونڊڻ ٿي چاهيو. هن ليٽرپئڊ ۽ پين کڻي خط لکڻ شروع ڪيو.

رات جا ١٢ بجا.
ڏياريءَ جي رات،
دهلي.

منهنجي مٺڙي امڙ.

اڄ ڏياري آهي. ٻاهر زور شور سان سان ڦٽاڪا ٻري رهيا آهن. هواين ۽ ٻمن جو شور ڪافي آهي. مگر اڄوڪي رات آهي مونکي خفي نٿا ڪن. عجب لڳنم ٿو ته جڏهن هر ڏياريءَ تي مان انهن ڦٽاڪن جي آواز کان ورچجي، ڪنن ۾ ڪپهه جون گوليون وجهي سمهندي هيس. ڏياريءَ جي وقت تنهنجو گهر جو خرچ وڌي ويندو هو ته ظاهريءَ طرح نه، پر اندر ۾ ضرور ناراض ٿيندي هيس. تون شڪ ڪي هر ڏياري جو ڏڻ موڪليندي آهين ته مان اندر ۾ جنسي خار ڪائيندي آهيان. ٻڌيءَ جي موت ڪانپوءِ مونکي صرف اهوئي احساس ستائيندو رهندو آيو آهي ته هيءَ سڀ جوابداريون مونکي سنڀالڻيون آهن. ننڍا جو ڪاليج ۽ مُڪيش جو اسڪول جو هاٽي هاير سٽئنڊرڊ تائين پهتو آهي. منهنجي دل ۾ اهڙا ويچار اڻپن ٿين سو ٻه سياويڪ آهي. شڪ جي شادي کي سال مس ٿيو هو ۽ مونکي اڄا نوڪري مس لڳي هئي جو ٻڌي گذاري ويو. ڪڏهين ڪڏهين ته غصي ۾ ورچجي، توکي چوندي هيس ته شڪ ته وڃي ساهرن ۾ سُکي ٿي، سڄو بار مونتي پيو آهي، ته ٻه ترن ناراض نه ٿيندي هئين، پر هر وقت آسيس ڪري چوندي هُئينءَ ته بار توتي نه پر پريوءَ تي آهي. ڏس نه ته ڪئين نه سائين توکي جلدئي آفيسر ٿو ڪري ته اهو بار هلڪو ٿي ويندو. توکي روبرو ڪجهه چئي دکي ڪرڻ تي من نه ٿيندو هو، پر من ۾ خار ڪائي چوندي هيس ته سرڪاري نوڪري ۾ آفيسر؟ ايترو جلدي ٿيڻ ناممڪن آهي پر امڙ، تنهنجي آسيس سان اهو ناممڪن ممڪن ٿي پيو. اهو اڄ محسوس ٿي ڪريان. گزيٽيڊ آفيسر ٿيڻ لاءِ جو امتحان ڏنم تنهن لاءِ ڪافي محنت

کيم ۽ پاس بہ ٿيس، پر چا تہ چٽاپيٽي هئي! وري گزيٽيڊ آفيسر ٿيڻ ڪانپوءِ جلدئي منهنجي بدلي دهليءَ ٿي، مان ڪجهہ نراس ٿيس، وري ڊبل خرچ.

دهليءَ ۾ اچڻ سان مان جنهن جي گهر ۾ پيئنگ گيسٽ ٿي رهي آهيان، اُن جي همٿ ۽ حوصلي ڪي ڏسي، ڪيس داد ڏيڻ ڪانسواءِ رهي نٿي سگهان. ننڍيءَ عمر ۾ وڌوا ٿي، اُن وقت وٽس فقط پنهنجو گهر هو. نوڪري ڪيائين، پنهنجي ڌيءَ پٽ ڪي پاڙهي، لائق لڳايائين ۽ شادي ڪرايائين، پر پاڻ رهندي اڪيلي آهي، خودار، خودمختيار جو آهي، مگر پيار جو ساگر سمايل آهي سندس هردي ۾. شروع ۾ مان ڪيس آنٽي ڪري سڏيندي هيس تہ چوڻ لڳي،" ڌيءَ، آنٽيءَ بدران ماسي سڏيندينءَ تہ مونکي ڏاڍي خوشي ٿيندي، ڇوتہ ماسي چاچي ۽ امڙ اکرن ۾ پيار سمايل آهي!"

اڄ ڏياريءَ جي ڏينهن صبوح جو مونکي اداس ڏسي چيائين، ريکا ڌيءَ مان سمجهان ٿي تہ تون گهر کان دور، ڏياريءَ جي موکل ۾، ماءُ جي ۽ ڪجهہ گهر جي ڪمي محسوس ڪرين ٿي. پر هڪ ڳالهہ ياد رکہ تہ ڪنهن بہ خوشيءَ جي موقعي تي اِنسان فقط مائٽن سان خوشي ڇو ونڊي؟ هو چاهي تہ پيار ۽ خوشي ٻين کي بہ ڏيئي سگهي ٿو. مون چيو تہ ماسي، ڏياريءَ جي خوشي تہ مونکي ٿيندي ئي ڪانهي، ليڪن مائٽن کان پري، اڪيلائي محسوس ڪيان، تنهن ۾ هيءُ ڦٽاڪن جا ڌماڪا موڊ ئي خراب ڪيو ڇڏين. توهان تہ پنهنجي سماج شيوا ۾ مشغول آهيو.

ورندي ڏنائين، تہ پنهنجو وقت سماج شيوا ۾ سجايو نہ ڪريان تہ زندگيءَ جو بوجو ڪٽڻ ئي ڏکيو ٿي پوي، مگر جڏهن اناٿ ٻارن سان منٺڙيون ڳالهيون ڪندي آهيان ۽ ڏکي ڀينرن جي آشرم ۾ ڀينرن جا دکہ ٻڌي، اُنهن کي تسلي ڏيندي آهيان ۽ پيار ونڊيندي آهيان تہ اُن وقت، پاڻ کي ترپت سمجهندي آهيان. اڄ ڏياري آهي. منجهند جو ڇئين بجي کان ستين بجي تائين جو پروگرام آهي، پهرين ناري آشرم ۾ ۽ پوءِ گلستان ٻارن جي آشرم ۾ ويندا سين. تون بہ هڪ وار هلي ڏس تہ سهين تہ ٻارڙن ۽ ڀينرن سان پيار ونڊڻ سان، پاڻ کي ۽ اُنهن کي، ڪل خوشيءَ جي خوراڪ ملي ٿي وڃي!

ائين نہ سمجهہ تہ اُتي صرف مون جهڙيون چڙهيل عمر واريون ڀينر ۽ يائر وڃن ٿا. اسان جي منڊليءَ ۾ جوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون بہ آهن جن جو اُتساهہ ڏسڻ جهڙو آهي. سو مان ماسيءَ ۽ اُن جي منڊليءَ سان گڏ پهرين ناري آشرم ۾ ۽ پوءِ "گلستان" ٻارن جي آشرم ۾ وياسين. ناري آشرم ۾ پهتاسين تہ ڀينرون اسان جي انتظاري ۾ ويٺيون هيون. اسان کي ڏسي سندن چهرائي ٻهڪي پيا. ڏياري مبارڪ، ڏياري مبارڪ چئي، سڀ اچي آشرم جي وڏي هال ۾ گڏ ٿياسين. هال ۾ هڪ ننڍي اسٽيج ٺاهي هئائون ۽ لڪشميءَ جي وڏي مورتي رکيل هئي. ماسيءَ لڪشميءَ جي پوڄا ڪئي. پوءِ ماسي ڀينرن کي پربوڌ ڏنو. چيائين : عام طرح لڪشميءَ کي ڌن سمپتيءَ جي ديوي ڪري پوڄيو ويندو آهي، پر لڪشمي آهي سکہ سمپتيءَ جي ديوي. لڪشمي پوڄن ڏينهن، چاندي سون خريد ڪري اُن جي پوڄا ڪئي ويندي آهي. لڪشمي پوڄن سان جيڪڏهن لڪشمي ڇم ڇم ڪري

اڄي تہ اها ڏن سمپتي ٻين گهرجائن کي ڏحي تہ اُن مان سک ملندو ۽ اها ئي سچي سمپتي. اها سمپتي آهي لڪشمي پوڄن جو پرساد ، هيءُ ڏڻ وار ، سچ تہ ڀائپي ۽ پيار ۽ سک جو سنديش ڪٺي ٿا اچن. ڀائپي ۽ مترتا ڏن سان نہ ورتندي آهي پر پيار ۽ سک ونڊڻ سان. پيار جهڙو منڙو لفظ اچارڻ سان ئي من پرسن ٿي ٿو اٿي. پيار ونڊڻ سان تہ ٻنهي جو من بہ پرسن ٿئي ٿو. پيار ونڊڻ سان پيار جي پوکہ چوڌاري پکڙجي ويندي آهي ، انين جئين پاڻُ پاڻي ، زمين تي هارجي ، چوڌاري ڦهلجي وڃي. اڄوڪي ڏينهن ، اسين بہ پاڻ سان هڪ واعدو ڪريون تہ پيار ونڊيون ۽ ڀائپي وڌايون. ٻين کي خوشي ڏيون.

ماسيءُ جي ننڍڙي پيار ڀرئي ليڪچر ڪانپوءِ هڪ ٻيڻ جي پوٽيءُ سٺو ڊانس ڪيو ۽ هڪ ٻيڻ جي ڏوهٽيءُ هڪ منڙو ڀڄن ڳايو. پوءِ مٺائي ورهائي ، سين کي ننڍا پئڪيٽ سوکڙيءُ طور ڏيئي اسان اُتان روانا ٿياسين. هينئر بہ اُنهن ٻيڙن جا چهرا منهنجي اکين اڳيان ڦرن پيا. جن جي چهرن تي مُرڪ هئي ، مگر اُنهن جي اکين ۾ دکہ جي ڇايا مونکان لڪل نہ رهي. امڙ منهنجي ، جئين پسون پکي بہ پنهنجا گهر ٺاهي اُن ۾ رهي سگهن ٿا تيئن هر انسان جي من جي بہ اهائي تمنا رهي ٿي تہ ڪيس پنهنجو گهر هجي! پنهنجو گهر ! بس اهائي دکہ ڀري تمنا اُنهن اکين ۾ لڪل هئي.

"گلستان" بال آشرم ۾ پهتاسين. ٻارن پنهنجي آشرم کي پنهنجي نموني سٺو سينگاريو هو. آشرم جي سنپاليندڙ ٻيڻ تنوجا ترويدي اسان سان اچي ملي. ٻار سٺن ڪپڙن ۾ ڏياري ملهائڻ لاءِ تيار بيٺا هئا. ٻارن جون نظرون ڪڏهين اسان جي چهري تي پئي پييون تہ ڪڏهن اسانجي آندل پئڪيٽن تي. هنن ٻارن کي ڏسي ، مونکي پنهنجو ٻالپڻ ياد اچي ويو. جڏهن ڏڻ وار تي مامو ماسي ، ناني ۽ ڏاڏي ٿول کڻي ايندا هئا يا ڪٿان ٻاهران ايندا هئا تہ پاڻ سان سوکڙيون کڻي ايندا هئا. تڏهين شئلا ۽ منهنجون نظرون ، مائٽن کان وڌيڪ اُنهن جي آندل ٿول مال تي ، پونديون هيون. نہ صرف ايترو پر اسان جي ننڍڙين دلين ۾ اهو بہ انتظار هوندو هو تہ آيل مائٽ اسان کي سڏي اسان سان ڳالهيون ڪري. پٺي ٿپري ڀاڪي پائي. امڙ ئي فٽ ڪٽ هنن ٻارن جي چهري تي هئي. هو پنهنجائي ۽ پيار پائڻ لاءِ آسائتا وينا هئا ; جو اچانڪ ٻارن ۾ هلچل مچي ويئي. آواز ڪيائون ۽ ڪي ڊوڙي اڳيان وڌي ويا. راجيش انڪل اچي ويو. راجيش انڪل اچي ويو. راجيش انڪل کي ڏسي ٻارن جون صورتون ئي ڦري وييون. گويا مرجهايل ڦول مهڪي اُٿيا هئا. مون مُڙي نهاريو تہ اراڪ رهجي ويس.

هيءُ تہ راجيش شهاڻي آهي. منهنجو ڪليگہ collague هو. ڪن ٻارن کي ڳراٽڙي پائي پيار [illegible] رهيو هو تہ ڪن جي پيشانيءُ کي چُمي رهيو هو تہ ڪن جي مٿي تي پيار جو هٿڙو پيو [illegible] جيئن ٻن ٻالڪين کي مٿي کڻي پنهنجي کُلهن تي وهاريائين تہ هنجي نظر مونتي [illegible] نظر ۾ سوال هو. ٻيءُ گهڙيءُ مُرڪي ڪيڪاريائين. ايتري ۾ ٻيڻ تنوجا ترودي اچي [illegible] ساٿين کي ڪيڪاريو ۽ پرارٿنا هال ۾ اچڻ لاءِ چيو. ٻارن پنهنجي وت آهر سٺو

پروگرام ڪيو. پوءِ سيني ٻارن ۾ مٺائي ورهائينسين. آشرم جي ڪمپائونڊ ۾ راجيش ٻارن ڪي ٽناٽا ٻاري ڏيکاريا. بس اَمڙ ڇا ته ٻارن جي چهرن تي خوشي ڦهليل هئي. اکڙين ۾ ڇا ته چمڪ هئي. چند گهڙين جو پيار پائي هو اناٿ ٻار ڪيترو نه خوش هئا. اُن وقت منهنجو من ٻه گد گد ٿيڻ لڳو. هڪ عجيب احساس ٿيڻ لڳو. جو پيار مونکي تو وٽان ۽ ڊيڊيءَ وٽان ملندو رهيو هو اهو مون ماڻيو پنهنجي حقائتو پيار سمجهي! مگر هنن بنا مائٽن جي ٻارڙن ٻين وٽان ٿوري وقت لاءِ پيار پائي ڪيڏا نه خوش ٿي رهيا هئا. پيار ڏيڻي، ٻئي کي خوشي ڏيڻي، انسان ترپت ٿي سگهي ٿو. اهڙو احساس اُن گهڙيءَ مونکي مليو!

اَڄ رات جو پيار جو هڪ ٻيو رنگ ٻه پَسيم. محسوس ڪيم ته جيئن ڪرم ڪرڻ اسانجي زندگي آهي تيئن پيار ڪرڻ ٻه اسانجي زندگي آهي.

اناٿ آشرم جي ٻارڙن کان موڪلائي جيئن ٻاهر نڪتاسين ته راجيش ٻه پنهنجي ٽوليءَ سان ٻاهر نڪتو.

هو منهنجي پر ۾ اچي بيٺو. پڇيائين : مس اِلائي توهان هتي؟ مون مُرڪي چيو ته جيئن توهان هتي تئين مان هتي. چيائين ته مان ته هر مهيني جو ملاقاتي آهيان. مون مُرڪي چيو ته مان، پشپا ماسيءَ سان گڏ آئي آهيان. هن پڇيو : ڪيئن لڳو اجوڪو پروگرام؟ مون شانت ڀاوَ سان چيو ته مونکي ته اڄ هڪ انوکو احساس مليو آهي. هنن ٻارڙن کي خوش ڏسي، هڪ عجيب جو آنند محسوس ڪري رهي آهيان. اڄ پشپا ماسيءَ چيو ته پيار ونڊڻ سان ئي سچي خوشي ملي ٿي. اهو سچ ڏسي رهي آهيان ۽ محسوس ڪري رهي آهيان. اُتساهه وچان چيائين ته پوءِ هر مهني اهڙي آنند وٺڻ لاءِ مون جيان هر مهني جا ملاقاتي بڻجي وڃو نه! مون وراڻيو ته ويچار ته اهڙو ئي آهي. راجيش جذبات وچان منهن جو هٿ دٻائي چيو، "سچ"!

امڙ، مون راجيش جي اکين ۾ اهائي چمڪ ڏٺي جا ٻارڙن ۾ هئي. گويا ڪيس ٻه ڪجهه من پسند ملي ويو هجي!

هن وقت ته امڙ، ائين چاهيان ٿي ته تو وٽ اُڏامي اچي. توکي ۽ ٻين کي ڀاڪر پائي پيار ڪريان؟ ۽ امڙ، خاص تنهنجي اکين ۾ اها چمڪ ڏسان، خوشي ڏسان، ترپتي ڏسان.

پيار گهڻا گهڻا نئنا، مُڪيش، شنلا ۽ شنلا جي ڪٽنب لاءِ.

تنهنجي ڌيءَ

ريکا.

لفافو بند ڪري، ريکا جيئن ئي وهاڻي تي ڪنڌ رکيو، تيئن ئي ننڊرا ديويءَ جي گود ۾ سمهي پيئي. سندس چهري تي اُن انوکي احساس جون ريکائون صاف ظاهر هيون.

12 (A) Anand Vihar, St. Martin's Road, Bandra, Bombay 400050

# تو ڏاڍي دير ڪئي

## سرڳواسي بي. سي. موٽواڻي

سريش جڏهين ڪاليج ۾ پڙهندو هو تڏهين هو ڏاڍو هوشيار هوندو هو. شڪل شبيهه ۾ به هو سهڻو هو. ناٽڪن ۾ به سٺو ڪلاڪار هو. ڪاليج ۾ ڪابه اهڙي سرگرمي ڪانه هئي جنهن تي سريش جو اثر نه هجي. ان ڪري ڪاليج ۾ هو ڏاڍو پيارو مڃيو ويندو هو. هن جا دوست به انيڪ هئا ۽ نوجوانڙيون ته مٿس بلهار پيون ويندڙيون هيون.

فرسٽ ڪلاس ايم. اي. پاس ڪرڻ بعد هن پنهنجي پتا واري ڌنڌي ۾ چاهه ورتو ۽ ان ڌنڌي تي هن جلدئي پنهنجو قبضو ڪري ورتو. ان ڪري هاڻي سندس پتا کي ڌنڌي جي چنتا نه رهي جو سريش جي سنڀالڻ بعد ڌنڌي ۾ پاڻ اضافو ٿيو هو. جتي سندن ڏهه بسيون هلنديون هيون، اتي هاڻي ٻارهن بسيون هلڻ لڳيون هيون. سريش جي وهنوار سبب هنن جا سڀئي ملازم خوش هئا. ملازمن سان هن جو پيائرن وارو وهنوار هئڻ سبب هو مٿس قربان پيا ويندا هئا. ايتري قدر جو نوڪرن جي گهٽ هئڻ سبب ٻيا ملازم ڊبل ڊيوٽي ڪرڻ لاءِ به تيار ٿي ويندا هئا، ان ڪري هن جو منعافو ويو وڌندو. جيتوڻيڪ ملازمن کي خوش رکڻ ۾ هن به ڪابه ڪثر ڪانه ڇڏي هئي. سندن ٻڪارون وڌائڻ ۽ وڌيڪ سهوليتون ڏيڻ هو پنهنجو فرض سمجهندو هو. ملازمن جي ٻاهر ڊيوٽيءَ تي رهڻ وقت جيڪڏهين ڪنهن به ڪرمچاريءَ جي گهر ۾ ڪو بيمار ٿي پوندو هو ته ان وقت تي ان جي دوا درمل ڪرائڻ به هو پنهنجو فرض سمجهندو هو. هن جي مائٽن کي هاڻي سريش جي شاديءَ جي چنتا هئي مائٽيون آيون پئي مگر ڪي گهر يا ڇوڪريون سندن مائٽن کي پسند ڪين ٿي آيون. سريش جي ماءُ چوندي هئي ته منهنجي سريش کي حور پري وٺي ڏينديس سو جهڙي تهڙي ڇوڪري ته هنن کي پسند ئي ڪانه ايندي هئي. سريش به يارن دوستن ۾ چوندو هو ته مان ر... ڏيش جي ڇوڪريءَ سان شادي ڪونه ڪندس مگر ولائتي پريءَ سان شادي ڪندس.

آخر هڪ ڏينهن هڪ ولائتي پري به پنهنجن مائٽن سان گڏ اچي سريش جن جي شهر ۾ پهتي ڪري ... ڪهن مٿي مائٽيءَ واري سريش جو ڏس ڏنو هو. بس هنن به جڏهين سريش کي ڏٺو ته گهمائي ... ماري ويٺا ڳالهيون ٻولهيون هليون. پنسن جي پنڪيءَ جي مائٽن کي ڪابه ڪمي ڪانه پيئي. اُ ... جپان، جرمن ۽ انگلي ۾ سندن فرم جون انيڪ برانچون هيون. پنڪي جو به چنڊ راجيش ۽ ... ڪمر، ترڇي نظر هرڻيءَ وانگر نيڻ ۽ ڊيل جيان چال هئي. پڪ اهڙي ڇوڪڏهين نيڻ ڪٺي نهاري ته الاجي ڪيترا گهوٽ گهائل ڪري وجهي. تنهن سريش جي

ماءُ کي بہ موھت ڪري ڇڏيو.

آخر سريش ۽ پنڪيءُ جو مڱڻو ٿيو ۽ مُنڊي پاتي ويئي. ھفتو ڪن تہ سريش ۽ پنڪي گڏ گھمندا رھيا. ھڪبئي ڪان سواءُ ھنن ڪي ٻي ڪابہ سار ڪانہ ھوندي ھئي. ان بعد اھا ولائتي پري پنھنجين ماءُ ، پيءُ سان گڏ آميريڪا ھلي ويئي مگر سريش جي نيٽن جي ننڊ بہ ھوءُ پاڻ سان گڏ ڪٽي ويئي. سريش سڄي سڄي رات ھن جي ياد ۾ جاڳندي گذاريندو ھو. سريش جي اھا حالت سندس ماءُ کان ڳجھي نہ رھي سگھي ۽ ھن پنھنجي پتيءُ رميش چندر سان پنھنجي پٽ جي حالت جو ذڪر ڪندي سريش ڪي جلد شادي ڪرائڻ لاءِ زور ڀريو اھو ٻڌي سيٺ رميش چندر پنھنجي سيٺ للت ڪمار سان ٽيليفون تي شاديءُ جي تاريخ طئہ ڪئي.

ھاٺي شاديءُ جون زور شور سان تياريون ٿيڻ لڳيون اھا شادي بہ ڏاڍي ڌام ڌوم سان ٿي پلا بئي پارٽيون سٽيئون ھيون. ان ڪري ھنن شاديءُ ۾ پئسو پاڻيءُ وانگر وھايو. سريش جي پتا ڪي خوب ناڻو مليو سريش ڪي سھڻي ڪنوار ڪيچ ۾ ملي. سريش جي ماءُ ڪي وري نئين نويلي نونھن ملي ان طرح سيئي خوش ھئا.

سريش ۽ پنڪي ھنيمُون لاءِ ڪشمير ويا. اُتي قدرتي نظارا جھرڻا ۽ باغ ڏسي بئي پيا ٽڙندا ھئا. مگر ھفتي ڪن بعد ئي پنڪيءُ جي سريش ۾ اھا دلچسپي نہ رھي ھاٺي ھوءُ ويڳاڻي گذارڻ لڳي. اھو ڏسي سريش وائڙو ٿي ويو. سريش ڪانئس ويڳاڻي ٿيڻ جو سبب پڇيو. مگر ھن اھا ڳالھہ ٽاري ڇڏي ۽ ڪوبہ جواب نہ ڏنو. سريش ھرطرح ڪيس خوش رکڻ لاءِ ڪيترائي يتن ڪيا ، مگر ھن تي ان جو ڪجھہ اثر ڪونہ ٿيو. ان ڪري آخر پنھنجي شھر واپس ھليا آيا.

پنڪي ھاٺي اھا پنڪي نہ رھي سريش جڏھين بہ ڪيس گھمڻ ڦرڻ يا پڪچر لاءِ چوندو ھو تہ ھوءُ مٿي ۾ سور ، طبيعت ٺيڪ نہ ھئڻ يا ٻيا ڪي بھانا ڪري ٽاري ڇڏيندي ھئي ، جنھن سبب سريش نراس رھڻ لڳو. آخر اھا حالت بہ سندس ماءُ کان ڳجھي نہ رھي سگھي. ھوءُ سوچڻ لڳي تہ پنڪيءُ کي آخر ٿي ڇا ويو آھي. ھتي تہ ڪيس ڪوبہ دک ڪونھي. ھر طرح جا سک سندس لاءِ موجود آھن نوڪر چاڪر سندس ڪم جي حڪم جي پوئواري ڪرڻ لاءِ ھر وقت تيار وينا آھن. پوءِ ڪھڙي ڪمي آھي اسان وٽ؟ يا ڪھڙي ڪمي آھي منھنجي سريش ۾؟ ان ڪري ھوءُ گھڙيءُ گھڙيءُ پنڪيءُ کان پڇڻ لڳي توکي ڇا گھرجي جو اسان وٽ ڪونھي؟ تون ھن طرح اُداس ڇوٿي رھين؟" پنڪي جواب ڏيندي ھئي "الاجي ڇو ، منھنجو من ھتي نہ ٿو لڳي." سسٽس ڪيس سمجھائيندي چوندي ھئي تہ نئين گھر ۾ اچڻ سان ڪجھہ ڏينھن ائين ٿيندو آھي مگر پوءِ آھستي آھستي سڀ ٺيڪ ٿي ويندو آھي.

ھڪ ڏينھن ھڪ نوجوان آميريڪا مان آيو. سريش ۽ سندس پتا سان سندن آفيس ۾ اچي گڏيو ۽ ٻڌائين تہ مان پارت ۾ گھمڻ آيو آھيان ۽ پنڪيءُ جو پاڙيسري آھيان. پنڪيءُ جي ماءُ مونکي چيو ھو تہ پنڪيءُ جي گھر ضرور وڃج ۽ ساڻس گڏجي اچج. اھو ٻڌي سريش ۽ سندس پتا ان نوجوان کي آدرپاءُ ڏيئي ڪجھہ ڏينھن پاڻ وٽ رھڻ لاءِ چيو جو پارت ئي ھڪ اھڙو ديش آھي

جنهن جي سيتا ۾ مهمان نوازيءَ جو گڻ سمايل آهي هن ديش جا ميزبان بک ڪڍي به مهمان نوازيءَ ۾ ڪا ڪمي ڪانه ڇڏيندا آهن سريش جن ته هر طرح سان آسودا هئا سو هو مهمان نوازيءَ ۾ ڪيئن پٺتي پوندا ؟

اهو نوجوان جڏهين سريش سان گڏ گهر آيو ته ان کي ڏسي پنڪي نري پيئي ۽ سندس اداس چهري تي چمڪ اچي ويئي ان نوجوان کي ان گهر ۾ رهندي هفتو کن ٿي ويو هو مگر اجان وڃڻ جو نالو ئي نه پيو وٺي پنڪي به هاڻي خوش گذارڻ لڳي هن جي چهري تي هاڻي رونق هئي. هر روز ان نوجوان سان گڏ ڪڏهين باغ ۾ ته ڪڏهين سنيما ته ڪڏهين پارڪ وغيره هلي ويندي هئي. اها روبڪار ڏسي سندس سس جي من ۾ سنديه پيدا ٿيو ته سريش جي ڪيترو زور پرڻ تي به هوءَ ڪڏهين باهر گهمڻ ڪانه ويندي هئي، ۽ ڪونه ڪو بهانو ڪري ٽاري ڇڏيندي هئي مگر هن نوجوان کي پاڻ سان گڏ وٺي هرهنڌ وڃڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿي ۽ هن سان گڏ ڏاڍو خوش نظر اچي رهي آهي ۽ پيئي ٺينگ ٽپا ڏئي سو آخر ماجرا ڪهڙي آهي؟ انهيءَ طرح جي وهنوار هن جي من ۾ شڪ پيدا ڪيو.

هڪ رات جو هن ڏٺو ته جنهن ڪمري ۾ هن نوجوان کي رهايو ويو هو ان ڪمري مان پنڪيءَ جو آواز اچي رهيو آهي. هن دروازي جي اوٽ ۾ جيڪي ڏٺو ۽ ٻڌو تنهن تي هن کي وشواس ئي نه پيو اچي. هن ڏٺو ته پنڪي ان نوجوان جي پلنگ تي ان جي ڀاڪر ۾ سڄي اگهاڙي پيئي آهي. هوءَ اهو اگهاڙپ جو نظارو برداشت نه ڪري سگهي ۽ هن آهستي آهستي وڃي پنهنجي پٽيءَ کي اٿاريو ۽ هن جيڪي اندر ڏٺو هو سو سڀ ڪيس ٻڌايو. اهو ٻڌي هو ٽپي باهه ٿي ويو ۽ غصي ۾ اچي ان ڪمري جو دروازو زور سان کڙڪايائين ۽ نوجوان کي زور سان سڏ ڪيائين جو ٻڌي هو ٻئي ڇڙا ڏڪي ويا ۽ يڪدم اٿي ڪپڙا پائي ٻاهر نڪري آيا. هن پر ڪري نوجوان کي ڌڪا ڏئي پنهنجي گهر مان لوڏي ڪڍيو. انهيءَ گوڙ تي سريش به جاڳي پيو. سندس ماءُ سريش کي سربستي ڳالهه ڪري ٻڌائي. اهو ٻڌي هن پنڪيءَ ڏانهن نفرت ڀري نظر سان نهاريو.

سريش پنڪيءَ کي سڏ ڪري چيو ، "پنڪي! تو هيءُ سٺو نه ڪيو."

اهو ٻڌي پنڪيءَ غصي ۾ ڀرجي چيس ، "مون ڇا ڪيو آهي؟ هيءُ منهنجو بواءِ فرينڊ آهي هن سان منهنجو ائين ڪيتري وقت کان هلندو پيو اچي ۽ مون ئي ڪيس انڊيا گهرايو آهي جو هن سواءِ مان ويڳاڻي ٿي پيئي آهيان. منهنجا ٻيا به اتي بواءِ فرينڊ آهن. اهو سڀ اتي هلندو آهي."

سريش ڪيس سمجهائيندي چيو ته، "اڄ تون ڪنواري هئين مگر هاڻي تون منهنجي پتني آهين. هتي هندستان ۾ پتنيءَ کي پنهنجي پتيءَ سان وفادار رهي پنهنجو پتنيءَ وارو ڌرم پالڻو پوندو آهي. هوءَ پنهنجي پتيءَ جي آگيا ۾ رهندي آهي. هتي هر عورت کي پوتر رهڻو پوندو آهي. هتي ڪنهن پرائي پرش سان نظر ملائڻ به پاپ مڃيو ويندو آهي. بواءِ فرينڊ وغيره پارت جي سنسڪرتي ۾ ڪونه ٿيندا آهن. تون به ڀارت جي سنتان ۽ ڀارت جي نونهن آهين ڇاڪاڻ ته تنهنجا پيڪا به اصل ڀارت جا ئي آهن. تنهن ڪري توکي هتي ڀارت جا نيم ئي پالڻا پوندا. وديش

جي سنسڪرتي جڏهن ڀارت جي سنسڪرتي اپنائڻ پونديون جنهن تي اسان ڀارتواسين کي ته ناز آهي، مگر وديشي به انجي ساراهه ڪندا آهن."

پنڪيءَ تي سريش جي سمجهائڻ جو ڪوبه اثر ڪونه ٿيو. اُٿلو نانگ وانگر ڦوڪارا ماريندي چيائين ته." هيءَ جاهلن واري انڊيا جي سنسڪرتي مونکي نه گهرجي، جنهن قدم قدم تي بندش هجي. مان ته آزاد پکيءَ وانگر آڪاش ۾ اڏامڻ چاهيان ٿي ۽ نه ان بند پکيءَ وانگر جنهن جو پڃري اندر گهٽجي گهٽجي ساهه نڪري، مان پرَ ڪٽيل پکيءَ جيان به جيئڻ نه ٿي چاهيان جو چاهيندي به اڏامي نه سگهي، مان پنهنجي پتيءَ جي غلام بڻجي رهڻ نه ٿي چاهيان. ووااهه جو مطلب اهو ته ڪينهين جو منهنجي مٿان فقط پتيءَ جو ئي اڌڪار هجي، مان ان آزاد پکيءَ وانگر آهيان جنهن کي آڪيڙو ڀلي پنهنجو هجي مگر ان هوندي به هوءَ ڪٿي به ڪنهن سان به گڏ آزاديءَ سان گهمي ڦري ۽ رات گهاري سگهي، مونکي اها سنسڪرتي گهرجي جتي پتي ۽ پتني ٻئي آزاد هجن. ڪٿي به آزاديءَ سان ڪوبه جنهن سان چاهي ان سا گڏ رات گهاري سگهي، جهڙيءَ طرح هر روز ساڳي ڀاڄي کائڻ ۾ سواد نه ايندو آهي ۽ دل ٻي ڀاڄي کائڻ لاءِ تڙڦي اٿندي آهي تهڙيءَ طرح ئي هيءَ سيڪس جي بکه آهي جهڙيءَ طرح پيٽ جي بک مٽائڻ ۽ ذائقو بدلائڻ لاءِ هوٽيل تي به روٽي کائي سگهجي ٿي تهڙيءَ ئي طرح هيءَ شرير جي سيڪس جي بکه به ڪٿي به ڪنهن سان به مٽائي سگهجي ٿي. ان ۾ اعتراض جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟"

سريش ڪيس سمجهائيندي چيو ته "پنڪي! اها سيڪس جي بکه بربادي‌ءَ ۽ بدناميءَ جي راهه آهي اهڙي ناري جا ڪنهن به هڪ جي نه آهي سا ڪنهن به هڪ کي پنهنجو نه ٿي چئي سگهي ۽ نه وري ڪو مرد ئي هن کي پنهنجو چئي سگهي ٿو. هن ۾ ته فقط سوارٿ ئي سمايل ٿيندو آهي. پيار يا پريم انهن لاءِ ڪابه اهميت ڪانه ٿو رکي جيستائين پنهنجن جي هڪٻئي ۾ سوارٿ آهي تيستائين فقط اهي هڪٻئي جا آهن ان بعد... مگر پتي ۽ پتنيءَ ۾ سوارٿ نه مگر سچو پريم ٿيندو آهي. هو هڪٻئي لاءِ قرباني ڏيڻ لاءِ تيار هوندا آهن. ايتري قدر جو هڪٻئي لاءِ جان قربان ڪرڻ ۾ به دير ڪين ڪندا آهن.

اسان جي ديش جي ناري هڪ مهان ناري مڃي ويندي آهي. هوءَ جنهن گهر ۾ پرڻجي ايندي آهي ان مان ئي سندس ارٿي نڪرندي آهي. هوءَ شاديءَ کي هڪ پوتر ناتو سمجهندي آهي. هوءَ پنهنجي پتيءَ جي پريم ۾ پنهنجي اهميت ئي ختم ڪري ڇڏيندي آهي. هوءَ تياڳ جي مورتي مڃي ويندي آهي ۽ ساڳئي وقت پتي به پنهنجيءَ پتنيءَ جي پاوناڻ جو قدر ڪندو آ
خوش رکڻ لاءِ هو هر طرح جي قرباني ڪرڻ لاءِ به تيار آهي، هو پتنيءَ
موٽ پيار ۾ ئي ڏيندو آهي، تنهن ڪري جيڪي تو معاف آهي
جي ناريءَ جيان پاڻ کي سنيال، مان توکي دل سان ۽ تو
ڏسڻ چاهيان ٿو. مان تنهنجيءَ جهول ۾ خوشيءَ جا س،
لاءِ منهنجي پيار جي موٽ ۾ مونکي پيار ڏي، تو ن

اڄ نئين سر سان پنهنجي زندگي شروع ڪريون."

"نہ نہ! مان هتي ڪنهن بہ حالت ۾ رهي ڪين سگهنديس منهنجو هتي دم گهٽجي رهيو آهي. مان پنهنجي وطن آمريڪا وڃي پنهنجن دوستن سان گڏ آزاديءَ جي زندگي بسر ڪنديس. جتي ڪوبہ ڪنهن کي چوڻ وارو ڪونهي. جيڏي مهل مرضي پوي گهر مان هلي وڃ ۽ جيڏي مهل مرضي پوي گهر واپس اچ. مان ڪنهن سان گڏجي گهمان ۽ ڪنهن سان گڏ رات ٿي گهاران ان لاءِ مونکي ڪوبہ چوڻ وارو ڪونهي."

سريش چيس ، "پنڪي! اها ريل ڇيل ڪا زندگي ڪانہ آهي. ڪنهن بہ هڪ جو ٿي رهڻ ئي سچي زندگي آهي. هڪ کي پاڻ ارپي ۽ موٽ ۾ ان کان پيار حاصل ڪرڻ ئي سچي زندگي آهي. اڄ جيستائين تون خوبصورت ۽ جوان آهين ۽ جيستائين تو ۾ جوڀن جي ڪشش آهي تيستائين اهي بواءِ فرينڊ تنهنجا آهن, مگر ان بعد... جيون لنبو سفر آهي سو ڪنهن جي سهاري تون پار ڪري سگهندينءَ؟"

مگر تڏهين بہ پنڪي باز نہ آئي هن کي جوانيءَ جو انڌ هو ، هوءَ وديشي سنسڪرتيءَ ۾ پليل هڪ آزاد بلبل هئي. هن جو ڀارت جي سنسڪرتيءَ ۾ دم گهٽجڻ لڳو ۽ هوءَ ان نوجوان سان گڏ واپس آمريڪا هلي وئي. سريش کي وشواس هو تہ هوءَ ضرور واپس ايندي مگر ٻن سالن گذرڻ بعد بہ هوءَ واپس نہ آئي. سريش کيس واپس اچڻ لاءِ انيڪ خط بہ لکيا هئا مگر انهن جو ڪجهہ احوال ڪونہ ڪو آيو. آخر مجبور ٿي سريش ٻي شادي ڪئي. هاڻي هو سکي زندگي گذارڻ لڳو. وندنا جهڙي خوبصورت هئي تهڙي ئي شيلونتي, گڻوان ۽ چرترِوان پڻ هئي. هوءَ پتيءَ جي آڳيا ۾ رهي سس سهري جي شيوا ڪرڻ ئي پنهنجو فرض سمجهندي هئي, هوءَ لڄارڻ ڀارتيہ سنسڪرتيءَ ۽ سڀيتا جي پوڄارڻ هئي. هن ريشما ۽ راجوءَ کي جنم ڏنو.

اهڙي طرح ست سال ٻيا بہ گذري ويا. هاڻي پنڪيءَ جو جوڀن گهٽجڻ لڳو ۽ سندس براءِ فرينڊ بہ ساڻس ڪنارو ڪرڻ لڳا. هو سوچڻ لڳا تہ هاڻي هيءَ فقط ماکيءَ جي سکل مانارو آهي جنهن ۾ ماکيءَ جو ذرو بہ ڪونهي. هاڻي هن جي ڪوبہ ويجهو ڪونہ ٿي آيو. هاڻي هن کي پيار ۽ سهاري جي ضرورت هئي مگر آمريڪا ۾ ڪير ڪنهن بہ پيار نہ ڏنو ۽ ڪنهن بہ سهارو نہ ڏنو. هاڻي هوءَ سريش جي ڳالهين کي سچ سمجهڻ لڳي. هن سچ کي سڃاتو هو ۽ هوءَ پڇتائڻ لڳي. آخر ٻيو ڪو سهارو نہ ڏسي هوءَ انڊيا واپس آئي ۽ سريش سان ملي پڇتاءُ ظاهر ڪيائين مگر سريش کيس چيو تہ مون شادي ڪئي آهي ۽ ٻہ ٻار اٿم ۽ تمام سکي زندگي گذاري رهيو آهيان. پنڪي! مون تو لاءِ ڏاڍو انتظار ڪيو مگر تو ڏاڍي دير ڪئي.

Motwani Villa, Jhule Lal Society, Ajay Nagar Ajmer. (Raj)

# هن ڌرتي جي سنتان

راڌا ڪشن چانڊواڻي

جيئن ئي مان گھر ۾ داخل ٿيس ته منهنجي ڀيڻ پرمجيت اطلاع ڏني، "توهانجو دوست اشوڪ آيو آهي ۽ توهانجو اِنتظار ڪري رهيو آهي."

مان ترت ڊرائينگ روم ۾ هليو ويس. اشوڪ صوفا تي ويٺي ڪائي مئگزن ڏسڻ ۾ مشغول هو. مونکي ڏسندي ئي هو مُسڪرايو ۽ اُٿي بيٺو.

مون اڳتي وڌي کيس ڀاڪر ۾ ڀريو. "بلي او بلي... اڄ ڪيتري وقت ڪانپوءِ تو توکي ڏسان اشوڪ!"

"ها دوست سُرجيت! وقت ڪجھ ايتري تيزيءَ سان ٿو ڊوڙندو وڃي جو اک ڇنڀ ۾ ئي ڪيترو عرصو گذري ويو."

اسان ٻئي صوفا تي ويهي رهياسين ته هن هڪ اِنويٽيشن ڪارڊ ڏيندي چيو : "مڌوءَ جي شادي آ ، توکي اِنوائيٽ ڪرڻ آيو آهيان سرجيت!"

"اَڇا!" مون چيو ، "مڌو ايڏي وڏي ٿي ويئي! منهنجي گود ۾ اُڇي ويهندي هئي." مون ڪارڊ کولي ڏٺو ، تمام خوبصورت هو.

"ها سُرجيت ، مڌو ١٨ سالن جي ٿي ويئي آهي. توکي ته خبر آهي ته ، بابا ڪانپوءِ مون ئي مڌوءَ کي پنهنجي ڌيءَ وانگر پاليو نپايو آهي. امان جي مرضي آهي ته سندس اکيون بند ٿيڻ کان اڳ هوءَ مڌوءَ جي شادي ڏسي وڃي."

"۽ تنهنجي ؟ " مون پڇيو.

"اها به ٿي ويندي يار. تو ته گھر اچڻ وڃڻ ئي ڇڏي ڏنو آهي سرجيت. ڪجھ وقت اڳ ٿيل سانپردايڪ دنگن جي ڪري تيزيءَ سان بدليل حالتن هندو ۽ سکن جي دلين ۾ جيڪو زهر جو ٻج پوکيو آهي ، انکي پاڙ کان پٽي اُڇلڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي بجاءِ ڪي خود غرض ماڻهو انکي هندو ۽ سکن جي خون سان سينچي رهيا آهن."

"چوين ته ٺيڪ ٿو اشوڪ! اسان به ته ننڍپڻ جا دوست آهيون. هڪ ئي سڪول ۾ گڏ پڙهياسين ، ڪاليج جي هاسٽل ۾ هڪ ئي ڪمري ۾ ڀائرن وانگر رهياسين. ها ، انکانپوءِ مان پنهنجي ڌنڌي ۾ مشغول ٿي ويس ۽ تون پنهنجي نوڪري ۾. اِن ڪري پاڻ ۾ اَچ وڃ ضرور گھٽجي ويئي ، پر اسانجي دوستيءَ ۾ ته ڪو فرق ڪونه پيو آهي!"

اڄ نئين سر سان پنهنجي زندگي شروع ڪريون."

"نه نه! مان هتي ڪنهن به حالت ۾ رهي ڪين سگهنديس منهنجو هتي دم گهٽجي رهيو آهي. مان پنهنجي وطن آميريڪا وڃي پنهنجن دوستن سان گڏ آزاديءَ جي زندگي بسر ڪنديس. جتي ڪوبه ڪنهن کي چوڻ وارو ڪونهي. جيڏي مهل مرضي پوي گهر مان هلي وڃ ۽ جيڏي مهل مرضي پوي گهر واپس اچ. مان ڪنهن سان گڏجي گهمان ۽ ڪنهن سان گڏ رات ٽي گهاران ان لاءِ مونکي ڪوبه چوڻ وارو ڪونهي."

سريش چيس ، "پنڪي! اها ريل ڇيل ڪا زندگي ڪانه آهي. ڪنهن به هڪ جو ٿي رهڻ ئي سچي زندگي آهي. هڪ کي پاڻ ارپي ۽ موٽ ۾ ان کان پيار حاصل ڪرڻ ئي سچي زندگي آهي. اڄ جيستائين تون خوبصورت ۽ جوان آهين ۽ جيستائين تو ۾ جوڀن جي ڪشش آهي تيستائين اهي بواءِ فرينڊ تنهنجا آهن، مگر ان بعد... جيون لنبو سفر آهي سو ڪنهن جي سهاري تون پار ڪري سگهنديءَ؟"

مگر تڏهين به پنڪي باز نه آئي هن کي جوانيءَ جو انڌ هو ، هوءَ وديشي سنسڪرتيءَ ۾ پليل هڪ آزاد بلبل هئي. هن جو ڀارت جي سنسڪرتيءَ ۾ دم گهٽجڻ لڳو ۽ هوءَ ان نوجوان سان گڏ واپس آميريڪا هلي ويئي. سريش کي وشواس هو ته هوءَ ضرور واپس ايندي مگر ٻن سالن گذرڻ بعد به هوءَ واپس نه آئي. سريش کيس واپس اچڻ لاءِ انيڪ خط به لکيا هئا مگر انهن جو ڪجهه احوال ڪونه ڪو آيو. آخر مجبور ٿي سريش ٻي شادي ڪئي. هاڻي هو سکي زندگي گذارڻ لڳو. وندنا جهڙي خوبصورت هئي تهڙي ئي شيلونتي ، گڻوان ۽ چرتروان پڻ هئي. هوءَ پتيءَ جي آگيا ۾ رهي سس سهري جي شيوا ڪرڻ ئي پنهنجو فرض سمجهندي هئي. هوءَ لڇارڻ ڀارتيه سنسڪرتي ۽ سيتا جي پوڄارڻ هئي. هن ريشما ۽ راجوءَ کي جنم ڏنو.

اهڙي طرح ست سال ٻيا به گذري ويا. هاڻي پنڪيءَ جو جوڀن گهٽجڻ لڳو ۽ سندس بواءِ فرينڊ به ساڻس ڪنارو ڪرڻ لڳا. هو سوچڻ لڳا ته هاڻي هيءَ فقط ماکيءَ جي سکل مانارو آهي جنهن ۾ ماکيءَ جو ذرو به ڪونهي. هاڻي هن جي ڪوبه ويجهو ڪونه ٿي آيو. هاڻي هن کي پيار ۽ سهاري جي ضرورت هئي مگر آميريڪا ۾ کيس ڪنهن به پيار نه ڏنو ۽ ڪنهن به سهارو نه ڏنو. هاڻي هوءَ سريش جي ڳالهين کي سچ سمجهڻ لڳي. هن سچ کي سڃاتو هو ۽ هوءَ پڇتائڻ لڳي. آخر ٻيو ڪو سهارو نه ڏسي هوءَ انڊيا واپس آئي ۽ سريش سان ملي پڇتاءُ ظاهر ڪيائين مگر سريش کيس چيو ته مون شادي ڪئي آهي ۽ ٻه ٻار اٿم ۽ تمام سکي زندگي گذاري رهيو آهيان. پنڪي! مون تو لاءِ گهڻو انتظار ڪيو مگر تو ڏاڍي دير ڪئي.

Motwani Villa, Jhule Lal Society. Ajay Nagar Ajmer. (Raj)

# هن ڌرتي جي سنتان

راڌا ڪشن چانڊواڻي

جيئن ئي مان گهر ۾ داخل ٿيس تہ منهنجي پيڻ پرمجيت اطلاع ڏني، "توهانجو دوست اشوڪ آيو آهي ۽ توهانجو اِنتظار ڪري رهيو آهي."

مان ترت ڊرائينگ روم ۾ هليو ويس. اشوڪ صوفا تي ويٺي ڪائي مئگزن ڏسڻ ۾ مشغول هو. مونکي ڏسندي ئي هو مُسڪرايو ۽ اُٿي بيٺو.

مون اڳتي وڌي ڪيس ڀاڪر ۾ ڀريو. "بَلي او بَلي... اڄ ڪيتري وقت کانپوءِ تو توکي ڏسان اشوڪ!"

"ها دوست سُرجيت! وقت ڪجهہ ايتري تيزيءَ سان ٿو ڊوڙندو وڃي جو اک ڇنڀ ۾ ئي ڪيترو عرصو گذري ويو."

اسان ٻئي صوفا تي ويهي رهياسين تہ هن هڪ اِنويٽيشن ڪارڊ ڏيندي چيو : "مڌوءَ جي شادي آ ، توکي اِنوائيٽ ڪرڻ آيو آهيان سرجيت!"

"اَڇا!" مون چيو ، "مڌو ايڏي وڏي ٿي ويئي! منهنجي گود ۾ اَچي ويهندي هئي." مون ڪارڊ کولي ڏٺو ، تمام خوبصورت هو.

"ها سُرجيت، مڌو ١٨ سالن جي ٿي ويئي آهي. توکي تہ خبر آهي تہ، بابا کانپوءِ مون ئي مڌوءَ کي پنهنجي ڌيءَ وانگر پاليو نپايو آهي. امان جي مرضي آهي تہ سندس اکيون بند ٿيڻ کان اڳہ هوءَ مڌوءَ جي شادي ڏسي وڃي."

"۽ تنهنجي ؟ " مون پڇيو.

"اها بہ ٿي ويندي يار. تو تہ گهر اَچڻ وڃڻ ئي ڇڏي ڏنو آهي سرجيت. ڪجهہ وقت اڳہ ٿيل سانپردايڪ دنگن جي ڪري تيزيءَ سان بدليل حالتن هندو ۽ سکن جي دلين ۾ جيڪو زهر جو ٻج پوکيو آهي، انکي پاڙ کان پٽي اُڇلڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي بجاءِ ڪي خود غرض ماڻهو انکي هندو ۽ سکن جي خون سان سينچي رهيا آهن."

"چوين تہ ٺيڪ ٿو اشوڪ! اسان بہ تہ ننڍپڻ جا دوست آهيون. هڪ ئي سڪول ۾ گڏ پڙهياسين ، ڪاليج جي هاسٽل ۾ هڪ ئي ڪمري ۾ ڀائرن وانگر رهياسين. ها ، انکانپوءِ مان پنهنجي ڌنڌي ۾ مشغول ٿي ويس ۽ تون پنهنجي نوڪري ۾. اِن ڪري پاڻ ۾ اَچ وڃ ضرور گهٽجي ويئي ، پر اسانجي دوستيءَ ۾ تہ ڪو فرق ڪونہ پيو آهي!"

"ها سرجيت، واهه گروءَ ڪري اسانجي دوستيءَ وانگر سڀ هندو ۽ سکن جا رشتا جيڪي صدين ڪان هلندا اچن، شل قائم رهن، چڱو مان هلان..."

"اڙي اٿين ڪيئن ٿيندو ؟ ڳالهين ۾ ته مان پلجي ئي ويس !" سُرجيت سنگهه چيو ۽ رڙ ڪري پنهنجيءَ ڌيءَ کي سڏ ڪيائين، "پرمجيت.. او اي پرمجيت."

"آئي ويرجي... اِڇا آيس..." چوندي پرمجيت رنڌڻي مان نڪري آئي ۽ اچي سرجيت سنگهه جي پرسان بيٺي. "چاهي ويرجي ؟" هن پڇيو ۽ اکين جي ڪُنڊن کان هوءَ اشوڪ کي ڏسڻ لڳي.

"او اي پرمجيت ! اشوڪ لاءِ ڪا لسي پسي ڪوئي ناشتو..."

"ها ها ، اِجهو کڻي آيس !" هن مُشڪندي چيو ۽ جلدي جلدي رنڌڻي ڏانهن هلي ويئي.

ٿوريءَ دير ۾ ئي پرم هٿ ۾ هڪ ٽري ۾ لسيءَ جا ٻه وڏا گلاس ۽ پليٽن ۾ گيهه ٻڏل ٻه ڪوڪيون ۽ انهن مٿان تازي نڪتل مکڻ جا چاٺا رکيل، کڻي آئي انهن جي اڳيان رکيا.

اشوڪ پرمجيت کي ڏسندو رهيو. "پرمجيت بہ ته هاڻي وڏي ٿي ويئي آ."

پرمجيت پنهنجي بابت ڳالهه ٻڌي ته هڪدم شرمائجي ويئي. اکيون جُهڪجي ويئون ۽ سندس ڳلن تي لالاڻ ڇانئجي ويئي ۽ هوءَ جلدي سان اندر ڊوڙي ويئي.

دروازي تاءِ پهچي سُرجيت سنگهه سڏ ڪيو. "پرم... او اي پرم... دروازو بند ڪري وڃ ، اسان وڃون ٿا."

پرمجيت شايد اندرين دروازي جي پٺيان ئي بيٺي هئي. هوءَ هڪدم سامهون اچي بيٺي. ٻئي دوست گهر کان ٻاهر نڪتا ۽ اشوڪ جيسين پنهنجو سڪوٽر اِسڪارٽ ڪري ٻئي دوست روانا نہ ٿي ويا تيسين پرمجيت دروازي وٽ بيهي کين ڏسندي رهي ۽ اچانڪ ڪجهه سوچي هوءَ مسڪرائڻ لڳي.

*

شام جو ڏنڌلو انڌيرو ٿي چڪو هو جڏهن مان گهر پهتس. آنگڻ ۾ پرمجيت تندور ۾ روٽي سيڪي رهي هئي ۽ بيبي سگڙيءَ تان سرنهن جي ساڳ جو ديگڙو لاهي ان ۾ گيهه ۾ ٿوم ساڙي رائي ڏيئي رهي هئي.

پاپاجي ورانڊي ۾ رکيل ريڊيو جي پرسان ويهي آل اِنڊيا ريڊيو جلندر تان پنجابيءَ ۾ اينڌڙ خبرون تمام گهڻي ڌيان سان ٻڌڻ ۾ مشغول هئا.

مان اچي ڪري ورانڊي ۾ پيل هڪ موڙي تي ويهي رهيس. پرم مون کي ڏسندي ئي چيو. "ويرجي، اَڄ جلندر کان چاچا جي چٺي آئي آ..."

پرم جي ڳالهه ٻڌڻ ۽ ڏٺم ته بيبي جي اکين ۾ ڪجهه چمڪ نظر آئي. مون پڇيو ، "مون کي ٻڌايو ته ڪونہ اٿو ؟"

جواب پرم ئي ڏنو. "توهان ته ويرجي ڪجهه ڏينهن کان پنهنجي دوست اشوڪ جي ڀيڻ جي شاديءَ ۾ ئي مشغول هئا. سڄو سڄو ڏينهن گهر کان غائب ! اَڄ بہ منهجند جو نڪتا ته اِجهو هاڻي پيا ٿا اچو."

"هي اَشوڪ، لالا ڀڳوانداس جوئي پُٽر آ نہ ؟" بيبي پُڇي ٿي.

" ها بيبي." مان مختصر جواب ڏيئي چپ ٿي وڃان ٿو.

"پر پُٽر ! اَڄڪلهہ ديس ۾ ڀاڻي ٿو ٻري، هندو ۽ سکن جا پُراڻا سنٻنڌ تہ ختم ٿي ٿي رهيا آهن. تون هن طرح..."

مان بيبي جي ڳالهہ کي ڪٽيندي چوان ٿو. "نہ بيبي سنٻنڌ اهي ئي آهن. صرف ڪجهہ خودغرض ماڻهن جو اِهو ڪم آهي جو نفاق پيدا ڪري رهيا آهن."

"اَڇي وٺو ويرجي." پرمجيت شايد اَندران خط مونکي ڏيئي رهي هئي.

"پُٽر !" هي پاپاجي آهن. سفيد وڏو ڪُرتو چوڙيدار پاجامو ۽ سفيد پڳڙي پاتل. لنبي سفيد ڏاڙهي ۽ ڀڪندڙ لنبي چهري تي گول شيشن وارو چشمو پاتل. سٺ سالن جي عمر هوندي بہ ڪافي تندرست شرير. سدا ضرورتمند جي مدد لاءِ تيار رهندڙ پاپاجي پنهنجي عينڪ ٺيڪ ڪندي چون ٿا- "تون خط پڙهہ تہ پوءِ صلاح ڪيون ٿا، مان تيسين جلندر ڪان خبرون ٻڌي وٺان. ٻڌو اُتم اَڄ وري اُتي ڪجهہ هتيائون ٿيون آهن !"

"او هو ! اَهڙيون بہ ڇا خبرون، جو اوهان ريڊيو سان ئي چهڪي ويٺا آهيو ؟" بيبي چوي ٿي - "پڙهہ پتر، تون پڙهہ. ڏس ڇا لکيو آهي تنهنجي چاچا ؟"

مان خط پڙهڻ لڳانٿو. خط ۾ بہ ڳالهيون خاص لکيل آهن، پرمجيت لاءِ سٺو ڇوڪرو ڏٺو اُٿن ۽ مون کي اُتي اَچي ڏنڊو ڪرڻ جي صلاح ڏني اُٿن. پاپاجي خبرون ٻڌي ڪري ريڊيو بند ٿا ڪري ڇڏن ۽ آرام سان ٽنگون ڦهلائي موڙي جي پٺ سان مٿو لڳائي اکيون بند ڪري ڪجهہ سوچڻ لڳن ٿا.

"مان تہ هتي دهليءَ ۾ ئي چڱي آهيان، مان پنجاب ڪونہ وينديس." پرمجيت وڏي واڪي چوي ٿي.

پاپاجي سڀ ٻڌندا رهن ٿا. ۽ هڪ گهرو ساهہ ڪڻن ٿا. بيبي پرمجيت ڏانهن ڪجهہ ناراضپي ۽ شوخ نظرن سان ڏسندي رهي ٿي.

مان بہ پنهنجو اَعلان ٿو ڪريان. "مان بہ اُتي وڃي ڪو ئي ڌنڌو ڪرڻ ڪونہ ٿو چاهيان. اَسان هتي ئي رهنداسين دهليءَ ۾..."

پَرمجيت منهنجو اَعلان ٻڌي گلاب جي گل وانگر ٽڙي پوي ٿي ۽ مان مسڪرائڻ لڳانٿو. بيبي ناراض ٿي منهن ڦلائي ويهي رهي ٿي. پر پاپاجي ڪجهہ بہ ڪونہ ٿا چون ۽ بلڪل شانت ويٺا رهن ٿا.

بيبي ڪجهہ ناراضي سان چويٿي. "هي هتي ئي رهندا، پنجاب نہ ويندا.. پنهنجي بابي ڏاڏي جي ملڪيت ڇڏي... هونهہ! هنن کي ڇا هي..." هوءَ روئڻ هارڪي ٿيندي چوي ٿي. "هتي ڀل ڪنهن ڏينهن واهہ گرو نہ ڪري! ڀل ڪجهہ ٿي گذري... اَسان ويٺا بہ سڀي هندن جي پاڙي ۾ آهيون.. هاءِ رَبا... !" ۽ هوءَ روئي پوي ٿي.

پر پاپاجي شانت وينا رهن ٿا. پاپاجيءَ جي هڪ ڳالهه منهنجي سمجهه ۾ ڪانه ٿي اچي.
هڪ طرف پنجاب سان ايترو موهه جو هو روز آل انڊيا جلندر ڪان خبرون ٻڌڻ بنا آرام سان ويهي به
نه سگهن ۽ پنجاب ۾ هندو ۽ سکن جي هتيائن جو ڳالهيون ٻڌي سندن اکيون آب وهائڻ شروع ڪري
ڇڏن، ۽ صبوح سوير اٿي گردواري وڃي سندن آتمائن جي شانتيءَ لاءِ پرارٿنا ڪن. پر اگر بيبي
پنجاب هلڻ لاءِ ڪين چوي ته هوءَ چُپ ساڌي وڃن.

هڪ ڏينهن اِن باري ۾ مان ڪانئن پڇانئو ته هوءَ چون ٿا. "پُتر! پنجاب سان محبت اِن لاءِ جو
اهو اسانجي جسم جو هڪ ٽڪرو آهي. جسم کي اگر ڪا سُئي به چُڀي ته ڪيترو نه سور ٿئي ٿو؟
هيءَ ته ڪجهه مطلب پرست ماڻهن جو رچيل تماشو آهي. پر تماشو ٻڌجي ويا آهيون اسين دهليءَ
مان لڏي پنجاب هليا ويا آهن. پر انهن جا سنهڻا چا هتي رهندڙ سندن رشتيدارن سان ختم ٿي ويا
آهن؟ ته پوءِ تون ٿي ٻڌاءِ، اسانکي انهن جو فڪر ڇو نه ٿيندو؟ تنهنجي بيبي چوي ٿي ته اسان
به پنجاب هلون، پر مان پڇانئو آخر ڇو؟ آخر ڇو؟ پنهنجو هي شهر ۽ بابي ڏاڏي جي ملڪيت
وڪڻي پنجاب هلون؟ آخر ڇو؟ " هو شايد جذبات جي درياهه ۾ وهندا ٿي ويا ته ڪين ڪنگهه اچي
هلاڪ ڪيو ۽ سندن جسم جو خون سمٽجي سندن چهري تي ڦهلجڻ لڳو.

هڪ ڏينهن شام جو اشوڪ پنهنجي ڀيڻ جي شاديءَ جي مٺائي ڏيڻ اسانجي گهر آيو. اسان
ٻنهي ڊرائينگ روم ۾ ويٺي ڳالهايوسين ته پرمجيت چانهه ۽ بسڪيٽن جي پليٽ آڻي اسانجي ميز
تي رکيا. ۽ پوءِ منهنجي پٺيان اچي بيٺي.

چانهه پيئندي پيئندي مون نوٽ ڪيو ته اشوڪ بار بار مون ڏانهن نهاري مسڪرائي رهيو آهي.
اچانڪ بجليءَ جي ڪرنٽ جيئان هڪ ويچار دماغ ۾ آيو ته منهنجي پٺيان پرمجيت بيٺي آهي.
شايد هوءَ به اشوڪ کي ڏسي مسڪرائي رهي هجي! اِهو ويچار اِيندي ئي مون چيو. "پرمجيت."
پر شايد پرمجيت ٻڌو ڪونه.

مون ڪجهه زور ڏيندي سڏ ڪيو. "او.. اي، پرمجيت!"

"جي... جي... ويرجي!" هن ڄڻ ننڊ مان سجاڳ ٿيندي چيو.

"وڃ، بيبي کي ته سڏي اچ." مون چيو.

هوءَ اندر هلي وئي ۽ ٿوريءَ دير ۾ بيبي کي ساڻ وٺي آئي. مون بيبي کي مٺائيءَ جي
پيٽي ڏيندي چيو. "بيبي، مٺائي اشوڪ کڻي آيو آ. ڀر ڏينهن اگهه سندس ڀيڻ جي شادي هئي نه."

بيبي پهريان مٺائيءَ جي پيٽيءَ کي ائين ڏٺو ڄڻ ان ۾ ڪو وڇون پريل هجن يا ڪو ٽائيم بم
رکيل هجي ۽ پوءِ اشوڪ ڏانهن ائين نهاريو ڄڻ هوءَ ڪو اوپرو ماڻهو هجي جنهن کي هن پهريون
دفعو ئي ڏٺو هجي ۽ سوچيندي هجي ته هيءَ ٻئي طبقي جو ماڻهو اسان وٽ ڇو آيو آ؟

مون بيبي کي ائين نهاريندو ڏسي چيو: "بيبي هيءَ اشوڪ آهي. منهنجو دوست، لالا
پڳوانداس جو پُتر. اسان ٻئي ڪٺ ڪاليج تائين پڙهيا آهيون. تون ڪيس سڃاڻين ڪونه ٿي ڇا؟"

"ها... ها، سڃاڻان ٿي... سڃاڻان ٿي." بيبي طنزي لهجي ۾ چيو. ۽ پوءِ ديوان تي ويهندي

هُن منائيءَ پيتي ڪجھ پريرو ڪري رکي، ويهڻ ڪانپوءِ نرڙ تي ڪجھ گنجھ نمونددار ٿيا ۽ هن چتائي اَشوڪ کي ڏسندي پڇيو - "هاڻي تہ هندن ۽ سکن جا پُراڻا سنبنڌ ئي ختم ٿي رهيا آهن. ايتري وقت ڪانپوءِ اَچانڪ توکي سرجيت جي دوستي ڪيئن ياد آئي آ ؟"

"ائين نہ چئو بيبي!" اَشوڪ ڌيرج سان چوڻ لڳو." هندو اُهي ئي آهن تہ سک بہ اُهي ئي ساڳيا آهن، ڪوئي فرق ڪونهي، ۽ نہ ئي سنبنڌن ۾ ڪو فرق پئجي سگهيتو. منهنجي پوسٽنگ باهر هئڻ سبب اَسانجو پاڻ ۾ ملڻ ضرور گهٽ ٿيندو آهي، پر اَسانجون دليون تہ ڳنڍيل آهن!"

"خير تون ڇا ڪندو آهين ؟"

"مان يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرر آهيان، هفتو اڳہ ئي هتي بدلي ٿي آيو آهيان." اَشوڪ چيو.

مون ڏٺو : پرمجيت جي اکين ۾ هڪ چمڪ ڊوڙي آئي، هن چيو "مان بہ هن سال يونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺندس." ۽ هن شرمائيندي اکيون جهڪائي ڇڏيون.

"بس... بس ، جيترو پڙهيو اَٿيئي ڪافي آ، ڇا ڪندينءَ وڌيڪ پڙهي." بيبي ڪجھ چڙبيندي پرمجيت ڏانهن نهاريندي چيو ، "هاڻي گهر ۾ رهي گهر جو ڪجھ ڪم ڪار سِکہ"

"ڇو نہ پڙهندي بيبي ؟ اَڄڪلھ تہ سڀ ڇوڪريون ٿيون پڙهن! سئو آهي پڙهي ڪري پنهنجن پيرن تي بيهندي، اَڄڪلھ ڇوڪرين لاءِ بہ هاير ايجوڪيشن اوتري ئي ضروري آهي بيبي! جيتري ڇوڪرن لاءِ." مون چيو

"بس... بس رهڻ ڏي پتر! توهان بنهي پيءُ پتر جي لاڏ پيار تہ ڪيس بگاڙي ڇڏيو آ." هن ڪجھ غصي ٿيندي چيو.

اُن ڏينهن تہ ڳالھ آئي ويئي ٿي ويئي.

هن ڳالھ کي ڪجھ ڏينهن مَسَ گذريا هوندا جو هڪ ڏينهن سنجها وقت اَشوڪ پنهنجي ماءُ سان گڏجي اَسانجي گهر آيو. پاپاجي اُن وقت گهر ۾ ڪونہ هئا. مان بيبي ۽ پرمجيت هئاسين. مون ڏٺو بيبي اَشوڪ ۽ سندس ماءُ جي اَچڻ تي ڪا خاص خوش ڪونہ ٿي، پر آئي کي آدر ڏيڻ لاءِ هن ظاهر طور کين ڪيڪاريندي ڊرائينگ روم ۾ ويهاريو. اَسان سڀ ڊرائينگ روم ۾ ويهي ڳالهيون ڪرڻ لڳاسين. ڪجھ وقت کان هندو ۽ سکن جي وچ ۾ فرقيوار فساد وڌڻ ڪري ۽ سندن دلين ۾ نفرت وڌڻ سبب شايد بيبي جي من تي بہ هاڻي هندن لاءِ ڪجھ ڪوڙاڻ اَچڻ لڳي هئي، هوءُ بي دليو اَشوڪ جي ماءُ سان ڳالهائي رهي هئي.

دروازي تي آهٽ ٿي، لڳو تہ پاپاجي گهر ۾ داخل ٿيا آهن. ٿوري دير ڪانپوءِ پاپاجي ڪنگهي ڪري ڪمري ۾ داخل ٿيا. اَشوڪ ۽ سندس ماءُ اُٿي بيٺا. اَشوڪ جي ماءُ مٿي تي پوتي ٺيڪ ڪندي هٿ جوڙي نمسڪار ڪيو. "نمستي، پائي صاحب."

اَشوڪ اَچي پاپاجيءَ کي پيري پيو. "پيري ٿو پوان چاچاجي."

"جيندا رهہ پتر!" پاپاجي آسيس ڪئي ۽ غور سان اَشوڪ جي ماءُ کي ڏسڻ لڳا.

"اَشوڪ جي ماءُ آ ؟" بيبي چيو.

"لالا ڀڳوانداس جي گهر واري ؟" پاپاجي پڇيو.

"ها" بيبي چيو.

"ڀائي لالا سان تہ اسانجا ڏاڍا سوهڻا رسوخ هئا." هُنن صوفا تي ويهندي چيو.

ڪجهہ دير خوش چڱيائي جون ڳالهيون ۽ هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ٿينديون رهيون پوءِ اشوڪ جي ماءُ نيزاريءَ واري نوع ۾ چوڻ لڳي. "ڀائي صاحب! اڄ مان توهان کان ڪجهہ گهُرڻ آئي آهيان، پورو وشواس اٿم تہ توهان مونکي نااميد نہ ڪندا."

مون ڪجهہ راز ڀري نظر سان پنهنجي پيءُ پرمجيت ڏانهن نهاريو، ڏٺم تہ اشوڪ ۽ پرمجيت اسانجي نظر بچائي بيحد پيار سان هڪ ٻئي ڏانهن نهاري رهيا هئا. اَچانڪ پرمجيت مون ڏانهن نهاريو ۽ مونکي پاڻ ڏانهن ڏسندو ڏسي هڪدم شرمانجي ويئي ۽ ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

اشوڪ ماءُ چوڻ لڳي - "ڀائي صاحب! اڄ مان توهان کان توهانجي "داختر پرمجيت گهُرڻ آئي آهيان." ۽ هن پنهنجو پلئند ڦهلائيندي چيو - "ڪيس منهنجي جهوليءَ ۾ وجهي منهنجي جهولي خوشين سان ڀري ڇڏيو، ڀائي صاحب!"

پاپاجي ڪجهہ سوچ ۾ پئجي ويا ۽ سوالي نگاهن سان بيبي ڏانهن نهارڻ لڳا. بيبي بہ تمام گنڀير ۽ سوچ ۾ ٻڏل هئي، هوءَ چوڻ لڳي، "اِهو ناممڪن آ. هندو ۽ سکن جي وچ ۾ رنجش ايتري قدر وڌي ويئي آهي جو اسان سکہ پريوار ڪُڙيءَ جو وياهہ هندو پريوار ۾ ڪري نہ ٿا سگهون."

پاپاجي بيبي جي ڳالهہ ٻڌي هڪ ٿڌو ساهہ کنيو ۽ گنڀيرتا سان چوڻ لڳا- ڏيويندر! تون اِهو چو ٿي ڀُلجي وڃين تہ هن ديش جي مٽيءَ ۾ دشمنيءَ جو ٻج پوکڻ سان اِهو ڪڏهن بہ پروان نہ ٿو چڙهي سگهي، ڇري! هن مٽيءَ ۾ تہ اها تاثير آهي جا پرديسي ذاتين جي دشمنيءَ کي پاڙن کان پٽي پاڻ ۾ جذب ڪري ڇڏيندي آهي. باقي، هن ٿي ڌرتيءَ جي سنتان ۾ ڇا جو وير... ڇا جي دشمني!؟ هيءَ تہ صرف وقت جا لوڏا آهن. واهہ گروءَ گهر ويٺي پرمجيت لاءِ اهڙو لائق گهوٽ موڪلي ڏنو آهي، اسانجي پرمجيت جي قسمت سٺي آهي... واهہ گروءَ جي مهر آهي."

ايترو ٻڌندي ئي پرمجيت شرمائيندي اٿي اندر ڀڄي ويئي. بيبي اٿي ڪري اشوڪ جي ماءُ کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀري ڇڏيو.

Behind Bombay Medical Stores,
Kote Gate, BIKANER.

# روشنيءَ جو ترورو

ڪملا گوڪلاڻي

راڄڌانيءَ جي رويندرمنچ جي شاندار نموني سجايل سٽيج جنهنتي گورنرصاحب، مکيہ منتري مهوديہ، تعليمي وزير، تعليمي سيڪريٽري ۽ تعليمي ڊائريڪٽر نظر اچي رهيا آهن. هال ۾ رکيل هزار ڪرسيون تہ ماڻهون سان ڀريل آهن ئي، چوڌاري دروازن وٽ ۽ پٺيان بہ حشام ماڻهن جا بيٺا آهن. ملڪ اڄ ماسترن جو ڏينهن ملهائي رهيو آهي، جنهن موجب پرانتيہ سرڪار بہ انهن بهترين ماستر صاحبان جو سنمان ڪري رهي آهي، جن موافق توڙي بدترين حالتن ۾ رهندي بہ پنهنجي پيشي سان نباهيندي تعليم لاءِ ڪي نوان آيام مقرر ڪيا آهن. ڪن مخصوس سرگرمين ۾ خود کي لين ڪيو آهي. ڪي علهديون خصوصيتون سندن شخصيت ۾ آهن جنجي ڪري هو عام ماسترن کان گهڻو مٿيرو ٿي بهن ٿا.

هال جي ڪاٻي پاسي الڳہ ڪرسيون رکيل آهن، جنتي اڄ سنمانت ٿيڻ وارا ماستر صاحبان براجمان آهن. مان ساڄي پاسي رکيل پترڪارن جي ڪرسين مان هڪ تي ويٺي آهيان. قومي سطح تي مشهور جنهن اخبار جي مان سانسڪرتڪ ۽ ساهتڪ سنواد داتا آهيان ان ۾ ڇپيل منهنجا ليکہ، فيچر ۽ مضمون جهجهي مقبوليت حاصل ڪن ٿا. در اصل ان قسم جي سرگرمين ۾ منهنجي شخصي چاهہ پڻ آهي. انڪري خود مان ئي اهڙن پروگرامن تي ويندي آهيان جيئن واسطي دارن کان انٽرويو وغيرهہ وٺڻ جي سولائي ٿي. جيئن تہ ڪي سال مان خود تعليم سان جڙيل رهيس انڪري اهڙي پروگرام ۾ خاص دلچسپي اٿم.

سٽيج تي ماستريائيون خاص مهمانن جي آجيان ۾ سواڳت گيت ڳائي رهيون آهن. والينٽر هرهڪ درشڪ کي هڪ بروچر ڏيئي ويو آهي جنهن ۾ اڄ سنمانت ٿيندڙ ماسترن جي تصوير سميت واقفيت موجود آهي. مان اِنجا پنا اٿلائڻ لڳان ٿي. ٻئين نمبر پيج تي ئي منهنجون نظرون کپي وڃن ٿيون. شريمتي رچنا جي تصوير ڏسي منهنجي آڏو ٢٢ ورهيہ اڳہ جو منظر سايان ٿي پوي ٿو. تڏهن مان ڳوٺ جي جنهن سکول ۾ هيڊماستريائي هئس، رچنا جي بہ اُتي ئي مقرري ٿي. پهرئين ئي ڏينهن هن منهنجو ڌيان خاص طرح پاڻ ڏانهن ڇڪايو. سدائين اُداس، گم سُم ۽ پنهنجو پاڻ ۾ محدود رهندڙ هئي. سندس شخصيت لفظن کي بيحد ڪنجوسيءَ سان استعمال ڪرڻ سندس فطرت هئي، مرڪ سندس حڪم جي موحتاج رهندي هئي. ٿهڪ ڏيئي کلڻ جهڙي ڳالهہ تي معمولي مرڪ بہ مشڪل سان سندس چپن تي نمودار ٿيندي هئي. قد جي ڊگهي، سنهڙي سهڻي تہ هئي. خاص ڪري سندس موڪريون ڳالهائيندڙ اکيون، اکين ۾ موجود بي پناهہ اُداسيءَ سان سندس من جي پيڙا ظاهر ٿي پوندي هئي.

سندور کان خالي سندس سينڌ تلڪ بنا سجي سندس للاٽ سندس نالي آڏو چنبڙيل شريمتي لفظ کي گويا بي معني ٿي ڪيو. سندس عمر محض ٢٠ ورهيہ هئي. پنهنجي گذريل حياتيءَ جي

جهلڪ ان نموني ڇپائين. پنج سال اڳ ئي سندس شادي هڪ لوهي حوان پريتم داس سان ٿيو ڪام سان ٿي گذري. شاديءَ جو مطلب ان اموني ٿي ڄاتو ته سرخ ڳاڙهن رنگن جا پرٽ پهري ۽ جهمڪندڙ ڪپڙا پائنا. سرير سون سان جهنجهيو پيو هوندو. سهاڳ جي سهورين نشانين سان منهن پهسندو رهندو. وهانءَ جي رسم ادائگيءَ وقت وڏي گهونگهٽ سان سندس چند جهڙو چهرو ڍڪيل هئو سهاڳ جي سيج تي سيني جي ڌڙڪن سان ڪٺي حياءَ جي هيءَ پتلي وڏي هئي. پريتم آهستگيءَ سان سندس گهونگهٽ هٽايو. اهڙي خوبصورتي ڏسي هو خود تي ئي رشڪ ڪري ويٺو. رچنا جي ڪنڌيءَ کي پڪڙي اڃا منهن مٿي ٿي ڪيائين ته دروازي تي ٺڪ ٺڪ ٿي. پريتم لاءِ سنديش هو. سرحد تي ملڪ تي دشمن بدنيتيءَ سان حملو ڪيو آهي. جانباز جوانن جي ضرورت آهي. جي سر صدقي ڪري ملڪ جي مٽيءَ جو مان وڌائين. فرض ۽ پريم جي هن ٽڪراءَ پريتم کي وقت پريتم هڪ ڪن لاءِ رچنا ڏانهن نهاريو، پر فرض ڪي سڀ کان وڌيڪ اهميت ڏيندي ڳوٽ راها جي ان لباس ۾ ئي رچنا کان موڪلائي روانو ٿيو. رچنا ته پرپور نظر سان سندس ديدار به نه ڪري سگهي.

ٻن ڏينهن بعد ريڊيو تي سماچار آيو ته ڀارت جي جوانن دشمن سان مقابلو ڪري پنهنجون چوڪيون واپس ورتيون آهن پر لڙائيءَ ۾ جن جانباز سپاهين جان جي بازي لڳائي انهن ۾ پريتم داس سڀ کان اڳرو هو. ٿوري وارڻ هيءَ خبر ٻڌي پريتم جي ماءُ پيءُ کي هوش ڪان ويهڻ پنهنجي پياري ننهن رچنا جي چنتا ستايو جنهن هڪڙو پل به سهاڳ جو سک نه ماڻيو ۽ پهاڙ جهڙي حياتي سندس اڳيان هئي.

رچنا جي پيءُ کيس پيڪي گهرائي رهڻ لاءِ زور ڀريو پر رچنا سڌيءَ سنئين پريتم جي گهر پريتم جا ماءُ پيءُ ئي سندس ماءُ پيءُ آهن. هن گهر ۾ ئي هوءَ باقي حياتي گذاريندي.

پريتم جي پتا کي ننڍڙي عمر ۾ ئي اپنتري سمجهه رکڻ واري ننهن ٿي فخر محسوس ٿيو. هن ڪيس مشورو پاس ڪرائي ماستريءَ جي ٽريننگ وٺرائي. جيئن نوڪري ڪري هن ونڊرائي سگهي. انهن ته سهري ڪيس صاف چيو ته، پٽ نوڪري پريتم اولاد جو سک ڏيئي وڃي ها ته جيئڻ جو مقصد ملي پوندي ها. هن حالت ۾ ڪنواري هوندي به توهان - - -

رچنا هڪ ٻڌي سهري کي چيو هو. بابا هن ملڪ ۾ ڪيترن جي سهاڳ به ته ٽٽي آهي جنهن مکيل هوندي به سڀني عمر شهيد جي ياد ۾ گذاري ڇڏي. اهي ڪيئن ورهيه اهڙيءَ جي چوڌاري قبرا ته پاتا آهن. توهان وٽا اهڙو سهارو رکڻ لاءِ، منهنجو ڪجهه وڌيڪ آهي ڪان وڌيڪ قيمتي ۽ تسلي بخش آهي. توهان منهنجو خيال نه ڪريو.

رچنا جي حياتيءَ جو هيءَ انوسرنڌ باب ٻڌي مان سندس اداسيءَ جو ڪارڻ سمجهي سگهيس. پر مون کيس سمجهايو ته 'رچنا' جيئڻ لاءِ مقصد ته ڳولهڻو پوندو آهي. تو جهڙي حالت ۾ رواجي چوڪريءَ کان مشهور هجڻ جو مثال ڏنو آهي ساڳيءَ ريت تعليم لاءِ سمورين پارسا رکي توهان هڪ غير رواجي اڏيائيڪا بڻجي سگهين ٿي. هڪ بار هجڻ جي حالت ۾ تنهنجي حياتي محض ان ۾ محدود ٿي وڃي ها. هاڻي سڪول جون سڀن ٻارڙيون ته تنهنجي اڳيان آهن ٿي پر وچارن انوڪيل ڳوٺاڻن کي به تو جهڙي ڪشاران رهبر جي ضرورت آهي ۽ منهنجي صلاح مڃي هوءَ رات ڏينهن

# ڪارو اچو

## نندلعل پرسراماڻي

"مرليڌر ، ماڻي توکي دوڪان نہ ڏئي سگھبو."

"ڪارڻ ؟"

"اڄ ڪالهہ دوڪان مسواڙ تي ڏيڻ معني دوڪان تان هٿ ڪڻڻ."

مرليڌر چپ چاپ عجب ۾ پئجندو رهيو.

"ڏس مورج مل دوڪان خالي ڪرڻ ڪان نابري واري ڇڏي آهي. مجبور ٿي ڪورٽ ۾ ڪيس ڪيو آهي... لعلچند دوڪان خالي نہ ڪري، نہ ڪيو. ڪورٽ ۾ ڪيس بہ ڪٿي ويو... پڌاءِ توکي دوڪان ڪيئن ڪرائي تي ڏيون ؟"

مرليڌر هاڻي چپ چوريا. "سيٺ، مان نہ مورجمل آهيان ۽ نہ لعلچند آهيان. منهنجي سياءُ ڪان توهان واقف آهيو. سالن ڪان توهان سان وهنوار ٿو هلي. ڪڏهن ڪو چوهول ڪانہ ٿي. جڏهين بہ دوڪان جي مسواڙ وڌائي مون هڪدم وڌائي ڏني. توهان سٽامپ لڪارايو ، مون بنان اعتراض جي لکي ڏنا. توهان ڪرائي جون رسيدون نہ ڏنيون ، مون ڪڇهہ نہ چيو. توهان تہ دوڪان نئين سِر ٺهرائي ڏيڻ جو واعدو ڪري ، خالي ڪرايو آهي... هاڻي جيئن ٿا تہ دوڪان نہ ڏيندا .. مان غريب ڪيڏانهن ويندس."

"ڏس مرليڌر، دوڪان منهنجو آهي. ڪرائي تي ڏيان يا نہ ، منهنجي مرضي."

"دوڪان برابر توهان جو آهي. ڪنهن جي مجال آهي جو ان ڳالهہ ڪان انڪاري هجي پر اڙا دوڪان توهان وٽ ويهارو ڪن آهن. سيئي ڪرائي تي هلن پيا. انهن حجڙو مان بہ ڪرائيدار ٿي رهندس. جيئن اڳ هوس. چاهيو تہ ڪرايو وڌايو."

"توکي دوڪان وري نہ ڏئي سگھبو."

"سيٺ صاحب. توهان هتان جا مدبر عزتدار ، مانَ شانَ وارا واپاري آهيو. هرڪوئي توهان کي سچو ۽ سُپتيو سمجهندو آهي. تنهن ڪانسواءِ توهان جات جا مُکي بہ آهيو. توهان ٻين سان انصاف ڪندا آهيو. توهان جا لفظ پٿر تي لڪير مثل آهن جي ڪڏهن بہ نہ بدلجندا آهن. توهان دوڪان واپس ڏيڻ جو واعدو ڪيو. مون دوڪان خالي ڪيو. توهان تي تہ اٽوٽ وشواس آهي. توهان پنهنجي واعدي کان مُڪري سگهندا ، اهو تہ مان سپني ۾ بہ سوچي نہ ٿو سگهان."

انهن لفظن سيٺ جي من کي هڪ دفعو تہ لوڏي ڇڏيو. مرليڌر محسوس ڪيو تہ سيٺ جي

کنڊ هيٺ جهڪي ويو آهي. جيڪي ڪجهه مرليڌر چيو هو ، اهو سچ هو. مرليڌر جي پيءُ سيٺ کان دوڪان سورهن سال اڳ ڪرائي تي ورتو هو ۽ ايترو ڪجهه ڪمائيندو هو جو گهر جي پورت ٿيندي هئي. اوچتو مرليڌر جو پتا سرڳواس ٿي ويو. مرليڌر کي پڙهائي ڇڏي دوڪان ڪرڻو پيو هو. سيٺ جو وهنوار مرليڌر سان به ساڳيو ئي ايمانداريءَ سان هلندو رهيو. مرليڌر کي سيٺ لاءِ من ۾ ڏاڍي عزت هئي. سڄو علائقو هن کي چڱو مڙس سمجهندو هو.

سيٺ کي اتي ويهه پنجويهه دوڪان هئا جي سڀئي ڪرائي تي ڏنل هئا. پاڻ سيٺ سون چاندي جي وڏو واپاري به هو. ٻيا به اهڙا دوڪان هئا پر هن جي دوڪان جي پيٺ سڀ کان وڏيڪ هئي. سڀ جو اهڙو ويچار هو ته هو ان علائقي جو ڏنوان واپاري آهي. هن وٽ ايتري ملڪيت آهي جي ويني سندس ست پيڙهيون کائن.

اهو به سچ آهي ته هنجا دشمن به گهٽيئي هئا. اهڙن جي سوچنا تي سيٺ جي دوڪان تي ڇاپو پيو هو. ويهه لک بنان حساب ڪتاب جي هٿڻ ڪري ظبط ٿيل اٿس. جنهن جو فيصلو اڃان سرڪار ڪونه ڪيو آهي.

پر تنهن هوندي به وهنوار ساڳيو ئي هلندو پئي هليو. ڪو به بدلاءُ ڪونه آيو هوس.

سيٺ پاڻ پريوار سميت مرليڌر جي دوڪان مٿان ڪمرن ۾ رهندو هو. اهو سڄو حصو ڪجهه پراڻو هو. سيٺ جو ويچار ٿيو ته اهو ڍهرائي نئين نموني نهرائجي. نقشا وغيره نهي ويا. ميونسپالٽيءَ کان منظوري به ملي ويئي. هڪ ڏينهن مرليڌر کي گهرائي سيٺ چيس ، "توکي ٻه ٽي مهينا تڪليف ٿيندي. پر دوڪان توکي نئون ٺي ملندو. تون پنهنجي سهوليت سان دوڪان خالي ڪر."

مرليڌر کي دوڪان وري نهڻ جي خبر هئي. مرليڌر کي ڏاڍي خوشي ٿي. ڪجهه ڏينهن ته نئين دوڪان جا خواب به ڏسڻ لڳو. اهو به سوچڻ لڳو ته دوڪان کي هاڻي وڌائبو. نئون دوڪان نئون ڪاروبار گهر ۾ ٻار به وڏيا آهن. آمدني به وڌيڪ ٿيڻ گهرجي. مرليڌر کي سيٺ ديوتا ڀاسڻ لڳو.

جلدي دوڪان خالي ڪري سامان اچي گهر رکيائين. جڏهن دوڪان خالي ڪري چاٻي سيٺ حوالي ڪرڻ لاءِ وڃڻ لڳو تڏهن دوستن چيس ته سيٺ کان ڪجهه لکائي وٺ ته دوڪان وري توکي ڏي. وقت ڏاڍو خراب آهي. پئسو ڪڏهن ڪنهن جي نيت بگاڙي ٿو پتو نه ٿو پئي.

ڪلي مرليڌر چين ،" اهڙو ڪروڙپتي بيئيمان ٿيندو ڇا ؟ هي ته لفظن تي لکن جو واپار ڪري. معمولي دوڪان لاءِ دوکو نه ڏيندو. اهو مونکي پورو وشواس آهي. اهڙي انسان کان لکارائي وٺڻ معني هن مٿان تهمت مڙهڻ."

پر دوڪان نئين سِر نهي وڃڻ تي سيٺ مرليڌر کي گهرائي چيو ته دوڪان هاڻي هن کي نه ڏنو ويندو. هو ڪٿي ٻي جڳهه جو بندوبست ڪري.

. مرليڌر کي ڏاڍو ڏک ٿيو. مرليڌر سيٺ کي هنجي ايمانداري، سچائي، مدبٽو، مکيپٽو قائم رکڻ لاءِ پنهنجي واعدي تي قائم رهڻ جي لاءِ چيو ته سيٺ جو کنڌ ته جهڪي ويو پر پئسي جي ڪارنهن هنجي وويک کي ڪارو ڪري ڇڏيو. ڪارو پردو ايترو طاقتور ثابت ٿيو جو پنهنجو نک ڪپيل ڏسي به دل نه لڏيس.

مرليڌر لاءِ اهم سوال هو ته هو ڪيئن پنهنجو گذارو ڪري. ڪهڙي نموني ٻچن جي پالنا ڪري. ڪوڙ جي سچ مٿان جيت ٿي. وشواس کي دوکو مليو. ڪروڙن جي مال کي پنجن سٺن هزارن جي دوڪان هيٺ ڪيراڻي ڇڏيو. ڌن ايترو نيچ آهي يا ڌن جي لالچ. هو سمجهي نه سگهيو ته ڪيئن سيٺ کي سمجهائي ته هو دوڪان بنا برباد ٿي ويندو.

ڇهن مهينن کان گهر ويٺو هو. آمدنيءَ جو ڪو ذريعو ڪونه هو. ويٺي پئي کاڌائون. دوڪان جو وڏو آسرو هو، وڏي اميد هئي ته نئين دوڪان تي نئين شروعات ڪبي. محنت ڪري ڏکن جا ڏينهن پلجي ويندا. پر هاڻي ته گهر جون شيون ٿيون وڪرڻيون پون. هو ڏاڍو ششدر ٿيو. ٻيو ڪو دوڪان به ڪونه ٿي مليس. جي مليس به ته ٽيهه چاليهه هزارن ۾ پڳڙيءَ جي روپ ۾. ڇي گهر جي هڪ هڪ شيءِ نيلام ڪري ته به ايتري رقم نه ملندس. هن جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. سڄي رات ننڊ ڪانه آيس.

ٻئي ڏينهن نماڻو ٿي مرليڌر سيٺ وٽ ويو. هٿ جوڙي چوڻ لڳو. "سيٺ صاحب توهان جي ڪرپا ٿيندي. دوڪان بنا منهنجا ٻچا بک مرندا. جي توهان کي دوڪان گروي رکڻو آهي ته رقم ٿوري ٿوري ڪري ڏيندو رهندس. دوڪان جي مونکي سخت ضرورت آهي."

سيٺ هاڻي اڳ وارو ڪونه هو. هن جون اکيون مٿي هيون. لڄ ۽ شرم کان بلڪل آجو هو. شايد سمجهي ڇڏيائين ته ڪپيل نک مرليڌر سامهون لڪائڻ ۾ ڪو فائدو ڪونهي. هاڻي هو مرليڌر سامهون ايترو ايماندار ۽ سڀٽيو ڪونه رهيو آهي جيترو ٻين سامهون آهي. مرليڌر سامهون ته هو سڄو ننگو ٿي پيو آهي. اڇو اجرو شرير ڪارنهن جي ليپ سان سڄو ڪارو ٿي ويو آهي.

ڪروڌ ۾ سيٺ مرليڌر کي چيو، "دوڪان توکي ڪنهن به حالت ۾ ملي نه سگهندو. تون هتان هليو وڃ."

مرليڌر کي به ڪروڌ آيو. پر پاڻ کي قابو ڪندي ڳنڀير آواز ۾ چيائين، "سيٺ... هي دوڪان ۽ مڪان نه توهان جا آهن ۽ نه منهنجا. هي ته ڪنهن جا به نه آهن. منش کي پل جي ڄاڻ ڪانهي ته ڇا ٿيندو. توهان جا پتا انهن ئي هلي ويا. ڦابو ڪاڏائين ۽ بس شام جو اڳئي جي حوالي. توهان به ان ڳالهه کان پري نه آهيو. هڪ ٻي ڳالهه. جڏهن مونکي پٽڪندو ڏٺو ويندو تڏهن توهان جي ايمانداري اگهاڙي ٿيندي."

مرليڌر گهر هليو ويو.

نراش ٿي مرليڌر جنپور ۾ رڪشا هلائڻ لڳو. شروع ۾ ڏاڍي تڪليف محسوس ڪرڻ لڳو. پر

ڊيري ڊيري اها تڪليف عادت تي پئي. ٽڪي ڪري ٽٽي پوڻ هرهڪ ڏينهن جي ضرورت هئي. بنان اهڙي حالت جي ڪمائيءَ جي ٻيو وسيلو ڪونه هو. سندس گهر اسي نوي ڪلوميٽر پري هو. مهيني اڌ ۾ گهر تي ايندو هو. ٻارن ڪان نه گهڻو پري هو ۽ نه پرسان.

ائين ئي وقت جي رفتار هلندي هلي. هڪ ڏينهن وڏي چوراهي جي پرسان شهر جي مشهو سون چانديءَ جي دوڪان سامهون هن سجاتل ڪار ڏٺي. ڪارون ته سيڪڙو روز ڏسندو هو پر ه ن ڪار جڻ هن کي پنهنجي طرف ڇڪي ورتو. وري به پڪ ڪرڻ لاءِ ڪار جي قريب رڪشا ڪاه ي آيو. سچ پچ هيءَ ڪار سيٺ جي هئي، من جي ڪنهن ڪنڊ ۾ دٻيل ڪروڌ وس تي هن سيٺ سان ملڻ تي چاهيو.

رڪشا ڪنڊ پاسيري ڪري انتظار ڪرڻ لڳو. ٿوري دير ڪانپوءِ سيٺ جو وڏو پٽ منوهر دوڪان کان ٻاهر آيو. مرليڌر اڳتي سُري آيو. ٻئي هم ڪلاسي هئا. منوهر ڏسي هن کي ڪيڪاريو. منوهر کي ڏسي مرليڌر جو ڪروڌ اڌامي ويو. هن به مشڪي ڪيڪاريو. پڇڻ تي مرليڌر ٻڌايس ته هو رڪشا هلائيندو آهي، مرليڌر محسوس ڪيو ته منوهر کي ڪٿي اڻ لکي چوٽ لڳي آهي. ائين ئي ٿوري ڳالهه ٻولهه ڪري منوهر ڪار ۾ چڙهي هليو ويو.

ڪار هلي وڃڻ تي هن جو من ڳورو ٿي ويو. شايد دٻيل ڪروڌ جو ٻوجهو اجان به من تي هوس. رڪشا کي ٻي مني تي هلائيندو رهيو. اوچتو رڪشا کي هن بريڪ ڏني پوئتي مڙي ڏٺائين، ڄڻ ڪجهه وري ڏسڻ تي چاهيائين جيڪي ڪجهه هن ڏٺو هو سچ پچ هو يا فقط ڪلپنا. نه... نه... منوهر جي هٿ ۾ بريف ڪيس هو. بريف ڪيس ننڍڙو هو. پر اهو منوهر گهڻو وقت هٿ ۾ جهلي نه سگهيو هو. ڪار جو دروازو کولي سيٽ تي رکيو هو. ڳالهائيندي هٿ ۾ جهلي تي سگهيو. حال حوال ڏيڻ وٺڻ ۾ مشڪل سان پنج ست منٽ ئي گذريا هوندا. هو ايترو وقت به بريف ڪيس جهلي نه سگهيو هو.

هن ان وقت اهڙو ڪجهه سوچي ورتو جو پيانڪ هو. جئپور ۾ مرليڌر جتي رهندو هو اهو مڪان پوليس چوڪيءَ پرسان هو. ڪانسٽبل ۽ هيڊصاحب واقف ٿي ويا هيس. هن انهن کي به پنهنجي حالت جو ڪارڻ ٻڌايو هو. چوڪيءَ جا ڪرمچاري هن سان سچي همدردي رکندا هئا. پنهنجي سوچڻ مطابق يڪدم رڪشا ڪاهي پوليس چوڪي آيو. تيزيءَ سان رڪشا هلائڻ ۽ پيانڪ سوچ تي عمل ڪرڻ جي پاونا ڪري هو سهڪڻ لڳو.

هن کي سهڪندي اندر ايندو ڏسي هيڊ ڪانسٽبل ڪرسيءَ تان اُٿي معني پري نظرن سان ڏسڻ لڳو. سهڪندي ئي مرليڌر چيو. "منهنجي مدد سان گڏ توهان ديش جي شيوا به ڪندا."

هيڊ صاحب هن کي سامت ۾ اچڻ لاءِ چيو. پر مرليڌر چيس ته وقت تمام ٿورو آهي، مرليڌر منوهر سان ملاقات بابت ٻڌايس ۽ پنهنجو شڪ به ظاهر ڪيو.

جڏهن مرليڌر ڪار جو نمبر ڏيندي چيس ته بريف ڪيس ۾ غير قانوني ڪجهه ڪنيل آهي ۽

ڪار اجان يا تہ شهر ۾ ئي هوندي يا سيٽ جي شهر واري سڙڪ تي هوندي. تہ پوليس حرڪت ۾ اچي وئي. هيڊ صاحب فون تي پنهنجي آفيسر کي اطلاع ڪيو. سڄي شهر جي پوليس کي وائرليس سان خبر پهچائي وئي. اڌ ڪلاڪ اندر ئي ڪار ۽ سونُ پڪڙيو ويو.

مرليڌر سان گڏ هيڊ صاحب مکيہ ٿاڻي تي پهتو. منوهر جو منهن لٿل هو. اٽڪل ڏهہ لکن جو سون پڪڙيو ويو هو. پوليس ڪاروائي ڪري رهي هئي. مرليڌر کي پوليس سان گڏ ڏسي منوهر کي شڪ پيو. هن جو شڪ صحي ثابت ٿيو جڏهن ڊي. ايس. پي. مرليڌر سان هٿ ملائيندي تعريف ڪئي. منوهر اپراڌي هو.

منوهر اهو بہ ٻڌو تہ پوليس آفيسر مرليڌر کي قانون انوسار سون جي قيمت جو ١٠ حصو انعام طور ڏياريندو ۽ اهڙن سمگلنگ ڪندڙ اميرن کي مرليڌر جهڙا بهادر جوان ئي پڪڙائي سگهندا آهن.

منوهر کي محسوس ٿيو تہ ڪنهن مجبور انسان کي دکي ڪرڻ جو نتيجو هو ۽ هنجو سڄو پريوار ڀوڳيندو. ان ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ سون تہ سڄو ضبط ٿي ويندو پر پاڻ بہ جيل ويندو. انهن جي عزت مٽيءَ ۾ ملي وئي. هنن مرليڌر سان نياءُ نہ ڪيو هو تہ ڇو هو پنهنجي لاءِ نياءُ جي سوچي. پيءُ جي ڪنياءُ جي سزا هن کي ملندي. منوهر جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو.

منوهر جي اکين جو پاڻي ڏسي مرليڌر کي الائي ڇو سٺو نہ لڳو.

هو گهڻو وقت اتي ترسي نہ سگهيو.

Gopal Aur Kamlesh Chitrashala
Salumbar (Udaipur)

---

# سفيد داغ

## منوهر نهالاڻي

هوءَ سراسر ڪوڙ ڳالهائي رهي هئي. اِهو ڄاڻندي بہ هوءَ مونکي پياري لڳي هئي. هنجو چهرو ڪومل ۽ روپ موهيندڙ هو. هٿن جا وار ڪنهن اِن ريت پڪڙجي بيهندا هئس جو هوءَ ميڪاري وڌيڪ ڪشش ڪندڙ لڳندي هئي.

يڪدم نردوش لهجي ۾ هن چيو هو، "ڪالهہ اوچتو ئي مان ذرا ناچاڪ ٿي پيئي هئس. تنهن ڪري توهان وٽ اچي نہ سگهيس. هونءَ مون اچڻ جي تياري ڪئي پئي، پر منهنجي گهوٽ مونکي

رڪي ڇڏيو. چيائون، "توڪي بستري تان اٿڻو ئي نہ آهي. منهنجو رواجي دکہ بہ ڏسندا آهن تہ
هوُ اهڙيءَ ريت وياڪل ۽ پريشان ٿي ويندا آهن." ۽ ائين چوڻ ڪانپوءِ هن هڪ موهيندڙ ٽهڪ ڏنو
هو، ڪجهہ اهڙي ادا سان ڄڻ ڪنهن ٻئي جي اڳيان نہ بلڪ پنهنجي گهوٽ اڳيان ئي کلي رهي
هجي!

پر نہ ڄاڻان ڇو مونکي اِئين لڳو تہ هوءَ ڪوڙ ڳالهائي رهي آهي. ڪالهہ شام هنجو اِنتظار
ڪرڻ بعد مان باغيچي طرف گهمڻ جي لحاظ کان ويئي هئس، تڏهن مون هنکي ڪجهہ پريرو ٻيءَ
عورت سان گڏ ويندو ڏٺو هو. مون پنهنجي من کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، شايد هوءَ سوني
نہ هجي پر مون ڄاتو ٿي تہ هوءَ سوني ئي هئي.

هن کان اڳہ بہ ٽي دفعا اهڙي شنڪا ٿي هئي، تہ هوءَ ڪوڙ ٿي ڳالهائي. هڪ سماج سڌار
سنسٿا پاران هلندڙ اسانجي اسڪول ۾ هوءَ داخل ٿي تڏهن سڀ کان پهرين سڄاٿپ مون سان ئي
ٿي هئس. هوءَ ڪجهہ رزرو مائينڊيڊ پئي لڳي. مون ڳالهين دوران هنجو من هلڪو ڪرڻ جي
ڪوشش ڪئي هئي. هن ٻڌايو، "هيءَ اسڪول تمام ننڍڙو ٿو لڳي. هن کان اڳہ مان ڪافي وڏي
اسڪول ۾ ماسترياڻي هئس."

"هن کان اڳہ توهين ڪٿي هئا ؟"

"احمدآباد جي هڪ ڪانونيٽ اسڪول ۾! تمام صاف سٿرو ۽ ڍنگہ سان ٺهيل آهي. اُتي ڪم
ڪرڻ ڪانپوءِ ٻئي هنڌ ڪم ڪرڻ مونکي سٺو نٿو لڳي. پر منهنجي گهوٽ کي پرموشن ملڻ تي
هتي پوسٽنگہ ٿيس تہ اسين هتي هليا آياسين. مونکي تہ هيءَ بمبئي شهر بہ سٺو نٿو لڳي. هتي
ماڻهن جي بہ ڪا حياتي آهي! اصل مشنيري لائيف لڳي پيئي آهي. احمدآباد گهڻو سٺو شهري
آهي." ڪجهہ وقت رڪجڻ ڪانپوءِ هن اڳتي چيو "پئسن جي لاءِ ڪم ڪرڻ جي مونکي ڪا ضرورت
نہ آهي. پر منهنجو سڀاءُ ڪم جو عادي آهي. گهر ۾ نڪمٽو وهڻ سٺو نٿو لڳي. تنهنڪري منهنجي
مسٽر چيو تہ ڪنهن شيوا واري سنسٿا ۾ ڪٿي نوڪري ڪر. پئسا ٿورا ملن تہ بہ ڪا ڳالهہ ڪانهي.
پر توڪي اُن مان سنتوش ملندو ۽ اڪيلائپ نہ لڳندي. سچ پڇين تہ منهنجي گهوٽ جو سڀاءُ ڏاڍو
سٺو آهي. عهدي ۽ شان جي هننکي ڪا چاهت ڪانهي ۽ نہ ئي اُن لاءِ ڪنهن قسم جي ڪٽ پٽ ئي
اٿن. تنهن ڪري تہ مان هن ننڍڙي اسڪول ۾ ڪم پئي ڪريان."

پهرئين ئي ڏينهن هوءَ مونَ سان کلي دل سان ڳالهائڻ لڳي هئي. شام جو بہ اسين اسڪول
مان گڏئي نڪتا هئاسين ۽ ڳالهيوُن ڪندي اسٽيشن ڏانهن روانا ٿياسين. شام جي سونهري روشنيءَ
۾ مونکي هنجو چهرو وڏيڪ موهيندڙ پر ڪجهہ غمگين لڳو هو. مونکي هڪدم هنجي لاءِ موهہ
جاڳيو هئو. هوءَ ڪيتري نہ حليم سڀاءَ واري هئي! ڪيس پئسي جو تہ ذرا بہ ايمان ڪونہ هو.
منهنجو هٿ ازخود سندس ڪلهي تائين هليو ويو ۽ مون چيو، "مونکي خوشي آ جو اسڪول جي
هن بن سنسڪاري واتاورڻ ۾ هڪ صاف دل دوست تہ ملي."

اسين اسٽيشن تي پهتاسين. پليٽ فارم تي اچي هن مون کان پڇيو ، "توهان جي ريلوي پاس فرسٽ ڪلاس جي آهي يا سيڪنڊ جي؟ مون تہ سيڪنڊ جي ٺهرائي آهي. منهنجي پاڙي جون ٻہ ٽي ڇوڪريون هن طرف اينديون آهن. انهن وٽ سيڪنڊ ڪلاس جي پاس آهي، تنهنڪري گڏ رهڻ جي خيال کان مون بہ سيڪنڊ جي ئي ٺهرائي آهي."

خبر ناهي ڇو اوچتو منهنجي من ۾ اهڙي لڳو ڇڻ هوءَ ڪوڙ ڳالهائي رهي آهي. جيئن هوءَ ٻڌائي رهي هئي اهڙي سٺي حالت شايد هنجي پتيءَ جي نہ بہ هجي. ممڪن آ هنجي حالت رواجي هجي. منهنجي من ۾ پيدا ٿيل گمان کان هوءَ بي خبر هئي.

هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي هن اڳتي چيو ، "هيءَ تہ چوندا آهن توکي ڪار ۾ اسڪول ڇڏيندو مان آفيس هليو ويندس. پر هنن جي آفيس اسڪول جي بلڪل ابتڙ طرف آهي. انڪري مون انڪار ڪيومانِ. اسين گهران گڏ ئي نڪرندا آهيون."

ايتري ۾ لوڪل ٽرين اچي ويئي. مون وٽ فرسٽ ڪلاس جي پاس هئي. انڪري منهنجو ۽ هنجو ساٿ ڇڏائي ويو. جدا ٿيڻ بعد هنجي ڪومل ڇهري جي ڪشش ڪجهہ گهٽ ٿي ۽ منهنجي من ۾ شنڪا جنم ورتو. پهرين ئي ملاقات ۾ پنهنجي باري ۾ پنهنجي پتيءَ جي باري ۾ هيتريون ساريون ڳالهيون ڪرڻ واري هيءَ ناري ڇا تمام پورڙي آهي؟ گهڻو جذباتي آهي؟ يا هوءَ سچ پچ مون سان پنهنجائپ ٿي محسوس ڪري؟

تنهن بعد اسين هڪ ٻئي جي قريب ايندا وياسين. هن ۾ خاص قسم جا سنسڪار هئا. اڪثر هوءَ رستي ويندي نظر ايندي هئي تہ ڪنهن سندر شيءِ ڏانهن منهنجو ڌيان ڇڪائيندي هئي ، جنهنڪي مان ، اُتان اَچ وڃ جي باوجود بہ نہ ڏسي سگهندي هئس. جڳهہ جو ڪو حصو ، وڻ جو ڪو قسم ، ڪنهن گهٽيءَ جو ڪو موڙ. هوءَ ڪانہ ڪا خوبصورتي انهن سڀني ۾ ڳولهي لهندي هئي.

پر هنکي سڀ کان وڌيڪ فکر تہ پنهنجي پتيءَ جو هو. هن ٻڌايو هو ، "روز صبوح جو شيوُ ڪرڻ کانپوءِ هوُ پنهنجو ڇهرو منهنجي ويجهو آڻي اڳهندا آهن. ڏس تہ! ڏاڙهي ٺيڪ لٿي آهي؟" ۽ هوءَ اِهو سڀ چوندي چوندي ڇڻ رڪجي ويندي هئي. مونکي ذرا حجاب ٿيندو هو پر هنکي اِنهيءَ ڳالهہ جو ڌيان ئي نہ رهندو هو.

هڪ ڏينهن هن مون کان پڇيو هو ، "پيڻ تون بہ شادي ڇو نہ ٿي ڪرين؟"

۽ مون چيو هو ، "اجا وقت ويو ڪونهي. وقت اچڻ تي شادي بہ ڪري وٺنديس. اجا تہ ايڪويهہ سالن جي آهيان." هوءَ مون ڏانهن ڇڻ عجب وچان ڏسندي رهي.

"توکي خبر ڪونهي. هيءَ ئي عمر لائون لهڻ جي آهي. پتيءَ جو پريم هڪ انوکي چيز آهي. بيو سڀ تہ ٺيڪ پر زندگيءَ جو مزو تہ پريم ۾ ئي آهي."

اوچتو جڻ هن ۾ ٻارائي چنچلتا اچي ويئي هئي. انهيءَ انداز سان هن اڳتي ٻڌايو ، "اسان جي نئين جيون جي شروعات خوبصورت جڳهہ کان ٿي هئي. ڪشمير جي ڪلنمرگ جي برفيلي اچاڻ

تي اسين هلي رهيا هئاسين تڏهن هنن، مونکي پروپوز ڪيو هو. اتي اسين ڪاليج جي ٽوئر تي ويل هئاسين. هنن چيو هو، "اهڙو ئي بي داغ اُڇو اُجرو، پاڪ ۽ پوتر اسان جو جيون بڻيو رهندو." مان تہ شرمائجي ويئي هئس. گهر اچڻ سان ئي مميءَ سان سربستي ڳالهہ ڪيم. منهنجا ماءُ پيءُ بئي هنکي سڃاڻيندا هئا، انڪري هوءَ تمام گهڻو خوش ٿيا..." ۽ هوءَ اوچتو شرمائجي ويئي. مون ڏانهن نهاري مڌرتا سان مرڪي ڏنائين. "معاف ڪجانءِ اها ڳالهہ ياد ايندي آهي، تڏهن مان هوش ڪوهي وهندي آهيان."

مونکي هنجو پتي ڏسڻ جي چاهنا ٿي. هڪ ناريءَ جي دل ۾ ايتري خوشي، آنند ۽ پيار جي گرمائش پيري ڇڏيندڙ اهو پرش ڪهڙو هوندو؟ هڪ ڏينهن مون هن کي چيو، "تون شانتا ڪروز ۾ رهندي آهين نہ؟ ڪهڙي هنڌ؟ مان هن آرتوار تي انهيءَ طرف اچڻ واري آهيان. تون جيڪڏهن گهر موجود هجين تہ مان تو وٽ بہ اچان!"

"مون وٽ؟" گويا اوچتو چرڪ پريندي هن چيو، "آرتوار تي تہ... اسين پڪنڪ تي وڃڻ وارا آهيون. ان ڏينهن هنن جو جنم دن آهي. اسين گهر رات جو مس موٽنداسين."

مان هن ڏانهن نهاري رهي هئس. هن نظر ڦيري ڇڏي هئي ۽ وري منهنجي دل ۾ گمان ڪر موڙي اٿيو هو. هن پيري بہ هن ڪوڙ ڳالهايو هو. آرتوار تي هوءَ ٻاهر وڃڻ واري ڪونہ هئي. فقط هن مونکي پنهنجي گهر اچڻ کان روڪڻ ٿي چاهيو. شايد ڪيس ڊپ هو تہ مان هنجي رواجي حالت ڏسي وٺندس يا شايد... شايد هوءَ...

هن ٻڌايو هو اسين سڀ ڏينهن الڳہ الڳہ روپ ۾ ملهائيندا آهيون. هنن جي جنم دن تي اسين همشيهہ پڪنڪ تي ويندا آهيون ۽ منهنجي جنم دن تي..." هوءَ ٿورو رڪجي ويئي. شايد اڳتي چوي يا نہ، ان سوچ ويچار ۾ هئي، پوءِ هن ٻڌائي ئي ڇڏيو، "منهنجي جنم - دن تي هو پنهنجي هٿن سان ڪاڏو تيار ڪندا آهن ۽ مونکي کارائيندا آهن. ڪاڏو هو ڏاڍو سٺو تيار ڪندا آهن. اڄ صبوح ئي هنن گجرن جو سيرو ايڏو سٺو ناهيو هو جو ڇا ٻڌايانءِ؟ ٿورو بچيو آهي. مان سياڻي توکي انجو ٿورو سواد وٺائڻ لاءِ کڻي ايندس." پر ٻئي ڏينهن هوءَ اهو کڻي اچڻ ڀلجي ويئي هئي. مونکي خبر هئي تہ هوءَ چوندي، "وسري ويو."

مونکي ٿورو دک ٿيو. هھڙي سڌي، سنسڪاري ۽ من موهيندڙ ڇوڪري هن ريت ذري ڳالهہ تي ڪوڙ ڇو ڳالهائيندي هوندي؟ شايد اِها هنجي مانسڪ بيماري هوندي. ڪنهن ڪالپنڪ ڊپ جي بچاوَ کان، ڪنهن ڪمي هوندي؟ اولاد... شايد هنکي اولاد جي چاهنا هوندي؟ اولاد... ڇا هنکي اولاد ڪونهي؟ اِنهيءَ ڳالهہ جي ڪري شايد هن جون حقيقتون هن کان محروم رهنديون هجن.

پر هوءَ ايتري تہ من موهڻي هئي جو ڪوڙ ڳالهائڻ جي باوجود بہ هوءَ ڏاڍي پياري لڳندي هئي. هونئن بہ جيڪا عورت پنهنجي پتيءَ جي پريم ۾ ايتري ٻڏل هجي، ان جو هڪ اڌ ڏوهہ معاف ڪري سگهجي ٿو.

۽ اوچتو هڪ ڏينهن منهنجي شادي طئي ٿي ويئي. انيل ٽن سالن لاءِ آميريڪا ويل هو ۽ ٽن سالن جي پوري ٿيڻ تي هو واپس اچي ويو هو. ايندي ئي پڇيو هئائين، "ڪيئن مون سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهين نه؟"

ايتري وڏي عرصي بعد وڇڙيل پيار ملڻ تي مان خوشيءَ وچان پاڳل ٿي ويئي هئس. بس پوءِ ته شاديءَ جي تيارين ۾ مشغول ٿي ويس. اسڪول ۾ مون اِستعفا ڏياري موڪلي هئي. انيل ايترين ته ڳالهيون ڪئي مونٽيو هو جو مونکي فرصت ئي ڪونه ملندي هئي. هنجي اچڻ ڪانپوءِ هڪ ڏينهن لاءِ به اسڪول نه وڃي سگهي هئس. ڪڏهن ڪڏهن سونيءَ جي ياد دل تي تري ايندي هئي.

سوچيندي هئس هنکي اسڪول مان خبر ته پئجي ويئي هوندي.

گهڻو تمام گهڻو خوش هوندي...

آخر شادي ٿيڻ کان ٻي ڏينهن اڳ مان اسڪول ويس. سيني سان ملڻ نيند ڏيڻ ۽ خاص طور سونيءَ جو چهرو پسي آنند وٺڻ خاطر!

پر سوني اسڪول ۾ ڪونه هئي. ڪنهن ٻڌايو ته ٽن ڏينهن کان هوءَ آئي ئي ڪونه هئي. شايد بيمار هجي! مونکي ذرا دڪ ٿيو. هنجي گهر جي پڇا ڪئي، پر ڪنهنکي خبر ئي ڪانه هئي. آخر اسڪول جي ڪلارڪ کان سندس درخواست ڪڍائي هنجو پتو معلوم ڪيو. اتي وڃڻ لاءِ تيار ٿيس ته قدم پنهنجي مٿڻ لڳا. من ۾ آيو، هنکي سڏو نه لڳندو. هيڏن ڏينهن جي رشتي درميان، هن هڪ ڏينهن به مونکي پنهنجي گهر اچڻ لاءِ اِنوائيٽ نه ڪيو هو. ڪا ڳالهه ضرور آهي، جنهن ڪي هوءَ لڪائڻ ٿي چاهي. هنجو اهو راز مونکي کلي ميدان ۾ آڻي ظاهر ڪرڻ نه گهرجي.

وري سوچيم منهنجي شاديءَ جي خبر پوڻ تي هوءَ تمام گهڻو خوش ٿيندي. ۽ مان هنجي گهر طرف نڪري پيس. گهر جو پتو سولائيءَ سان لڀي ويو. منهنجي ڪلپنا سچي هئي. ڪار رکڻ واري ڪنهن وڏي آفيسر جي لائف اهو گهر ڪونه هو. هڪ پراڻي مڪان جي ڊبل روم ۾ هوءَ رهندي هئي. گهر تائين وڃڻ وارو رستو گندو هو. مون من ئي من ڪليو. هن ڇوڪريءَ جي، پئسي بابت ڪا مشڪلات هوندي...

ٻيءَ منزل جي بلڪل ڇيڙي تي هنجو ڪمرو هو. مون دروازو کڙڪايو. هڪ ٻڍي عورت ٻاهر آئي. مون پڇيومانس، "سوني هت رهندي آهي؟"

"ها، اچو نه!" هن چيو، "هوءَ بيمار آهي. ٿورو ئي وقت اڳ هوءَ ڊاڪٽر وٽ ويئي آهي. توهين هنجي اسڪول مان آيا آهيو؟"

مان پنهنجي اچڻ جو مقصد ظاهر ڪيان يا نه، اِهو ويچار ڪندي مون ڪنڌ لوڏايو. جنهن جو مطلب ها يا نه، ڪجهه به ٿي سگهيو ٿي. اندر وڃي مان هڪ ڪرسيءَ تي ويهي رهيس. هيڏانهن هوڏانهن نظر ڊوڙايم ته تمام گهٽي پئسي جي تنگيءَ جا آثار ظاهر هئا. باوجود انجي، سڀ ڪجهه صفائيءَ ۽ ترتيب سان رکيل هو. پر انجي اندران ڪجهه خاليپڻو به نظر اچي رهيو هو.

مون اوچتو پڇيو ، "منهنجو پتي..."

"پتي ؟" بڍي[1] وائڙو ٿيندي چيو ، "ڪنهنجو پتي ؟"

"سوني[1] جو ؟"

"پر هن شادي ڪڏهن ڪئي آهي ؟ هنجي شادي ئي ڪونهي. هنجي پير ۾ سفيد داغ آهي نه ؟... ڪوڙهه."

"ڪوڙهه ؟"

"ها ، هن توهان کي شايد ڪونه ٻڌايو آ ؟ ڪن ڏينهن کان اهو سفيد داغ وڌندو ٿو وڃيس. انجي علاج لاءِ ڊاڪٽر وٽ ويئي آهي."

مي سپ ٻڌي منهنجو وات ڪليل ئي رهجي ويو. ڪجهه پل شانت ٿي ويٺي رهيس. هڪ وشال سمنڊ جڻ پل ۾ ٻاڦ ٿي سڪي ويو ۽ انجي ميدان بياباني واري خشڪ ريت نظر اچڻ لڳي.

مان اٿي بيٺس ۽ چيم ، "چنجوس ته ريڪا ملڻ آئي هئي. وري ڪنهن ٻئي دفعي ايندس. هينئر ذرا تڪڙ ۾ آهيان."

تڪڙيون وکون کڻندي مان ٻاهر نڪري آيس . مون پنهنجو صحيح نالو ڪونه ٻڌايو. پنهنجي هڪ پياري ساهيڙي[1] اڳيان هن پريم ۽ آنند جو جيڪو هڪ تصوري چتر چٽيو هو ، اهو پل جيئڻ جو تيئن قائم رهي. هنجي خيالي زندگي[1] تي ڪوڙ جو هڪ سهڻو ريشمي پڙدو پيلي پڪيل رهي. اها هن مون سان ڪا ٺڳي ڪونه ڪئي هئي. ان ۾ هن جو ڪو ڏوهه ڪونه هو. اِهو ته شايد وڌاتا جو ڏوهه هو ، هن جنهنکي فاش ڪرڻ نٿي چاهيو.

مون من ئي من هنکي پنهنجون شپ ڪامنائون ڏنيون ۽ وري ڪڏهن به هن سان ملڻ جي ڪوشش نه ڪئي.

1061 A, Sardarnagar,
Ahmedabad 382475.

--------------------------------

# آخر ٻه سچ ڇا آهي؟

لڇمڻ يو. ڪڪريجا.

سنه ١٩٤٧ع جي ڳالهه آهي. ورهاڱو ٿيو هو. ڀارت کي ٻن ٽڪرن ۾ ورهايو ويو هو. هڪ ڀارت

تہ ٿيو ھو جو اڳئين ڀارت کان سسيل ھو ۽ ٻيو ھو پاڪستان. جو ان ڀارت کي سسائي ڪري ٺاھيو ويو ھو. ٻنھي پاسن کان ماڻھن جي لڏپلاڻ چالو ھئي. اسانجي شھر گڙھي ياسين ۾ سنڌي مسلمان جي گھٽو ڪري ڏراني پٺاڻ ھئا. انھن پٺاڻن ۽ ٻين سنڌي مسلمانن ڀارت مان لڏي آيل مسلمانن جي دل وجان سان آجيان ڪئي ھئي. انھن مسلمانن کي، جي مان سمجھان ٿو بھاري ھئا، اسانجي پاڙن يا ٻين پاڙن مان ڇڏي ويل ھندن جا خالي گھر ڪلف ڀڃي رھڻ لاءِ کولي ڏنا ھئا. سنڌي مسلمان ڏاڍو گڏ گڏ ڏسڻ ۾ آيا.

پلا سڀي جي سڀي سنڌ پاڪ مسلمانڪي ٿي ويندي! واٺيو ھڪڙو بہ نہ رھندو ؟ ۽ سنڌ تہ ڇا پنجاب ۽ بينگال بہ پاڪ ٿي ويندا. ان ڪري تہ "پاڪستان" نالو رکيو ويو ھو. يعني شڌ ماڻھن جي رھڻ جي جڳھہ. اقبال ميان بہ سچ پچہ تہ سٺو نالو چونڊيو ھو. انھن جو حوصلو وڌيل ھو.

آئہ تن ڏينھن ۾ اٽڪل ١١ سالن جو ھوس، جيئن تہ اسانجو پاڙو سنڌي ھندن کان خالي ٿي ويو ھو، صرف اسانجو اڪيلو گھر ھو ۽ اسانجي چاچي جو گھر جيڪو وڏي بزار ۾ بڪالي ھو. ٻنھي جا گھر وچي رھجي ويا ھئا. باقي برادريءَ وارا ڪٿي ٻئي ڪنھن پاڙي ۾ رھندا ھئا. ميڏو سارو پاڙو خالي ٿي ويو ھو ۽ ڀارت مان اچي مھاجرن والاريو ھو. اھڙا گھڻائي ھندن جا خالي پاڙا اچي مھاجرن والاريا ھئا. حال تہ سڀ ڪجھ شانتي سان ٻئي ھليو، ڏيري ڏيري انھن جا ٻار اسان سان ھري مري ويا ھئا ۽ اسان سان گڏجي راند روند بہ ڪندا ھئا. ڪڏھن ڇڏي راند تہ ڪڏھن اٽي ڏکر وغيرہ.

راند راند ۾ کل ٻل مان ايڏو سارو جھڳڙو ڪڙو ٿيندو، مونکي خواب خيال پي ڪونہ ھو. مان اڳہ ۾ ڇني چڪو آھيان. منھنجي عمر ننڍي ھئي، ١١ سالن جو ڇوڪرو ھوس. وڏا تہ ويچارا جھليندا ھئا تہ انھن مھاجرن جي ٻارن سان گھٽ ڳالھيايون، جيستاءِ خبر پوي تہ ڪھڙي سپاءِ جا آھن. پلا ٻار جو ٿياسين سو وڏن جي ڪير ٿو مڃي. اسانجو پتا ڪنال اسسٽنٽ ھئڻ ڪري ٿر ۾ سرڪاري نوڪريءَ ۾ ھو. باقي سنڀالڻ وارو ھو اسانجو چاچو، جو بڪالي ھو. ھو تہ صرف سنڀالڻ لاءِ ھو ۽ نہ مار يا دڙڪا ڏيڻ لاءِ. شايد ھن ايترو حق محسوس نہ ڪيو ھو، ان ڪري ايترو زور نہ ڪندو ھو ۽ صرف سمجھائيندو ھو.

...۽...۽... سچہ پچہ ھڪ ڏينھن واري نہ ڏيڻ ڪري مون ھڪ مھاجر جي پٽ کي ھڪ زوردار چماٽ وھائي ڪڍي. ھو روئندو روئندو پنھنجي گھر ويو. ٿوري دير کان پوءِ اسانجي گھر جو دروازو بند ٿي ويو ٻاھر- نعرا ٻڌڻ ۾ آيا. "ڪافر ڪنھن جاءِ جا." "پاڪستان زندہ آباد." "اسلام خطري ۾." وغيرہ وغيرہ. انھي گوڙ ۾ سنڌي مسلمان بہ حام ھئا. اسان ڪافي ڊڄي وياسون. گھر ۾ اندر سيني مون کي ٻئي گھٽ وڌ ڳالھايو. گاريون دڙڪا لعنتون ھڻڻ شروع ڪيون.

"ھن بيوقوف ڇي ڪري ھيترو ڪجھ ٿيو آھي. گاريون، گند گوڙ گھمسان، ٻاھر الائي ڇا ڇا لڳو پيو آھي. ھر ڪنھن جي ھٿن ۾ لوڙھيون، ڪھاڙيون، ڏنڊا آھن، الائي ڇا ٿيندو، ڪھڙو قھر

ڪندا." منهنجي ماءُ مونکي ڳالهائيندي رهي.

"پر اُن مان ورندو ڪجھ نہ، اجايو ڏيکھ نہ ڪيو. جيڪو ٿيو سو ٿيو. هاڻي ڇا ڪجي؟" اهو ٻڌي منهنجي ڏاڏي چيو.

ان وچ ۾ اسانجي چاچي بہ ٻارن سميت ڪوٽ ٽپي اچي اسانجي گھر ۾ سلامتي حاصل ڪئي. ويچاري ٻارن سميت ڪافي ڏچل پيئي لڳي ۽ مان... مان بہ ويچارو ٿي، ڏوهارين وانگر ڦاٽلن اکين سان ڪنڊ ۾ ٿي ويٺو هوس. ڏچل، ڏچل سين جي گارين جو نشان!

ايتري ۾ منهنجو ننڍو ڀاءُ ڏسڻ ۾ ڪونہ آيو. سڀني سمجهو شايد ٻاهر رهجي ويو. سڀني ڪان ڇرڪ نڪري ويو. هيٺ مٿي او ويندي ٽپڙ تائين ڳولهيوسين. ڪٿي بہ ڏسڻ ۾ نہ آيو. گھر ۾ جنسي رودن مچي ويو. ٻاهر گوڙ، دروازي تي ڌَڪن، لوڙهين جا ڌڪ لڳي رهيا هئا. دروازي کي ڀڃڻ جي ڪوشش چالو هئي. گوڙ ۾ سنڌي مسلمان بہ جام هئا. انهن جون گاريون گند سڀ ٻڌڻ ۾ پئي آيو.

پر اوچتو اهو گوڙ بند ٿي ويو. ٻاهران منهنجي چاچي جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. جيڪي سڀ اندر هئا، اُسان سڀني جون مٿيون منجهيل هيون. ٻاهر ڇا هلي رهيو هو ڪنهن کي بہ ان گھڙي ۽ پوسٽ ۾ خبرئي ڪونہ پئي هئي ۽ جڏهن پنهنجي جو آواز ڪنن تي پيو تہ اچرج لڳو ۽ هن جي چوڻ تي اسان دروازو کوليو. مون ڏٺو ٻاهر جنسي راڪشس بيٺا هئا. وڏيون وڏيون اکيون، ڳاڙهيون ڳاڙهيون، ڪاريون اچيون ڏاڙهيون. گوڏين ۾ لٺين، لوڙهين، ڪهاڙين ۽ ڌَڪن سان مشٽنڊا بيٺا هئا ۽ اِنهن ڪان الڳ اسانجي چاچي سان گڏ خان شمس الدين پٺاڻ بيٺو هو جو ڳنيپرتا سان ڳالهائي رهيو هو ۽ اسانکي آٿت ڏيئي رهيو هو. هو اسانجي شهر جي مکيہ پٺاڻن مان هڪ هو ۽ اسانجي چاچي جو پڪو دوست هو. هو اڪيلو ئي اڪيلو منهنجي چاچي سان گڏ آيو هو ۽ ڇڻ شانتي جو دوت بڻجي آيو هو.

منهنجو ننڍو ڀاءُ ئي جيڪو ڪونا ٽپي ٽپي - ٻانيڻ جو پاڙو جو بہ خالي هيو ۽ بزار طرف کليل هو - اتان نڪري دڪان تي پهچي ويو هو ۽ پوءِ منهنجو چاچو شمسدين کي گھران وٺي آيو هو.

پر تڏهن بہ اسانکي تاڪيد ڪري ويو هو تہ اسان در اندر رهون ۽ در هميشہ بند رهي ۽ اسان ائين ئي ڪيو، جيستائين مومنن جي من ۾ ناپر اچي. ڪجھ ڏينهن تہ لڳندا. ۽ لاچار ئي اسانکي ائين ڪرڻو پيو.

پر وري اسانجي ان شانت رهڻ ۾ رخنو پئجي ويو. شام جا اٽڪل ساڍا چار وڳا هئا جو وري اسانجي گھر ٻاهران اسانجي بند در تي زور زور سان ڌڪن جا آواز ٿيا ۽ تنهن سان گڏ ماڻهن جا آواز.

"دروازو کوليو! جلد کليو!" ٻاهران آواز اچڻ لڳا.

"اسان توهانجا پنهنجا آهيون." سڀ سنڌيءَ ۾ ڳالهائي رهيا هئا. اسان توهانجي مدد ڪر لاءِ

آيا آهيون. ايمان سان اسان توهانجا مددگار آهيون. اسان تي وشواس ڪيو. اسان توهانکي ڪجھ نه
چونداسين. اسان توهانکي بچائڻ آيا آهيون. تواهان جي واهر ڪرڻ آيا آهيون."

۽ ان وشواس تي اسانجي ڏاڏيءَ همٿ ڪري دروازو کوليو. ڏسون ته ٻاهر ماڻهين اُبتڙ هو.
مهاجرن جي گهر جا دروازا بند هئا. انهيءَ گوڙ ۾ هڪڙو به مهاجر ڪونه هو. سڀ سنڌي مسلمان ۽
سنڌي پٺاڻ هئا. مون ڏٺو انهيءَ گوڙ ۾ اهي به شامل هئا جيڪي صبح جو اڳ ۾ مهاجرن سان گڏ
اسانکي مارڻ آيا هئا!

منهنجي ڏاڏي انهن ڏانهن به نهاريو. سڀ منجهيل هئا. هو اڳتي وڌي آيا ۽ اسانجي ڏاڏيءَ جي
اچي پيرن تي ڪريا.

"امان!" هنن چيو، "اسان کي معاف ڪيو. اسان کان غلطي ٿي ويئي هئي. اسان جيڪو چئون
ٿا ان ۾ ڪا ٺڳي ڪانهي. سچ آهي سچ! توهانکي خبر ناهي ته شهر ۾ هينئر اَسان سنڌي مسلمانن
۽ مهاجرن وچ ۾ جهڳڙو لڳو آهي. هيءَ جهڳڙو سنڌين ۽ مهاجرن وچ ۾ آهي. هي جهڳڙو بهاري ۽
سنڌين وچ ۾ آهي. اسانجي هڪ سنڌي ڇوڪري هڪ بهاري ڇوڪري کي ٽڪ وهائي ڪئي ۽ جهڳڙو
چالو ٿي ويو. ڪٿي ڪٿي ڪنهن پاڙي ۾ سنڌي هندن کي به ماريو اٿن. انڪري اسانکي ڊپ لڳو
متان توهانکي ڪجھ پاڙيوارا مهاجر اڳوڻو وارو بدلو وٺن. اسان توهانجو بچاءُ ڪرڻ لاءِ آيا
آهيون. توهان واٿيا ته جهڳڙي مان ڇا ڇاٿو؟ ان ڪري نه ڪهاڙي رکو ۽ نه ڪا لوڙهه. هي وٺو
لوڙهيون ۽ ڪهاڙيون. پنهنجي بچاءُ لاءِ پاڻ وٽ رکو."

۽ انهن اندر اچي منهنجي وڏي ڀاءُ کي ڏنائون.

"من بهادر ٿي، اسانجو توهان سان ساٿ آهي. ڊپ جي ڪا ڳالهه ناهي. اسانجي توهان سان
پوري واهر آهي. اسان هر هر پيا اُتان ايندا سين جتي جتي به سنڌي هندو ٿورائي ۾ آهن. ان پاڙي
۾ پهرو ڏينداسين. جيستائين جهڳڙو بند ٿئي."

۽ ڪجھ پنهنجا ماڻهو ٻاهران بيهاري هو هليا ويا.

۽ هاڻي جڏهن هن عمر ۾ سوچيان ٿو ته سچ پچ سوچ ۾ پئجي ٿو وڃان ته آخر سچ ڇا آهي؟
ڌرم يا ٻولي؟! آهي ڪو جواب؟

B-41/245, NEW BLOCK ULHASNAGAR - 421005

# وڇڙيا ميلَ مِلاءِ

جنڪرشن گورسهاڻي

رڪمڻي ڏياريءَ جي ٻيءَ ڏينهن اَمبرت ويلي روئي اٿي. سندس نت نيم هو اُسر جو اٿي اشنان پاڻي ڪري گورباڻيءَ جو ڪلاڪ ڏيڍ اَڀياس ڪرڻ. ٻارن کي نيرڻ ڪرائي گهر جي ڪم ڪار کي لڳندي هئي. اڄ صبوح جو جنُن ئي اٿي تنُن اُٿيءَ سپنو جيڪو رات جو ڏٺو هئائين تنهن منجي اندر ۾ اُشانتي پيدا ڪئي هئي.

حڪيم پريمچند سنڌ ۾ هڪ ننڍڙي شهر ۾ وڏڙن جي ڏينهن کان پنهنجي اَباڻي گهر ۾ رهيل هو ۽ پنهنجي وطني ۽ آسپاس ڳوٺن ۾ مريضن جي شيوا ڪندو هو. طبابت سان گڏ نجومت ۾ به ماهر هو ۽ ضرورت وقت شهر جا توڙي ٻاهرين ڳوٺ جا رهاڪو هن کان گرهن گوچرن ۽ ڇٺين ٽپاسڻ جو ڪاريه به ڪرائيندا هئا. رهائي رسائي وارو ماڻس هو ۽ جيڪو وٽس پير پيري ايندو هو ته عزت پائي ويندو هو.

ننڍو شهر هو. جيتوڻيڪ اتي هڪ ڊاڪٽر اڳيئي هو پر حڪيم پريمچند جي قرب کي ڏسي ننڍو وڏو وٽس بنا هبڪ جي دوا وٺڻ ايندو هو. هٿ ۾ شفا ۽ مکه ۾ نام، سڀ ڪنهن سان پريت پيار جو ورتاءُ ڪندو هو ۽ ڪنهن ڪنهن مهل واندڪائي ملندي هئس ته ٻارن سان ويهي روح رهاڻ ڪندو هو ۽ منڙو نام اُنهنکي جپائيندو هو؟ ٻار به اسڪول مان موٽندي اسپتال وٽان لنگهندي حڪيم پريمچند کي منڙا سڏڙا ڪري چوندا هئا، "ڪاڪا سائين هري رام" ۽ جيسين موٽ ۾ جواب نه ملندو هون تيسين اڳتي نه وڌندا هوا.

هندستان پاڪستان ٿيو. حڪيم صاحب چوطرف جو وايومنڊل ڏسي فيصلو ڪيو ته ڪٽنب کي هندستان روانو ڪجي ۽ پوءِ ڪجهه عرصي بعد رهيل بقاياڻون وصول ڪري سمورو اسپتال جو سامان ۽ نجومت جا ڪتاب وغيره بند ڪري جهاز ۾ بمبئيءَ روانا ڪجن ۽ پوءِ پاڻ اَڪيلي سر پنهنجا اباڻا گهر هميشه لاءِ لڏي بمبئي وڃي. حڪيم صاحب جا ڪي ڏورانهان مٽ مائٽ ۽ پريتوان بمبئيءَ ۾ هئا جن کيس آجهه ڪئي هئي ته حال ڌرم پتني ۽ ٻن ٻارن کي وٽن ڏياري موڪلي ۽ پوءِ جڏهن پاڻ پنهنجا پَلوَ آجا ڪري هندستان ۾ اَچي تڏهن بمبئي يا ٻئي ڪنهن شهر ۾ آئينده جو اَڏو ٺاهي. سندس ڌرم پتني رڪمڻي، ڌيءُ سرسوتي ۽ پُٽ موهن بمبئيءَ مهني ڪن اندر روانا ٿي ويا ۽ حڪيم صاحب کي پهچ اچي ويئي. فئمليءَ جي اسهڻ بعد حڪيم پريمچند کي اَباڻو آکيڙو ڊاهڻ ۾، سامان بند ڪرڻ ۾، بئنڪ جي پونجي ۽ اڌار بقايا ڪٺي ڪرڻ ۾ رٿيل مدت کان زياده سميه لڳي ويو. ڪيس هن ڏس ۾ ڪافي رڪاوٽون درپيش اچڻ لڳيون.

وايومنڊل اُٿوٿندڙ هئڻ سبب، ڪاڌ خوراڪ جي سهوليت نه هئڻ سبب هنکي پنهنجو گهر بند ڪرڻو پوندو هو ۽ پاڻ سان ننڍي ٿيلهي ضروري ڪاغذن ۽ بئنڪ ڊرافٽن جي کڻي نڪرندو هو ۽ وري انهيءَ ڏينهن شام جو يا ٻئي ڏينهن صبوح جو پنهنجي آستان تي ايندو هو.

اِنهيءَ رفتار سان هلندي هلندي هن جو سميڻ جو سلسلو هن لاءِ پريشانيءَ جو باعث بڻجي پيو. بقايائون ڪيتريون روڪجي پيون ۽ بئنڪ جا ڊرافٽ ڪو لئيرو هن جي ٿيلهي مان لمائي ويو ۽ جن لاءِ وري نئين سر هنڪي بئنڪن جي ڪرمچارين سان لکپڙهه ڪرڻي پيئي. معاملو چوطرف گنڀير ٿيڻ لڳو جن سمورين مشڪلاتن جو پورنتا سان پنهنجي ڌرم پتنيءَ رڪمڻيءَ کي ڄاڻ نٿي ڏيڻي سگهيو . جو ٽپال ڪاتي جي سرشتي تي ڪافي اَثر پوڻ لڳو ۽ سموريءَ لکپڙهه جي مڪمل طرح اوگهڙ ٿيڻ لڳي. جنهنڪري حڪيم صاحب هڪ ڏينهن دل ۾ سوچيو ته وڏيڪ رهيل اوڌر ملڻ مشڪل آهي. نه اوڌر ڏجي ۽ نه اوڌر ڪڄجي. اهڙو اُصول زندگي ۾ هڻڻ سدائين سک ڏئي ٿو. حالتن پٺاندڙ سياڻپ جو ڪم ٿيندو ته جيڪا رقم ملي آهي تنهن تي راضي رهي ڪل بچائي ديس ڇڏجي. جيڪو ڏاڍن سان وڙهي سو رت پنهنجو هاري. "نڪي پاراتن ۾ نڪي منجهه دعا"-.

انگ اڳيئي لکيا پاڙڻ پوءِ پيا. انگ جيڪي نصيب ۾ لکيل هوندا سي ڪين ٽرندا- دنيا جو مفاصلو سدائين هڪ جهڙو نٿو رهي. هڪڙا سڄن مان ساوا , ٻيا ساون مان سڄا ٿين. دل کي آٿت ڏيڻ لڳو ته جيڪي پريوءَ جي پاران جُڙي اُچي تنهنکي واهه واهه ڪجي. "جُڙي کي جَسُ."

رڪمڻي جنهن کي سدائين سنتوش هو تنهن کي اَشي سپني ڏسڻ ڪان پوءِ آنند مانڊ جو ڪڪر آڏو اچڻ لڳو. ڪڏهن ڪڏهن حيرن , دردرن ۽ دکن جو داستان بڻجي پوي ٿي. انسان جڏهن مشڪلات ۾ اچيٿو تڏهن پنهنجن مسئلن حل ڪرڻ ۾ نربل رهي ٿو , پر پراوا معاملا سولائي سان حل ڪري سگهي ٿو.

ڪجهه ڏينهن بعد :

صبوح جو رڪمڻيءَ کي سندس پتيءَ وٽان خط مليو جنهن ۾ هيٺين طرح سماچار هو :

پياري منڙي :

واهگرو راکو.

حالتون اهڙيون آهن جو ڌرن ڏکيو ٿي وڃي. باهر ته جنسي قهر لڳو پيو آهي. جڏهن انسان ڪلماڻي جي رهت ٿو هلي تڏهن ته خاص طرح پريوءَ جي سهاري وٺڻ جي درڪار ٿئي ٿي. جڏهن آپدا تي اچي تڏهن پريوءَ ڪانسواءِ ڪوبه ڪنهنجو ساٿي ڪونهي. ويچارن جي دنيا ۾ ڪڏهن آشائن جا ڪرڻا پرڪاش ٿين ٿا ته ڪڏهن نا اُميديءَ جي لهرن ۾ غلطان ٿي ٿو وڃجي. پر [illegible] ويلي جنهن نموني ارداس ڳڄجي ڪندا هئاسين تنهن طرح ئي اڄ منهنجي هردي جي [illegible] جي بل سان جيت جا آثار پاسن ۾ اُچن ٿا. انيڪ يادگيريون ۽ رهاڻيون منهنجي [illegible] پيدا ڪري رهيو آهن. اندر جي دک جو پياري اظهار ڪريان ٿو اشارن ۾. هيءَ وقت [illegible] جو جيترو صبر ۽ ڌيرج ڌارڻ ڪجو ۽ پريڙ در ارداس ڪبي , اوترو ئي سائينءَ جي [illegible] جاڳ. تون سرسوتيءَ ۽ موهن سميت پنهنجي پاءِ پرڪاش وٽ سبزي منڊي [illegible] سڀين ۾ هوندين - جنڊ متناسين خاطري اٿم ته سرسوتيءَ جو اڪلاءِ [illegible] ملڻ ڪرائيندس. تنهن موهن نه تعليمي جو پويون سال پورو ڪندو. نام

نہ وسارج، پرماتما اُتيئي پرم شڪتي انجو ئي سهارو وٺج.

شايد مان بہ گواليار ۾ نجومت جو دڪان وٺي اُتي ڪجھ عرصو آزمايان جئن سرسوتي جي شاديءَ تي پيسي جي هٿي ملي.

ٽنهنجو پتي،

ويچارو انسان دل جي دنيا ۾ گهٽائي پوُر پچائي ٿو ۽ جي آشائون اُميدون نہ هجن تہ سنسار جو موهہ ئي ڪيئن رهي؟ رڪمڻي سوچڻ لڳي تہ ڪهڙيون رڪاوٽون سندس پتيءَ کي آڏو آيون آهن جي هنکي وطن ڇڏڻ کان روڪي رهيون آهن. اونهاري جي سخت اُس ڏرتي تي جڻ ٽانڊا وسائي رهي هئي ۽ پتيءَ جو خط وَرُ ورُ ڪري پڙهي رهي هئي. پريوءَ اڳيان اُداس ڪرڻ لڳي تہ هي پريو! جيون ۾ اهڙيون گهڙيون ڇو ٿيون اچن؟ دکہ وڇوڙي جي پيڙا ۾ پريا ۱۴ مهنا گذري ويا پر وڌيڪ احوال وري پتيءَ وٽان نہ آيو!

اِنهيءَ وچ ۾ هُن آگري ۾ ياءُ پرڪاش وٽ وڃڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ٿورن ڏينهن اندر ٻارن سميت اوڏانهن پهچي ويئي ۽ موهن کي بہ اُتي انجنيري ڪاليج ۾ داخلا ملي ويئي.

ورلاپ ڪرڻ لڳي : هي پريو! منهنجي پرارٿنا ڇو نہ ٿو ٻڌين؟ اَٽل سهاڳ جو تلڪ منهنجي ولاپ ۾ لکيل آهي تنهن جي آسيس تو مونکي شادي بعد ڪئي هئي. تنهن ليکہ کي تون ميخ هڻندين ڇا؟

هر منش جو سڀاوءَ ائين آهي تہ جڏهن هن جو من انيڪ ويچارن جي پينگهي ۾ لڏڻ لڳندو آهي تڏهن هنجي ڪلپنائن جي حد ئي نہ رهندي آهي ڪڏهن سندر ويچار تہ ڪڏهن نراشا جا خيال. پر جيون ساٿي بنا جيون جي گذارش ئي ڪهڙي؟ پرش ڪانسواءِ استري جي سکن جو ملهہ ئي ڪهڙو؟ ڪال ۽ موت جي تقاضا پربل ۽ اَٽ ٽر آهي. من تي جڏهن ويچار ڪندي ڪندي اُشي ويچار اچن ٿا تہ آشا جو ترورو بہ ڏسي نہ سگهبو آهي. پتنيءَ جي سونهن بہ سندس پتيءَ جي ڪري ئي شوڀنيڪ ٿي لڳي. "ڇا ڪرمن جو ڦل ايترو دکہ ڏيندڙ آهي؟" ائين هرهر پاٺڪان پڇندي رهي.

رڪمڻي پنهنجي پتي ۽ ٻن ٻارن سان هر چنڊ تي گرن جي آرتي پريم نيم سان ڪندي هئي. چنڊ ڏينهن امبرت ويلي سپنو آيس - بلڪل سهاوڻو منو سپنو! سندس چهرو پرڀات وانگر ٻهڪڻ لڳو. جڏهن هن پنهنجي پريتم کي سپني ۾ ڏٺو. هوءَ سندرتا ۽ گڏن ٻنهي جو ميلاپ هئي ۽ آڪي باقي ڪيس آشيرواد ملي ۽ سندس چهرو چمڪڻ لڳو. نراس دل تي دلجاءِ جا بادل برسڻ لڳا. نراشا مان ڦري آشا جا ڪيس آواز معلوم ٿيڻ لڳا.

هن کي سڀاويڪ اِهو ڪٿڪو ياسڻ لڳو تہ هيتري عرصي بعد هيءَ آشيرواد پنهنجي منڻار پريتم جي طرف کان آهي يا من جا بدبدا- هنجي هنئين تي نار اچڻ لڳو ۽ من ۾ شرڌا ۽ وري وري پريتم جي پيار جو احساس معلوم ٿيڻ لڳس ۽ ائين سمجهيائين تہ پتي آکي ٿو تہ هن گواليار ۾ جوتش جو دڪان کوليو آهي ۽ چوي ٿو تنهنجي من جي ڀاونائن جي مان مرحبا ڪريان ٿو. تون

منهنجي آهين پرانن کان بہ وڌيڪ پياري. ۽ مُنهنجي نيڻن اڳيان تون سدائين شل اهڙي ئي سروپ ۾ نڙيل گل وانگر هجين."

سندس من، آشا ۽ اُتساهہ جي تيح سان جڻ تہ نچي رهيو هو. ائين پتيءَ سان ڳالهائيندي سوچڻ لڳي تہ اسانجي سنساري جيون جي اڄ نئين پريات آهي. شل اِها پريرڻا پورن ثابت ٿئي. سوچڻ لڳي تہ حياتي ۾ ڪيترين ئي شين ۽ اشين گهڙيون اَچن ٿيون جن ۾ خوشي ئي خوشي ۽ دکہ ئي دکہ سڪي جا ٻئي پاسا جڻ پاسڻ ۾ اچن ٿا. چوڻ لڳي تہ هيءَ ڪنهنجي اُپراڌ جو نتيجو ناهي. جيون ۾ جو سپاويڪ ٻڌڻو آهي سو اوس ئي ٿئي ٿو.

ايشور ۾ ويساهہ رکي رڪمڻي ٻنهي ٻارن کي تيار ڪري ٿي ۽ پنهنجي پاءَ پرڪاش کي پنهنجي سپني سماوٽي بنسبت واقف ڪري ٿي ۽ پنهنجي پتيءَ کي جنهن درشيہ ۾ پنهنجي سپني ۾ ڏٺو هوائين تنهن کي ڏيان ۾ رکي ستگر جي چرنن تان مٿو ٽيکي موٽر ۾ گواليار (لشڪرباڙا) چونک ۾ اچن ٿا. بن ڪلاڪن جي عرصي بعد اُن هنڌ پهچن ٿا جتي ڪيترن ڏڪانن جي رونق لڳي پيئي آهي - اُن وقت رڪمڻي اندر ۾ هيئين پرارٿنا دهرائي ٿي، جا هميشهہ هن جي دل ۾ اُڪريل هئي.

"مُنجهيل کي نہ مُنجهاءِ پريو - منجهيل کي نہ مُنجهاءِ پريو
ڇو ٿو پاڻ مونکان لڪائين، ڇو ٿو بار بار آزمائين
هاڻي ڏي تون درشن منهنجا پريتم پيارا."

ساکيات پنهنجي پران پتيءَ کي هوءَ هڪ ڪشادي دکان جي مُهنن وٽ ڏسي ٿي ۽ سندس چهڙو ٻهڪي ٿو جنهن وقت پنهنجي ٻارن ۽ پاءَ سان گڏ پريم پوروڪ هڪبئي کي ڳڏجن ٿا ۽ گڏ گڏ ٿي رڪمڻي پنهنجي پتيءَ جي نزديڪ وڃي ٿي!

هيءَ درشيہ آنند روپي هو. جنهن جو اندازو لڳائڻ مشڪل آهي. رڪمڻي اوڏي مهل سُڌ ٻڌ ۾ نہ هئي. ۽ نچندي نچندي جهومڻ لڳي.

"ميري لعل جي تيرا انت نہ جاڻا." ۽ پريوءَ جي وڏائي ڪرڻ لڳي "تون سلطان ڪها هئہ ميان. تيري ڪوڻ وڏائيءَ. ڏن بابا نانڪ تيري وڏي ڪمائي."

جنهن تڙڦ ۽ انتظاريءَ ۾ رڪمڻي پنهنجي پريتم لاءِ ڦارون پئي وڏيون تهڙئي آنند ۾ اڄ ڪپڙن ۾ نٿي ماپي. ۽ جنسي نچندي ڪڏندي ٻهرنگي مزاح ۾ اچي نرت ڪندي ڦولڻ لڳي.

وَرُ پائيا پرپ انترپامي
نانڪ سُهاڳہ نہ ٽليا"
بابي نانڪ وڇڙيا ميل ملايا.

Flats 4-5, Gym - View, 16th Road,
Khar, Bombay 400 052

# لڇمڻ ريڪا

## گرداس. اين. آهوجا 'آجيم'

وڃيم آفيس مان ڇٽي سڌو گهر آيو. ڪپڙا بدلائي روم مان ڪتاب ڪڻي هميشهہ جيئان اڱڻ ۾ اچي آرام ڪرسي کولي ويٺو. اجان ڪتاب کولي نہ رهيو هو تہ ڪنن تي هميشهہ جيان اڄ بہ مڌر آواز گونجڻ لڳو. سنهو پر وڻندڙ مٺو آواز. ڪنڌ مٿي ڪڻي ڏٺائين هوءَ آهي. هُنجو گهر هنجي گهر جي لڳو لڳ آهي. اڱڻ بہ گڏ آهي. پٽ نہ آهي صرف تارون لڳل آهن ڪنهن حد تائين. هوءَ اڱڻ ۾ رکيل پينگهي تي ويٺي ويٺي لڏي رهي آهي. هُن هِن ڏانهن نهاري مشڪيو. هُنجي مشڪ مٺي ۽ وڻندڙ آهي.

هوءَ هرروز اِتي ائين ئي هنجي آفيس مان اچڻ بعد ايندي آهي ۽ پينگهي ۾ لڏندي سنهي پر مٺي آواز ۾ گيت گنگنائيندي آهي. هُنجي مشڪ هنکي بيحد وڻندي آهي دل ٿيندي اٿس تہ هوءَ بس ائين ئي مشڪندي رهي ۽ هو بس هُن ڏانهن ڏسندو رهي، ڏسندو ئي رهي. الائي ڇو هنجو من هُن ڏانهن ڇڪجي ويندو آهي. هوءَ هنکي وڻندي آهي هوءَ هنسان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندي آهي، پر الائي ڇو ڳالهائيندي نہ آهي. هوءَ هنجي ئي انتظار ۾ رهندي آهي شايد. هيءَ آفيس مان ٿي ڪپڙا بدلائي هت وهي مس تہ هوءَ بہ اچي پينگهي تي ويهي لڏندي آهي. هنجو ڌيان هوندو آهي يا نہ بہ هوندو آهي تڏهن بہ هوءَ سنهي مٺي آواز ۾ ڳائي هنجو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪيندي آهي.

هنجي بدلي هن شهر ۾ تازوئي ٿي هئي. هڪ دوست جي مدد سان هنکي هتي هيءَ جڳهہ رهڻ لاءِ ملي مسواڙ تي. هن سوچيو هو تہ پهرين جڳهہ جو بندوبست ٿي پوءِ ئي گهروارن کي گهرايان. جنهن وقت جڳهہ ڏسڻ هو هت پهريون دفعو آيو هو، اُنوقت بہ هوءَ پنهنجي در وٽ بيٺي هئي ۽ هن ڏانهن گهوري گهوري نهاري رهي هئي ۽ اهڙي ئي مسڪراهٽ هن اُن وقت بہ آندي هئي، پنهنجن چپن تي. هنکي اُن جي مشڪ اُن وقت بہ وڻي هئي. هنجو گول گول چهرو، نرم نرم ڳل، چوٽيءَ ۾ گلاب جو گل. جنهن مهل ڏس تنهن مهل پيئي مشڪي. هنکي ائين لڳو ٿي تہ هن سان آخر هنجو ڪهڙو رشتو آهي، جو هوءَ هن طرف ۽ هيءَ هن طرف ڇڪجي ٿو. هنجي مشڪڻ تي هي بہ مشڪي ويندو آهي ۽ هن کان هڪ هلڪو ٽهڪ نڪري ويندو آهي.

هينئر هوءَ هن ڏانهن نهاري مشڪي رهي هئي. هن هٿ مٿي ڪري اڄ هن کي سڏ ڪيو هوءَ پينگهو ڇڏي هنجي پرسان آئي ۽ هيءَ ڪرسي تان اٿي هنجي ويجهو آيو.

"هلو، ڪهڙا حال آهن ؟"

"ويري فائين." مون چيو
"تنهنجو نالو ڇا آهي؟"
"انڪل، منهنجو نالو نيلم آهي."
"ڏاڍو سٺو نالو آهي تنهنجو."
"سٺو ته آهي نه؟ توهانکي خبر آهي ڪنهن رکيو آهي منهنجو هي نالو."
"نه ڀلا مونکي ڪهڙي خبر؟"
"منهنجي ممي رکيو آهي هي نالو. مون کي ڏاڍو وڻندو آهي."
"اڇا!"
"تنهنجو پپا ڇا ڪندو آهي، نيلم."
"...."
"نيلم، پٽ، تنهنجو پپا ڇا ڪندو آهي"
"انڪل، مون ته هنن کي ڏٺو ئي ڪونهي"
"ڇا مطلب؟"
اوچتو نيلم جي نالي جو سڏ ٿيو. نيلم ڊوڙي گهر طرف واپس ويئي. نيلم جي ممي هئي جيڪا مون کي سڏ ڪري رهي هئي. مون جيئن ئي نيلم جي ممي ڏانهن نهاريو، مون ڪان ڇرڪ نڪري ويو. هو پڻ مون ڏانهن ئي نهاري رهي هئي. هو سفيد ساڙهي ۾ هئي. ترت ئي هو اندر هلي ويئي نيلم کي وٺي. هو سوچ ۾ پئجي ويو. هو! هتي!! ۽ مون حال ۾!!!!
منهنجو دماغ چڪر کائڻ لڳو. نيلم منهنجي ڌي آهي! منهنجي دماغ ۾ ويچارن جو طوفان مچي ويو. ماضي جون ڳالهيون اکين اڳيان تري آيس.
صبوح جا ست. سورج ديوتا آڪاش جي سفر تي نڪري چڪو هو. سج کي ايندو ڏسي چنڊ الائي ڪيڏانهن گم ٿي چڪو هو. رات جي اونده پرٿوي کان موڪلائي چڪي هئي. اهي شانت رستا جيڪي رات جي ڪري سنسان هئا سي هينئر ماڻهن جي چهل پهل ۽ ٽرئفڪ سان ڀريل هئا. ٿڌي وڻندڙ هوا لڳي رهي هئي. ڪيترا ئي پنهنجن ڌنڌن تي وڃي به چڪا هئا. ڪيترا وڃي رهيا هئا. ڪي شخص اڃان تائين پلنگ جي نرم گاديلن تي دنيا کان بيخبر آرام فرمائي رهيا هئا.
هي به اڃان تائين سميو پيو هو. منهنجي ممي به ٻه دفعا اٿارڻ به آئي. منهنجو اٿڻ تي من ئي ڪونه پيو ٿئي آخر ممي تنگ ٿيندي چيو :
"اٺ سج نڪري چڪو آهي. اڃان سميو رهندين ڇا. اسڪول نه ويندين ڇا ؟
"..." مون ڪوبه جواب ڪونه ڏنو
"اٿين ٿو ڪين نه! اسڪول نه ويندين ڇا ؟"
"اٿان ٿو ممي."
ڪه منهنجي سامهون ئي اٺ نه ته جيئن مان ويندس تون وري سمهي پوندين.

"تحڪڙ ڪهڙي آهي اٿان ٿو."

"ست ٿي ويا اُجان ٿو چوين دير ڪونهي."

"اوهه! ست ٿي ويا!" هيءَ چرڪ ڀري اٿيو. تڪڙو تڪڙو سنيري ناستو ڪري اِسڪول طرف روانو ٿي ويو. اُج هن ڪلاس ۾ هڪ نئون چهرو ڏٺو. ڪن پل لاءِ هيءَ هن ڏانهن نهارڻ لڳو. بس پهرين نظر ۾ پڻ هوءَ هنجي دل ۾ سمائجي ويئي. هن به هنکي ڏٺو. اِسڪول جي آخرين پيرڊ تائين هو هڪ ٻئي ڏانهن نهاريندا رهيا. هوءَ به هنڏانهن ڇڪجي رهي هئي شايد. نظرون نظرن سان مليون، ٻنهي جي دلين ۾ هڪ ئي نظر سان پيار پيدا ٿي ويو. ائين لڳي رهيو شايد ڪيتري ئي وقت کان وٺي هڪ ٻئي کي سڃاڻيندا هجن. هن جيڪو سپنو ڏٺو هو، جيڪا تصوير پنهنجي دل ۾ ٺاهي هئي اُها هنکي سامهون ئي نظر اُچي رهي هئي. هوءَ جنهنجو نالو شوبيا هو، سچ پچ بيحد سندر هئي.

ڪجهه ڏينهن ائين هلندو رهيو. شانت نظرن سان ئي هڪ ٻئي سان ڳالهائيندا هئا. هنجو پيار وڌندو رهيو. ٻئي ڪڏجندا هئا. ڪڏجي پيار جون ڳالهيون ڪندا هئا. باغيچن جي شانت ڪنڊ ۾ ويهي پيار ڪندا هئا. پيار جون ڳالهيون ڪندا هئا.

هڪ ڏينهن هيءَ اداس ويٺو هو. هُن چيو "تون اُج اداس ڪجهه ڪوهيل ڪوهيل نظر چو اُچي رهيو آهين؟"

"نه نه... مان... مان ڪٿي آهيان اداس. مان اداس ڪونه آهيان."

"تون ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهين. تنهنجو هي غم ڀريو چهرو، تون ڪيترو به ڪوڙ ڳالهائيندين سچائي لڪائي ڪونه سگهندي!"

"ڳالهه هيئن آهي ته.." چوندي چوندي هيءَ رڪجي ويو.

"چو، چا ٿيو! چوندي چوندي رڪجي چو وئين؟"

"مان توسان هڪ ضروري ڳالهه ڪرڻ چاهيان ٿو."

"چو نه! جڏهن مان سچي تنهنجي آهيان پوءِ مونکان لڪائڻ ڪهڙو؟" هن کنيير ٿيندي چيو، "شوبيا مان چاهيان ٿو ته تون پنهنجا قدم هتان ئي واپس ڪٽي وٺ. هن ڪان وڌيڪ قدم ڪٽڻ شايد تنهنجي منهنجي لاءِ خراب ٿين. اڳيان هڪ وڏي کاهي آهي. جيڪڏهن اُسان پنهنجا قدم نه روڪياسين ته ڪٿي لڙڪڙائي پاڻ ان ۾ ڪري پونداسين.

"تون! اُج هيءَ چا ويٺو ڳالهائين! ڪجهه خبر پويئي ٿي ڪين نه؟"

"شوبيا مان جيڪو ڳالهيان ٿو اهو سوچي سمجهي ڳالهايان ٿو. تنهنجا ماءُ پيءُ هيءَ رشتو ڪڏهن به منظور نه ڪندا، ڪڏهن به نه، توهان ۽ اُسان ۾ زمين آسمان جو فرق آهي تون مونکي ڀلجي وڃ."

هُنجي اکين ۾ آنسون اُچي ويا.

"شوبيا روءِ نه، اُسانجي ان ۾ ئي ڀلائي آهي."

"اِهو صدمو  مان ڪڏهن به برداشت نه ڪري سگهندس ۽ تون اِهو سوچي به ڪيئن ٿو سگهين. مان توسان سچي دل سان سچو پريم ٿي ڪيان. مان ته تنهنجي ڪري دولت ته ڇا پر هن جهان کي به ٺڪرائي ٿي سگهان وجيه."

"شوبا ايتري اُبهري نه بڻج. اَڄ جي دنيا ڪنهنجي وهندڙ آنسن جي پڪار ڪونه ٿي ٻڌي. تنهنجو پيءُ هيءُ رشتو بلڪل سويڪار نه ڪندو.

"پريم ته ذات پات نه ڏسندو آهي نه اَميري، نه غريبي. پريم جيڪڏهن پويتر هُجي ته اُنکي زمانو ته ڇا ڀڳوان به مٽائي ڪونه ٿو سگهي."

"اَڄ تائين ڪوئي به سچو پريمي هن دنيا ۾ مٽي ڪونه سگهيو آهي شوبا!"

"جيڪڏهن تو مونکي ٺڪرائي ڇڏيو نه ته مونکي توکان سواءِ هيءُ دنيا ويران لڳندي. مان توکانسواءِ هڪ پل به جي نه سگهندس ۽ آپگهات ڪري هن جهان مان پاڻ کي مٽائي ڇڏيندس."

"آتم هتيا ڪرڻ بزدلن جو ڪم آهي ۽ مان ڄاڻان ٿو ته تون بزدل ڪونه آهين."

"لڳي ٿو تو مونکي اَڃان سڃاتو ڪونهي. تو منهنجي پيار کي پرکيو ڪونهي. مان تنهنجي آهيان، صرف تنهنجي. ۽ توکانسواءِ مان هڪ پل به نه جي سگهندس هڪ پل به نه."

"سچ شوبا تون ايترو مونکي چاهين ٿي؟!"

"ها مان توکي چاهيان ٿي. بيحد، بيحد چاهيان ٿي وجيه"

"شوبا... !!" چوندي هن شوبا کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀري ڇڏيو.

پر قدرت کي شايد ٻيو ڪجهه ئي منظور هو. جنهن ڳالهه جو ڊپ هو، آخر اهوئي ٿيو. هنجي ۽ شوبا جي پيار جي خبر شوبا جي پيءُ کي پڄجي ويئي. هن هننکي پهرين ڪيترائي دفعا گڏ گهمندو ڏٺو. پر شايد اُئين سمجهيو هوندائين ته ڪلاس ۾ گڏ پڙهن ٿا، دوست هوندا. پر جڏهن هن ڏٺو ته ڳالهه ڪجهه ٻيو ئي رنگ وٺي رهي آهي، تڏهن هن کان رهيو نه ويو. هو غصي ۾ لال ٿي ويو. هن ويچار ڪيو ته جلدئي شوبا جي شادي ڪرائي وجي. اِن کانسواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي. اَچانڪ هڪ ڏينهن هن دريءَ مان شوبا کي ۽ وجيه کي پنهنجي گهر طرف ايندو ڏٺو. هو دريءَ کان ٿورو هٽي ويو.

شوبا وجيه کان موڪلائي جيئن ئي گهر ۾ قدم رکيو تيئن شوبا جي پيءُ رڙ ڪندي چيو،
"شوبا!؟"

وجيه جيئن ئي شوبا جي ٿالي جي رڙ ٻڌي تيئن هنجا قدم رڪجي ويا ۽ هو ٻڌڻ لاءِ بيهي رهيو.

"جي، پتاجي" شوبا ڏڪندي چيو.
"ڪٿان پئي اچين؟" غصي ۾ شوبا جي پيءُ رڙ ڪندي پڇيو. ويچاري شوبا پيءُ کي غصي ۾ ڏسي ڊڄي ويئي ڇو ته اَڄ پهريون دفعو ٿي ڏسي رهي هئي.
"پتا" ڪٿان ڪٿان پئي اچين؟"

"جي، جي... هوءَ آهي نه جانڪي منهنجي ساهيڙي انجي گهر ويئي هئس." هوءَ ڏڪندڙ چئي رهي هئي.

"ڪوڙ ڳالهائي رهي آهين مونسان ؟"

"جي... نه پاپا مان ڪوڙ ڪونه ٿي ڳالهايان"

"ته ڇا تون وجيه سان گڏ ڪونه آئي آهين هينئر."

"جي... جي..."

"هو توکي هينئر ڇڏڻ آيو. مان پنهنجي اکين سان دري مان پنهي کي ڏٺو، ڇا اِهو به ڪوڙ آهي ؟"

جهڙي نموني ڪوئي چور چوري ڪندي پڪڙجي وڃي ۽ گهٻرائجي وڃي اهڙي حالت هئي شوڀا جي. هينئر هوءَ ڏڪڻ لڳي.

"چئه، چپ ڇو ٿي وئين."

هنجي زبان ڄاڻي ڪيڏانهن گم ٿي ويئي. ڪن پل بعد هنجي پيءُ وري چيو، "ڏيءُ ڪوبه پيءُ پنهنجي اولاد جو برو نه چاهيندو آهي، هو هميشه انجي فاعدي جي ئي ڳالهه سوچيندو آهي. مان تنهنجي ڀلائي لاءِ چئي رهيو آهيان، ته تنهنجا قدم جتي پهتل آهن، اتان واپس وري وڃ"

ڪن پل شانتي ڇانئجي ويئي.

"جي ائين نه ٿيو ته ياد رکه، انجو انجام سٺو نه ٿيندو." پيءُ جي هن مليل ڌمڪي تي شوڀا ڊڄي ويئي.

"پر پاپا ڪهڙي خرابي آهي هن ۾. هو ڪو آوارا ڪونهي. سٺي خاندان جو سٺو ڇوڪرو آهي. مان هن کي چاهيان ٿي. اسان ٻئي هڪ ٻئي کي پيار ڪيون ٿا، چاهيون ٿا."

"بند ڪر اِها بڪواس جيتري آزادي مون توکي ڏني انجو تو اُجوڳو فاعدو ورتو آهي. تون نٿي ڄاڻين ته مان جيترو نرم آهيان ان کان وڌيڪ ڪٺور آهيان. هُن جي ته مان اُڄ ئي خبر وٺندس هو سمجهي ڇا ٿو پاڻ کي ؟"

"پتا جي هُن کي مهرباني ڪري ڪجهه نه چئو."

"بس ڪري ويهه ۽ وڃ پنهنجي ڪمري ۾. خبردار جو اڳتي ٻاهر وڃڻ جي به ڪوشش ڪئي اٿئي ته ٽنگون ڀڃي ڇڏيندوسانءِ." پيءُ کي غصي ۾ ڏسي هوءَ هلي ويئي چپ چاپ ٻئي ڪمري ۾.

وجيه اِتي بيهڻ مناسب نه سمجهيو ۽ هليو ويو پنهنجي گهر طرف.

ڪيترا ئي ڏينهن گذري ويا. هوءَ هنکي ڪونه ملي سگهي. هيءُ هن سان ملڻ لاءِ ترڦڻ لڳي.

ڪيترائي ڏينهن گذري ويا، پر شوڀا هنکي ڪونه گڏي. هنجي من ۾ طرح طرح جا ويچار اُڀڻ لڳا.

هيترا ڏينهن ٿي ويا آهن، ڇا شوڀا کي منهنجي ياد ڪونه ايندي هوندي؟ ضرور ياد ايندي هوندي. هوءَ مونکانسواءِ رهي ئي ڪونه سگهندي هوندي. پر هوءَ اُچي ڇو نه ٿي؟ آخر ڪهڙي

ڳالھ آھي؟ ھنجو من مجي نہ رھيو ھو. ھن سوچيو تہ مان ٿي وڃي ٿو وٺي اُچانس. پر ھمٿ
ڪونہ ٿيس. ھي بہ ڪو جيئڻ آھي!

شوپا ڪانسوا، جدائي جي تڙڦ ھنڪان سھن نہ ٿي سگھي ۽ ھڪ ڏينھن ھيءُ ھنجي گھر وڃي
پھتو، پر در وٽ دربان ھنکي روڪيو.

"آڙي مان آھيان."

"مان توھانکي سڃاڻان ٿو، پر توھانکي گھر اندر وڃڻ جي اِجازت ڪونھي."

"ڇو؟"

"اِھا تہ مونکي بہ خبر ڪونھي تہ توھانکي ڇو روڪيو وڃي ٿو بابوجي."

"چڱو تہ منھنجو ھڪ ڪم ڪر."

"ڪھڙو؟"

"تون شوپا کي خبر ڏي تہ مان آيو آھيان"

"نہ بابوجي."

"ڇو؟"

"ڇو جو شوپا ديدي ھت اچي ڪونہ سگھندي."

"آخر ڇو؟"

"اِنجي بہ مونکي خبر ڪونھي ۽ مھرباني ڪري توھان ھتان وڃو؟"

"مان شوپا سان ملڻ ڪانسوا، ڪري ويندس."

"بابوجي مھرباني ڪري توھان ھتان ھليا وڃو، مان توھانکي ھٿ ٿو جوڙيان."

ھيءُ ڪنڌ جھڪائي لاچار واپس ھليو ويو، پر ھنجي دل ۾ انڌ مانڌ مچيل ھئي. ھيءُ بيچين
ھو، گھڻي ڪوشش ڪئي ھن سان ملڻ جي پر اِھو ممڪن ٿي نہ سگھيو. ھنجي دل تڙفي اٿي.

ھوڏانھن شوپا بند پڃري ۾ پکي پيئي تڙڦي رھي ھئي ٻاھر نڪرڻ لاءِ. وچ ۾ وڃڻ سان ملڻ
لاءِ. جيئن پکي بند پڃري ۾ تڙفندو آھي ڦٿڪندو آھي. ٻاھر نڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آھي،
پنھنجي پرين سان ملڻ لاءِ سڪندو آھي پر نڪري نہ سگھندو آھي. تنھن. پر شوپا جي تڙڦڻ
ڦٿڪڻ سان در ڦوروني ٿي کلي سگھيو ھنکي گھر کان ٻاھر قدم رکڻ کان بہ سخت منع ٿيل ھئي.

ھو ان ڏينھن وحيہ کي گيٽ وٽ بيٺل ڏٺو ھو، پر ھوءُ سمجھي پيئي تہ چوڪيدار ھن کي اندر
...ڻ ڏيندو ۽ ٿيو بہ ائين ھو ويچارو جيئن آيو ھو تئين واپس ھليو ويو. مايوس، مسڪين.
...کي لسي وتيڪ تڙفي اٿي ھنجو ھال تي قابو نہ رکي سگھي ھن جي وات مان وڃيہ
...نڪرڻ تي ٿي ھئي تہ ھن ٻيءُ کي سامھون بيٺل ڏٺو ھنجي رڙ ھنجي ڳلي ۾ ٿي
...ٻيھي ھٿن ۾ منھن لڪائي روئڻ لڳي ۽ سڏڪا ڀريندي پلنگ تي وڃي ڪري.
...ھي ڳارا وھي رھي ھئي

ٿي مانٿي ڪرائڻ پيو چاھي منھي اکيں اڳيان تہ دولت جي اُيمان

جو پڙدو ڇانيل هو. هو پنهنجي سڪيلڊي ڏي جي اُرمانن کي مٽي ۾ ملائڻ کان بہ نٿي رهيو.
بيچاري شويا ڪجهہ ڪڇي ئي نٿي سگهي، جيئن ئي زبان کولي ترت هنجي زبان بند ڪئي ٿي
ويئي.

وجيہ تڪڙي سائيڪل هلائي رهيو هو. هو شويا سان ملڻ پيو چاهي، هن جي دل ۾ اَنڊمانڊ
مچي ويئي هئي. هنکي شويا ڪانپوا هڪ هڪ، پل هڪ هڪ ورهيہ سمان گذرندو نظر اچي رهيو
هو.

هو جيئن ئي هنجي گهر پهتو تيئن ئي نراش ٿي ويو. در تي تالو لڳل هو. هن پاسي ۾ رهندڙ
عورت کان پڇيو. تڏهن هن چيس تہ هو ٻئي شهر ويا آهن. شايد شويا ديدي جي شادي اُتي ئي
ڪرائي ايندا.

"هي... هي توهان ڇا چئي رهيا آهيو ؟"

"جي ، هي سچ آهي."

"توهان وٽ هنن جو ڪو پتو آهي ؟"

"نہ."

"اوهہ ! هڪ دکهو ساهہ ڪڍي وجيہ ڪنڌ هيٺ ڪري واپس گهر طرف هلڻ لڳو.

اوچتو هوا جي زوردار جهونڪي تي در کڙڪيو ۽ وجيہ جي ويچار مالها ٽٽي پيئي. هن هڪ
دکهو ساهہ کنيو. هن ڪلپنا بہ ڪونہ ڪئي هئي تہ هنجي ملاقات شويا سان هنٽي هن روپ ۾ ٿيندي.
هن نِوڙي زمين تي ڪريل ڪتاب کڻي اندر ڪٻٽ ۾ رکيو ۽ در بند ڪري آهستي آهستي قدم کڻندو
شويا جي گهر طرف هلڻ لڳو.

در بند هو ، هن در کڙڪايو ،

"اَنڪل توهان"

"......."

"اَچو - اَچو اَنڪل اندر اچو. توهان ويهو مان ممي کي سڏي ٿي اچان."

وجيہ ڪرسي تي ويٺو. هن روم ۾ چئني طرف نظر گهمائي.

"ممي هي آهي منهنجو اَنڪل اسانجي پاسي واري گهر ۾ ئي هي رهندا آهن."

وجيہ شويا ڏانهن نهاريو. هو سفيد ساڙهي ۾ هئي، هنجو چهرو ڪومايل گل وانگر هو. اکيون
هو تڙندي هئي ، مشڪندي هئي. هينئر اُها رونق هنجي چهري تي نہ هئي. اُداسي ، مايوسي
هنجي چهري تي ڇانيل هئي، ٻنهي جون نظرون مليون.

معصوم نيلم گهڙي ماءُ طرف تہ گهڙي وجيہ طرف نهاري رهي هئي. هن کي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ
اچي رهيو هو.

وجيہ لڙ کڙائيندڙ لفظن ۾ چيو ، "شويا ! تون - تون هن حال ۾..." هي وڌيڪ ڪجهہ چئي نہ

سگهيو.

شويا جي اکين جا پردا دل جي درياهہ کي روکي نہ سگهيا ۽ آنسن جي روپ ۾ اُڇلجي هنجي اکين مان وهڻ لڳا. هن ڪان سڏڪو نڪري ويو. هوء ٻنهي هٿن ۾ پنهنجو منهن لڪائي سڏڪو ڀريندي واپس اندر روم طرف ڊوڙي ويئي.

وجيہ جي اکين مان آنسون وهڻ لڳا. هن نيلم جي مٿي تي پيار ڀريو هٿ گهمايو.

"اَنڪل توهان تہ کلائيندا آهيو پر توهان روئاريندا بہ آهيو ڇا ؟"

وجيہ وري پيار ڀريو هٿ نيلم جي ڳل تي گهمايو. هن روم جي در طرف نظر ڦيرائي چيو ،

"شويا - شويا - پليز شويا."

"......" اندران ڪوبہ جواب ڪونہ آيو.

نيلم وائڙن وانگر نهارڻ لڳي.

وجيہ آليل اکين سان گهر طرف هلڻ لڳو. هنجي ڪنن تي هڪ صرف شويا جا سڏڪا ....سڏڪا ....سڏڪا.....

وجيہ مٿي آسمان ۾ نهاريو. سج ديوتا پنهنجو پاڻ کي لڪائي رهيو هو. پکي پنهنجي آکيڙن طرف وڃي رهيا هئا. هڪ پکي اَڪيلو آهستي آهستي پر ڦهلائيندو رستو ڦيرائي پنهنجي آکيڙي طرف گهر طرف وڃي رهيو هو.

*Prakash Bhawan, 9. Gayakwadi Plot, Rajkot - 360001*

منني ڪھاڻي

# هڪ ماڊرن روميو جي روايتي ڪھاڻي!

نانڪ مدناڻي

مدريڪا بس ڏيمي هلي رهي هئي. بس شاگردن سان ڪچاڪچ ڀريل هئي. اُن جو سبب اهو هو تہ اها بس يونيورسٽيءَ کان لنگهي رهي هئي. آءِ. پي. ڪاليج وٽ بس رڪي تہ هڪ ڇوڪري بس ۾ چڙهي آئي. هن ڪي ڏسي بس ۾ ويٺل شاگردن جي دلين ۾ هلچل مچي ويئي ڇو تہ ڇوڪريءَ ۾ اهو ڪجهہ هو جو عام رواجي ڇوڪرين ۾ نہ هوندو آهي. هوءَ خوبصورت تہ هئي ئي ليڪن سندس نڪ جي نوڪ، چپ جي لالائي ۽ ڳلن ۾ ڪپ اهڙو تہ دلڪش هو جو شاگرد دل ئي دل ۾ سندس پيٺ شرميلا ٽنگور سان ڪرڻ لڳا. هڪ شاگرد جو ڪافي لنبي قد جو هو ۽ ڪافي جانٺو ٿي لڳو اُن ڇوڪريءَ جي لڳو لڳہ اچي بيٺو. مدريڪ بس ايڪڙ ٻيڪڙ سواريون ڪٽندي هلي رهي هئي. اچانڪ اُن شاگرد جي هٿ مان ڪجهہ ڪتاب ڪري پيا. ائين محسوس ٿي ٿيو جڻ زوريءَ ڪتاب ڪيرايا هئا۽ ڪتاب اُن ڇوڪريءَ جي گود ۾ اچي ڪريا. اها ڇوڪري ڪجهہ سُهمجي ويئي. اُن کان اڳہ اهو نوجوان شاگرد ڪيس ڪُجهہ چوي هڪ عجيب ڳالهہ ٿي گذري. هڪ نوجوان جو شڪل صورت ۾ هرياڻا پرانت جو ٿي لڳو، وڏي اڳتي آيو ۽ لنبي قد واري شاگرد کي ڳِتر کان جهلي حڪم هلائڻ واري نوع ۾ ڪيس چيائين، "هي ڪتاب کڻ!" اُن شاگرد هڪ ڪن هرياڻوي جوان ڏانهن ڏٺو ۽ ٻيءَ ڪن هن چپ چاپ اُهي ڪتاب ڇوڪريءَ جي هنج مان کڻي ورتا. اُن هرياڻوي نوجوان جي اکين ۾ رت ٿهڪي رهيو هو. هن وري اُن نوجوان شاگرد کي چيو، "هاڻي پنهنجي پيٺ جا چرڻ ڇهہ!" اُن شاگرد وٽ ائين ڪرڻ کانسواءِ ٻيو چاڙهو ئي ڪهڙو هو! بس ۾ ويٺل اهو نظارو چپ چاپ ڏسي رهيا هئا. سيني هيسيل نگاهن سان اُن هرياڻوي جواب ڏانهن نهاريو. اُن ڇوڪريءَ ٻہ هن طرف ڏٺو. هن جي اکين ۾ شڪرگذاري نُمايان هئي.

II - M\48 Lajpat Nagar
New Delhi- 110024

# پيٽ ۽ چهرو

## ڪشن بجاج

دوستن مٽن مائٽن جي صلاح مجي مون سڀ سرگرميون ڇڏي گهاٽي جي ڊڳي وانگر رات ڏينهن هڪ ڪري آخر ڏهن سالن جي سخت محنت ڪان پوءِ پراڻو قرض لاهي سگهجو ساهه کنيم. هاڻ مالي حالت اڳي کان ڪي قدر ٺيڪ آهي.

ڏهه سال لمبو عرصو ۴۱ سالن مان ۵۱ جو بڻجي ويس. يار دوستن سان گڏ پنهنجو چهرو به وسري ويو.

ان ڏينهن شهر ۾ هڙتال هئي. پلنگ تي ليٽي وهاڻي تي ڪنڌ رکي سامهون واري پراڻي پٽ ڏي نهاري رهيو هئس. ڪيتري نه پراڻي ۽ بدرنگ ٿي ويئي آهي. جنهن پٽ تي ڏهن سالن ۾ نظر وجهڻ جي فرصت نه ملي. اڄ ان کي گهوري ڏسي رهيو هئس. اڄ اها پٽ منهنجي نظرن ڏيڻ وانگر چيپي رهي آهي.

سوچيم : سياڻي ٿي سيمي پٽين ۽ فرش جا ڇاپورا لاهرائي ٽائلس ۽ چپس جو ڪم ڪرايان. لک ڏيڍ هزار خرچ ايندو ته ايندو هاڻ ايترو خرچ ڪرڻ جي حالت ۾ هئس.

اوچتو نئين خريد ڪيل گودريج جي الماري جي آرسيءَ تي نظر پيم. اٿي ڪري آرسيءَ ۾ پنهنجو چهرو ڏٺم. ڪي منٽ ته پاڻ کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪيم. پر سڃاڻي نه سگهيس جو نڪو ... پيل ڳاڙها ڳل هئا، نڪو ڪارا وار. نه اکين ۾ چمڪ. خشڪ، اڇا وار. ڏاڙهي اڇي. اکين ۾ ... ڪارا نشان - نه... نه. اهو منهنجو چهرو ڪونه هو.

... پٽ ميان پنج ڏهه هزار خرچ ڪري سنواريو ته اڳي جهڙو ٿي سگهي ٿو. جيئن ڏينهن ... چهري جي ڪوشش ۾ ... پيو...

28-B Shakti Nagar,
UDAIPUR- 313001



سلسلو



# سنڌي لوڪ - جيون

□ ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي

"سنڌي لوڪ - جيون" جو هتي مطلب آهي "سنڌي لوڪن جي زندگيءَ جو طريقو."

"لوڪ" اَصل ۾ سنسڪرت لفظ آهي، جنهن جون ڪجهہ معنائون آهن - (١) سنسار، جهان (٢) ڌرتي (٣) قوم، قبيلو، سماج (۴) علائقو، پرديش (۵) رعيت، پرجا.

اِنهن معنائن ۾ اِهو لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ ڪتب اَچي ٿو. سنڌيءَ ۾ "لوڪ" لفظ ڪي قدر بدليل روپ ۾ بہ استعمال ٿيندو آهي، جيئن تہ، لوڳ ۽ لوءِ (ڪٽنب، قبيلو، ٽولي)؛ لوءِ (جڳهہ، ڳوٺ، جهان) اِنهيءَ لفظ مان سنڌيءَ ۾ ڪيئي ڪجهہ مرڪب لفظ هن ريت آهن :-

پرلوڪ، ترلوڪ، سُرڳہ لوڪ، مرتيو لوڪ، پاتال لوڪ، لوڪا چار، لوڪا چاري، لوڪ - مرجات، لوڪ - وهنوار، لوڪ ڌرم، لوڪ - تنتر، لوڪشاهي، لوڪ - مت، لوڪنات، لوڪ پريہ، لوڪ ڌرم، لوڪ سڀا، وغيرهہ.

جڏهن اَسين "لوڪ" لفظ جو استعمال لوڪ - اَدب، لوڪ - ساهتيہ، لوڪ - گيت، لوڪ - ڪٿا، لوڪ - وشواس، لوڪ - ناٽڪ جهڙن سماسن ۾ ڪريون ٿا، تڏهن "لوڪ" لفظ کي هڪ خاص معني ملي ٿي. ڪن عالمن اَهڙن مرڪب لفظن ۾ "لوڪ" جو مطلب سمجهايو آهي "ڳوناٺا ماڻهو، دهقاني ؛ اَڻپڙهيل، ڳنوار". منهنجي ويچار ۾ اَهڙن مرڪب لفظن ۾ "لوڪ" جو اِهو مطلب ڪٿي صحيح نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ لوڪ - ساهتيہ جا سرجڻهار ۽ لوڪ گيت ڳائيندڙ ڇاهي مکيہ طرح ڳوٺن ۾ رهن ٿا، پر اَڄ ڪالهہ اُهي شهرن ۾ بہ رهيا پيا آهن. ٻيو تہ ڪين اَڻپڙهيل ۽ ڳنوار سڏڻ بہ ٺيڪ نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ سندن لوڪ گيتن ۾ اُمنگن جو جيڪو نزاڪت ڀريو اظهار نظر اَچي ٿو، اُهو اوچي درجي جي لکيل ساهتيہ کان ڪنهن بہ حالت ۾ گهٽ نہ آهي. اَهڙن عوامي شاعرن جي رچيل ڀرولين ۽ ڳجهارتن، هنرن ۽ ڏور وارن بيتن ۾ ٻوليءَ جي نرالي سٽاءَ ۽ معني جي گهرائيءَ جون جيڪي خاصيتون ملن ٿيون، النڪارن يا رنگين - زبانيءَ جو جيڪو دلڪش استعمال ملي ٿو، اُهي اعلي درجي جي اَديبن جي شاعريءَ کان ڪنهن بہ حالت ۾ هيٺ نہ آهن. ٻيو تہ اَسين روزانيءَ زندگيءَ ۾ ڏسون پيا تہ ڪيترائي اعلي تعليم حاصل ڪيل شخص بہ ڀرمن - سنسن، ٽوٹن - ٽيٹن، جنترن - منترن، ڇِڏن - ڀوتن، ساٿن - سوڻن ۽ ريتين رسمن ۾ اعتقاد رکن ٿا. مثال طور، پڙهيل - ڳڙهيل ماءُ پڻ پنهنجي ٻار کي بري نظر کان بچائڻ لاءِ ڪاجل يا سرمي جو ڪارو تلڪ لڳائي ٿي ؛ ڪيس سوئر جو ڏند ڏاڳي ۾ ٻڌي ڳچيءَ ۾ پائي ٿي. تعليم - يافتہ ماڻهو بہ نئين مڪان کي بري نظر کان

بچائڻ لاءِ، دليءَ کي رڳي، اُن تي پوت جي شڪل ڇڏي، عمارت جي ٻاهرين ديوار مٿان ٽنگين ٿا. دهليءَ ۾ شاهي سڙڪن تان لنگهندي، آفيس ڏانهن يا ڏنڍي ڏاريءَ تي ويندي، ڪيترائي ماڻهو، فوٽ پاٿن تي تيل جي ٻالٽين ۾ رکيلن، ٽين جي ٽڪرن کي ڪاٽي، اُن مان ٺاهيلن "ٽنڍي گرهه" جي ٻوٽن مٿان ڇنڇر ڏينهن پيسا رکندا نظر ايندا آهن. موٽر- ڪار يا آٽورڪشا پٺيان اَڪثر ڪاري سڳي لٽڪندي نظر ايندي آهي. ڪي وري سڳيءَ بدران جُتي ٽنگي ڇڏيندا آهن. مقصد اِهو هوندو آهي تہ بريءَ نظر کان بچاءُ ٿئي. تعويذن ۽ گرهن جي ٻڙن واريون منڊيون پائڻ ۾ گهٽيئي پڙهيل ماڻهو بہ وشواس رکن ٿا. اِن حالت ۾ اَڻپڙهيلن ڳوٺاڻن ۽ تعليم يافتہ شهري ماڻهن ۾ ڪهڙو فرق ٿيو ؟

منهنجي ويچار ۾ لوڪ - ساهتيہ، لوڪ گيت، لوڪ - ڪٿا وغيرهہ مرڪب لفظن ۾ "لوڪ" لفظ جي معني "ڳوناڻا يا اَڻپڙهيل شخص" ڪٿي صحيح نہ آهي. حقيقت ۾ اِتي "لوڪ" جو مطلب آهي - "اُهي ماڻهو، جن جو پنهنجي ورثي ۾ حاصل ڪيلن رسمن - رواجن، ريتين - روايتن، ڀرمن - سنسن، ٽوڻن - ڦيڻن ۾ پورو پورو اعتقاد آهي ۽ اُنهيءَ موجب پنهنجي روزاني زندگي بہ گذارين ٿا. اِهي لوڪ ڳوٺن ۾ بہ آهن تہ شهري سماج جي هرهڪ طبقي ۾ بہ موجود آهن. مطلب تہ لوڪ جي دل ۽ دماغ تي سندس اَباڻي ورثي جو گهرو اَثر هوندو آهي ۽ اُن موجب ئي هو پنهنجو جيون گذاريندو آهي.



لوڪ - جيون، لوڪ سنسڪرتيءَ جو هڪ مکيه حصو آهي. سنسڪرتي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ ڪلچر (Culture) چئجي ٿو، انهيءَ جي وسيع معني جي دائري ۾ اِنسان ذات جي طبعي ۽ باطني ترقيءَ جا سڀ پهلو، سماجي ۽ مذهبي مُلهه، توڙي اِنسان جي اظهار جا سڀ طريقا اَچي وڃن ٿا. لوڪ - سنسڪرتيءَ کي انگريزيءَ ۾ فوڪ - ڪلچر يا فوڪ - لور (Folk culture, folk lore) چئجي ٿو. ڪن ودوانن جي راءِ ۾ انگريزي 'فوڪ' لفظ جي طرز تي پارتي بولين ۾ 'لوڪ' لفظ جو اِستعمال ٿيو آهي. انهيءَ کي اڏيندڙ جيڪي به مکيه تت يا جزا آهن، تن کي ٿوري ۾ سامهون ڏنل چارٽ ۾ ڏيکاريو ويو آهي :

لوڪ- جيون جي طريقن کي هتي وستار سان سمجهائڻ کان اڳ، لوڪ - اظهار جي طريقن تي ٿوري ۾ روشني وجهڻ ضروري آهي.

## لوڪ - اظهار جا طريقا (Folk Ways of Expression)

لوڪ پنهنجن اُمنگن ۽ ويچارن جو اظهار جدا جدا طريقن سان ڪري ٿو. انهيءَ جا مکيه ٻه قسم آهن : (الف) ٻوليءَ ذريعي اظهار ؛ (ب) ٻوليءَ کان سواءِ ٻين طريقن سان اظهار. هن ٻئي قسم هيٺ لوڪ ڪلائون ۽ لوڪن جا هنر - ڌنڌا وغيره اَچي وڃن ٿا.

ٻنهي طريقن جي اظهار تي لوڪ - مانس ۽ لوڪ - پرمپرا جي ڇاپ هوندي آهي. ڪنهن هڪ ڪلاڪار جي رچنا، عوام ۾ مروج ٿي وڃڻ بعد، سموري لوڪ - سماج جي رچنا بڻجي ويندي آهي. وقت گذرندي اِها خبرئي ڪانه پوندي آهي ته انهيءَ جو اَصل رچيندڙ ڪير هئو. سرلتا، سياويڪتا، ۽ غير - مضوعي سندرتا، لوڪ اِظهار جون مکيه وصفون هونديون آهن.

### (۱) لوڪ - ڪلائون (Folk arts)

اِنهن جا مکيه قسم آهن :- عمارت سازي (Traditional Architecture) ؛ مورتي ڪلا (پٿر ۽ ٻت ناهڻ، مٽيءَ جون مورتيون ۽ رانديڪا ناهڻ، ڪپڙن مان گڏا - گڏيون ناهڻ ؛ ڪنپتليون ناهڻ) ؛ چترڪلا ( رنگن سان ديوارن، ڌرتيءَ، سرن، ڪاٺ، ڪاغذ وغيره تي چٽ چٽڻ) ؛ ناچ يا نرت ڪلا (ڇيڄ، ٽپو، جهمر، ڇيڪلي، گهڙي جو ناچ، ڏونڪن جو ناچ، مغرمان، دلدل نچائڻ، وغيره) ؛ سنگيت ڪلا (سازن جي وڄت سان گڏ ڳائڻ ۽ نچڻ).

### (۲) لوڪن جا هنر - ڌنڌا (Folk-Crafts)

لوڪن جا اَهڙا هنر ۽ ڌنڌا جيڪي پيڙهي در پيڙهيءَ هلندا پيا اَچن. جيئن ته، واڍي جو جنڊيءَ جو ڪم ؛ سوناري جو زيورن تي ميناڪاريءَ جو ڪم، لهار جو برتن ۽ اوزار ناهڻ ؛ ٺاٺارڪو ڌنڌو ؛ ڪنڀر جو مٽيءَ جي رانديڪن ۽ برتنن ناهڻ جو هنر، زالن جو ڀرت ڀرڻ، سبڻ ۽ رلهين ناهڻ جو هنر.

## ٻوليءَ ذريعي اظهار

لوڪ جڏهن ٻوليءَ ذريعي پنهنجن امنگن ۽ ويچارن جو اظهار ڪن ٿا، تڏهن لوڪ - اَدب جو سرجڻ ٿئي ٿو. لوڪ - اَدب جا مکيه قسم هن ريت آهن :-

### لوڪ - اَدب (Folk Literature)

#### (١) لوڪ شاعري (Folk poetry)

هن اَندر شعر جا سڀ قسم اَچي ٿا وڃن. اِنهن مڙني جي مکيه وصف اِها آهي ته اُنهن کي سُر، تال ۽ لئه ۾ ڳائي سگهجي ٿو. اِن لاءِ نظم جي بحر - وزن، رديف، قافئي وغيره جي پابندي لازمي نه آهي. لوڪ شاعريءَ جا مکيه ٻه پاڱا آهن :-

**(الف) لوڪ گيت (Folk Songs)**

لوڪ گيتن ۾ ڪنهن ڳالھ يا قصي جو سربستو بيان نه هوندو آهي اُنهن ۾ فقط نفيس جذبن جو سهڻي نموني اظهار ڪيل هوندو آهي.

**(ب) نظم ۾ ڳاتل قصا ۽ داستان (Folk poetic Narratives)**

نظمي قصن ۽ داستانن کي پڻ لوڪ گيتن وانگر ڳائي سگهبو آهي. پر هنن ۾ اُمنگن جي نزاڪت پرٺي اظهار سان گڏ سلسليوار دنگ سان قصي يا داستان کي بيان ڪرڻ تي به گهڻو زور ڏنو ويندو آهي.

#### (٢) لوڪ ڪٿائون (Folk tales)

ديون - پرين، بادشاهن - شهزادن، جانورن، پکين، نڳن - چورن وغيره جون ڪهاڻيون ، ٻارن جون آکاڻيون. اِنهن ۾ گهڻو ڪري وچ ۾ ڏوهيرن، بيتن وغيره جو به استعمال ڪيو ويندو آهي.

#### (٣) لوڪ ناٽڪ (Folk Drama)

ڳوٺائي ڪچهريءَ ۾ مسخرن جا چرچا- گهبا، دونگل، تماشا، پڳت، رام - ليلا، ڪرشڻ - ليلا، وغيره.

(۴) ننڍا گفتا ۽ ٻول(Minor folk utterances)

ٻهاڪا، چوڻيون، محاورا، پروليون، جهاڙ- ڦوڪ جا منتر، ٻاراڻا ٻول جيڪي ٻارن جي رانڍين ۾ چيا ويندا آهن، ننڍڙا لطيفا، گاريون ۽ فاحش گفتا، وغيره.

ڪن عالمن لوڪ ادب جي جدا جدا قسمن کي نظم ۽ نثر ۾ ورهايو آهي، جيڪو صحيح نه آهي. لوڪ ادب ۾ اهي ٻه روپ بلڪل جدا نه آهن. نثر ۾ چيل ڳالهين، آکاڻين، لوڪ ڪٿائن ۾ گهڻو ڪري مرڪزي ويچارتي يا ڪنهن نقطي تي زور ڏيڻ لاءِ انهيءَ کي دوهن، بيتن وغيره ۾ چيو ويندو آهي. ساڳيءَ طرح، ڏسبو ته ننڍڙن ٻولن ۾ ٻهاڪا وغيره نثري جملن توڙي نظم جي صورت ۾ پڻ ملن ٿا. لوڪ ادب، معياري لکيل ادب کان انهيءَ ڳالهه ۾ الڳ آهي ته اهو پيڙهي درپيڙهي، زباني روايتن ذريعي اسان تائين پهتو آهي ۽ انهنءَ جو اصل سرجڻهار نامعلوم آهي.

## سنڌي لوڪ - جيون جا طريقا

هن مضمون جي محدود دائري ۾ فقط سنڌي هندن جي لوڪ جيون جا ڪجهه پهلو کڻي، انهن جي جهلڪ پيش ڪرڻ منهنجو مقصد آهي. انهن ۾ ڪيترا پهلو اهي آهن، جيڪي سنڌي هندن توڙي مسلمانن ۾ هڪ جهڙا آهن. جيڪڏهن باريڪيءَ سان جاچبو ته فقط هندن جي جدا جدا ورگن ۽ جاتين ۾ پڻ الڳ - الڳ ريتيون - رسمون، روايتون ملنديون. ساڳيءَ طرح، مسلمانن جي ٻه جدا جدا قبيلن ۽ فرقن ۾ علحدا علحدا رواج ملن ٿا. اِنهن باريڪين جو جائزو پيش ڪرڻ لاءِ هڪ وڏي ڪتاب جي ضرورت آهي. اِن ڪري هتي سنڌي هندن جي لوڪ جيون جا فقط مکيه ۽ عام طور مروج پهلو کڻي، ٿوري ۾ اُنهن جو جائزو پيش ڪيو ويو آهي.

(ا) لوڪ - وشواس (Folk-Beliefs)

لوڪ - وشواس، لوڪ جي من ۽ دماغ جي اُپج آهن. اهي عام ماڻهن جي روزاني زندگيءَ کي گهڻو متاثر ڪن ٿا. انهن مطابق ئي هو جيون ۾ وهنوار ٻه ڪن ٿا. مکيه لوڪ - وشواس هن ريت آهن :-

(ا) پرماتما جي هستيءَ ۾ وشواس :- دنيا جي مڙني ملڪن جا لوڪ، جن ۾ سنڌي ٻه شامل آهن، پرماتما جي هستيءَ ۾ وشواس رکن ٿا. اِنهيءَ جي تصديق سيني ٻولين جي لوڪ - ڪٿائن، ٻهاڪن ۽ چوڻين مان ٿئي ٿي. سنڌي ٻهاڪن ۽ چوڻين جا ڪجهه مثال ڏسو :- عيين ڪان آجو آهي هڪ الله. مارڻ واري کان بچائڻ وارو ڏاڍو آهي. راکي رام ته ماري ڪون. ڏنا جي ڏاتار، سي جهوليءَ پائي مون جهليا. بندي جي من ۾ هڪڙي ته صاحب جي من ۾ ٻي. سچيءَ دل تي صاحب راضي. ايشور جي در دير آهي، پر اَنڌير نه آهي.

(٢) ڀاڳ ۾ وشواس :- عام ماڻهن جو نصيب جي ليکي ۾ گهڻو وشواس آهي. چاهي انسان کي پنهنجيءَ تدبير تي ڪيترو ئي ڀروسو ڇو نه هجي، ته به هو تقدير کي ڏاڍو ٿو سمجهي. اِن بابت ڪجهه چوڻيون ڏسو :- سڀ اَن جل جي اَختيار آهي. جيڪي هوندو ڀاڳ ۾، سو وهي پوندو ڀاڳ ۾؛ تقدير اڳيان ڪهڙي تدبير؟ داڻي داڻي تي مهر آهي. جيڪو لکيو منجهه اَزل، تنهن کي ڪير وجهي جهل؟ ڇا جي ڏنگا ڏير، منهنجو ڏينهن ڏنگو م ٿئي. ڪنهن جي ڀاڳ سان ڪا ريس؟

(٣) جوتش ۽ گرهن - نڪترن ۾ وشواس : ستارن ۽ گرهن جو اِنسان جي زندگيءَ تي گهڻو اثر ٿئي ٿو، اِن ۾ سڀني لوڪن جو اعتقاد آهي. اِنهيءَ ڪري هو اَڪثر جوتشين ۽ نجومين کان پنهنجيءَ قسمت جي اڳڪٿي پيا پڇندا آهن. اِن باري ۾ به سنڌيءَ ۾ گهڻيئي محاورا ۽ پهاڪا ملن ٿا. جيئن ته - "پير ۾ ڇنڇر اَٿس" جي معني آهي ته هو ڀٽڪندو ٿو رهي. جوتش موجب پير تي ڇنڇر جو گرهه هجي ته اِنسان کي ٿرتّانءَ ڪرڻ نه ڏيندو آهي. ڇنڇر جي ساڍي ست ورهي ۽ اَڍائي ورهي دشا به عوام ۾ گهڻي مشهور آهي. "هنن جو پاڻ ۾ چوٿون چندرما آهي" يعني منجهن هميشه کٽپٽ ۽ جهڳڙو هلندو ٿو رهي. جنم ڪنڊليءَ ۾ راس کان چوٿين گهر ۾ چندرما جو هئڻ سٺو نه ليکبو آهي. ساڳيءَ طرح، اَٺ ڇتاڪو هئڻ، ڏوٽا ٻاري هئڻ، محاورن ۾ به مطلب آهي ته پاڻ ۾ ميل - ميلاپ نه هئڻ. اِنهن جو اڪري مطلب، ٻن ڄڻن جي جنم - ڪنڊليءَ کي ملائڻ وقت اُنهن ۽ ڇهن يا ٻن ۽ ٻارهن راسين جي لهڻا ڏيڻيءَ سان آهي. جوتش جي حساب موجب اِن کي سٺو نه ليکبو آهي. "جيٺي سک نه ويٺي." چوڻين جو مطلب آهي ته جيڪو ٻار جيٺ جي مهيني ۾ ڄمي ٿو، اُن کي زندگيءَ ۾ گهڻي ڪشمڪش ڪرڻي پوي ٿي. "ستارو زور اَٿس" يعني ڀاڳ زور اَٿس. ٻئي طرف ستارا گردش ۾ هئڻ جو مطلب آهي ڏکيا ڏينهن هئڻ.

(٤) ڪرم ۽ پنر جنم ۾ وشواس : ڀارت جي مڙني لوڪن جو اِهو مت آهي ته اڳين جنمن جي ڪرمن ڪري، اِنسان کي هن منش جوڻ ۾ ٿُل ملي ٿو. پنهنجن ڪرمن انوسار ئي هو موجوده جنم ۾ سک - دک ڀوڳي ٿو. ساڳيءَ طرح، هن جنم ۾ هو جيڪي ڪرم ڪندو، اُنهن موجب ڪيس ٻيو جنم وٺڻو پوندو. جيستائين ڪيس موڪش حاصل ٿئي. مڪتي ملڻ تي هو چوراسي لک جوڻين جي ڦيري کان ڇوٽڪارو پائي، پرماتما ۾ لين ٿي وڃي ٿو. سرڳ يا نرڪ، بهشت يا دوزخ ۾ مرڻ بعد وڃڻ جو لاڳاپو به اِنهيءَ ڪرم جي سڌانت ۾ وشواس رکڻ سان آهي. ڀارتي درشن شاستر جا هي اَهڙا سڌانت آهن، جيڪي عام جنتا جي دل ۽ دماغ تي ڇانيا پيا آهن.

(٥) جنن - ڀوتن، ديون - پرين جي هستيءَ ۾ وشواس : دنيا جي مڙني لوڪن جو اعتقاد آهي ته هن ڪائنات ۾ جنن - ڀوتن، ديون - پرين جي به هستي آهي. اِنهيءَ ڪري گهڻين لوڪ ڪٿائن ۾ اِهي اِنسان ذات جي مدد ڪندڙ يا ڪيس نقصان پهچائيندڙ جي روپ ۾ موجود

هوندا آهن. جن چڙهڻ، لڳت هئڻ، ڇايا پوڻ محاورا اِنهيءَ وشواس جي پيدائش آهن. عام ماڻهن جو اڪثر اِهو ٻه وشواس هوندو آهي ته وڻن - ٽڻن، کنڊهرن ۾ اوجهڙ جاين ۾ جن - ڀوت رهندا آهن. اِنهيءَ ڪري هو رات جي وقت اُهڙن هنڌن تان نہ لنگهندا آهن.

(٦) سوڻ - اَپسوڻ : لوڪ - مانس تي سوڻن ۽ اَپسوڻن جو تمام گهڻو اثر آهي. زندگيءَ ۾ هر قدم تي هو اِنهن جو ويچار رکي ٿو. هتي سوڻن - اَپسوڻن جا ڪجهہ مثال ڏجن ٿا. (١) مڪان جي پيڙهہ کوٽڻ وقت پوميءَ جي پوڄا ڪئي ويندي آهي ۽ پيڙهہ ۾ سونو نانگ، ڪير ۽ کنڊ ٻہ وجهندا آهن تہ جيئن اُن گهر ۾ رهڻ وارا سدائين سُکيا - ستابا هجن ۽ پاڻ ۾ کير - کنڊ ٿي رهن. (٢) گهرجي اڳڻ ۾ ٻير نہ پوکجي، ڇاڪاڻ تہ اها نياڳہ آهي. (مسلمان ٻير جا پن مئي ماڻهوءَ جي اکين تي رکندا آهن ۽ مردي کي غسل ڪرائڻ واري پاڻيءَ ۾ ٻہ ٻير جا پن وجهندا آهن. اِن ڪري گهر ۾ ٻير جو وڻ سٺو سوڻ نہ ليکيو ويو آهي.) (٣) هٿن پيرن جا ننهن لاهي گهر ۾ نہ اُڇلجن، نياڳہ آهي. رات جو ٻہ ننهن ڪٽڻ اَپسوڻ آهي. ڏندن سان هٿن جا ننهن چلڻ خراب ليکيو ويو آهي. (٤) گهر ۾ سونئٽي يا ٻهاري اُبي ڪري نہ رکجي، اِن ڪري جهڳڙي ٿيڻ جو اِمڪان آهي. (٥) ڪارا ڪپڙا نہ پائجن، اِهي ماتم جي نشاني آهن. (٦) ٻيني سٽڻ نہ پائجي، اِن سان اُڻهوند ٿيندي. (٧) سهاڳڻ زال سفيد سادا ڪپڙا نہ پائي، اِهي نياڳہ جي نشاني آهن. (٨) سڏ ڪندڙ کي "جيءَ" ورندي ڏجي، "هان" چوڻ سٺو سوڻ نہ آهي. اِن تي چوڻي آهي - "هان ڦٽ تان، جيءَ کير - ڪٽورو پيءُ". (٩) چيلهہ تي ٻئي هٿ رکي ويهڻ نياڳہ آهي. (١٠) منگلي يا چلهہ ۾ بار کي ڪکن ساڙڻ کان منع ڪبي آهي. ڪيس ڊپ ڏبو آهي تہ ائين ڪندين تہ ننڊ ۾ بستري ۾ مُتندين. (١١) باهہ تي پير سيڪڻ نياڳہ آهي. (١٢) ماني ٿئي تي ٿوڪجي پوي تہ چوندا آهن تہ کائڻ واري کي گهڻي بکہ لڳي آهي. (١٣) ماني کائي ٿالهيءَ ۾ هٿ نہ ڌوئجن، نہ تہ اُڻهوند ٿيندي. (١٤) ڳالهائيندي يا کائيندي جڀ ۾ چڪ پوي تہ چوندا آهن ڪنهن عزيز ياد ڪيو آهي. (١٥) مرد ماڻهو کنو يا ديگڙو نہ چٽي، نہ تہ سندس شاديءَ ۾ مينهن وسندو. (١٦) ڪٽ تي ويهي پير نہ لوڏجن، اِها نياڳہ جي نشاني آهي. (١٧) اونڌو ٿي نہ سمهجي، اِهو ٻہ اَپسوڻ آهي. (١٨) سج اُبرڻ کان پوءِ ننڊ مان اُٿڻ يعني دير سان اُٿڻ سٺو نہ آهي. چوندا آهن تہ سڄي دنيا جي سُومت ڪٺي اُٿيو آهي. (١٩) رات جو ڪنجيون نہ ڇٽڪائجن، نہ تہ گهر ۾ جهيڙا ٿيندا. (٢٠) رات جو گهر ۾ ٻهاري پائڻ سان اُڻهوند ٿيندي. (٢١) رات جو ڪٽولي جي واڌڻ نہ ڇڪجي، نہ تہ اُن کي ڏيٽون گهٽيون ڇمنديون. (٢٢) رات جو پڳڙا نہ ڪائجن، غريبيءَ جي نشاني آهن. (٢٣) ڏيو يا بتي ٻارڻ بدران چئجي ڏيو جاڳاءِ، ساڳيءَ طرح ڏيو اُجهائڻ يا وسائڻ بدران چئجي - ڏيو گُل ڪر. (٢٤) گهر تي ڪانءُ لنوي تہ ڪو مهمان يا عزيز ايندو. (٢٥) ڦٿي ڏيندي، جيڪڏهن ڦٿي هٿ مان ڪري پوي تہ مهمان ايندو. (٢٦) ماني کائيندي، جيڪڏهن گرهہ هٿ مان ڪري پوي تہ اَپسوڻ آهي. (٢٧) ڪنهن ڪم تي وڃڻ وقت جيڪڏهن پٺيان ڪنهن سڏ ڪيو يا ڇڪون ڏنيون تہ اهو ڪم نہ ٿيندو. (٢٨) گهر مان نڪرڻ

وقت ڪاري ٻلي رستو اورانگهي وڃي تہ اُپسوڻ آهي. (٢٩) ڪم تي ويندي جيڪڏهن سامهون ڪاڻيءَ تي مُردو نظر اچي، ڳانءِ ڳابي ڳڏ بيٺل هجن، پريل ڏڳي ڳاڏي ويندي هجي تہ ڪم ٿيندو. (٣٠) جنهن ماڻهوءَ جو ذڪر پيو هلي ۽ اهو اتي پهچي وڃي تہ چڱو آهي تہ سندس عمر وڏي آهي. (٣١) مور جا کنڀ گهر ۾ رکڻ سان نانگ ۽ بلائون اُتان ڀڄي ويندا. (٣٢) مور جا کنڀ ڪتاب ۾ رکڻ سان علم وڌندو. (٣٣) ٻليءَ کي مارڻ يا لوهہ جي شيءِ اُلارڻ پاپ آهي. (٣٤) رات جو ڪتو اوناڙون ڪري تہ اُپسوڻ آهي. اِن ڪري بيماري يا ڏڪر ايندو. (٣٥) آسمان ۾ جيڪڏهن پڇڙ تارو نڪتو تہ ملڪ ۾ جنگيون لڳنديون. (٣٦) چنڊ جي چوڌاري جيڪڏهن پڙ ٿهيو تہ ڪو وڏو ماڻهو مرندو. (٣٧) جيڪڏهن جتيءَ جو پادر، ٻئي پادر تي چڙهي پوي تہ اهو ماڻهو مسافريءَ تي ويندو. (٣٨) ڇنڇر ڏينهن وار نہ لهرائجن، ننهن نہ ڪٽجن، تيل خريد نہ ڪجي، لوهہ جي شيءِ نہ ونجي. اِن سان اُٿهوند ٿيندي. (٣٩) هٿ جي ترِيءَ ۾ خارش ٿئي تہ ڪٿان نہ ڪٿان پئسا ملندا.
(٤٠) عورت جي ساڄي اک ڦري تہ سڀاڳي ۽ مرد جي ساڄي اک ڦري تہ نقصانڪار. (٤١) جنهن ٻار کي مٿي ۾ 'ٻڳہ - ور' هوندو، سو سڀاڳو ٿيندو ۽ ڄمڻ ڪان پوءِ پنهنجي پٺيان ڀاءُ آڻيندو. (٤٢) پير ۾ پدم جو نشان هئڻ سڀاڳہ جي نشاني آهي. (٤٣) رات جو ڪانءُ لنوي تہ ڏڪار پوندو يا اُن ملڪ جي بادشاهہ کي نقصان پهچندو. (٤٤) گهر مٿان چِبرو اچي ويهي يا لنوي تہ اها نياڳہ جي نشاني آهي. (٤٥) ٿنگ تي ٿنگ رکي تہ سمجهي، ان سان گهر ۾ غريبي ٿيندي.

### (V) بيمارين ۽ علاج

ڪيترين بيمارين جي دور ڪرڻ لاءِ لوڪ ٽوٽڪا ڪندا آهن، جن جي ذريعي سندن وشواس آهي تہ بيماريون دفع ٿي وينديون. ان جا ڪجهہ مثال هن ريت آهن :- (١) ننڍڙي ٻار کي روح - راڙو ٿئي تہ ستن گهرن مان ڪک ڪڍي ساڙي، انهن جي رک ٻار جي ڳچيءَ ۾ ٻڌجي تہ ٻار روئڻ ڇڏي ڏيندو. (٢) جنهن ٻار کي مٿيان ڏند اڳ ۾ ڄمن تہ اهي نياڳا ليکبا آهن ۽ ناناڻن لاءِ نقصان ڪندا. اِن لاءِ نانانا چانديءَ جو ننڍڙو تيرڪمان ٺهرائي، ان کي ٻار جي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏيندا آهن تہ نياڳہ دور ٿي وڃي. (٣) ٻار کي وڏي کنگهہ ٿئي تہ ڪيس ٽي ڏينهن ڳڏهہ جو کير ڏيارڻي، هڪدم تازو پيارجي، تہ کنگهہ لهي ويندس. (٤) ٻار کي نظر لڳي تہ ٽوانئي تان مٽي ڪٺي، ٻار تان گهوري باهہ ۾ اڇلائيندا آهن يا ڳاڙها مرچ ٻار تان گهوري باهہ ۾ اڇلائيندا آهن تہ نظر هٽي ويندي آهي. (٥) آنڙي نڪري نہ ڪنهن در جو ڪڙو اک تي ڇهائي چئجي تہ 'آنڙي، گونهن ڪانڙي، مون تان لهي وڃي هن تي پئہ.' (٦) هڏڪي بند نہ ٿئي تہ نڪ بند ڪري ساهہ منجهائجي يا پاڻيءَ جا ست ڍڪ پرجن تہ هڏڪي بند ٿي ويندي. (٧) چڪي پوي نہ پيرن جي آڱوٺن ۾ سڳا ٻڌجن، تيل سان پيٽ تي مالش ڪجي تہ چڪي لهي ويندي. (٨) واري جو تپ جيڪڏهن هفتي ڪن بعد بہ نہ لهي تہ پوءِ جنهن ڏينهن تپ جي اچڻ جو وارو هجي، اُن ڏينهن بيمار کي اُن بستري تي نہ سمهارجي پر پوءِ اُن بستري تي لٺ رکي مٿان چادر وجهي ڍڪي ڇڏجي. ان سان بخار بيمار

بدران وجي لٺ تي پوندو. (٩) رات جو تپ يا چور تپ لاهڻ لاءِ بيمار ماڻهوءَ جي ڪٽ جي واڻ ۾ سيرنديءَ واري پاسي، هيٺان واڻ ۾ اَهڙيءَ طرح تالو هڻجي جو مريض کي خبر نہ پوي. اِن سان تپ لهي ويندو. اِن جو ٻيو علاج اِهو بہ ڪندا آهن تہ چور کان ڏاڳو وٺائي، مريض کي ٻچيءَ ۾ ٻڌندا آهن. (١٠) نظر نہ لڳي اِن لاءِ اَڪثر ٻار کي لونڊڙيءَ وٽ يا مٽي تي ڪارو تلڪ لڳائبو آهي. (١١) ماتا جي بيماريءَ هٽائڻ لاءِ اوراٽا ڳائيندا ۽ چنڊا هڻندا آهن تہ ماتا وڏندي نہ آهي ۽ پنهنجي مدي موجب لهي ويندي آهي. (١٢) وڇونءَ جي ڏنگ جو زهر لاهڻ لاءِ اڪثر اوجهي کان جهاڙ ڦوڪ ڪرائبي آهي. (١٣) جنن ڀوتن جي لڳت لاهڻ لاءِ ماهر اوجهن ۽ ڀوپن کان علاج ڪرائيندا آهن. لڳت واري ماڻهوءَ کي ديويءَ جي مندر ۾ يا هنومان جي مورتيءَ اڳيان بہ جهولائيندا آهن. (١٤) بيمارين هٽائڻ لاءِ اڪثر تعويذ پيرن - درويشن کان تيار ڪرائي، مريض کي ٻڌندا آهن.

## (٨) - اَپسوڻ هٽائڻ لاءِ خاص نالا رکڻ

ڇٺيءَ رات جڏهن ٻار تي نالو رکيو ويندو آهي، تڏهن جوتش موجب حساب ڪري سندس راس مطابق نالو رکڻ جي ريت عام آهي. پر ڪيترن حالتن ۾ پرمن - سنسن جي هٽائڻ لاءِ، يا بدسوڻ کي دور ڪرڻ لاءِ ڪي خاص نالا ٻارن تي رکيا ويندا آهن. انهن جا بنياد بہ لوڪ - وشواس تي آهن. ڪجھ مثال هنريت آهن : ٻن - ٽن ٻارن جي گذاري وڃڻ بعد جڏهن سوڪتو ٻار ڄمي ٿو تڏهن مٿس اٺوٺنڊڙ يا ڪنهن ڪوڙيءَ شيءَ جو نالو رکندا آهن، جيئن ڪيس ٻين جي نظر نہ لڳي. جيئن تہ - ڪوڙومل، مرچومل، بصرمل، ڪودڙومل، ليڏومل، گيلارام (ڳهيلو مان ڦريل روپ)، ٻودومل، ٻودارام، ڏاندومل.

ڪڏهن ڪڏهن اَهڙي ٻار جي وڏي حياتيءَ لاءِ ڪامنا وارا نالا بہ رکيا ويندا آهن. جيئن تہ - جيوڏاس، جيئندراءِ، جيوتراءِ، هوندومل، رهندومل، جڙياسنگھہ، جڙيومل، ورندمل (ورڻ يعني وڌڻ جي معني ۾) سلامتراءِ، ساڳيءَ طرح، گهمڻ مل، ڪلڻ مل، ٽڪڻ مل يا ٽڪيومل بہ خوشيءَ جي تمنا وارا نالا آهن. ٻار تي پرماتما جي مهر رهي، اِن لاءِ اِشٽ ديو جو نالو بہ مٿس رکبو آهي - ماتاڏنو، گرڏنو، ديويءَ ڏنو، دولهہڏنو يا دهلاڻومل، درياهہ ڏنو يا دريانومل، گربخش، گرسهاءِ، هربخش، چرڻداس، ٿانورداس، (سنسڪرت ستاور) ٿانئون مل (سنسڪرت ستاڻو).

ڪنهن خاص نڪتر يا مهيني ۾ ٻار ڄمي ٿو تہ اُن جي شانتيءَ لاءِ اُنهيءَ مطابق نالو رکيو ويندو آهي - هاسومل، آسومل، هاسي ٻائي (اَشليشا نڪتر موجب)، منگهو، مينگهو (مگها نڪتر موجب)، مولو، مولي (مول نڪتر موجب)؛ چترا، ريوتي بہ نکيترن موجب رکيل نالا آهن. مهنن موجب نالا آهن - چيٽومل، چيٺمل، چيٺي ٻائي، پوهومل، ڦڳڻمل؛ ڪي نالا ڏينهن مطابق آهن - سومومل (سوم يا سومر موجب)، آرتمل، آڏت مل، آڏومل (آرتوار موجب رکيل نالو آهي جنهن جو سنسڪرت مول شبد آدتيہ آهي، جيڪو سنڌيءَ ۾ بدلجي آڏت، آرت، آڏوُ ٿيو آهي)؛ منگل داس، ٻڌرمل، جمعومل (جنهن مان جمعاڻي، جمناڻي آڪھہ آهي). ڪيئو، ڪيئل جي معني آهي 'شراب پيتل، مدمست، نشي ۾ چور' جنهن جو سنسڪرت روپ 'ڪشيوَ' آهي. اُن جي بہ ساڳي معني آهي.

ڪي نالا وري پکين موجب آهن - جيئن تہ طوطارام، طوطلداس، ڪنياتومل، مينا، ڪونج، طوطي، وغيرهہ.

(سنڌي نالن ۾ ڪهڙا لوڪ وشواس آهن ۽ منجهن ڪيترو اِتهاس سمايل آهي، اِنهيءَ لاءِ ڏسو پنڊت ڪشنچند جيٽلي جو لکيل ڪتاب "سنڌي نالن ۾ سنڌيت جي سڳنڌ.")

## (٢) لوڪ - ريتيون ۽ ڏڻ - وار (Folk practices and Festivals)

ريتيون - رسمون ۽ ساڻ سوڻ ڪرڻ، وڏا ڏڻ ملهائڻ، ورتن - نيمن جو پالن ڪرڻ، لوڪ ديوتائن جي پوڄا ڪرڻ، - اِهي سڀ هرهڪ لوڪ - سماج جي زندگيءَ جو مکيہ حصو آهن. اِنهن مان ڪن جو وڌان تہ شاسترن ۾ ڪيل آهي، جيڪي ويدن واري زماني کان وٺي هندو لوڪ عمل ۾ آڻيندا پئي رهيا آهن. پر اِنهن سان گڏ ڪيتريون ئي اهڙيون رسمون ۽ رواج جڙي ويا آهن، جن جو ڌرمي گرنٿن ۾ ڪوبہ ورڻن نٿو ملي. اُنهن جو پالن هرهڪ علائقي ۾ لوڪ - پرمپرا مطابق ڪيو ويندو آهي. جدا جدا پرانتن ۾ ڪيتريون ريتيون رسمون هڪ جهڙيون آهن، تہ ڪي ٻيون وري ڪن خاص علائقن تائين محدود آهن. فقط سنڌي هندن جون ئي ريتيون - رسمون ڪڇجن تہ اُنهن ۾ پڻ اُتر - سنڌ، وچولي ۽ لاڙجي رسمن ۾ ٿورو گهڻو فرق ملي ٿو. ٿر پارڪر جي هندن جون تہ گهڻيون ريتيون، سنڌ جي ٻين حصن جي ريتين کان علحديون آهن. اُنهن تي راجستان ۽ گجرات جي ريتين رواجن جو اثر آهي. ساڳيءَ طرح، الڳ الڳ ذاتين (جهڙوڪ پيل، مينگهواڙ، ڪولهي، سونارا، لوهار، ڪنيار وغيرهہ) جي رواجن ۾ بہ فرق هوندو آهي. اِنهن مڙني جو هتي ورڻن ڪرڻ مشڪل آهي. اِن ڪري فقط مکيہ ۽ عام ريتين - رسمن ۽ ساڻن سوڻن جو هتي ذڪر ڪجي ٿو.

**(ا) شادي ۽ اُن سان واسطو رکندڙ رسمون:-** سماج جو سرشتو قائم رکڻ لاءِ [illegible]نيادي سنسڪار آهي 'شادي'، جنهن سان ڪنهن هڪ ڪٽنب جي رچنا ٿئي ٿي. عام طور هندو، [illegible]ڇوڪري يا ڇوڪريءَ لاءِ حوڳو گهر ڳولهڻ لاءِ گهڻي ڪوشش ڪندا آهن. جنهن گهر سان رشتو ڪرڻو [illegible]اهو سماج ۾ اوچي يا برابر طبقي وارو هجي، ساڳئي گوتر يا برادريءَ وارو نہ هجي، ويجهي [illegible]وارو بہ نہ هجي. جڏهن گهرن سڀ ڳالهيون ملي ٿيون اچن، ۽ جوتش جي حساب سان [illegible] - ڇوڪريءَ جون جنم پتريون ملي ٿيون اچن، تڏهن اُتي سڱ ڳنڍڻ جو فيصلو ڪجي [illegible] جدا جدا رسمون ۽ ساڻ سوڻ شروع ٿي وڃن ٿا. سڀ کان اول آهي مڱڻو، جنهن کي [illegible] آهن. اِن ۾ گهوٽيتا، ڪنواريتن جي گهر وڃي يا ڪنهن مندر ٽڪاڻي ۾ ويهي، [illegible] ڪندا آهن. اَڄ ڪالهہ ان سان گڏ مُنڊي پائڻ جي رسم بہ جڙي ويئي آهي، [illegible] بہ ڇوڪريءَ جي گهر ويندو آهي، جتي ٻئي هڪ ٻئي کي مُنڊي پائيندا آهن. [illegible] 'سڳائي' بہ چوندا آهن. ان بعد ٻيو قدم آهي شاديءَ جي تٿ مقرر ڪرڻ. [illegible] حساب موجب شڀ ڏينهن ۽ مهورت جاچيو ويندو آهي. جيئن ئي شاديءَ [illegible] ۽ ڪنواريتا تياريون شروع ڪري ڇڏيندا آهن.

شاديءَ جي تاريخ کان ڪجهه ڏينهن اڳ ۾ گهوٽيتن توڙي ڪنواريتن جي گهر ۾ ريتين رسمن سائن سوڻن جي شروعات ٿي ويندي آهي. اِنهن سان گهڻو ڪري واسطو رکندڙ لاڏا بہ ڳاتا ويند آهن. جيئن تہ, ٿوَ جو روٽ (شاديءَ کان اڳ ايندڙ سومر تي ڪبو آهي)؛ ڏيو ٽاڪڻ؛ هيڊ جو سائ (اُکريءَ ۾ مهريءَ سان ست سهاڳڻيون ملي هيڊ ڪُٽينديون آهن)؛ جنڊ پُڪيءَ جو سائ (ست سهاڳڻيون ڳڏجي جنڊ ۾ ڪڻڪ پيهنديون آهن)؛ گهڙيءَ جو سائ (گهوٽ ماءُ دِلي پائيءَ جي پريندي آهي, جنهن ۾ اُهنر ست دفعا ڪاتي ڦيرائيندو آهي. اُن بعد گهوٽ ماءُ دلي مٿي تي رکي ۽ ساڄي هٿ ۾ ٿالهي کڻي, جنهن ۾ ڏيو ٻرندو آهي ۽ ڏهُ يعني شاديءَ جي مهورت وارو لکيل ڪاغذ ۽ ٻيون پوڄا جون شيون هونديون آهن, اَچي ڏيون وٽ رکندي آهي. اُتي پوءِ گهوٽ کي ساڄي مڙيءَ ۾ لاٽ ٻڌبي آهي ۽ سيني برادريءَ وارن کي ڳاڙهي سٽ جو ڪنگڻ ٻڌبو آهي)؛ تيل جو سائ (گهوٽ کي ست سهاڳڻيون تيل ۽ اُبٽڻ لڳائين)؛ ڏکہ جا سائ (گهوٽ کي هار سينگار ڪرائڻ, مڪٽ, بوچڻي ۽ وُنگي پائڻ, چيلهہ ۾ ڪرپان ٻڌڻ. ان وقت ڪنوار جي طرفان بہ ڪي زالون گهوٽ کي سڳڙي ڪرڻ, سينگارڻ اينديون آهن ۽ ڪنواريتو براهمڻ لگن جو نمنترڻ کڻي ايندو آهي). ان بعد ڄڃ ڪنواريتي گهر ڏانهن سرگس ۾ هلندي آهي, جنهن ۾ گهوٽ گهوڙيءَ تي وہنل هوندو آهي. ڄاڃي بئنڊ - باجن, دهلن ۽ شهناين جي ڌن تي نچندا هلندا آهن. گهوٽ سان گڏ اُهنر تلوار ۽ ڍال کڻي هلندو آهي. گهوڙيءَ تي گهوٽ سان گڏ ڪنهن ٻار کي ٻيلهہ وهاربو آهي, جنهن مان سنتان جي ڪامنا ظاهر ٿئي ٿي.

ڪنواريتي گهر وٽ, ڪنوار جي طرف وارا سيئي, گهوٽ ۽ ڄڃ جي آجيان لاءِ بيٺا هوندا آهن. گهوٽ ۽ سندس مکيہ عزيزن جو هار پائي سواگت ڪندا آهن. اُن وقت ڪنوار ماءُ گهر جي دروازي تي گهوٽ سان 'در ڏانوڻ ' جو سائ ڪندي آهي, جنهن ۾ سٽ جي ڌاڳي سان گهوٽ جي ماپ ڪبي آهي : در جي چائنٺ وٽ ڪنوار کي بہ وٺي اَچبو آهي ۽ ٿالهہ ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار جو ساڄو پير رکائي, اُن کي ڪنوار جا ماءُ پيءُ کير ۽ پاڻيءَ سان ڌوئندا آهن. اُن بعد گهوٽ ۽ ڪنوار کي گهر اَندر ڏيون وٽ وهاري, در ڏانوڻ واري سٽ سان هٿيالو ٻڌندا آهن. پلوءُ پلي بہ اِتي ٻڌبو آهي. اُن بعد گهوٽ ڪنوار کي وٺي اَچي منڊپ ۾ وهاريندا آهن.

ويدڪ ريتيءَ سان جيڪڏهن وهانءُ جو سنسڪار ڪبو آهي تہ اُن ۾ ٽي چار ڪلاڪ لڳي ويندا آهن. اِن ۾ مکيہ حصا آهن - ڪنيادان, هَوَنُ, هٿيالو ٻڌڻ يعني پاڻيگرهڻ, اگنيءَ جي چوڌاري گهوٽ - ڪنوار کي ست ڦيرا ڏيارڻ, سپت - پدي, گهوٽ - ڪنوار جو هڪ ٻئي کي مالا پائڻ. سپت پديءَ ۾ گهوٽ, ڪنوار کان ست قدم کڻائيندو آهي ۽ هرهڪ قدم تي هو هڪ ٻئي کي جيون ۾ سائ ڏيڻي هلڻ بابت وچن ڏيندا آهن. اِن وقت براهمڻ منگلاشٽڪ ۽ لانئون پڙهي, گهوٽ - ڪنوار کي آسيس ڏيندو آهي.

وواهہ سنسڪار پوري ٿيڻ بعد, گهوٽ, ڪنوار کي پنهنجي گهر وٺي ويندو آهي. ڪنوار کي ساهري گهر موڪلڻ جي رسم گهڻو ڪري پريات ٿيڻ کان اڳ ڪئي ويندي آهي. ساهري گهر ۾ قدم رکڻ وقت بہ چائنٺ تي کير ڇٽيندا آهن ۽ ڪنوار جي مٿي تي ٿالهيءَ ۾ ڏيو ٻاري, اُن کي پرڻ

سان ڍڪي، پوءِ گهر اندر وٺي ويندا آهن. ان وقت گهوٽ ڪنوار کي ڏيون وٽ وهاري، ڏتر مٺل جي رسم ادا ڪئي ويندي آهي. اِن ۾ ڪنوار اول گهوٽ سان، پوءِ سيني ساهرن مائٽن سان لوڻ، ترن يا ڪڻڪ جا بڪ پري ڏي - وٺ ڪندي آهي.

شاديءَ جي سنسڪار ۾ ڪن جاتين ۾ بيا بہ ساٿ سوڻ، سُهج ڪندا آهن. جيئن تہ - جسراج جي پوڄا ; پاٽيءَ پريل دلي مان ڪنوار ڪان روپيا ڪڍائڻ ; ڪنوار مٿان ڪپهہ جا گل اڇلي ; اهي گهوٽ ڪان چونڊائڻ ; ڪنوار ڪارڪ يا روپيو مٺ ۾ جهلي ; مٺ زور سان بند ڪري ۽ گهوٽ ڪنوار جي مٺ کولي اها ڪارڪ يا رپيو ڪڍي ; گهوٽ ڪان پير سان ٿڪ هٿائي ڀڪٽي ڀڃائڻ، سالين طرفان گهوٽ جي جُتي چورائڻ ۽ پوءِ خرچي وٺي اها واپس ڏيڻ ; گهوٽ جو ڪنوار کي وڃٽي سان ڌوا ڪرڻ ; سالين ۽ ڀيڻ ڪنوار جي ساهيڙين جو گهوٽ ڪان پروليون سلائڻ ; چنر جو ساٿ ڪرڻ ; سيج تي گهوٽ ڪنوار کي ويهاري کين کير پيئارڻ ; سهاڳہ رات بعد صبوح جو گهوٽ ڪان ناريل ڀڃائڻ ; وغيرهہ : اِنهن مزني سائن - سوڻن حو مقصد سک - پريم وڌائڻ هوندو آهي.

(٢) ٻيون ريتيون - رسمون شاديءَ بعد هندو ڌرم ۾ ٻار جي جمڻ ڪان اڳ ٿي سنسڪار شروع ٿي وڃن ٿا، جيڪي سندس مرڻ بعد بہ بہ پيا هلندا آهن. هرهڪ سان گڏ لوڪڪ ريتيون رواج ۽ ساٿ - سوڻ ڳنڍيا پيا آهن. زال جي گرڀ ڌارڻ ڪرڻ ۽ اتم درجي جي ٻار جي حاصلات لاءِ سنسڪار، گرڀوتي عورت کي پنجين مهيني اڌ ڳپيءَ حو سوڻ ڪرائڻ، ستين مهيني يا نائين مهيني پيٽ واري عورت کي تيل لڳائڻ جو سوڻ ڪرائڻ ۽ سندس گود ۾ پٽ ٻار وهارڻ، سج يا چنڊ گرهڻ ٿيڻ تي زال جو خاص ڌيان رکڻ، جيئن ٻار تي گرهڻ جو ڪو اثر نہ ٿئي ; - اِهي مکيہ ساٿ آهن جيڪي ٻار جي جنم ڪان اڳ ٿي ڪيا وڃن ٿا. ان بعد آهي ٻار حي جمڻ وقت ساٿ سوڻ ڪرڻ. اِن عرصي ۾ گرڀوتي عورت کي ۽ ٻار کي ڪنهن ڌارئي جي نظر نہ لڳي، اِن جو خاص ڌيان رکيو ويندو آهي. گهڻا ماڻهو پٽ جي ڇٺي حوتشيءَ کان ٺهرائي، ڇهين ڏينهن تي گهٽي ڌام ڌوم سان نالو رکندا آهن. جيڪڏهن ڌيءَ ڄائي تہ سندس جنم پتري بہ تيار نہ ڪرائيندا آهن. جيڪڏهن ٻار سُڀَن ۾ ڄائو آهي تہ اُنهن حي شانتيءَ لاءِ خاص پوڄائون ڪرائيون پونديون آهن. ٻار کي پالي نپائي وڏو ڪرڻ تائين بہ هرهڪ قدم تي جدا جدا ساٿ سوڻ ڳنڍيا پيا آهن. ٻار کي دپ نہ ٿئي اِن لاءِ سندس مٿن ڪان ڪاتي يا چاقو رکن، ڪيس نظر ڪان بچائڻ لاءِ ڪارو تلڪ لڳائين، ڪارو ڌاڳو ٻڌن، ڳچيءَ ۾ سوئر جو ڏند، ٽامي حو سڪو وغيرهہ ٻڌن. جنڊ جي چوڌاري ڦيرا پائي، روهي پوڄڻ جي رسم بہ گهڻا ڪندا آهن. ٻار کي اول اول اَن کارائڻ سان بہ ساٿ سوڻ ڳنڍيا پيا آهن.

پٽ هجي يا ڌيءَ، ٻنهي حالتن ۾ ٻارهن مهينا پورا ٿيڻ تي هن حو مُنڻ - سنسڪار چڱيءَ ڌام ڌوم سان ڪيو ويندو آهي. ان ڪان پوءِ پٽ جي حالت ۾ اٺين - ڏهين سال يڳيو- پويت يا جڻئي جي رسم ڪئي ويندي آهي. جڻيو پائڻ جو مطلب آهي ٻار حو علم جي کيتر ۾ ٻيو جنم وٺڻ. اِن ڪري کيس 'دِوج ' سڏيو ويو آهي يعني جيڪو ٻہ دفعا ڄمي ٿو. اِن طرح شاديءَ تائين اِنسان جي

زندگيءَ ۾ اِهي مکيه سنسڪار آهن.
جيڪو ڄائو آهي اُهو ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن اوس مرڻو آهي. مرتيو سنسڪار سان بہ گهڻيئي ريتيون رسمون ڳنڍيل آهن. مردي کي سنان ڪرائي پوءِ کائيءَ تي کڻي وڃي مسانڻ ۾ جلائڻ، ٽئين ڏينهن تي هائيون ميڙڻ ۽ اُهي تيرٿن تي وڃي پرواهہ ڪرڻ، چائنٿو يا پڳڙين جي رسم ڪرڻ، ڏهاڪي تائين ڏيئو ٻارڻ، ٻارهي ۽ ٻارهي جو ڪرم ۽ پنڊ دان ڪرڻ، جيڪڏهن ماٺهو پنجڪن ۾ مئو آهي تہ اُنهن جي شانتيءَ لاءِ نارايڻ ٻلي ۽ پيون پوڄائون ڪرڻ، هرهڪ مهيني مرڻ واريءَ تٿ تي شراڌ ڪرڻ ۽ ٻارهن مهينا پورا ٿيڻ تي ٻارهن ماسي ۽ ڀاڳوت جو پاٺ ڪرڻ، - اِهي مرتڪ - سنسڪار جا مکيه اَنگہ آهن. اِن ۾ ٻارهين ڏينهن تائين اَڪثر گرڙ - پراڻ ۽ ناسڪيت جو پاٺ رکائڻ جو بہ رواج آهي. ٻارهن مهينا پورا ٿي وڃڻ بعد بہ ٻڊي جي مهيني ۾ ۽ مرتيوءَ واري مهيني جي تٿ تي شراڌ ڪري مري ويل پراڻيءَ کي شرڌانجلي ڏني ويندي آهي.

**(۳) وڏا ڏڻ ۽ تيوهار، ورت نيم، وغيرهہ:** هرهڪ لوڪ - سماج ۾ وڏا ڏڻ ملهائڻ ۽ ورت نيم رکڻ جو رواج آهي. گهڻا تيوهار تہ شاسترن موجب آهن، جيڪي سڄي ڀارت ۾ ملهايا وڃن ٿا. جيئن تہ - نوراترا، رام نومي، درگا اَشٽمي، ڪرشڻ جنماشٽمي، رڪشا ٻنڌن، دسهرو. ڏياري، وغيرهہ. پر ڪجهہ ڏڻ اَهڙا آهن جيڪي خاص سنڌين جا تيوهار آهن، يا اهڙا آهن جيڪي ڀارت جي ٻين پرانتن ۾ عام نہ آهن. چيٽي چنڊ سنڌين جو خاص ڏينهن آهي، جنهن جو واسطو اُڏيرلال جي جنم سان پڻ آهي. ڪيترا واپاري نئين سال جون وهيون چيٽي چنڊ تي رکندا آهن. اَڄ ڪالهہ ڀارت ۾ اِهو سنڌين جو قومي ڏينهن بہ آهي. ساوڻ جي مهيني ۾ ننڍي سنهن، وڏي ستهن (جن کي ٿڌڙي بہ چئبو آهي) ۽ گوگري يعني نانگہ پنچمي جا ڏڻ بہ سنڌين لاءِ گهڻي اَهميت رکن ٿا. لال لوئي ملهائڻ جو رواج سنڌ ۽ پنجاب ۾ گهڻو آهي. ڀارت ۾ اَچڻ بعد مهاراشٽر ۽ گجرات جي سنڌين گربي ۽ گڻيش چوٿ جا تيوهار بہ ملهائڻ شروع ڪيا آهن.
هرهڪ مهيني جي چنڊ، گيارس ۽ ستنارايڻ يعني پورڻ ماسيءَ تي سنڌي ورت رکندا آهن ۽ ٻاهريون کاڌو نہ واپرائيندا آهن. ڏياريءَ رات ميلهارا پوڄي چوڻ "ڏياريءَ جو ڏيو ڏنو، ننڊو وڏو چيپر مئو." اِهو رواج سنڌين ۾ ٿي آهي. سانوڻ مهيني جي پهرئين سومر تي مهاديو جو سڱڙو ٻڌڻ ۽ ٻڊي جي سهائي اَنهن تي مهالڪشميءَ جو سڱڙو ٻڌڻ، پڻ سنڌي زالن ۾ عام آهي. ساڳيءَ طرح، تيجڙي، ڪڙوا چوٿ جا ورت بہ سنڌي عورتون رکنديون آهن.
لوڪ - ديوتائن کي پوڄڻ ۽ پيرن - فقيرن جي درگاهن تي وڃي سکائون ڪرڻ، عام طور هرهڪ سماج ۾ مروج آهن. اَمرلال يا اُڏيري لال جو سنڌ جي اِتهاس ۾ ڪٿي بہ حوالو نٿو ملي. پر پراڻن جي ڪٿائن وانگر اُڏير لال جي جنم ساکي ۽ سندس پوڄا اَڄ ڪالهہ سنڌيت جو مکيہ جزو بڻجي چڪي آهي. اِن موقعي تي وڏيءَ ڌام ڌوم سان ڀهراڻا ڪيڄن ٿا ۽ ڇيڄ هڻي ماڻهو نچن ٿا. پيرپٺو، پيرپٿورو، بابا رامديو، لال شهباز قلندر، گوگل پير بہ سنڌي هندن جي من تي ڇانيل آهن. گرونانڪ جي پٽ بابا سريچند جا شش اُداسي ساڌو سڏبا آهن. سنڌ ۾ اِن پنٿ جو برپا ڪيل 'ساڌ

ڀيلو، سنڌي هندن جو تيرٿ استان آهي. اِنهيءَ پنٿ جا آشرم هاڻي ڀارت جي ڪيترن شهرن (بمبئي، دهلي، هردوار، بنارس) ۾ برپا ڪيا ويا آهن

سنڌ ۾ مسلمانن جي گهڻائي هئي. اِن ڪري اُنهن جو اَثر سنڌي هندن تي پوڻ سڀاويڪ هئو. ڪيترائي سنڌي هندو صوفي درويشن ۾ نشچو رکندڙ آهن. درازن ۾ سچل جي درگاهہ اَندر نماڻي فقير جي بہ سماڌي ٺهيل آهي، جيڪا سچل ۾ عقيدو رکندڙ هندو عورت هئي. صوفي مت ۾ نشچو هئڻ ڪري گهڻن سنڌي هندن ۾ ڌرمي تنگدلي نہ آهي. ذات - پات ۽ ڇوتا ڇوت جي ڀيد ڀاوَ ڪان بہ اهي اَڪثر پري آهن.

## لوڪ وندر جا طريقا

اَڄ ڪالهہ جي زماني ۾ جڏهن من ڪي وندرائڻ جا نوان نوان طريقا مروج ٿي ويا آهن. ٽيليوزن جي ايجاد سان تہ هاڻي ريڊيو ۽ سنيما ڪي بہ گهڻو ڌڪ لڳو آهي. وڊيو ڪئسيٽن جي ڪري اَڄ ڪالهہ ٿئيٽر ۾ وڃي فلمن ڏسڻ جو شوق ڏينهون ڏينهن گهٽبو پيو وڃي. اِن حالت ۾ پراڻي زماني جا وندر جا ساڌن ڪهڙو ڌڪ جهليندا ؟ اُنهن جو دائرو هاڻي ڳوٺن تائين محدود ٿي ويو آهي. سرڪاري سطح تي لوڪ - ڪلاڪارن کي همٿائڻ جون رٿون، جڏهن ڪان وٺي عمل ۾ آيون آهن، تڏهن ڪان وٺي وري لوڪ - وندر جي ساڌنن ۾ سجاڳي آئي آهي. سنڌي لوڪن جي وندر جا ڪجهہ ذريعا، جيڪي هاڻي بہ سنڌ جي ڳوٺن ۾ نظر اَچن ٿا، اُنهن ۾ مکيہ آهن - ملهہ - ڪشتي، پنجو لڙائڻ، بازيگرن جون بازيون ۽ تماشا، ڀولڙا ۽ رڇ ويڙهائڻ، تترن ۽ ڪڪڙن جي ويڙهہ ڪرائڻ، ڪتي سان ڀاليل باندر يا رڇ کي لڙائڻ، جوڳين جو مرليءَ تي نانگ نچائڻ، نوڙ ۽ نانگ جي ويڙهہ ڪرائڻ، وغيرهہ. اِهي نظارا ڪڏهن ڪڏهن وڏن شهرن ۾ بہ ڏسڻ جو وجهہ ملي ويندو آهي. ڪٺپتلين جا ناچ ڏيکارڻ ۾ بہ اَنوکي ڪلا سمايل آهي.

سنڌ ۾ ڪنهن زماني ۾ زميندار ۽ رئيس ڀسن - پکين جو شڪار ڪرڻ جا گهڻا شوقين هئا. پر جديد دور ۾ سرڪاري بندش پوڻ سان اِهو شغل هاڻي گهٽجي ويو آهي. لغڙ اڏائي پاڻ ۾ لڙائڻ جي وندر وري زور وٺڻ لڳي آهي. ڀارت ۾ گجرات ۾ خاص ڪري مکر سنکرات واري ڏينهن پتنگ بازيءَ کي گهڻي اهميت ڏني وڃي ٿي.

شهرن توڙي ڳوٺن ۾ رانديون ڪري من وندرائڻ، ٻارن ۾ عام جام نظر اَچي ٿو. عام سنڌي رانڌين جا ڪجهہ مثال آهن - لڪ لڪوٽي، ٽنڊي ماڪوڙي، چور پوليس، ڏاڪ چمي، اِرچڪ مرچڪ، ٻٽڻ، نوٽڻ، چلهر، ڪوڏي ڪوڏي، ونجهوٽي ۽ منڊڪ منڊي، ليوڊو، ڪئرم، تاش ننين دور جون رانديون آهن. شطرنج جي راند دماغي کيل آهي ۽ اُن کي تہ عالمي درجو حاصل ٿي چڪو آهي. ٻارن جي ڪيترين رانڌين ۾ ٻاراڻا ٻول بہ ڳڌو ڳڌ چيا ويندا آهن.

ڳوٺن ۾ رهندڙن لاءِ رات جي وقت ڳوٺائي ڪچهري ڪرڻ هڪ عمدو وندر جو ساڌن آهي. اِن ۾ شعر جي پلٽ پلٽان سان گڏ، ڳجهارتن، پرولين، هنر ۽ ڏور جي بيتن ڏيڻ ۽ سلڻ جي بہ چٽاڀيٽي ٿيندي آهي.

# لوڪ رهڻي - ڪهڻي

لوڪن جي رهڻي - ڪهڻيءَ جو بہ نرالو طريقو هوندو آهي. ان ۾ پنچائتي سرشتي کي وڏي اهميت آهي، اڄ تائين پڻ ڳوٺن توڙي شهرن ۾ جدا جدا برادرين ۽ طبقن جون پنچائتون ٺهيل آهن. شاديءَ غميءَ ۾ پنچات جا سڀ ماڻهو هڪ ٻئي جي مدد ڪندا آهن. مکيءَ جي فيصلي کي پنچائت جو هرڪو ماڻهو اکين تي رکندو آهي.

رهڻي ڪهڻيءَ جا ٻيا مکيہ جزا آهن - پوشاڪ، کاڌا - پيتا، زيور ۽ ڪٽنب جو سرشتو. نئين زماني جي اثر ڪري سنڌي هندن جي ڪا خاص علحدي پوشاڪ نہ رهي آهي. سنڌ ۾ تہ هندو توڙي مسلمان هاڻي گهڻو ڪري قومي ڊريس سلوار ۽ ڊگهي قميص پهرين ٿا. ڙالون اڪثر سلوار - ڪرتو پائين ٿيون. انهيءَ هوندي پڻ سنڌين جا ڪي ويس وڳا علحدا آهن. سنڌ ۾ سنڌي ٽوپي ۽ اجرڪ سنڌيت جون خاص نشانيون بڻجي چڪيون آهن - ڀارت ۾ ڏسجي تہ پراڻي پيڙهيءَ جا سنڌي مرد، سنڌي نموني جي سٿڻ ۽ قميص پهريل ڪڏهن ڪڏهن نظر اچي ويندا آهن. ٻوڙين جي بہ سنڌي سٿڻ ۽ پيشگير جو ڍنگ نرالو هوندو آهي. پائيبندن ۽ شڪارپورين جي سنڌي پڳڙيءَ جي بناوٽ ئي نرالي آهي. ڪيمخاب جي گول ميراثي ٽوپي تہ هاڻي فقط ميوزيم ۾ يا فوٽن ۾ نظر ايندي آهي. سنڌي عورت جي چونيءَ ۽ ٻن موتين واري نٿ ٻئي ڪنهن بہ پرانت ۾ نظر نہ ايندي آهي. ڪي ڙالون نٿ سان ڪڏ ڏانوٽي بہ پائينديون آهن، جيڪا نرڙ ۽ سينڌ تان لنگهائي، چوٽيءَ وٽ ڪنڊيءَ سان اٽڪائينديون آهن. ڪي عورتون وري نڪ جي وچ واري پاڙيءَ ۾ ٻولو پائينديون آهن. ٿر جي هندن ۾ مردن توڙي عورتن جا ويس - وڳا ويس ۽ زيور گهڻو ڪري مارواڙين وارا هوندا آهن. الڳ الڳ ذاتين جي پوشاڪ توڙي زيورن ۾ ڪا نہ ڪا نرالي ڳالهہ هوندي آهي، جنهن مان سندن سڃاڻپ بہ ٿيندي آهي.

سنڌين جي کاڌن پيتن ۾ ڪي خاص شيون اهڙيون آهن، جيڪي ٻين پرانتن جا ماڻهو گهڻو ڪري استعمال نہ ڪندا آهن. مثال طور، بيهہ، ڏاجورا، لوڙهہ، پپڙيون، ٻوراٽي، ليار، گيدوڙا، منيرا يا چيڙ، بيهن ۽ چيرن جون ڪچڙيون، ڏونڪا، اڏڙ، وغيرهہ. سنڌي پاپڙ، سنڌي مڙهي ڻاهڻ جو ڍنگ ئي نرالو آهي، جنهن کي پنهنجو سواد آهي. نيرن تي ڦڪي يا لوڻ مرچائي ڪوڪي ڻاهڻ، ٿڌڙيءَ تي مٺا لولا پچائڻ جو طريقو بہ ٻين هنڌ عام نہ آهي.

سنڌ جا منگهہ، ڪاشيءَ جو سرون، جنڊيءَ جي ڪم وارا پينگها، چاريدار اگهٺ، آرسين جي ڀرت ڀريل زنانيون پوشاڪون، اجرڪون ۽ رلهيون بہ پنهنجيءَ نراليءَ ڪان مشهور آهن.

هتي ٿوري ۾ سنڌي لوڪ جيون جي مکيہ مکيہ پهلوئن جو جائزو پيش ڪيو ويو آهي. تاريخي اوسر جي لحاظ کان ڏسجي تہ ڪيترائي لوڪ - وشواس، ريتيون - رسمون، ساڻ سوڻ، ٽوٽڪا ٽوٽڪا، جهاڙ ڦوڪ ذريعي بيمارين جا علاج، اهڙا آهن، جيڪي ٻين پرانتن ۾ بہ عام جام نظر اچن

ٿا. ڀارتي لوڪ - سماج ۾ اِهي آڳاٽي زماني کان وٺي هلندا پيا اَچن. اِنهيءَ جي وڏي ثابتي آهي اٿرو ويد. اِهو ويدن واري زماني جي لوڪ - سنسڪرتيءَ جو هڪ وشو- ڪوش آهي. هڪ طرف رگويد ۾ اَسان کي اُن دور جي اوچي طبقي واري سماج جي ڀڳيہ - هوم واري سنسڪرتيءَ جو چِٽر ملي ٿو، تہ ٻئي طرف اٿرو ويد ۾ وري سماج جي عام ماڻهن جي لوڪ سنسڪرتيءَ جي جهلڪ ملي ٿي. اِنهيءَ مان اِها ڳالهہ بہ بخوبي ثابت ٿئي ٿي تہ ڀارتي سماج ۾ اِهو ورگہ - ڀيد ۽ جاتي ڀيد، آڳاٽي سمي کان وٺي هلندو پيو اَچي. رگويد ۽ اٿرو ويد جي ڀيٽ ڪرڻ سان اِهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ سماج جي اِنهن ٻنهي طبقن جي ٻوليءَ ۽ اظهار جي شيليءَ ۾ بہ فرق هئو. اٿرو ويد ۾ ڪيترائي لفظ اَهڙا آهن، جيڪي سنسڪرت ساهتيہ ۾ ٻئي ڪنهن بہ هنڌ استعمال نہ ٿيا آهن. ممڪن آهي تہ اهي اُن زماني جي ٻول چال واري لهجي تائين محدود هئا. اٿرو ويد اُن اَنوکي لهجي جي لفظن کي پاڻ وٽ سنجوئي رکيو آهي. اَڄ ڪالهہ بہ اَسان کي هر ڀاشا ۾ معياري ۽ ٻول چال وارن لهجن وچ ۾ فرق ملي ٿو.

هتي اِها ڳالهہ بہ ڌيان ڏيڻ لائق آهي تہ سنڌي لوڪ سماج ۾ ڪيترائي لوڪ - وشواس ۽ ساٺ سوڻ وغيرہ اَهڙا آهن، جيڪي هندن ۽ مسلمانن ۾ هڪ جهڙا آهن. اِنهيءَ جو مکيہ ڪارڻ آهي اُن ٻنهي سنسڪرتين جو هڪ ٻئي تي اَثر. مثال طور، سنڌي مسلمان هندن جي اَثر هيٺ ماتا جي بيماريءَ ۾ سيتلا ديويءَ جي پوڄا ڪندا آهن، ٽڏو رکندا آهن ۽ مٺا لولا پچائي مريض کي ڇنڊو بہ هڻندا آهن. مونکي چڱي يادگيري آهي تہ حيدرآباد سنڌ ۾ مکڪي گهٽيءَ پرسان رهندڙ هڪ گرياڻيءَ کان مسلمان شيتلا ماتا جي چانديءَ جي ننڍيل مورتي پوڄا لاءِ وٺي ويندا هئا. اُها مريض کي ڳچيءَ ۾ پائيندا هئا ۽ گرياڻيءَ کي اوراڻ ڳاڻ، توڙي ڇنڊي هڻڻ لاءِ بہ گهرائيندا هئا. چنڊ گرهڻ ۽ سج گرهڻ وقت گرڀوتيءَ عورت کي سڌو ليٽائي ڇڏڻ، ڀيدا ٿيڻ واري ٻار جي ڀيءَ ۽ مامن جو ورتل گرهڻ ۾ ڪوبہ ڪم نہ ڪرڻ، ڇٽيءَ جي رسم ڪرڻ، مري ويل ماڻهو، جيڪڏهن پنجڪن ۾ گذاري ويو آهي تہ اُن جي شانتيءَ لاءِ ساٺ - سوڻ ڪرڻ، شاديءَ جي رسم ۾ اَهنر مقرر ڪرڻ ۽ جنڊ - ٻڪيءَ، گهڙين ڀرڻ وغيرہ جا ساٺ ڪرڻ - اِهي اَهڙيون ريتيون آهن جيڪي هندن جي اَثر ڪري سنڌي مسلمان بہ ڪندا آهن. ٻئي طرف ڏسون تہ ڪيترائي هندو صوفي درويشن جي درگاهن تي گلن جون چادرون ۽ پڙچاڙهيندا آهن ۽ منوڪامنائون پوريون ٿين اِن لاءِ پيرن - فقيرن جي آستانن تي سکائون باسيندا آهن. سنڌ ۾ ڪيترائي هندو عاشورن جي جلوس نڪرڻ وقت، ننڍڙن ٻارن کي تابوتن هيٺان لنگهائي، ٻارن جي وڏي عمر لاءِ دعائون گهرندا هئا. هو تابوتن ڪڍندڙن کي خيرات پڻ ڏيندا هئا. محرم جو مهينو شيعن لاءِ ماتم جو مهينو آهي، اِن ڪري اِنهيءَ مهيني ۾ گهڻيئي هندو ڪوبہ شڀ ڪم نہ ڪندا هئا. سنڌ ۾ پرٿيل ڏيءَ کي پيڪا اِن مهيني ۾ پاڻ وٽ نہ گهرائيندا هئا. هندو پنچائتون بہ حشر ۾ پڙيندڙن کي پاڻيءَ پيارڻ ۽ جڳهہ جڳهہ کهرن ورهائڻ جو بندوبست ڪنديون هيون. صفر پوئين اَربعہ (صفر مهيني جي پڇاڙيءَ واري ٻڌر ڏينهن) تي ماتم پورو ٿيندو هئو، تہ سنڌ ۾ هندو پڻ مسلمانن سان گڏ اِهو ڏينهن ملهائيندا هئا ۽ رستن تي

ڳڙ جي ڳتي، کهر، وغيره تيار ڪرائي عوام ۾ ورهائيندا هئا.

هڪ سنسڪرتيءَ جو ٻيءَ ويجهيءَ سنسڪرتيءَ تي اثر پوڻ لازمي آهي. ڀارت ۾ اچڻ بعد، گجرات ۽ مهاراشٽر ۾ رهندڙ ڪيترائي سنڌي هندو به گربا ناچ ۾ حصو وٺن ٿا ۽ ٻڌي ۾ گڻيش جي استاپنا ڪن ٿا. دهليءَ ۾ پنجابين جي اثر هيٺ، سنڌين جي شادين ۾ برات سان گڏ، زالون به رستي تي نچنديون هلنديون آهن، سنڌ ۾ ڇڄ ۾ مرد ته نچندا هئا، پر عورتون ڪڏهن به عام رستن تي ڇڄ ۾ ڪين نچنديون هيون.

حالتن پٽاندڙ ڪنهن سنسڪرتيءَ ۾ وقت به وقت ڪي قدر تبديل به ٿي ويندي آهي. سنڌ جي لوڪ ڪٿائن - عمر - مارئي، ليلا - چنيسر، مومل راڻو، سورٺ - راءِ ڏياچ، دودوچنيسر، سهڻي ميهار، نوري - ڄام تماچي، وغيره جا چرتر ته سنڌي هندن توڙي مسلمانن ۾ ساڳيءَ ريت سان مشهور آهن. پر جڏهن کان ونئي سنڌ ۾ سنڌيت جي لهر لڳي آهي، تڏهن کان ونئي سنڌي مسلمانن به راجا ڏاهرسين کي سنڌ جو لاثاني سورمو ڪري مڃڻ شروع ڪيو آهي. هاڻي هو محمد بن قاسم کي ڌارئي ملڪ مان اچي سنڌ تي حملو ڪندڙ ٿا ليکين، جنهن جو سنڌي وير ڏاهر بهادريءَ سان مقابلو ڪيو هئو. ساڳيءَ طرح، هوش محمد شيديءَ، شهيد بلاول ۽ سنڌ جي ٻين سپوتن کي به گهڻي فخر سان ياد ڪيو پيو وڃي.

ڀارت ۾ رهندڙن نوجوان پيڙهيءَ جي سنڌين لاءِ هاڻي سنڌي لوڪ - سنسڪرتيءَ جون ڪيتريون ئي خاصيتون اجنبي بڻجي ويون آهن. جنڊيءَ جا پينگها ۽ ڪاشيءَ جون سرون، سازن ۾ چنگ، بوڙيندو ۽ ڪينرو، ڪپڙن لٽن ۾ کيس، سوسيون، اجرڪون ۽ رليون، سنڌي پائيندن جون خاص پڳڙيون، عاملن جون مخمل جون گول ۽ ڊگهيون ميراٺيون ٽوپيون، کاڌن ۾ ڏاجورا، گيدوڙا، ليار، پُسي ۽ پڪا، - اِهي اهڙيون شيون آهن جن جي ڀارت جي سنڌي نوجوانن کي ڪابه ڄاڻ ڪانهي. ڪو وقت ايندو جو سنڌين جون خاص ريتيون - رسمون، ساٿ - سوڻ، ڏڻ - تيوهار، وغيره به نئين پيڙهيءَ جي سنڌين کي ياد نه رهندا. اِنهيءَ ڪري ضروري آهي ته سنڌي ڪلچرل سينٽر، اِنسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، وغيره جهڙيون سنسٿائون برپا ڪري، سنڌين جي لوڪ - ورثي کي سنجوئي محفوظ ڪيو وڃي، نه ته اهو وقت پري نه آهي، جڏهن ڀارت ۾ سنڌي سڀيتا ۽ سنسڪرتيءَ جون خاصيتون ڪنهن کي ياد به نه رهنديون

D-127, Viveк Vihar,
Delhi-110 095

# سنت ڪوي سامي

□ ڪرشن راهي

**شاعرن جي ٽمورتي:-**

شاهه - سچل - سامي، سنڌي شاعريءَ جي ٽمورتي ليکي ويندي آهي. آڳاٽي سنڌي شاعريءَ جو ذڪر ٿيندو آهي ته ٽنهي شاعرن جا نالا ازخود زبان تي اچي ويندا آهن ۽ ٽنهي جي شاعريءَ جي ڀيٽ به ڪئي ويندي آهي. درحقيقت، ڏٺو وڃي ته ٽنهي جي شاعريءَ ۾ هرو ڀرو ڪا هڪ جهڙائي ڪانهي. صحيح معني ۾ چئجي ته هو هڪ ٻئي جا هم - وقتي ڪوي به ڪونهن. شاهه جو جنم ١٦٨٩ع ۾ ٿيو ۽ ٦٣ ورهين جي عمر ۾، ١٧٥٢ع ۾ هن وفات ڪئي، تڏهن سچل جيڪو ١٧٣٩ع ۾ ڄائو تنهن جي عمر فقط ١٣ سال؛ ۽ سامي جيڪو ١٧٤٣ع ۾ ڄائو هو تنهن جي عمر صرف ٩ سال هئي! ظاهر آهي ته ١٣ سالن يا ٩ ورهين جي عمر ۾ انهن شاعري ڪانه شروع ڪئي هوندي! شعر جي لحاظ کان ڏسجي ته شاهه جي شاعري اُن دور جي شاعري آهي جيڪو سنڌي لوڪ ڪٿا وارتا جي زباني ساهت کان پوءِ جو دور سڏيو ويندو آهي. شاهه پنهنجي شاعريءَ ۾ پنهنجي وقت ۽ ماڻهن جي زندگيءَ ۽ سماج خواهه سندن جذبن ۽ اُمنگن جو ڀرپور ذڪر ۽ ڀرپور ورڻن ڪيو آهي. شاهه اِن ڪري سنڌيءَ جو اعلي عوامي شاعر آهي. سچل جي ڪلام ۾ فارسي علميت جو ڪافي اثر آهي. سنڌيءَ ۾ سرائڪيءَ کان سواءِ هن فارسيءَ ۾ به ڪلام ڪهيو آهي جيڪو ديوان آشڪارا جي نالي سان قلم بند ڪيل آهي. سنڌيءَ خواهه سرائڪيءَ ۾ چيل سندس ڪافي به اِن ڪري فارسي غزل کي وڌيڪ ويجهي آهي. پر سچل جي ڪلام جي خاص خوبي آهي اُن جي وجداني ڪيفيت ۽ اُن جو ٻي ڀاڪ لهجو، جنهنڪري هو سرمست سڏيو ويندو آهي. مذهبي ڪٽرتا جي خلاف سچل جوئي ڀهريون اعتراضي آواز آهي جيڪو ايڏو ته بلند ۽ ٻي ڀاڪ آهي جو ڄڻ للڪار ٿو لڳي. سچل اِن ڪري سنڌيءَ جو عظيم باغي شاعر آهي. شاهه ۽ سچل جي شاعريءَ کان ساميءَ جي ڪوتا علحدي آهي، جنهن کي ساهت ۾ سنت ڪاويه سڏيو ويندو آهي. سنت ڪاويه ۾ سنساري زندگيءَ يا ديهي دنيا جو ذڪر گهٽ ۽ آتمڪ، آڌياتمڪ، آتم گيان ۽ انتر درشن جو ورڻن وڌيڪ هوندو آهي. ساميءَ جي سڄي ڪوتا انهيءَ ئي رنگ ۾ رنگيل آهي. سامي اِن ڪري صحيح معني ۾ سنڌيءَ جو سنت ڪوي آهي ۽ سندس ڪوتا جي صحيح ڪٿ سنت ڪاويه ۾ ئي ڪري سگهجي ٿي.

**سنت ڪاويه ۽ ڀڳتي ڌارا:-**

ڀارت جي لڳ ڀڳ سڀني ٻولين ۾ سنت ڪاويه ملي ٿو. اِهو سنت ڪاويه مکيه طور ڀڳتي ڌارا جي ماتحت رچيو ويو آهي. ڀڳتي ڌارا ڏسجي ته هڪ عوامي هلچل هئي. ڌرم شاسترن ۽ آتما

پرماتما جي گيان تي سماج جي مٿئين ورگ وارن برهمڻ پنڊت ودوانن جو قبضو هو. اِهي جيڪو ارٿ ڪن، سمجهن ۽ سمجهائن، سوئي عام ماڻهوءَ کي قبول ڪرڻو هو. ڪرم مارگ جنهن تي خاص زور ڏنو ٿي ويو، اُن کي سمجهڻ ۽ اُن تي عمل ڪرڻ ماڻهوءَ لاءِ ڏکيو هو.

ڀڳتي ڌارا جو شروعاتي يا ڦهرياتي روپ ڏکڻ ڀارت جي تمل پرانت ۾ اڀريو. جتي سماج جي هيٺئين ورگ وارن مان آڙواڙ ڀڳتن جو هڪ گروهه اٿيو جنهن عام ماڻهوءَ کي آتمڪ گيان ۽ ايشور پراپتيءَ لاءِ ڀڳتي مارگ جو ڏس ڏنو ۽ پنهنجي اِشٽ ديو سان ڀڳتيءَ ذريعي سنمک ٿيڻ جو سولو طريقو اپنايو. هنن پنهنجا آڌياتمڪ اَنيو قلم بند بہ ڪيا جيڪي 'پربنڌم ' جي نالي سان سڏجڻ لڳا ۽ ڀڄن ڪيرتن ۾ ڳائجڻ لڳا. تمل ماڻهن وٽ اِنهن جي ويدن جهڙي مهما ۽ مڃتا رهي آهي. ڏکڻ ڀارت ۾ ڀڳتي ڌارا جو اهو سلسلو عيسوي ڇهين صديءَ کان نائين صديءَ تائين رهيو آهي.

مهاراشٽر ۾ ڀڳتي ڌارا، جيڪا يوگ - ڀڳتي ڌارا سڏجي ٿي، ٻارهين صديءَ ڌاري وارڪري سنتن وٽان آئي. جيئن آڙواڙ ڀڳتي ڀاوَ جي ڪري ڀڳت سڏيا ويا تيئن وارڪري بہ سادي، سٺي ۽ ڌرمي رهت جي ڪري سنت ڪوٺيا ويا. سنت گيانيشور پنهنجي يوگ ساڌنا ۽ آتم گيان سان اُن وقت جي هٺي جوڳين ۽ ايماني ڌرم - شاسترين کي عام ماڻهن جي اڳيان نيچو نوايو آهي. سندس امر رچنا گيانيشوري مرائي ماڻهن لاءِ گيتا جيتري اهميت رکي ٿي. ٻيا وارڪري سنت نامديو، ايڪناٿ ۽ تڪارام ٿيا، آهن جن جو پنهنجو عوامي اِشٽ ديو وٺل هو. پنڌرپور جو اهو وٺل جو مندر وڏو ڌرمي تيرٿ اِستان ليکيو ويندو آهي جتي سنت نامديو ۽ سنت تڪارام جا ڀڄن ۽ اڀنگ اڄ بہ شرڌا سان ڳاتا ويندا آهن.

اتر ڀارت ۾ اِها ڀڳتي ڌارا تيرهينءَ چوڏهينءَ صديءَ ڌاري آئي ۽ مکيہ طور ٽن روپن ۾ اُڀري. جائسي جنهن تي تصوف جو اثر هو تنهن جو پريم مارگ، ڪبير جنهن ساڌن جو سنگ ڪيو هو، اُن جو گيان مارگ ۽ تلسيداس، سورداس ۽ ميرا جو پريم - ڀڳتي مارگ. اِهو پريم - ڀڳتي مارگ نامديو ۽ تڪارام وارو ڀڳتي مارگ ئي هو. فقط اهو هو تہ نامديو ۽ تڪارام جو اِشٽ ديو وٺل هو ۽ تلسي، سُور ۽ ميرا جا اشٽ ديو رام ۽ ڪرشن هئا.

سنڌ ۾ اِها ڀڳتي ڌارا پندرهين سورهين صديءَ ۾ آئي. جتي اُن جو رنگ روپ ويتر وڌيڪ وٽندڙ ٿي پيو. سنڌ ۾ تصوف تہ گهڻو اڳہ اچي چڪو هو. اُن سان جو ويدانتي ويچار مليو تہ سنڌ جي سنت ڪاويہ جو روپ ئي انوپ ٿي پيو. هندن جو ڌرمي ويچار مسلمان شاعر وٽان اچڻ لڳو ۽ مسلمانن جو مذهبي گفتو هندو ڪويءَ وٽان اظهارجڻ لڳو. ٻن مثالن سان مان اها ڳالهہ چٽي ڪرڻ چاهيندس.

پهريون مثال -

لنگ ڪديائون لانگ، مونٽي ڪن نہ مسحوُ،
جا اِسلامان اڳي هئي، سا ٻڌائون ٻانگ،
سامي ڇڏي سانگ، گڏيا گورکناٿ کي.

هن بيت ۾ سمايل ويچار ۽ سامي لفظ جي استعمال مان لڳندو تہ اهو سامي[1] جو سلوڪ آهي. مگر حقيقت ۾ اهو شاهہ جو بيت آهي. اسلام کان اڳہ واري ڀانگہ سان شاهہ جو مطلب هنن جي 'اوم ' واري انادي شبد سان آهي جيڪو اسلام کان گھڻو اڳہ جو آهي.

ٻيو مثال -

موركن ميڙي ڪاڳر ڪوڙ ڪنا ڪيا ،
سامي لوڀ لهرنيا ، رهت بنا ويڙهي ،
عاشق چڙهيا اُڀ تي ، ورق سڀ ويڙهي ،
شهہ رڳہ کون نيڙي ، سُتهہ ڏسن سپرين.

هي[1] سلوڪ سامي[1] جو آهي. پر آخري سٽ ۾ آيل 'شهہ رڳہ کون نيڙي ' هندو نہ پر اسلامي حوالو آهي. حضرت محمد صاحب فرمايو هو تہ جيڪي اللهہ ۾ اعتقاد رکن ٿا ۽ سنا ڪم ڪن ٿا سي سڀ مونکي پنهنجي ڪنڌ جي شاهہ رڳہ کان بہ وڌيڪ ويجھا آهن.

## سامي ۽ سندس سلوڪ

سامي ١٧٤٣ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو ۽ ١٠٧ سالن جي عمر ۾ ١٨٥٠ع ۾ امرتسر ۾ گذاري ويو. واپاري ڪٽنب ۾ جنميو هو انڪري سندس ڪرت ڪار بہ ڏنڌو واپار هو. تن ڏينهن ڪپڙي جي واپار جي وڏي منڊي امرتسر ۾ هوندي هئي جنهن ڪري امرتسر سندس چڱو اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. ننڍي کان ڌرمي ڳالهين ڏانهن لاڙو هوس. سوامي مينگھراج جهڙي سڌ پرش سان سنگہ ٿيس تہ ڪيس پنهنجو گرو ڪيائين ۽ شرڌا وچان سندس نالي ئي سلوڪ چيائين. ڏنڌي واپار ۾ ڪيئي ڪوڙ ڳالهائڻا پون ٿا. سياويڪ، سامي[1] جهڙي ڌارمڪ من ورتي[1] واري شخص جو من اُچاٽيو هوندو. جيئن پاڻ چوي ٿو :

ورلو ڪو واپاري، سودو ڪري سچ جو.

امرتسر ايندي ويندي، اُن پوتر ڌرمي تيرٿ استان تي هن جيڪا من جي شانتي ۽ آتمڪ پريرڻا پاتي هوندي، ان مان ڪيس ائين لڳو هوندو تہ هو ڪوڙ ڪپٽ ۽ مايا مٺيا ۾ پلجي پنڪي، پنهنجو وقت وڃائي ۽ خاص خزانو ڪوهي رهيو آهي. جيئن چوي ٿو :

پلي هن بندي، خاص خزانو ڪوهيو ،
ڪٺي وڃائين پاڻ کي ڏکي منجهہ ڏنڌي ،

ڏنڌي واپار مان تہ سندس من ڪڏو ٿيو ئي هوندو ، پر سادن سنتن جي سنگت صحبت ڪندي گرهستي جيون مان بہ سندس چاهہ ۽ موهہ گھٽجندو ويو هوندو. پر پوءِ بہ هن گرهست تياڳي، ويراڳي ٿي سنياس نہ ڌاريو جيئن ڪي ٻيا ڪندا هئا ۽ پنهنجا ٻار ٻچا رولي ويندا هئا. هن اهو وچون وهہ ورتو جو سادُ سنگت ڪيائين ۽ گرهستي جيون بہ گھاريائين. البت ائين جيئن پاڻ چوي

ٿو :

نڪي ورڪت ٿي، نڪي ڳپ گرهست ۾

چاليهن ٻائيتاليهن ورهين جي عمر ۾ ڪنهن ڪامل پرش ڪيس چيو ته امرتسر ۾ سندس پُٽ پڌري ٿيندي، يعني ڪيس سنتان جي پراپتي ٿيندي. امرتسر سان سندس روحاني ناتو ته اڳي ۾ ئي هو. شايد اولاد جي اڀلاکا ڪري به هو ڌرمپتنيءَ سميت سنڌ ڇڏي، اچي امرتسر ۾ ٽانئيڪر ٿيو. چون ٿا ته اُتي اُسي سالن جي ڄمار ۾ ڪيس پٽ ڄائو. پر اها ڳالهه وسهڻ جهڙي نه ٿي لڳي. ٿي سگهي ٿو ته اهو سندس گود ۾ ورتل پٽ هجي.

سامي سنڌ ڇڏي وڃڻ ڪانپوءِ، ڏسجي ٿو ته امرتسر ۾ ئي رهيو آهي. سندس عمر جي ١٠٧ سالن واري وڏي عرصي ۾ سنڌ جي سياسي خواهه سماجي حالتن ۾ ڪافي بدل سدل، لاها چاڙها رهيا آهن. سندس عمر جا پهريان ڪجهه سال ڪلهوڙن جي صاحبي، وچ وارا ورهيه ميرن ۽ ٽالپرن جي حڪومت ۽ پڇاڙيءَ جي سلوڪن ۾ ان سمي جي اٿل پٿل ۽ ماڻهن جي زندگيءَ جو ڪوئي ذڪر نه ٿو ملي. ان جا به سبب ٿي سگهن ٿا. هڪ جيئن اڳي ۾ ئي چيو ويو آهي ته سنت ڪاويه ۾ سنساري ذڪر گهٽ ۽ آتمڪ ويچار وڌيڪ رهندو آهي. ٻيو ڪارڻ اهو ٿي سگهي ٿو ته ساميءَ پنهنجي عمر جا پهريان ٤٠ - ٤٥ سال ئي سنڌ ۾ رهيو. باقي ٦٠ - ٦٢ سال هو سنڌ کان ٻاهر امرتسر ۾ ئي رهيو آهي. لحاظا اُها زندگي جيڪا هن پهرين ٤٠ - ٤٥ ورهين ۾ ڏٺي اُن جو تمام ٿورو ذڪر ئي سهي، سندس ڪوتا ۾ ملي ٿو. پر پوين ٦٠ - ٦٢ سال جيڪي هن سنڌ ۾ گهاريا ئي نه آهن ۽ اها زندگي جيڪا هن ڏٺي ئي ڪانه، ته اُن جو ذڪر سندس ڪاويه ۾ ڪيئن ملندو ؟

. ساميءَ جي سلوڪن جو سارانش ويدانت آهي، جنهن جو ست سار اِهو آهي ته انساني جيو برهم جوئي روپ آهي پر اگيان جي ڪري سنسار روپي مايا کي ست سمجهي ويٺو آهي ۽ اُن ۾ ڪام ڪروڌ لوڀ، موهه ۽ اهنڪار جي پنجن ويري وڪارن سان الجهيو پيو آهي. گروءَ جي گيان ۽ مارگه درشن سان اگيان ۽ اوديا جو انڌيرو ۽ مونجهارو دور ٿين ٿا ۽ جيو سدا لاءِ برهم سان ملي هڪ ٿي ٿو وڃي.

ويدانت جو اهو مختصر سار چوڻ ۾ جيترو سولو آهي، سمجهڻ سمجهائڻ ۽ هنڊائڻ ۾ ايترو سرل نه آهي. ڇو ته ويدانت ڪو ڌرمي مت ناهي، بلڪ جيون جيئڻ جو هڪ طور طريقو آهي. ان کي اهو ئي صحيح سمجهي سمجهائي سگهي ٿو جنهن ان کي هنڊائي پنهنجي جيون جو حصو ڪري ڇڏيو هجي. ساميءَ نه صرف ويدانت چڱيءَ طرح سمجهيو هو پر هنڊايو به هو. تڏهن ئي ته هو هڪ ئي سلوڪ ۾ ويدانت جو سچو سار هڙي سرل ۽ سهڻي نموني ڏيئي سگهيو آهي.

مايا ڀُلائي، وڏو جيءُ ڀرم ۾،

اڻ هوندي درياهه ۾ غوطا نِت کائي،

سامي ڏسي ڪين ڪي، منهن مڙهي¹ ڀائي،
ستگر جاڳائي تہ جاڳي جُڙي ڀاڻ سان.

سامي¹ جي سلوڪن ۾ زندگي¹ جو ذڪر ڀلي نہ هجي پر ويدانتي ويچار جا ڀن ڀن پرڪار آهن. مايا، اوديا، مورکہ، اگياني، گرو، گرمکہ، ونراڳہ، جپ تپ، ڀڳتي ۽ آتم گيان. ويدانت جي هر انش کي وشيہ بڻائي ان تي انيڪ سلوڪ چئي، هُن الڳہ الڳہ پهلوئن کان ويدانتي ويچار بابت گيان کي هڪ قسم جي گونا گونيت بخشي آهي، جنهن جو مثال سنڌي¹ کان سوا¹ ٻي ڪنهن ٻولي¹ ۾ شايد ئي ملندو.

B-12, Lokumal Apartment, Mahatany Park, Chembur, Bombay 400 071

# سَچلُ سَرمستُ

## □ سرڳواسي تيرٿ سپائي.

سچل اناالحق (مان حق آهيان) جو نعرو بلند ڪيو، تنهنجو سنسڪرت ۾ ثاني سخن آهي، "اهم برهم اسمي" يعني مان برهم (ايشور) آهيان. برهم گيان يا برهم وديا کي تصوف جي ٻولي¹ ۾ معرفت ٿو چئجي، يعني حقيقي ڄاڻ. صوفي خدا کي مطلق جمال مطلق خير ۽ مطلق خير مطلق حق ٿا چون. سنسڪرت ۾ "شِوم، ستيم، سندرم" ٿا چون. انگريزي¹ ۾ (ABSOLUTE BEAUTY, ABSOLUTE GOOD, ABSOLUTE TRUTH) ٿا چون.

سچل کي "سر مست" انهي¹ ڪري سڏيندا آهن جو هو هميشہ وجد ۽ حال (مستي¹) واري حالت ۾ مستغرق هوندو هو، پاڻ درازا ۾ جائو هو، جنهن کي صدق وچان سندس مقصد مستغرقا "در راز" يعني راز جو در سڏيندا هئا. سچل کي سندس طالب 'حافظ درازي' سڏيندا هئا. سندس ڪلا ۾ حافظ جي شعر واري مستي ۽ منصور جي عشق واري مخموري آهي. هو پاڻ کي آخر زمان جو منصور ٿو سڏي ۽ ور ور ڪري "انا الحق" جو نعرو ٿو هڻي.

"وجد وحدتَ جو سدا خاصو تنهين خمار هو،
مرد سو منصور وانگر، عشق جو اوتار هو."

سچل جو مرشد سندس چاچو اعبدالحق هو. مرشد وٽان ئي ڪيس "اناالحق" چوڻ جو آديش مليو.

" ستگر سچ سڻايو، سچا تون سلطان،

تنهنجو شاهي شان، ٻولي ٻانهپ ناهه ڪا.
عاشق اناالحق، آکيو پيو آکيج
هادي عبدالحق، حرف هدايت هي چيو."

ڪن جو چوڻ آهي تہ سچل "انا الحق" جو نعرو هڻي، خدا هجڻ جي دعويٰ ڪين ڪئي، پر پنهنجي وجود کي "الحق" ڪوٺيو. يعني تہ مان حق جو وجود آهيان. سچل چيو آهي :

"عشقون ٿي انسان، آيو سيلاني سٽر تي،
صورت ۾ آدم جي، آدم دم مهمان
سچا ! تون سلطان، ستگر سچ سڻايو"

وري چيو اٿس :

"پاڻ پنهنجو پاڻهين، صورت منجهہ سڃاڻ،
اللهہ اللهہ ڇو چوين، پاڻ ئي اللهہ ڄاڻ،
تون ئي ٻڌندڙ، تون ئي ڏسندڙ، شاهد آ قرآن،
ناهي شڪ گمان، سچوُ سائين هيڪڙو."

"سچو سائين هيڪڙو، ناهي شڪ گمان"

"آهيان مان اسرار، جيڏيون مونکي ڪير ٿيون ڀانيو،
نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار."

سچل صرف پاڻ کي شهنشاهہ نہ ٿو سڏي، پر هر انسان کي حق سمجهڻ جو شرف ٿو ڏئي. سچل جي هڪ سٽ "اللهہ اللهہ ڇو چوين، پاڻ ئي اللهہ ڄاڻ." مان پرسڌ آهي تہ سچل ويدانت، تصوف ۽ شاهہ عبداللطيف جي ڪلامن مان متاثر ٿيو ۽ دعويٰ ڪري ٿو ! "مان حق آهيان !"

ويدانت چوي ٿو تہ هي[4] سارو سنسار مايا آهي. هرهڪ جيو ۾ آتما براجمان آهي. جيو، آتما ۽ پرماتما ساڳي ڳالهہ آهي. ويدانتي چون ٿا تہ سالڪ جڏهن انتم اوسٿا ۾ اچي ٿو، تڏهن چوي ٿو ! "اهم برهم اسمي"، صوفي چون ٿا تہ طالب جڏهن آخرين منزل تي رسي ٿو تہ چوي ٿو "انا الحق." آئہ حق آهيان.

"هم اواست"

تصوف جو خاص عقيدو ۽ اُصول آهي تہ انسانن جا روح خدائي روح جا جزا آهن. اُهي جُزا آخر موٽي وڃي روح ڪُل يعني حق ۾ "گڏبا." تصوف چوي ٿو تہ جملي عالم بہ اُنجو نوُر آهي،

سامي ڏسي ڪين ڪي، منهن مڙهي پائي،
ستگر جاڳائي تہ جاڳي جُڙي پاڻ سان.

ساميءَ جي سلوڪن ۾ زندگيءَ جو ذڪر پلي نہ هجي پر ويدانتي ويچار جا پِن پرڪار آهن. مايا، اوديا، موورڪ، اگياني، گرو، گرمک، وئراڳي، جپ تپ، ڀڳتي ۽ آتم گيان. ويدانت جي هر انش کي وشيہ بڻائي ان تي انيڪ سلوڪ چئي، هُن الڳ الڳ پهلوئن کان ويدانتي ويچار بابت گيان کي هڪ قسم جي گونا گونيت بخشي آهي، جنهن جو مثال سنڌيءَ کان سواءِ ٻي ڪنهن ٻوليءَ ۾ شايد ئي ملندو.

B-12 Lokumal Apartment, Mahatany Park, Chembur, Bombay 400 071

# سَچلُ سَرمست

## □ سرڳواسي تيرٿ سپائي.

سچل اناالحق (مان حق آهيان) جو نعرو بلند ڪيو، تنهنجو سنسڪرت ۾ ثاني سخن آهي، "اهم برهم اسمي" يعني مان برهم (ايشور) آهيان. برهم گيان يا برهم وديا کي تصوف جي ٻوليءَ ۾ معرفت ٿو چئجي، يعني حقيقي ڄاڻ. صوفي خدا کي مطلق جمال مطلق خير ۽ مطلق خير مطلق حق ٿا چون. سنسڪرت ۾ "شِوم، ستيم، سندرم" ٿا چون. انگريزيءَ ۾ (ABSOLUTE BEAUTY, ABSOLUTE GOOD, ABSOLUTE TRUTH) ٿا چون.

سچل کي "سر مست" انهيءَ ڪري سڏيندا آهن جو هو هميشہ وجد ۽ حال (مستيءَ) واري حالت ۾ مستغرق هوندو هو، پاڻ درازا ۾ جائو هو، جنهن کي صدق وچان سندس مقصد مستغرقا "در راز" يعني راز جو در سڏيندا هئا. سچل کي سندس طالب 'حافظ درازي" سڏيندا هئا. سندس ڪلا ۾ حافظ جي شعر واري مستي ۽ منصور جي عشق واري مخموري آهي. هو پاڻ کي آخر زمان جو منصور ٿو سڏي ۽ ور ور ڪري "انا الحق" جو نعرو ٿو هڻي.

"وحد وحدت جو سدا خاصو تنهين خمار هو،
مرد سو منصور وانگر، عشق جو اوتار هو."

سچل جو مرشد سندس چاچو اعبدالحق هو. مرشد وٽان ئي کيس "اناالحق" چوڻ جو آديش مليو.

" ستگر سچ سڻايو، سچا تون سلطان،

تنهنجو شاهي شان، ٻولي ٻانهپ ناهه ڪا،
عاشق اناالحق، آکيو پيو آکيج
هادي عبدالحق، حرف هدايت هي چيو."

ڪن جو چوڻ آهي تہ سچل "انا الحق" جو نعرو هڻي، خدا هجڻ جي دعويٰ ڪين ڪئي، پر پنهنجي وجود کي "الحق" ڪوٺيو. يعني تہ مان حق جو وجود آهيان. سچل چيو آهي :

"عشقون ٿي انسان، آيو سيلاني سِر تي،
صورت ۾ آدم جي، آدم دم مهمان
سچا ! تون سلطان، سنگر سچ سٽايو"

وري چيو اٿس :

"پاڻ پنهنجو پاڻهين، صورت منجهہ سڄاڻ،
اللهہ اللهہ ڇو چوين، پاڻ ئي اللهہ جاڻ،
تون ئي ٻڌندڙ، تون ئي ڏسندڙ، شاهد آ قرآن،
ناهي شڪ گمان، سچوُ سائين هيڪڙو."

"سچو سائين هيڪڙو، ناهي شڪ گمان"

"آهيان مان اسرار، جيڏيون مونکي ڪير ٿيون ڀانيو،
نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار."

سچل صرف پاڻ کي شهنشاهہ نہ ٿو سڏي، پر هر انسان کي حق سمجهڻ جو شرف ٿو ڏئي. سچل جي هڪ سٽ "اللهہ اللهہ ڇو چوين، پاڻ ئي اللهہ جاڻ." مان پرسڌ آهي تہ سچل ويدانت، تصوف ۽ شاهہ عبداللطيف جي ڪلامن مان متاثر ٿيو ۽ دعويٰ ڪري ٿو ! "مان حق آهيان !"

ويدانت چوي ٿو تہ هيءُ سارو سنسار مايا آهي. هرهڪ جيو ۾ آتما براجمان آهي. جيو، آتما ۽ پرماتما ساڳي ڳالهہ آهي. ويدانتي چون ٿا تہ سالڪ جڏهن انتم اوسٿا ۾ اچي ٿو، تڏهن چوي ٿو ! "اهم برهم اسمِي"، صوفي چون ٿا تہ طالب جڏهن آخرين منزل تي رسي ٿو تہ چوي ٿو "انا الحق." آئہ حق آهيان.

"هم اواست"

تصوف جو خاص عقيدو ۽ اُصول آهي تہ انسانن جا روح خدائي روح جا جزا آهن. اهي جُزا آخر موٽي وڃي روح ڪُل يعني حق ۾ "گڏبا." تصوف چوي ٿو تہ جملي عالم بہ اُنجو نوُر آهي،

سامي ڏسي ڪين ڪي، منهن مڙهي پائي،
ستگر جاڳائي تہ جاڳي جڙي پاڻ سان.

سامي جي سلوڪن ۾ زندگي جو ذڪر پلي تہ هجي پر ويدانتي ويچار جا پڻ پرڪار آهن. مايا، اوديا، موروڪ، اگياني، گرو، گرمڪ، ونراڳ، جپ تپ، ڀڳتي ۽ آتم گيان. ويدانت جي هر انش کي وشيہ بڻائي ان تي انيڪ سلوڪ چئي، هُن الڳ الڳ پهلوئن کان ويدانتي ويچار بابت گيان کي هڪ قسم جي گوناگونيت بخشي آهي، جنهن جو مثال سنڌي کان سوا ٻي ڪنهن ٻولي ۾ شايد ئي ملندو.

B-12, Lokumal Apartment, Mahatany Park, Chembur, Bombay 400 071

# سَچلُ سَرمست

## □ سرڳواسي تيرٿ سڀائي.

سچل اناالحق (مان حق آهيان) جو نعرو بلند ڪيو، تنهنجو سنسڪرت ۾ ثاني سخن آهي، "اهم برهم اسمي" يعني مان برهم (ايشور) آهيان. برهم گيان يا برهم وديا کي تصوف جي ٻولي ۾ معرفت ٿو چئجي، يعني حقيقي ڄاڻ. صوفي خدا کي مطلق جمال مطلق خير ۽ مطلق خير مطلق حق ٿا چون. سنسڪرت ۾ "شِوم، ستيم، سندرم" ٿا چون. انگريزي ۾ (ABSOLUTE BEAUTY, ABSOLUTE GOOD, ABSOLUTE TRUTH) ٿا چون.

سچل کي "سر مست" انهي ڪري سڏيندا آهن جو هو هميشه وجد ۽ حال (مستي) واري حالت ۾ مستغرق هوندو هو، پاڻ درازا ۾ ڄائو هو، جنهن کي صدق وچان سنڌس مقصد مستغرقا "در راز" يعني راز جو در سڏيندا هئا. سچل کي سنڌس طالب 'حافظ درازي' سڏيندا هئا. سنڌس ڪلام ۾ حافظ جي شعر واري مستي ۽ منصور جي عشق واري مخموري آهي. هو پاڻ کي آخر زمان جو منصور ٿو سڏي ۽ ور ور ڪري "انا الحق" جو نعرو ٿو هڻي.

"وجد وحدت جو سدا خاصر تنهين خمار هو،
مرد سو منصور وانگر، عشق جو اوتار هو."

سچل جو مرشد سنڌس چاچو اعبدالحق هو. مرشد وٽان ئي کيس "اناالحق" چوڻ جو آديش مليو.

" ستگر سچ سڻايو، سچا تون سلطان،

تنهنجو شاهي شان، ٻولي ٻانهپ ناهہ ڪا،
عاشق اناالحق، آکيو پيو آکيج
هادي عبدالحق، حرف هدايت هي چيو."

ڪن جو چوڻ آهي تہ سچل "انا الحق" جو نعرو هڻي، خدا هجڻ جي دعويٰ ڪين ڪئي، پر پنهنجي وجود کي "الحق" ڪوٺيو. يعني تہ مان حق جو وجود آهيان. سچل چيو آهي :

"عشقون ٿي انسان، آيو سيلاني سٺر تي،
صورت ۾ آدم جي، آدم دم مهمان
سچا ! تون سلطان، ستگر سچ سڻايو"

وري چيو اٿس :

"پاڻ پنهنجو پاڻهين، صورت منجهہ سڃاڻ،
اللهہ اللهہ ڇو چوين، پاڻ ئي اللهہ ڄاڻ،
تون ئي ٻڌندڙ، تون ئي ڏسندڙ، شاهد آ قرآن،
ناهي شڪ گمان، سچوُ سائين هيڪڙو."

"سچو سائين هيڪڙو، ناهي شڪ گمان"

"آهيان مان اسرار، جيڏيون مونکي ڪير ٿيون ڀانيو،
نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار."

سچل صرف پاڻ کي شهنشاهہ نہ ٿو سڏي، پر هر انسان کي حق سمجهڻ جو شرف ٿو ڏئي. سچل جي هڪ سٽ "اللهہ اللهہ ڇو چوين، پاڻ ئي اللهہ ڄاڻ." مان پرسڌ آهي تہ سچل ويدانت، تصوف ۽ شاهہ عبداللطيف جي ڪلامن مان متاثر ٿيو ۽ دعويٰ ڪري ٿو ! "مان حق آهيان !"

ويدانت چوي ٿو تہ هي[1] سارو سنسار مايا آهي. هرهڪ جيو ۾ آتما براجمان آهي. جيو، آتما ۽ پرماتما ساڳي ڳالهہ آهي. ويدانتي چون ٿا تہ سالڪ جڏهن انتم اوسٿا ۾ اچي ٿو، تڏهن چوي ٿو ! "اهم برهم اسمي"، صوفي چون ٿا تہ طالب جڏهن آخرين منزل تي رسي ٿو تہ چوي ٿو "انا الحق." آءٌ حق آهيان.

"هم اواست"

تصوف جو خاص عقيدو ۽ اُصول آهي تہ انسانن جا روح خدائي روح جا جزا آهن. اهي جُزا آخر موٽي وڃي روح ڪُل يعني حق ۾ "گڏبا." تصوف چوي ٿو تہ جملي عالم بہ اُنجو نوُر آهي،

انجو ئي ظهور آهي. سڀ صورتون دلبر جو ديدار ۽ جلوو ٿيون پسائين. سچل بہ چيو آهي :
"اسين ساڳي خود آهيون، عام چوي ائين ناهي."

"صحيح سڄائج سري، خود آهين وي خدائي.
جا ڏي ويکان تاڏي ماهي، ذات صفات سڄوُ هڪائي"

"سڀ ڪنهن صورت ۾ سپرين، سرتيون ساري ڳالهہ سليائون."

"صورت سڀ سلطان، پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو."

سچل کي اهو احساس هو تہ آتما (روح) جو سندس اندر ۾ واسو هو ۽ شاهہ عبداللطيف جي ڪلامن بہ هنکي متاثر ڪيو، تہ حق تنهنجي اندر ۾ آهي.

"وحين ڇو وڻڪار ؟ هت نہ ڳولهين هوت کي،
لکو ڪين، لطيف چئي، ٻاروچو ٻرءِ پار،
ناٿي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست حو"

سچل پڻ چيو آهي :-

"ووريان ڇو وڻڪار، جيڏيون آهي جي وا ۾،
صحيح سڃاتم سرتيون، دل ۾ آهي دلدار،
ناحق وندر ڇو وجان، ياڪر ۾ آهي يتار،

شاهہ صاحب چيو آهي :-

"پاڻيءِ مٿي جهوپڙا، مورکہ اُڄ مرن،
ساهان اوڏو سپرين، لوچي تان نہ لهن،
دم نہ سڃاڻن، دانهون ڪن مُٺن جيئن.

سچل چيو آهي :

ساون اوڏو سپرين، ڪوهہ پچان پيو پار.

سامي چوي ٿو :

پري نهارڻ پرينءِ کي، هي جٽن سندو ڇاڻ
سائين توهين ساڻ، راتيون ڏينهن روحل چوي :

سچل بہ هڪ هنڌ چيو آهي : طالب ڪي مرشد کان اهوئي معلوم ٿئي ٿو تہ جيڪي ڏسجي پيو ، سو مڙيوئي حق آهي. طالب ڪي هر دم جي حال ۾ رهڻ گهرجي. "انا الحق" چوڻ جڳائي.
ٻئي هنڌ چيو اٿس :

هي سڀ حسن جمال اسانجو جنهن ۾ پاڻ پياسين ،
ڏوهہ ثواب کان آجا ٿي ، پوءِ سچل ٻيا ٿياسين.

عجب تہ اسانجو جسم ئي خدا جو محل آهي. پوءِ بہ اسين وتون سندس جستجو ڪندا. اهو هڪ اهڙو عجب آهي ، جهڙو خدا خدا کي ڳولهي.

جيئن سج آهي پريشان ، سوئي ڳولهي سج کي ،
مڇلي جيئن آب سان ، آب پهچي طغيان ( چوليون )
تارو پڇي نجم ( تارو ) کي ، شاهہ ڳولي سلطان ،
هو مڙيو ئي پاڻ ٿيو ، ڪير ٿيا حيران.
سچوءَ جي صفت ۾ ، اهو باريءَ ڪيو بيان

مذهب جي ٻنڌن کان آجو

سچل مذهب جي ٻنڌن کان پاڪي آجو رکيو ۽ ظاهري مذهبي رسمن ۽ رواجن کي اهميت ڪين ڏنائين. چيواٿس :

"ڏسو عشق جو اِنصاف ، سيئي مذهب ڪيائين معاف.
مڪي وڃڻ ڪيهو ، تن اندر طواف."

سچل جي خيال موجب مذهبن ۽ ڌرمن جي ڪري ئي غلط فهميون ۽ مونجهارا پيدا ٿيا آهن.

"مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا ،
اوڏا ڪين آيا ، عقل وارا عشق کي"

آهي سڀ خدائي خدا ، پوءِ ڪير ٿو ڪنهن سان اٽيٽ ڪري.
سچل رام رحيم هڪ ڪري سمجهندو هو. صوفي لاءِ صوفي هو. چيو اٿس
"جوئي آهيان ، سوئي آهيان ، هندو مومن ناهيان
نامِڻ سُني ، نامئن شيعا ، سڀ ڪين سڏايان.

نڪا مسجد تڪيو ، نڪو ٺڪاڻو
تاتي ٿئين ٿاڻو جاتي "مون" "تون" ناهه ڪا
مذهب مور نہ مڃيان ، مان مشري منجهہ مدام."

ان جو اهو مطلب نہ آهي، تہ سچل اسلام کان منڪر هو. صاف اکرن ۾ چيو اٿس :
پنج ٿي وقت نماز پڙهہ ، تون سر نچائي چوءِ ڪلام.

هو صحيح معني ۾ مسلمان هو ، نہ فقط نالي ۾. اسلام جنهن جو مطلب آهي حق کي تسليم ڪرڻ ۽ رضا تي راضي رهڻ. ان جو هو پورو پورو پيروي ڪندو هو. هنجو عقيدو هو تہ مذهب آهي اللهہ سان هيڪڙائي حاصل ڪرڻ جو وسيلو. پاڪ پروردگار کي رسڻ جي راهہ. انسان ذات بلڪ ڪائنات ان خالق جي اُپايل آهي.

"الف مون آدم ٿيو ، ڪري هنگامو هُل ،
هندو مومن سو ٿيو ، ڀول نہ ڀئي ڪنهن ڀل"

انڪري ڀيد ڀاوَ ، وير وروڌ وڌيا جهيڙو جهڳڙو ڇا جو.
"تو براءِ وصل ڪردن اميدي ،
نيا براءِ فصل ڪرون امدي.

تون ميلاپ لاءِ آيو آهين ۽ نہ جدا ڪرڻ لاءِ
"ڪي مذهب من مون ، ساجهر ساڻ سويل ،
هندو مومن سان ملي ، محبت جا ڪر ميل ،
متان ٿئي اويل ، اولهہ سج نہ الهي ،
شاهہ عبداللطيف بہ چيو آهي :
"روزا نمازون ، اي پڻ چڱو ڪم ،
اوَ ڪو ٻيو فهم ، جنهن سان پسجي پرينءَ کي

سچل سائينءَ واڪي رواجي طور مذهبن جي خلاف سمجهيو ويندو آهي. پر اها اڻچاڻائي آهي. سندس ڪلام ۾ ڪٿي بہ مذهب جي مخالفت جو ڪو بہ اشارو ڪونہ ٿو ملي. بلاشڪ هن مذهب جي غلط روايتن ۽ تعصب کي ننديو آهي. هن ان ڳالهہ تي زور ڏنو آهي تہ مذهب يا ڌرم جو صحيح روح انسانيت آهي. ٽيم مُلا ، ٽيم پنڊت ٿي آهن ، جن پنهنجي پيٽ پوڄا ۽ مطلب خاطر چرخي کي الٽو ڦيرو ڏيئي ڪٿي دنيا کي گمراهہ ۽ پريشان ڪيو آهي.

## هندڪي ٻوليءَ ۾ ڳيان

سچل روحاني ڳيان هندڪي ٻولي ۾ ديوتائن جي روپ ۾ به ڏنو آهي، اها سندس بي تعصبيءَ جي جبري شاهدي آهي.

"پوڄاريءَ جي پارکو ، مهاديو تن من.
ڳونگا ڳم رهن ، ٻڌن ڏسن ڪين ڪي."
پورب سندا پير لاهوتي ڪٿي ويا."

ڳر ناري ڳنپير سچا ڳم ڳر ڳيان ۾.
جاڏي پورب پنڌ تاڏي آئـ نـ وڃٹو
هي هنن جو هنڌ ، منهنجو پنڌ هنگلاج ۾

## سچل جو دور -

سچل سائينءَ جي دور ۾ سياسي ڇڪتاڻ اڳري روپ ۾ نمايان هئي. خاص طور نادر شاهہ جي رتو ڇاڻ ، لٽ مار ، ۽ ساليانو ڏن ڇُڪائڻ وارو ڍنگہ مغلن جي هستيءَ کي نيست نابود ڪري ڇڏيو هو. سنڌ ۾ بہ ٽالپرن ۽ ڪلهوڙن وچ ۾ ڇڪتاڻ هئي. سرحدن تي سلامتي نہ هئڻ سبب ڌارين جو مکو مُتل هو. هندستان وانگر سنڌواسين کي بہ فرنگين جو خطرو هو. سندن جاسوس سنڌ ۾ بہ پکڙيل هئا. ان ڏانهن اشارو ڪندي سچل سائين هڪ بيت ۾ چيو آهي:

اولهہ سج نہ اُلهي ، متان ٿئي اوير ،
ميڙي ويندءِ مغربي ، تاريڪيءَ ۾ تير ،
ڇڏي ويندءِ ڇپرين ، ڍونڍين سندا ڍير ،
مري ڏين تا مام ۾ ، ماتيڪي متير ،
وُجهہ اٿيئي وجهہ پاڻ ۾ هيڪڙائيءَ جي هير
ناسي دي ناخير ، نپٽ پوءِ نابود ڪر.

## روحاني راهہ

روحاني راهہ يعني آتمڪ مارگہ تہ نهايت ئي اوکو آهي. ان تي چڙهندي جي مرن ٿا ، تن جو نصيب اعلي آهہ.

"جي تون مارگہ تي مرين وڏا طالع (بخت) تو
سانول (جانب) ساڳيو سو ، متان تون هٿ مڙهي ،

"پريان سندي پار ڏي، پنڌ عجائب آهي
گهوريُ سرگهماءِ، متي در دوست جي
مارڳ مران مثال، دعا ڪريجو جيڏيون.
هوت هوڙي حال، مانَ مٿان مون هٿ ٿني.

گيتا ۾ چيل آهي ته آتمڪ ديس ۾ وچتر وايو منڊل آهي. جنهن جو وستار انساني ٻوليءَ ۾ ڪري نه ٿو سگهجي. اتي رڳو ايشوري جوت آهي. هن سنسار جو شور شغل اتي ڪانهي. نڪو راڳ، روپ، نڪو صورت.

سچل به ساڳيو ئي ذڪر ڪيو آهي :-

نڪا صورت اُتهين، نڪا تار تنوار،
نڪو ڏسڻ وارو، نڪا سُرت سنيار،
لٿا شور شمار همرهه (سڀ) حق ٿيو.

## خُود شناسي ۽ پنڌ ٽوڙڻ.

سچل جو سارو ڪلام خود شناسي يعني پاڻ سڃاڻڻ جي خيال سان سرمشار آهي. اِنسان پاڻ سلطان آهي ۽ سحدي حي لائق، جو ته پاڻ ئي خالق آهي. خدا انسان جي روپ ۾ پنهنجو تماشو پاڻ پسڻ آيو آهي.

"عشقون تي انسان، آيو سيلاني سير تي،
صورت ۾ آدم جي، آدم دم مهمان
سچا ! تون سلطان، ستگر سچ سڻايو."

اسين خيالن جي قيد ۾ جڪڙيا پيا آهيون. انسان کي اهي زنجير ٽوڙڻ گهرجن. پوءِ هو پنهنجو شان سڃاڻندو. اسانجي مشڪلات اها آهي ته جڏهن به روحاني فڪر ۾ يا عبادت ۾ ويهون ٿا، تڏهن اسانکي نفاق وارو خيال پيو ستائي.

"جڏهن ويهين فڪر ۾ خاصو ڪري خيال
تڏهن فرق وارا في الحال بند ٻڌنئي وچ ۾."
هتي ٻاهرين پاڪيزگي نه گهرجي، پر روحاني خمار.

## مڪيه ارمان

سچل هميشه فڪر ۾ نظر ايندو هو ۽ اُداس لڳندو هو. اهوئي ارمان هوندو هوس ته سلطان

مان ڦري ڪيئن غلام ٿي آيو آهيان.

"اٿم اهو اَرمان، ڇا منجهان هت ڇا ٿي آيس
چاڪر ٿيس نہ ڄاڻان ڇا ڪان، صحيح هوس سلطان.
شاهي هُيمُ شان، دلبر پنهنجي ديس ۾،
سچل آيس اوچتو، ڪٺي سورن جو سامان،
ڇا منجهارون ڇا ٿي آيس، اهو اٿم ارمان،
حيرت ۾ حيران، مونکي هير هتي ڪيو."

سچل بہ شاهہ وانگر سسئي، مومل، نوري ليلا، ماروئي، ٻيجل جا مثال ڪنيا آهن - وڏيڪ هير
رانجهو[4] جو قصو ڪنيو اٿس. مڙيني هنن مان روحاني معنائون ڪڍيون اٿس

سسئي :
پنهون پنهون ٿي ڪريان، آئـ پڻ پنهون پاڻ،
اديون ! ٿيس اَڄاڻ، ڇو ڪين پروڙيم پاڻ کي
پاڻ ئي پنهل آهيان، ڄاڻو ڪونہ پيو.
ظاهر منهنجي ذات کي، ڪيچين پاڻ ڪيو
سچل سارو سچ ٿيو. وڇوڙو ورهہ ويو

نوري :
راجا راضي ٿيو تہ مهاڻا سڀ امير ٿي پيا.
ڏٺي بہ جن تي راضي ٿئي تنهن کي نوازي
ڇوليون جنهن ڇٽ هيون، اڄ ٿيون لاهين لانو[4]،
جتيون جڙائو، پايو وتن پير ۾.،
ٻيجل :
لوکن لک نہ ڪائي، سالڪ کي سمجهي،
راجا کي رمزن، چارڻ جي چريو ڪيو،
سهڻي:
جيئن دل دلي سان، ساهڙ ڪين سچو،
ڪچو ٿيس، ڪچو نا، ساهڙ پڳس سير ۾.
يعني جيسين سرير سان پيار آهي، تيسين الله نہ ملندو
ان مان معلوم ٿيو تہ هو اڇيو اوکي ۾ ملي.

مومل:
هي جو ڏيٺو هو، سو اکر ميڻيندو ڪونڪو
ڦيرو زهر زبان سان، من ڳالهين ڪيٺو هو.
ڄا تہ پاڻئون پهٺو هو، مون ڪي زير زمين جيءِ."

مارئي؛
مارونڙا ماندي، آئہ اوهان ري ڪا آهيان!
سُکيا آئين سائيہ ۾، هت بند رهي باندي"
هت قسمت قيد اللہ جي، هيءُ اچانڪ آندي
آهيان اوهان جي ڳالہ ڪون، ويل نہ ڪنهن واندي
چڳيءِ ٿي چاندي، اينديس لوٺي وٺي لوءِ ڏي

هير رانجهو : رانجهو هير جي عشق ۾ تخت ڇڏي ويراڳي ٿيو هو.
انسان بہ دنيا جي عشق ۾ پنهنجو حقيقي تخت وڃائي ويٺو آهي.

مالڪ تخت هزار جو، رانجهو آ راجا
ڏکن جا ڏاجا، لکيا هيم لوح ۾.

## راڳہ جو شوق

سچل راڳہ جو بيحد شائق هو. راڳہ ڏي اصل ڪان راغب هو. تنبورو ڪٺي ڳائيندو بہ هو. راڳہ راڳرين جي ذري پُرزي ڄاڻ هئس. راڳہ سندس روح جي راحت ۽ دل جي دولت، من جي موج هو. مستيءَ جي حالت ۾ ناچ بہ ڪندو هو. راڳہ ڇريو تہ بيخوديءَ ۾ اچي ويندو هو ۽ شعر چوندو ويندو هو.

مرزا علي بيگہ جو چوڻ آهي :- محڪڙي پيري سچل صاحب ضعيف ٿي، لڙهي ويو. سخي قبول محمد ڪي سندس حسن پرستيءَ ۽ راڳہ جي شوق جي ڄاڻ هئي، تنهن مير رستم خان ڪي چوائي موڪليو تہ ڪي خوبصورت ڳائڻيون روانيون ڪريو. انهن ڪي هار سينگار ڪرائي اوچتو سندن جاءِ ۾ آندائون تہ انهن ڪي ڏسي، سچل اٿڙو تہ خوش ۽ سرهو ٿيو، حو ٽپ ڏيئي اٿيو ۽ فنن جي راڳہ تي نچڻ ۽ ٽپڻ لڳو ۽ بلڪل چڱو ڀلو ٿي پيو.

ڪي چون ٿا تہ لاڙڪاڻي جي جيوڻي ڳائڻيءَ ٻڌو تہ ميان سچيڏنو بيمار آهي، سو وڃي پڇي اچانس ۽ مجرو بہ ٻڌايانس. هوءَ سينگار ڪري پشواز ۽ چيرون پائي درازن ۾ آئي ۽ پڇيائين تہ سچيڏنو ڪٿي آهي؟ طبيبن ۽ فقيرن چيس تہ، "سچيڏنو سخت بيمار آهي."

هوءَ هڪدم مٽي ويئي. سائين سچيڏنو هن کي ڏسي چيو ,"بسم اللھ اسانجا طبيب اسانجا حڪيم اچي ويا." هڪدم ٽپ ڏيئي اٿي کڙو ٿيو ۽ نوبنو ۽ تازو توانو ڏسڻ ۾ آيو.

## نياز ۽ نئرت

سچل نياز ۽ نئرت جو سائين هو. چيو اٿس :-

نڱڙا نماڻي دا , جيوين تيوين پالٹا ,
ميري آهيان , مندي آهيان , بيشڪ بندي آهيان
ڊڪين ميڏا ڊولٹا , عيب نہ ڦولٹا
پيئي مان پناري , لڳي تيڏي لاري ,
جوڳي نال جالٹا , اسان ول هي آوٹا ,
يار سچل تون , لٽڙي ڪشالي ,
گھونگھٹ کولٹا , ٻهہ ٻهہ ٻولٹا."

"آ ٻانهن جي ٻانهي , آهيان عيبدار سچڻ ,
عمر سڄائي ڪوڙ ڪمايم , بخش مونکي اهو جاني
روز ازل کون , ابد تائين , آهہ ڳچيءَ منهنجي ڳاني
ڏوهہ ڏنگايون ڏس نہ منهنجون , محب ڪرين مهرباني ,
ڪيئن سچوءَ جي دل سان دلبر , دوست ڪيوءَ ديواني."

30-B/3 M.G.Nagar,
Chembur, Bombay-400074

# سنڌيءَ جي ننڍي ڪهاڻي

□ ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي

ائين جي ڪهاڻيءَ جي وصف وجهي سمجهائجي يا ٻڌائبي ته چڱائي صفحا ان ۾ لڳي وڃن. پر جي ٿوري ۾ ائين چئجي ته ڪنهن هڪ وشيہ زندگيءَ جي ڪنهن پهلوءَ، ڪنهن هڪ گهٽنا کي ڪلاتمڪ ڍنگ سان ورنن ڪجي ته اها ڪهاڻي آهي. ڪهاڻي ته جدا جدا دورن مان لنگهي آهي. ڪڏهن هن سکيا ڏني آهي، ڪڏهن سماج جو چٽر چٽيو ته ڪڏهن ڌرمي وشواس کي پڪو پختو ڪيو - ۽ اڄ ڪهاڻيءَ جي وصف ڪافي دور لنگهي اُڪهاڻي جي درجي تي پهتي آهي.

سنڌي ڪهاڻي به گهڻو تڻو انهن دورن تان گذري آهي. پوءِ ڪٿي گهڻو ڪٿي ٿورو.

اُڄوڪي سنڌي ڪهاڻيءَ جو جنم ڪو گهڻو اڳ ڪونہ ٿيو آهي - مان هت سنڌي لوڪ ڪهاڻيءَ جو ذڪر ڪونہ ڪري رهيو آهيان- پر اڄوڪي سنڌي ڪهاڻيءَ جو.

سنڌيءَ ۾ پهرين اسلوڪي ڪهاڻي جا لکي ويئي يا اڄ ذڪر هيٺ اچي ٿي اها سنہ ١٩١٤ ۾ ڪاڪي لالچند جڳتياڻيءَ جي خُر مُکيءَ جا آهي. ان بعد ڪيتريون اسلوڪيون ڪهاڻيون لکيون ويون آهن، پر سچ پچ جا رفتار سال 1930 کان شروع ٿي، ۽ جا رفتار اڃا سوڌو هلندي پئي اچي ته پوءِ سال 1930 کان ئي سال 1930 ڌاري سنڌي ڪهاڻي ۾ هڪ ڦمورتي پيدا ٿي. جنهن ۾ آسانند مامتورا، امرلال هنڱوراڻي، نادر بيگ آهن. آسانند مامتورا انسان اندر کي ظاهر ڪيو. انهن ڪهاڻين کي منرو گيانڪ ڪهاڻيون به چئي ٿو سگهجي. سندس ڪهاڻين ۾ ڳنوارڻ امڙي قسم جي ڪهاڻي آهي.

امرلال هنڱوراڻيءَ پنهنجي روزمره جي زندگيءَ ۾ جيڪي ڏٺو وائٺو ۽ ٻڌو، انهن گهٽنائن، شخصن کي چٽرت ڪيو. ادو عبدالر حمان ۽ ٻڍيءَ جي ٻاجهہ امڙي قسم جون ڪهاڻيون آهن. نادر بيگ وري مسلم حيوت تان ڪهاڻيون کنيون ۽ پاتر به اهي کنيا.

سال ١٩٣٦ ۾ سڄي ديش اندر ترقي پسند جو دور آيو. ترقي پسند ليکڪن گڏجي جماعتبندي ڪئي. ان جو اثر سنڌيءَ تي به پيو - پر پهرين ترجمن دوارا ن - پر هت سوال سنڌيءَ جي اسلوڪي ڪهاڻيءَ جو آهي. انهن اسلوڪين ڪهاڻين جو پهريون مجموعو نڪتو "ريگستاني ڦول." ان مجموعي ۾ ڪنهن هڪ ليکڪ جون ڪهاڻيون ڪونہ هيون بلڪ جدا جدا ليکڪن جون. اسلوڪيون ڪهاڻيون گڏ ٿيل آهن. گوبند مالهيءَ جي اسلوڪي ڪهاڻي آهي ته ليکو تلسياڻيءَ جي به. موٻيو گيانچنداڻيءَ جي ڪهاڻي آهي ته گوبند پنجابيءَ جي به.

ان مجموعي جِڏڪ سنڌ جي اسلوڪي ڪهاڻي لکندڙن ۾ وشواسُ پيدا ڪيو تہ هو بہ ڪو ڳهٽ ڪونہ آهن. هونءَ جو ٻين ٻولين خاص طور اردو ۽ هنديءَ مان ڪهاڻيون ترجمو ڪري سنڌي ۾ آنديون وينديون هيون. هاڻ اسلوڪيوُن ڪهاڻيون اچڻ لڳيون. بس پوءِ تہ ٻهاري ڇاٻڙيا اسلوڪين ڪهاڻين جا مجموعا ڇپايا. تہ ٻيا بہ ان قسم جا مجموعا نڪتا. سوشلسٽ سنڌ وغيرهہ. انهن ۾ جدا جدا ليکڪن جون اسلوڪيون ڪهاڻيون آهن. ان سان گڏ شيخ اياز جي ڪن چونڊ ڪهاڻين جو مجموعو "صفيد وحشي" بہ نڪتو. اهو عرصو سال ۱۹۴۱ کان سال ۱۹۴٦ تائين هليو. اهو عرصو جِڏڪ سنڌي ڪهاڻيءَ جي جنم جو ۽ ٻانبڙن پائڻ وارو هو. تہ ايتري ۾ ديش جو ورهاڱو ٿيو - سال ۱۹۴۷ ۾ .

ورهاڱي بعد سال کن تہ خاموشي رهي. ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ ڪتاب نڪتا ، تہ ڪهاڻيون بہ لکيون ويون.

پر سال ۱۹۵۰ کان وري هڪ نئين لهر لڳي ۽ سنڌي ڪهاڻي اڳتي جو وڌي تہ بس وڌندي هلي. ها ، سنڌي ڪهاڻي , اسلوڪي سنڌي ڪهاڻي . جا دنيا جي ڪنهن بہ ٻوليءَ جي ڪهاڻيءَ سان برميچي سگهجي ٿي.

ورهاڱي بعد واري ڪهاڻيءَ کي اڄ تائين ڪن جدا جدا دورن ۾ سهوليت جي خيال کان وراهي سگهجي ٿو. جيئن تہ.

۱. سال ۱۹۵۰ کان ۱۹٦۰ تائين ترقي پسند ۽ ملڪي سڪ جو دور.
۲. سال ۱۹٦۱ کان ۱۹۷۰ تائين رومانٽڪ دور.
۳. سال ۱۹۷۰ کان ۱۹۸۰ تائين حقيقت پسند دور.
۴. سال ۱۹۸۰ کان ۱۹۹۰ تائين سنڌيءَ جي اُڪهاڻي ۽ نوان تجربا.

ورهاڱي بعد نہ فقط سنڌي عوام بلڪ سنڌي ليکڪ بہ هن نئين فضا ۾ اچي ويا. ٻين ٻولين جي ادب جو اڀياس - نئين حالتن جو هئڻ. ان سنڌي ڪهاڻيڪارن تي اثر وڌو.

سنڌي پناهگير ڪئمپن ۾ ڪيئن ٿا گذر ڪن ، ۽ آيل مشڪلاتن کي همٿ سان منهن ٿا ڏين ، ان جو چٽر ان وقت جي ڪهاڻين ۾ بخوبي ظاهر آهي.

تازو تازو پنهنجو ملڪ ڇڏي ، پنهنجي جنم ڀوميءَ کان جدا ٿي هنن حالتن ۾ اچڻ سان پنهنجي زمين جي ياد بہ ان وقت جي ڪهاڻين ۾ آهي. ان سان گڏ تنهن وقت سياسي حالتن جو اثر بہ ان وقت جي ڪهاڻين تي آهي. ان دور ۾ ڪيترائي نوان ڪهاڻيڪار ۽ نوان ليکڪ پيدا ٿيا. جي اڳتي هلي پنهنجي اهميت تمام شدت سان جتائي سگهيا آهن.

مان هت ڪن ليکڪن جا نالا ڄاڻي واڻي نٿو ڏيان ، جو پل کان ڪو رهجي ويندو تہ اجائي غلط فهمي پيدا ٿيڻ جو انديشو آهي. ان ڪري فقط سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر جوئي ٿو ذڪر ڪريان. هن دور ۾ سنڌيءَ جون ڪي ليکڪائون بہ پيدا ٿيون. جي ڪنهن بہ نموني ڪو ڳهٽ ڪونہ آهن. بلڪ بہ رتيون سرس ٿيون آهن.

ٻيو دور يعني سنڌي ڪهاڻيءَ جو هي رومانٽڪ دور به اٽڪل ڏهه سال کن هليو. يعني سال ۱۹٦۱ کان ۱۹۷۰ تائين. جڏهن پهرين دور يعني ترقي پسند دور ۾. ماهوار ادبي مخزن نئين دنيا پنهنجو پارٽ خوب نڀاهيو. تيئن وري هن رومانٽڪ دور ۾ ماهوار مخزن "ڪونج" سٺو پارٽ ادا ڪيو. ان کان سواءِ ڪهاڻي رسالي هن دور کي وڌي هٿي ڏني.

ورهاڱي کان اڳ واري سنڌي ڪهاڻي جي نمورتي هٿي - آسانند مامتورا، امرلال هنگورائي ۽ نادر بيگ ته ترقي پسند دور جي ڪهاڻيءَ جي نمورتي هٿي - آنند گولاڻي، گوبند پنجابي ۽ گوبند مالهي. ته سنڌي ڪهاڻيءَ جي رومانٽڪ دور جي نمورتي هٿي - موهن ڪلپنا، ڳنو سامتاڻي ۽ لال پشپ.

سال ۱۹۷۰ کان وٺي اٽڪل سال ۱۹۸۰ تائين واري عرصي ۾ سنڌي ڪهاڻيءَ جو رومانٽڪ دور ڄڻڪ پورو ٿي چڪو هو ۽ سنڌي ڪهاڻيءَ هڪ نئون موڙ ورتو هو. جنهن کي ڪن اڪهاڻي به سڏيو ته ڪن ان ڪهاڻيءَ کي من ويدنا جو نالو ڏنو. بس ليکڪ پنهنجي من ئي من اندر ڇا ٿو محسوس ڪري ان جو چٽر هن ان وقت جي ڪهاڻين ۾. انند ڪيماڻي، شيام جئسنگهاڻي ۽ ڪن ٻين ڪهاڻيڪارن ان نموني جون ڪهاڻيون لکيون. پر هي دور ايترو لوڪ پريه ڪونه ٿي سگهيو. جيتوڻيڪ ڪهاڻيون چڱي انداز ۾ لکجي ويون آهن.

هن دور ۾ ٻيا به ڪي ڪهاڻيڪار پيدا ٿيا. جن سنڌي سماج جي وچولي طبقي جي روز مره جي زندگيءَ جون جهلڪون پنهنجن ڪهاڻين ۾ ڏنيون آهن. جن ۾ ايشور چندر جو نالو اول ۾ کڻي سگهجي ٿو.

سال ۱۹۸۰ کان سال ۱۹۹۰ تائين بس ائين ڪهاڻيڪار ڪهاڻيون ته لکن ٿا ۽ سٺيون ٿا لکن، پر اهي ڪنهن خاص واد يا ازم يا ويچار کي پيش نٿيون ڪن.

هن دور جي ڪهاڻين ۾ شهري زندگي، وچولي ڪٽنب جي مالي مجبورين، نون شاهوڪارن جي رهڻي ڪرڻي جو چٽر آهي. ڪي نوان ڪهاڻيڪار به اُسريا آهن، پر اهي ايترو اثردار نه آهن جو اهي الڳ طور پنهنجو پاڻ ڳڻائي سگهن.

سنڌي ڪهاڻيءَ جا اهي مکيه چار دور ليکيا ٿا وڃن. ها هڪ ڳالهه ضرور ڏٺي ويني آهي - هڪ دوُر جا ڪهاڻيڪار ٻئي دوُر ۾ ڄڻڪ لکڻ بند ڪري ڇڏين ٿا. سواءِ ڪن ڳاڻ ڳڻين جي. ڪي وري ڪڏهين نه ڪڏهين ڪا ڪهاڻي لکي ڇڏين ٿا. پر اهي ائين ڄڻڪ تند مان اٽيا هجن ۽ وري ڇادر تاڻي سمهي پون.

سنڌي ڪهاڻيءَ هاڻ حيئن تيئن پوءِ وڃي ٿي گهٽ لکبي. جيڪو وهڪرو پهرين هو سو هاڻ ڪونه رهيو آهي. ڪڏهين ڪڏهين ائين ٿيندو به آهي.

هاڻ سال ۱۹۹۰ کان پوءِ ڇا ٿو ٿئي. ڪهڙو دوُر ٿو اچي اهو ڏسڻو آهي.

56, 3rd Floor, Hira Housing Society, Ulhasnagar - 421003

# سنڌي ٻوليءَ جي وڪاس جا ڪي اُپاءَ

□ نانڪرام ايسراڻي

سنڌي ٻولي امر رهي هڪ نهائت ئي دلڪش نعرو آهي سنڌيت جي هر سماروهہ ۾ هر سميلن تي لڳايو ويندو آهي، ليڪن ان هوندي بہ سنڌي ٻولي ڏينهون ڏينهن پوءِ پٺتي پوندي پيئي وڃي، سنڌي ٻولي امر رهڻ بجاءِ مرڻ طرف تکڙيون وکون وڌائي رهي آهي. ائين ڇو آ؟ ديش جي انيڪ حصن جو هر سال دؤرو ڪيان ٿو، الڳ الڳ جاتين جي ماڻهن وچ ۾ وڃان ٿو ليڪن ڪٿي بہ ٻوليءَ کي امر رهڻ جو نعرو لڳندو نہ ٻڌو اٿم. ان هوندي بہ پنجابي، هندي، مراٺي، گجراتي، تامل، تيليگو، ڪنڙ، بنگالي، اُريا، اُسميا وغيرهہ، ديش جون ٻيون جيڪي بہ ٻوليون آهن سي مرن ڪونہ ٿيون، بلڪ وڪاس ڪري رهيون آهن. سنڌيءَ وانگر هن ديش ۾ انگريزي سنسڪرت اُردو عربي وغيرهہ ٻيون اهڙيون ٻوليون آهن جن جو هن ديش ۾ آزادي کان پوءِ زبردست وڪاس ٿيو آهي، اهي ٻوليون مرن ڪونہ ٿيون، انهن جي امرتا لاءِ ڪي نعرا ڪونہ ٿا لڳن ليڪن ان هوندي بہ انهن ٻولين جو وڪاس جاري آهي. ليڪن سنڌي ٻوليءَ جو وڪاس ڇو رُڪجي ويو آهي؟ نہ رڳو ايترو پر ڏک سان ٿو چوڻو پوي تہ اڄ سنڌين کي سنڌي سکڻ لاءِ، سنڌي لکڻ پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ لاءِ چوڻو ٿو پوي، سمجهائڻو ٿو پوي ۽ ان لاءِ سنڌي سميلن ٿا ڪرڻا پون. سميلن ۾ پرستاءَ پاس ڪري سنڌين ٻارن کي سنڌي سکڻ لاءِ اپيلون ٿيون ڪرڻيون پون. ڪيڏي نہ ڏک جي ڳالهہ آهي!

هينئر اچو تہ ان جي ڪارڻن تي ويچار ڪريون. ملڪ جي ورهاڱي سبب جا پيڙهي سنڌ کان لڏي آئي سا پاڻ سان سنڌي ٻولي ڪٺي آئي. سنڌي ساهتيہ بہ پاڻ سان ڪٺي آئي. جتي جتي بہ سنڌي ويا سنڌيت جون بستيون ٺهيون. اُتي سوءَ سيڪڙو سنڌي اسڪول ڪليا ۽ سيئٽي ٻار جيڪي اسڪولن ۾ داخل ٿيندا هئا اُهي سنڌي پڙهندا ويا. اهو سلسلو ۱۵ - ۲۰ سال هلندو رهيو، اُن کان پوءِ ڏيري ڏيري اسان سنڌي ٻولي کي پڙهڻ ڇڏيندا وياسين. سنڌي ٻولي ڪهڙي ڪم ايندي؟ اسان کي هاڻ هت هندوستان ۾ رهڻو آهي تہ هندستان جون ٻوليون سکڻيون پونديون. اسين ٻارن مٿان هڪ ٻوليءَ جو وڌيڪ بوجهہ ڇو وڌايون وغيرهہ جهڙين ڀاوناڻ سنڌي ماڻهن ۾ واسو ڪيو. اسان اهو سمجهڻ ڇڏي ڏنو تہ سنڌي اسان جي ماتر ڀاشا آهي. اسان جي وڏن جو ورثو آهي. اسان جو سمورو ساهتيہ ان ڀاشا ۾ آهي. سنڌي پوريءَ طرح وڪاس ٿيل ٻولي آهي. اسان جي مٿان سنڌي ڀاشا کي جيوت رکڻ جي ذميواري آهي. اسان کي جي ڪڏهين سنڌيءَ جي ناتي پنهنجي الڳ هستي هند ۾ قائم رکڻي آهي تہ اسان کي سنڌي ٻوليءَ کي جيوت رکڻو پوندو. اسين اهو بہ ڀلجي رهيا آهيون تہ جهڙي ريت زبان جي اهميت شرير اندر آهي، اهڙي ريت ٻوليءَ جي اهميت جاتي لاءِ

ٿيندي آهي. جهڙيءَ ريت زبان جي بنا انسان گونگو ٿئي ٿو، هو ڪجھ بہ ڳالهائي نہ سگهندو، اظهار ڪري نہ سگهندو. اهڙيءَ ريت پنهنجي ٻولي کان سواءِ سڄي سنڌي جاتي گونگي ٿي پوندي. پاڻ کي عقلمند سمجهندي بہ اسان جي سنڌين ۾ عقل جون ڳالهيون ڪونہ سمجهيون آهن. سڀ ڪان وڌو دوش اسان سنڌين ۾ نئين ٽهيءَ جي ماتائن جو آهي. اڄ جي سنڌي ماءُ پنهنجي ٻار کي سنڌي نہ ٿي سيکاري تہ هو ڳالهائيندو ڪٿان؟ اڄ اسان مٿان انگريزيت جو ڀوت سوار آهي. سرڪار اسان کان سنڌي ڪونہ ٿي ڇڏائي بلڪ سرڪار تہ سڀ سهوليتون اسان کي سنڌي سکڻ لاءِ ڏنيون آهن. سنڌي اڪاڊميون کوليون آهن، سنڌي ڪتابن تي انعام ٿا ڏين. سنڌي اسڪول کولي ڏيڻ لاءِ تيار آهي. ليڪن اسان هينئر پاڻ سنڌيءَ کي ڇڏي انگريزيءَ جي پٺيان پيا آهيون. انڪري انيڪ هنڌن تي سنڌي اسڪول بند ٿي ويا آهن ۽ ٻين هنڌن تي سنڌي اسڪول بند ٿيڻ جي تيارين ۾ آهن. ان جو ڪارڻ اهو آهي تہ سنڌي ٻارن جو تعداد وڃي ٿو گهٽجندو.

اهڙي حالت ۾ هينئر اسان سنڌي ڀاشا جي پريمين اڳيان اهو مسئلو آهي تہ اسين سنڌي ٻولي کي امر ڪيئن ڪريون؟ ان لاءِ ڪهڙا اُپاءُ وٺون؟

چاهہ پيدا ڪرڻ - سنڌي ٻولي کي امر رکڻ لاءِ اسين پنهنجي سنڌي ٻارن ۾ سنڌي ٻوليءَ لاءِ چاهہ پيدا ڪريون. چاهت تڏهين پيدا ٿيندي جڏهين هو پنهنجي ٻوليءَ جي اهميت سمجهندا. چاهت ٿيڻ ڪانپوءِ لکڻ ۽ پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ لاءِ راهہ بہ پيدا ٿيندي. اڄ جي اسڪول بند ٿي ويا آهن سي وري بہ کلي سگهندا. چاهہ پيدا ڪرڻ جو ڪم سنڌي اڳوانن سنڌي ماسترن، پروفيسرن، ڊاڪٽرن، وڪيلن، سماجڪ ڪم ڪندڙن جو تہ آهي ئي پر انهن سڀني جي پيٽ ۾ هن وقت سنڌي سماج مٿان اثر سنت مهاتمائن جو وڌيڪ آهي. سنڌين ۾ ڌارمڪ ڀاونا ٻين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ آهي. هو سنتن اڳيان نمسڪار ڪن ٿا، جهڪن ٿا ۽ سنتن جي آگيا جو پالن ڪن ٿا. اڄ جيڪڏهين اسين سڀني سنتن مهاتمائن کي اهو ذهن نشين ڪرايون تہ سنڌي جي سڀني سنتن جو ساهتيہ واڻي تہ سنڌيءَ ۾ آهي. ساڌو واسوائي جو نوري گرنٿ، سوامي ٽيئون رام جو پريم پرڪاش گرنٿ، سامي جا سلوڪ، شاهہ صاحب جون رچنائون، سوامي ٻوڏراج جون رچنائون وغيرهہ سڀ سنڌي ۾ ئي آهن. جيڪڏهين سنڌي پڙهڻ وارا ۽ سمجهڻ وارا هوندا تہ اهي رچنائون امر رهنديون نہ تہ بيڪار پيئون هونديون. انڪري هر ساڌو سنت پنهنجو اهو فرض سمجهي تہ هو پنهني هر ڪٿا ڪيرتن ۾ هرروز سنڌي ٻارن ٻينرن کي سنڌي ٻولي جي اهميت سمجهائي ۽ منجهن سکڻ لاءِ چاهہ پيدا ڪري.

سنڌ ۾ هر ٽڪاڻي ۽ مندر ۾ گرمکي ۽ هندي (شاستري) اکر سيکارڻ جو بندوبست هيو. گرمکي ۽ هندي لاءِ الڳہ اسڪول ڪونہ هيا جن ۾ اهي ٻيئي ٻوليون سکڻ جي چاهہ هئي آهي ان ريت سکندا هيا. ان ڪري هينئر هندوستان ۾ جتي جتي سنڌين جا مندر ٽڪاڻا ۽ آشرم آهن اتي سنڌي سکڻ لاءِ ڪلاس ڪوليا وڃن. ان ڪانسواءِ هر شهر ۾ جيڪي بہ سنڌي پنچاتون آهن سي پنهنجي طرفان ٻارن کي سنڌي سيکارڻ جو بندوبست ڪن. سنڌي ڌرم شالائن ۾ راتري شالائون کولي سنڌي سيکاري سگهجي ٿي. گهرن ۾ مائٽ پنهنجن ٻارن کي سنڌي سيکارڻ جو انتظام ڪري سگهن ٿا. آڻہ چوندو آهيان تہ نراش ٿيڻ جي ضرورت نہ آهي. اهو سڀ ڪم ٿي سگهي ٿو. سنڌين

جيان گجراتي ۽ مارواڙي ٻه بيون واپاري جاتيون آهن. اهي ٻه سڄي ڀارت ۾ ڦهليل آهن سڪ سڄي هندستان ۾ آهن. اهي پنهنجون ٻوليون دوردراز هنڌن تي جتي سندن ٻولي سيکارڻ جو ڪوبه اسڪول نه آهي، اُتي انهن جاتين جا ٻار پنهنجي پنهنجي ٻولي ڪيئن سکن ٿا. توهان کي اهڙو ڪوبه مارواڙي، گجراتي، مرهٽو يا سک نه ملندو جيڪو چوي ته مونکي پنهنجي ٻولي نه ايندي آهي، مونکي سنڌي نه ايندي آهي اهو چوڻ کان اڳ اسان کي شرم اچڻ کپي اسان جو گردن شرم وچان جهڪي وڃڻ کپي. جنهن ڏينهن سنڌين کي اهو شرم محسوس ٿيڻ لڳندو اُن ڏينهن منجهن پنهنجي ٻولي سکڻ جي چاهت پيدا ٿيندي. چاهه پيدا ٿيڻ سان هو ٻولي سکڻ لاءِ راهه ڳوليندا. ٻولي سکندا - لکندا پڙهندا ۽ ڪم آڻيندا. ان ريت سنڌي ٻولي امر رهندي.

P.O.BOX 89, AJMER-305001.

# ساهتڪ اِميج ۽ وڪاس

ڊاڪٽر رينا شهاڻي

وِڪاس ڇا آهي ؟

ڇا اهو ممڪن آهي ته زندگيءَ جا مُلهه سدائين ساڳي جا ساڳيا رهن ؟ ڇا ائين ٿي سگهي ٿو ته سانده ڏهه سال، اسانجي جيون جي ڌارا ساڳئي نموني هلندي رهي ۽ ان جو وشڪرو ساڳيو ئي هجي؟ آدرش ساڳيا، رهڻي ڪرڻي ساڳي، شخصيت ساڳي، خيال ساڳيا؟ جيڪڏهن ائين ٿي سگهي ٿو ته اُن کي نالو ڪهڙو ڏجي؟ وڪاس يا اوڪاس ؟؟ يا ڪجهه به نه ؟؟

جڏهين ڪو رچناڪار، ڏهه سال اڳ لکيل پنهنجي رچنا پڙهي ٿو ۽ اُن جو نوعُ، لهجو، شبداولي ساڳيا نظر اچن ٿا ته هنجي من ۾ سنتوش جو احساس اُجاگر ٿيڻ گهرجي يا اسنتوش جو؟ هرهڪ ليکڪ پنهنجي پاٺڪ کي، پنهنجو اميج، هڪ تصوير يا سُروپ ڏيندو آهي. هڪ خاص شخصيت پاٺڪ جي ذهن ۾ سمائجي ويندي آهي ۽ اهڙي ئي آشا، اهڙي ئي تقاضا هوُ اُن ليکڪ جي لکڻين مان ڪرڻ لڳندو آهي. سچ پڇ ته پاٺڪ اُن اميج کي پنهنجي دل جي هڪ ڪُنڊ ۾ وڪي بيهڪر ٿي ويندو آهي ۽ ليکڪ پنهنجي هرهڪ لکڻيءَ ۾ اُن اميج سان ئي نڀائيندو آهي. جيڪڏهن هنجي ڪا رچنا، اُن آشا کي پوري نه ڪندي ته هُنَ کي ائين لڳندو آهي ڄڻ ته هُنَ سان فريب ڪيو ويو آهي، دوکو ڏنو ويو آهي! ان منورتيءَ کي پاٺڪن جي (۽ اسين سڀ پاٺڪ آهيون) "ذهني سُستيءَ" ڪانسواءِ ٻيو ڪهڙو نالو ڏيئي سگهجي ٿو. جيڪڏهن هو، ههڙي ليکڪ مان سدائين، هڪ ئي نموني جي مانسڪتا ۽ هڪ ئي ويچارڌارا جي اُميد رکندا ايندا ۽ ٻيو ڪجهه ملڻ جي حالت ۾ هُنَن کي جهنجهلاهٽ ۽ نراشا ئي ٿيندي ؟

پر ائين ٿيندو آهي، ائين ٿي رهيو آهي. اڪثر ليکڪ پنهنجي پاڻکن جي دلين اندرا ڦُنن جي بٺايل اميج حي فريم ۾ قيد ٿي رهندو آهي. تہ ڇا اهو واجب ناهي تہ ليکڪ هر وقت پنهنجي اُن اميج جي غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙيل ٿي رهي ؟

استري ليکڪا لاءِ تہ پاڻ بيٺا پنڌن آهن! پهريون هڪ خاص طرح جي ليکڪا هُئڻ جي زميواري ۽ ٻيو سموري استري جاتيءَ جي عيوضيپڻي جي جوابداري. استري ليکڪا هر وقت ليکڪن ۽ پاڻکن جي نظرن ۾ رهي ٿي. هو ڦُن کي سڀ وقت تڪيندا ۽ توريندا وتن ٿا. ڪٿي ڦُن امڙي جهڙي ڳالهہ لکي ۽ ترت منجو اميج امڙو نهي پوندو ۽ اها ڳالهہ ڦنن جي من ۾ گهڙي ويندي تہ ڦجي نہ ڦجي. ذڪر ڪيل واقعو ڦُن جي زندگيءَ سان ئي وابسطہ آهي! عصمت چُغتائي هڪ پيرو امڙي بيباڪي ڪئي ۽ ڦن تي اُها ليبل لڳي ويئي ۽ اُن بعد هوءَ امڙي نموني جون ئي آڪاڻيون لکندي رهندي. پوپٽي هيراننداڻي، ڪنهن حد تائين بيباڪي ڪرڻ جو سافس ڪري ٿي. ۽ ان ۾ شڪ ناهي تہ پنهنجي اميج کي ٽوڙڻ ڦوڙڻ ۽ نت نئون ڪرڻ، سافس جو ئي ڪم آهي!

. ڪملاداس پنهنجي آتم - ڪٿا ۾ حجاب لاهي، ڪن امڙين ڳالهين جو.ذڪر ڪيو هو جنهن منجي اميج تي اثر وڌو ۽ ڦُن کي سيڪس - پرڌان ليکڪا جو ٺپو لڳي ويو.

اهو فيصلو ليکڪ يا ليکڪا جو انتهہ ڪرڻ ئي ڪندو تہ هوءَ پنهنجي اميج جي پرواهہ ڪري يا نہ ڪري ۽ جي ڪري تہ ڪيتري ڪري.

مگر اڪثر ائين ٿيندو آهي تہ پهرين پاڻ دواران بٺايل اميج ۽ پوءِ سماج دواران مليل ريڪگنيشن جي هيٺيان دٻيل ليکڪ پاڻ کي سوڙهو ڪندو ويندو آهي ۽ جئين اميج وڌندو ويندو آهي، منجي اندر جو رچناڪار جامڙو ٿيندو ويندو آهي ۽ هڪ وقت امڙو بہ ايندو آهي جو ريڪگنيشن جو راڪاس ڦُن جي رچناتمڪتا کي ڳِرڪائي ويندو آهي! هر وقت پنهنجي لکڻين کي پنهنجي پاڻڪ جي رائي دواران ماپڻ حو روُيو ساهتڪ وڪاس لاءِ گهڻي ۾ گهڻو گهاتڪ ثابت ٿيندو ان ۾ ڪو شڪ ناهي.

پنهنجي ئي مخالفت پاڻ ڪري پنهنجي اميج کي وري وري ٽوڙي سگهڻ جي قوت، هڪ سُيڪ (matured) ۽ گرونڊڳ ساهتڪار جي حاصلات آهي. وقت پوڻ سان ليکڪ جي سوُجهہ ٻوجهہ ۽ تجربن ۾ اضافو ٿيڻ سياويڪ آهي. پوءِ هو ساڳيو ڪالهہ وارو ليکڪ ڪيئن رهي سگهندو ؟

صِحتمند تبديليءَ حو ٻيو نالو وڪاس ئي آهي، ان اميج جي تبديلي، وڪاس ئي سڏبو. ساهت جي هڪ شاخ ڪهاڻي جي وڪاس تي هڪ هڪ نظر وجهجي.

اڄ جي ڪهاڻي ۽ اڳين ڪهاڻيءَ جا فرق واضع ٿي بيٺا آهن. اهو سڀ ڪم وقت ئي ڪيو آهي. پاوِوادي (جذبات پسندي) زمين کان يٿارٿوادي (حقيقدت پسندي) ڏراتل تائين، ڪهاڻي. ايڏي تيزيءَ سان پنهنجا رُخ مٽيا آهن جو پراڻي ڪهاڻي پرمپرا جو ميزان لڏي ويو آهي. نئين ڪهاڻي جي تيز رفتار سان پُراڻا مُلهہ، رويا ۽ دلچسپيون پُڇي نٿا سگهن. پوءِ بہ ان وڪاس سان قدم ملائڻو ٿو پوي.

هنديءَ جي مشهور ۽ مهان ڪهاڻيڪار منشي پريمچند پنهنجي جيوَن جي اوائلي ۽ اهم

رچناتمڪ دؤر ۾ اهڙي درشٽي ڪرڻ واريون ڪهاڻيون ۽ ناول لکيا جن ۾ سماج سڌارڪ، ونشيا اُڌار، اڇوت، ڪسان، مزور، زميندار، ماستر، وڏوا وواهہ، رشوتخوري، راڄنيتڪ اٿل پٿل وارا موضوع هئا. اهڙو ڪوبہ وشيہ ڪونہ هو جنهن کي هُن ڇڏيو هجي. انهن سماجڪ اوڻاين ڏانهن ڌيان ڇڪائيندي، انهن کي سُلجهائڻ جو رستو هُن ٻڌايو. هرهڪ ڪهاڻيءَ ۾ ڪنهن مسئلي جو حل موجود هوندو هو. پر پنهنجي انتم - دور ۾ هن پنهنجو نظريو ڦيريو. سماج جي علحدا علحدا طبقن جي عيوضين کي کڻي بدران هن سڄي طبقي جي مجموعي جو وجهو ۽ مارڪسوادي درشٽي جي پاترن جو چُناءُ ڪيو. "شطرنج ڪي کلاڙي" "چوڏس ڪي رات" ۽ "ڪفن" جهڙيون يٿارٿوادي (حقيقت پسند) ۽ ڪلاتمڪ ڪهاڻيون لکيون. اهڙيون آکاڻيون جن ۾ حل ڏيڻ تي زور ڪونہ ڏنو ويندو آهي، صرف مسئلن کي پرُ اثر انداز ۾ پيش ڪيو ويندو آهي. جتي ڪردار ورگہ هيڻ هوندا آهن. يعني هو ڪنهن بہ مخصوص طبقي جي لِيبل کان آجا هوندا آهن. هن جي هڪڙي ئي ليبل هوندي آهي - انسانيت جي!

پريمچند جهڙي ليکڪ پنهنجي اِميج کي ڦيرڻ ۾ سنڪوچ ڪونہ ڪيو ۽ اِها آهي ذهني سجاڳي ۽ آزاديءَ جي نشاني.

پنهنجي وويڪ سان اِيمانداري ڪري پاڻ کي وڏيڪ ۽ وڏيڪ ڦهلائڻ لاءِ جڳهہ ڏيڻ، من جي منع ٿيل منورتين (Inhabitions) کان مُڪتي حاصل ڪرڻ، ننڍڙن اِرادن کان پاڻ کي ٻاهر ڪڍڻ، هيٺان مٿان، هيڏانهن هوڏانهن نهاري، پنهنجي شخصيت کي وسيع ڪرڻ جو موقعو ڏيئي مانسڪ سوتنترتا پائڻ سان، رچناڪار وڪاس جي راهہ ڏانهن قدم وڌائي سگهندو.

پر اڄ جو ليکڪ ٻاهرين دٻاون کي پنهنجي اندرئين قابليت کان وڏيڪ ترجيع ٿو ڏئي. ٻاهرين لوڪ پريتا، پُرسڪار، مان سنمان، ادبي سياست، جهيڙا جهٽا، آدرسڪار، اڪيڊمين تي نامزد ٿيڻ جي اتڪنٺتا، مکيہ مهمان ٿيڻ جو موهہ، هن لاءِ پنهنجي رچناتمڪتا کان وڏيڪ پريہ آهي.

۽ ٿئي ائين ٿو تہ اڄ جو ليکڪ پنهنجي ڪلا ۽ وڪاس جي قبر مٿان پنهنجن ئي هٿن سان سندر، عاليشان ۽ سنمان پريو مقبرو تعمير ڪري ٿو ۽ هوُ خود بہ ان ڳالهہ کان اڻڄاڻ رهجي وڃي ٿو.

7, Floriana Estate, Boat Club Road, PUNE-411001

# ادب ۽ جنسيات

□ نانڪ مدناڻي

فضا ۽ حالتون ادب پيدا ڪن ٿيون. ادب جي تخليق لاءِ فنڪار ذميوار آهي. لاشعور جڏهن

شعور جي خلاف بغاوت ڪندڙ آهي تہ اُن بغاوت جي اثر هيٺ فنڪار پنهنجي فن ۾ غيرفاني چيزون وجهندڙ آهي. اُن ڪري فنڪار جي تخليق ۾ زندگي اچي ويندي آهي.

فرائڊ هڪ هنڌ چيو آهي تہ ادب زندگيءَ جي اُن عناصر جو انتخاب ڪري ٿو جو لاشعور جي تهن ۾ لڪل آهي ۽ ادب اُن انتخاب بعد اُن عناصر کي بلڪل ننگي روپ ۾ پيش ڪري ٿو.

فرائڊ ادب وانگر جنسيات کي بہ اهائي اهميت ڏني آهي جيڪا ٻڪ کي آهي. هن جنسيات جا ٽي ڏاڪا ٻڌايا آهن.

پهريون ڏاڪو پيدا ٿيڻ کان پنجن سالن تائين رهي ٿو. جنهنکي Narcissis چوندا آهن. ٻيو ڏاڪو پنجن سالن کان ٻارهن سالن تائين رهي ٿو. جنهنکي Period of latecy چئجي ٿو. ٽيون ڏاڪو ٻارهن کان ارڙهن سالن جي عمر تائين رهي ٿو جنهنکي Period of castration چيو وڃي ٿو. فرائڊ جي خيال مطابق ٻالپڻ ۾ جنهنجي موجودگي ٻار کي خود پنهنجي ذات جو عاشق بڻائي ڇڏيندي آهي. ٻار جي اُن ڪيفيت کي Oedipus Complex چئجي ٿو. يعني هوُ پيءُ جي خلاف بغاوت ڪرڻ چاهي ٿو. ماءُ کي جنسي هيجانات جي تسڪين جو ذريعو سمجهي پيءُ کي رقيب سمجهي ٿو. پيءُ جي خلاف هن جي خيالات اُڀري ٿي، ليڪن پيءُ جي شخصيت اُن کي اُڀرڻ جو موقعو نٿي ڏئي. هوءُ مجبور ٿي وڃي ٿو. سندس محروري کيس خاموش ڪري ٿي ڇڏي ۽ پوءِ هن جي خاموشي اُن الجهن کي سلجهائي ڇڏي ٿي. ٻار آڱوٺو چوسي ٿو يا ڪا شيءِ منهن ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. ائين ڪرڻ سان کيس جنسي تسڪين حوالي ۾ چمي جي شڪل اختيار ڪري ٿي. ٻار خار جي زندگيءَ ۾ جنسي تسڪين خاطر ماءُ طرف ڏسي ٿو ليڪن حڏهن سندس نگاهون پنهنجي ماحول تي پون ٿيون تہ کيس هڪ ٻي شخصيت نظر اچي ٿي جا هن جي ماءُ کي پيار ڪري ٿي ۽ اها شخصيت هن جي پيءُ جي آهي.

هوُ پنهنجي پيءُ کي رقيب سمجهي ٿو. ۽ حسد نفرت سان کيس ڏسي ٿو ليڪن پيءُ جي طاقتور هستيءَ جي سامهون هو مجبور ۽ خاموش ٿي وڃي ٿو. پنجن سالن کان ٻارهن سالن جي عمر تائين جنسي لحاظ کان ڪا خاص ترقي نٿي ٿئي. جوانيءَ واري حصي ۾ ٻالپڻ جون تمنائون هيجانات خواهشون اُڀرن ٿيون. اُن عرصي ۾ جنسي هيجان بيحد تيز ٿي وڃي ٿي. فرائڊ جو خيال آهي تہ اُن هيجان سان رنج بہ جنم وٺي ٿو. ٻالپڻ جي جنسي زندگيءَ جا اثر اُن وقت اُڀرڻ لڳن ٿا. هن منزل تي اچي نون ۽ پراڻن قدرن ۾ اختلاف پيدا ٿئي ٿو. جنسي جذبا زندگيءَ تي گهرا اثر ڇڏين ٿا ۽ اهي ئي گهرا اثر آهن جن تي فنڪار خيالن جون عمارتون تيار ڪري ٿو. ادب، موسيقي، سَنگتراشي، رقص ۽ چترڪاري فرائڊ جي نظر ۾ جنسي خواهشون آهن ۽ ٻيو ڪجهہ نہ. اُن ڪري فرائڊ چوي ٿو تہ اسانجي فنڪارن کي اهڙيون تخليقون پيش ڪرڻ گهرجن جن مان اسين اهائي لذت حاصل ڪريون، جن کي اسين تصور ۾ محسوس ڪريون ٿا.

II-M, I-48, Lajpat Nagar,
New Delhi - 110024

# پُنر - جنم

□ مدن جماڻي

### پاتر:

١. ٽوپڻ ماءُ
٢. ٽلوءَ ماءُ
٣. ڊرائيور
٤. انسپيڪٽر
٥. حولدار
٦. گنگو
٧. رام
٨. ماءُ
٩. ڀڳونتي
١٠. ڪمشنر
١١. مهراج

سنگيت (ريڊيو/ٽيپ تي سنڌي گيت چندر/ڪنور جو ڀڄجي ٿو)

ٽلوءَ ماءُ:- ٽوپڻ ماءُ، تو ڪجهه ٻڌو ؟ .

ٽوپڻ ماءُ:- ٽلوءَ ماءُ، مان ڪا تو وانگر واندي ته نه آهيان جو سڄي پاڙي اوڙي جون خبرون گڏ ڪري گهٽين حي ڪُتن، ڪُتين کي به وجي ٻڌايان. منهنجي مَڻ ٽوپڻ ماءُ اِها نوس نوس چڱي ڪو رام سُمرڻ ڪر ته ايندڙ جنم نه سڦلو ٿئيي.

ٽلوءَ ماءُ:- (ڪلندي، ڌل ڪي ٻچا حيئني..... چئين ته سچ ٿي، پر ٻڌو نه اٿيئي، "هيري سندي هير ٽنگه يچي ته به نه لهي." ٽوپڻ ماءُ ڏاڍي ڪم جي خبر آندي اٿم، ٻُڌڻي هجيئي ته اهي پاپڙ سُڪائڻ ڇڏ، نه ته مان وڃان ٿي ٽيئون ماءُ جي گهر. خبر ٻڌائڻ ها...پوءِ ڏوراپو نه ڏجانءِ ته خبر ڇو نه ٻڌاءِ. ها، ڇڻ وهان يا وڃان ؟

ٽوپڻ ماءُ:- ايڏو ٿي نچين. مطلب ته ڪا خاص خبر آهي، ٽونڪي ۾ جهٽ ٻڌاءِ ته تنهنجو هانءُ به هلڪو ٿئي.

ٽلوءَ ماءُ:- مون تنهنجيءَ پڪي ساهيڙيءَ جي ڌيءُ ڀڳونتيءَ جي ٿي ڳالهه ڪئي.

ٽوپڻ ماءُ:- ڇو ؟... ڇا ٿيو ڀڳونتيءَ کي ؟

ٽلوءَ ماءُ:- ڇون ٿا، ڀڳونتي اُن ڏينهن مندر ۾ جهوليلعل جو پلئه پائيندي، اوچتو بي هوش ٿي ويئي.

ٽوپڻ ماءُ:- اها به ڪا خبر آهي. اُن ڏينهن مان به ته هُوَس مندر ۾.

ٽلوءَ ماءُ:- مونديءَ ; اڃا نه مُنجهاءِ، پهرين ڳالهه پوري ڪرڻ ڏي. بي هوشي مان هوش ۾ ايندي. چون ٿا ڀڳونتيءَ کي اڳيون جنم ياد آيل آهي ـ هُن اڳئين جنم جا سڀ ڏس پتا ٻڌايا آهن نه صرف ايترو پر ڀڳونتي هاڻ هڪ مهاجوتشيءَ جيان، ٻنا هٿ يا جنم پتري ڏسڻ

جي، ماڻهن کي اکيون، چرخ ڪندڙ ڳالهيون ٻڌائي رهي آهي، ها، انڪري ڪٿان، ڪٿان ماڻهون ڪهي، هُن جي گهر اچن.

ٽوپڻ ماءُ :- ته ڀڳونتي جوتش وديا جا به ڪرشما ڏيکاري رهي آهي ؟

ٽلوءَ ماءُ :- ان ڪري ته مان ڀڄندي تو وٽ آئي آهيان. ڀڳونتي جي ماءُ تنهنجي ساهيڙي آهي. مون کي به، پاڻ سان ڀڳونتي جي گهر وٺي هل، مان هُن کان پنهنجي پُٽ ٽوپڻ لاءِ پڇندس ته "ڪڏهن منهنجي ٽوپڻ کي نوڪري ملندي ؟.. ڪڏهن هُن جي شادي ٿيندي ؟ ڪُنوار منهنجي ٽلوءَ کي مون کان کسي ته نه ويندي ؟ ۽ ڪڏهن ٽلوءَ پيءُ کي عقل ايندو ؟ "

ٽوپڻ ماءُ :- پڇٽو ته مون کي به آهي ٽلوءَ ماءُ.

ٽلوءَ ماءُ :- ڇا ؟

ٽوپڻ ماءُ :- ته ايندڙ جنم ۾ به مان ٽوپڻ پيءُ جي ٽوپڻ ماءُ هُجندس يا نه ؟

ٽلوءَ ماءُ :- ٿي سگهي ٿو ته ايندڙ جنم ۾ هو ٽوپڻ ماءُ ۽ تون ٽوپڻ پيءُ.....

ٽوپڻ ماءُ :- ائين ٿئي ته ٽلوءَ ماءُ سچ پچ مزو اچي وڃي ! هل ته هلون ڀڳونتيءَ جي گهر........

(Change Over Music)

( روڊ ٽرئفڪ، ٽئڪسيءَ جي هلڻ جو آواز )

ٽوپڻ ماءُ :- ٽلوءَ ماءُ، هيءُ ٽئڪسيءَ وارو اسان کي غلط رستي تي ته نه وٺي آيو آهي ؟..... تو ته چيو پئي ڀڳونتيءَ جي گهر ٻاهران، اخبارن وارا، فوٽو گرافر، ٽي وي - ريڊيو وارا ۽ ماڻهن جو ميلو لڳل آهي، پر هتي ته ڪانوءُ پيا ڪان، ڪان ڪن.

ٽلوءَ ماءُ :- اڙي مُئا ٽئڪسي وارا، ٻڌي مائيون ڏسي اکين ۾ سرما پاتا هئہ ڇا ؟.... مئني تم کو چوا ته ميري کو سنڌي ڪالوني لي هلو، تم ميري کو يي ڪونسي مدراسي ڪالوني ليڪر آيا هئہ ؟

ڊرائيور :- سنڌين جو سنڌين ۾ ئي ڀروسو ڪونهي، اهائي ته سنڌين ۾ ڪمزوري آهي........

ٽلوءَ ماءُ :- اجائي سياڻپ نهين دکـائو، هم هندي ۾ ڳالهائتي هئہ تو تم سنڌي ۾ ڳالهائي هماري مسخري ڪرتا هئہ ؟

ڊرائيور :- سنڌي مائرن ۽ ڀينرن گهرن ۾ ٻارن سان سنڌي ڳالهائڻ ڇڏي ڏني آهي تڏهن ته سنڌين کي سنڌي ڳالهائڻ ۽ سنڌي چوائڻ ۾ شرم ٿو اچي ۽ سنڌي ٻولي اچي پوئين پساهن تي پهتي آهي. امان، گهٽ ۾ گهٽ سنڌيءَ سان سنڌيءَ کي ڀڳل ٽٽل هنديءَ يا انگريزي ۾ نه پر سنڌي ۾ ڳالهائڻ گهرجي، جيئن ڪڇي ڳالهائيندا آهن.

ٽوپڻ ماءُ :- ٽلوءَ ماءُ، ڀائڙو چئي ته سچ ٿو منهنجي پاڙيسرڻ ڪڇي نه آهي.

ٽلوءَ ماءُ :- هوءُ نه صرف پنهنجي گهر جي ڀاتين پر پوٽن ڏوهٽن سان به ڪڇيءَ ۾ ڳالهائيندي آهي ۽ هنن جي ٻارڻ کي توتلي ڪڇي ٻڌي مونکي به ڏاڍي خوشي ٿيندي آهي -- ها پٽڙا ڀڳونتيءَ جو گهر........

ڊرائيور :- امي ڀڳونتي جو گهر ته هن گهٽيءَ جي هُن ڀر آهي. توهان کي ٿورو پنڌ ڪرڻو پوندو.

ٽلوءَ ماءُ :- ڇڙيئا ! ڪيون، پنڌ ڪري هم ؟ هماري پاس پئسا نهين هئہ ڇا ؟

ٽوپڻ ماءُ :- سنڌي ۾ ڳالهاءِ ٽوپڻ ماءُ پنهنجيءَ منريءَ سنڌي ۾ ڳالهاءِ.

ٽلوءَ ماءُ :- جهٽ ڪر. ٺلا، پنهنجي اِها موٽر ۾ وٺي هل اسان کي پڳونتيءَ جي گهر...... نه ته پئسا نه ملندءِ. ها.

ڊرائيور :- امان چيم ته هن گهٽيءَ ۾ ٽئڪسي نه ويندي ؟

ٽلوءَ ماءُ :- وري آلو بناتا هئه..... ڇو نه ويندي تنهنجي ٽئڪسي هن گهٽيءَ ۾ ؟ هن گهٽيءَ ۾ ڪو ڀوت آ پريت آ ؟ هان ؟

ڊرائيور :- دادي، سامهون هوءُ اڇو سرڪاري بورڊ ڏسو ٿا. "NO ENTRY" معني اندر وڃڻ جي منع آهي.

ٽوپڻ ماءُ :- گهڻا رپيا ٿيا ؟

ڊرائيور :- ٩ رپيا امان ! ( هارن ۽ ڪار جي وڃڻ جو آواز )

ٽلوءَ ماءُ :- بيهه تڪڙ نه ڪر - ٽئڪسيءَ وارا، هو ڏس - ڪار هن گهٽيءَ ۾ ويئي......۽ هو ڏس ماڻهو پيا ٿا وڃن.

( پوليس جي سيٽي )

ڊرائيور :- هاڻ ڏسجو ته پوليس وارو ڪيئن ٿو هن جي جهنڊ لائي !

ٽلوءَ ماءُ :- ڏس، ڏس، تنهنجو پوليس وارو هنن کي سلام ڪري رهيو آهي.

ڊرائيور :- "پرشناچار" پارٽ لاءِ ڪنسنر ثابت ٿيندو.

ٽوپڻ ماءُ :- وٺ رپيا، هل، ٽلوءَ ماءُ پنڌ. پڳونتيءَ سان ملي جلدي گهر به ته موٽڻو آهي.

ڊرائيور :- امي پڳونتي بيبي ته گهر ۾ نه آهي. هوءُ اڄ صبح جو ئي پنهنجي اڳئين جنم جو اڪين ڏٺو حال ڏيکارڻ، اخبار وارن، پنڊتن ۽ ڪمشنر صاحب سان گڏ اجمير ويئي آهي.

(Change Over Music)

حوالدار :- انسپيڪٽر صاحب، لاڪپ ۾ هُن گونگي گنگوءَ پڻ قيدين کي بليڊ سان جوما جون ڪري ڇڏيو آهي.

انسپيڪٽر :- بليڊ ڪٿي آهي ؟

حوالدار :- سر، اسان حوالات جو چپو چپو ڇاڻيو آهي. هر قيدي جي تلاشي پڻ ورتي آهي پر بليڊ يا ٻي ڪا تير تکي چيز به نه ملي.

انسپيڪٽر :- هون. بليڊ آهي ته هن گونگي گنگو وٽ ئي هئڻ گهرجي. ------- حوالدار تون گنگو لاءِ چڪس جو بندوبست ڪر !

حوالدار - گنگو مري ويندو چڪڻ نه ڪائيندو - هو برهمڻ آهي

انسپيڪٽر :- ته مٺائي جو بندوبست ڪر. مٺائي ۾ به حلوو هجي ته ڪيا بات ! ۽ ها برف جو پاڻي به آڻج -- - گنگو بليڊ ڪٿي آهي ؟---------

گنگو :- اون --- اون ----- اون ------

انسپيڪٽر :- حوالدار، گنگوءَ کي حلوو کارا، ----- گنگوءَ کي حلوو کارا،---- حلوو------ حلوو کاءُ ----- يا برف جو پاڻي پي.

حوالدار :- سر گنگو صرف پاڻي پي رهيو آهي ------ هو حلوو ڇو نٿو کائي.

انسپيڪٽر :- حلوو نه کائي، گنگو برف جو پاڻي پيئي ٿو. مطلب صاف آهي حوالدار گنگوءَ جا هٿ ٻڌ ۽ مونکي لڪڙي ڏي.

حولدار :- ڪنڪو حلوو کا! --- حلوو ------ جو تو کري مار کائين ؟
انسپيڪٽر :- ڪنڪو حلوو نہ کائيندو چاڪاڻ جو بليڊ ڪنڪو' جي وات ۾ جيب ڀيڻان لڪل آهي.
ڪنڪو :- اون ---- اون ------ اون. (روئندي آواز ڪري ٿو )
انسپيڪٽر :- مان صرف ڏي ڇٽيندس ۽ جي اِن وچ ۾ ڪنڪو بليڊ منهنجي ترې تي نہ آيو تہ يا رکجان' -------- بليڊ ننڍڙا ننڍڙا ٽڪرا ٽڪرا ٿي تنهنجي مونهن ۾ پيٽ کي پاڻيپٽ جو ميدان بڻائيندو. تنهنجا آنڊا، ٻڪيون'، ڪليجو، چيريندي توڪي ٽڙڦائي ٽڙڦائي خون جون الٽيون ڪرائيندو- ڪڍ بليڊ

ميوزڪ ---------- هڪ
ميوزڪ ---------- ٻہ
ميوزڪ ---------- ٽي ---

حولدار :- سائين، بليڊ !
انسپيڪٽر :- ڪنڪو، جيب ٻاهر ڪڍ. Music ، ڪنڪو تنهنجو نالو ؟
حولدار :- سائين مان ڪنڪو' کي ڪڏريل ڏهن سالن کان سڃاڻان. ويچارو گونگو آهي.
انسپيڪٽر :- گونگا ماڻهو ٿورا ٻوڙا بہ ٿيندا آهن. مونکي شڪ آهي تہ ڪنڪو' جي پيٽ ۾ بليڊ جيان ڪو راز آهي انڪري هن پنهنجي زبان کي تالو لڳائي چاٻي ڪٿي لڪائي رکي آهي، بس اها چاٻي ملي تہ هن جي زبان جو تالو بہ کلندو.
ڪنڪو :- (زخميل ٿيل جيان) اون ----- اون ----- اون.
(ٽانگي جي ويجهو اچي بيهڻ جو آواز)
حولدار :- سائين ڪمشنر صاحب ۽ مهمان آيا آهن.
انسپيڪٽر :- اچو اچو ڪمشنر صاحب! توهان اوچتو هتي ؟ هي' بيبي توهان جي ڌي' آهي ؟
ڪمشنر :- انسپيڪٽر ٽيڪچنداڻي، مان اجمير ۾ هڪ نرالي، رهسيمہ خون جي ڪيس ۾ جاچ ڪرڻ آيو آهيان. هي' بيبي پڳونتي ٿي آهي. اهو سنسنيخيز رهسيمہ نرالو ڪيس !
ڪنڪو :- اون ------ اون -------- اون -------- (ميوزڪ).
پڳونتي :- انسپيڪٽر انڪل هن شخص جو نالو پنڊت گوپالداس رامناڻي آهي نہ؟
انسپيڪٽر :- نہ. هي! ڪنڪو آهي. هي! پنڊت نہ مشهور پاڪيٽ مار آهي. خبر نہ آهي ڇو هي! ٻاهر آزاد رهڻ کان هتي حوالات ۾ رهڻ وڌيڪ پسند ڪندو آهي ؟
پڳونتي :- انڪل هي! شخص خوني آهي، قاتل. مان هن کي چڱي طرح سڃاڻان.
انسپيڪٽر :- تون هتي اجمير ۾ ڪٿي رهندي آهين ؟
ڪمشنر :- پڳونتي بمبي' رهندي آهي ۽ اڄ پهريون دفعو اجمير آئي آهي.
پڳونتي :- انسپيڪٽر اِگر هن توهانجي ڪنڪو' ۾ منهنجي گوپال جي پني' تي جي هڪ ٻن، اڍائي انچن جو اونهون گهاءُ آهي تہ مان ثابت ڪري ڏيکاريندس تہ هي! ڪنڪو نہ پر گوپال آهي. اجمير جي مشهور پنڊت شانتي پرڪاش ڀاردواج جو قاتل!
انسپيڪٽر :- شانتي پرڪاش ڀاردواج جو قاتل ------ برابر اهو ڪيس اڄ ڏينهن تائين اوپن آهي چاڪاڻ جو شانتي پرڪاش جو قتل ٿيو هو يا آپگهات. اڄ تائين مِسٽري آهي. پوليس رڪارڊ مطابق آپگهات ۽ پنڊت جي گهر وارن جي شڪ مطابق خون. مطلب دال

۾ برابر ڪجھ ڪارو آهي.

ڪمشنر :- ڀڳونتيءَ جي داعوي آهي تہ هوءَ ٿي اڳين جنم ۾ پنڊت شانتي پرڪاش ڀاردواج هئي.

انسپيڪٽر :- اسٽرينج! آئہ ڪانٽ بليوُ اٽ! ڪيئن وشواس ڪجي؟ هيءَ زندگي آهي. ڪو ناٽڪ يا فلم تہ نہ آهي؟

ڪمشنر :- انسپيڪٽر صاحب سمجھڻ جي ڳالھہ اِها آهي تہ اڳين هفتي تائين ڀڳونتي ٻين عام ٻارن جيان بلڪل نارمل هئي. اچانڪ هن جي درشٽي جا دُوار کُليا، ۽ هيءَ ٻاليڪا ٻاليڪا نہ رهي. ڪانوينٽ ۾ پڙهندي بہ پنهنجن سنسڪرت سلوڪن ۽ وڏن گرنٿن جي بحث ۾ هن وڏن وڏن مجيل وديا گرن جي ڏندين آڱريون ڏياريون آهن. توهان گنگوءَ جي خميس لاهي ڏسي سگھو ٿا. مون کي خاطري آهي تہ هُن جي پٺيءَ تي گھاءُ ضرور هئڻ ئي گھرجي!

انسپيڪٽر :- گنگو خميس لاھہ!

گنگو :- اون -------- اون -------- اون!

انسپيڪٽر :- چوان ٿو لاھہ خميس --------

گنگو :- (چيخ - چلاڻ جا آواز) (خميس ڦارڻ جو آواز)

انسپيڪٽر :- او، نو! -------- ڪمشنر صاحب برابر گنگوءَ جي پٺيءَ تي گھاءُ آهي ۽ گھاءُ پراڻو بہ ادائي انچ ئي ٿيندو تہ گنگو --------

ڀڳونتيءَ :- گنگو نہ انسپيڪٽر صاحب گوپال - گوپال گورڌنداس رامناڻي. پنڊت شانتي پرڪاش ڀاردواج جو قاتل!

(Change Over Music)

رام :- امي، مهراج اڃا نہ آيو. مونکي آفيس ۾ تمام ضروري اپائونٽمينٽ آهي.

ماءُ :- پُٽ اڄ پٿهين‌جو شراڌ آهي. توکي چيو تہ هوم اڄ موڪل وٺ. بس مهراج اچي تہ مهراج جا چرن ڌوئي تلڪ ڏياري، مهراج کي ڀوڄن ڪارائي ۽ دڪشنا ڏيئي تون وڃ.

رام :- لڳي ٿو اڄ ميمو ضرور ملندو. سمجھہ ۾ ئي نٿو اچي تہ آخر شراڌ ڪيا ڇو ٿا وڃن!

ماءُ :- پنڊت شانتي پرڪاش ڀاردواج جو پُٽ ٿي تون ٿو اهڙا هلڪڙا سوال پڇين؟----- اسان تہ ٻارهان ئي مهنا پيا جيڪي وٺي ڪائون پٽ، پراڻي حو اسان کان ساريرڪ ريت جدا ٿي ويو. ڇا هو هڪ ڏينهن بہ پنهنجي گھر ڀوڄن نہ ڪري؟

رام :- پر امي ذرا سوچ بابا تہ سرير تياڳڻ بعد آتما بڻجي پرماتما جي ڪمل چرنن ۾ وڃي واسو ڪيو. هاڻ تون ئي سمجھاءِ. ڇا اُها سوکيم آتما جنهن کي انساني اکيون ڏسي بہ نٿيون سگھن، سا هيءَ تنهنجا دال، چانور، تريل پٽاٽا، ڪريلا ۽ سيرو مالپڙو، کائيندي؟ -------- ۽ تنهن ڪانسواءِ هرسال مهراج بابا جي نالي ڌوتي، خميس، ٽوال چمپل ۽ روڪڙا رپيا ڏکڻا بہ وٺي ٿو وڃي سي سڀ ڇا بابا جي آتما پائي گھمندي؟ امي اهو انڌوشواس نہ آهي تہ ڇا آهي؟

ماءُ :- پٽ گروناڪ صاحب بہ چئي ويا آهن تہ "ليکون ڪيي نہ چوڻيئي" پٿهين تہ پيو غريب ۽ گھرحائو شخصن جي مدد ڪندو هو. سمجھہ ڪٿي بابي جي نالي ۾ دان ڏنڻ مهراج کي. اسان جا وڏا سوَن سالن کان پيا شراڌ ڪارائيندا اچن. ضرور ڪو تہ راز هوندو شراڌن

كارائڻ ۾.

رام :- پر اڄ کان سو سال اڳ ڪيترين ڳالهين غيب ۾ هيون ۽ اڄ ماڊرن سائنس جي ترقيءَ ڪيترائي انساني ڀرم ٽوڙيا آهن. تون ئي ٻڌاءِ ممي، جڏهن شاسترن مطابق ڀڳوان شري رام، ڪرشن ٻئي جنم وٺي نٿو سگهي ته پوءِ ڇا اهو ممڪن نه آهي ته بابا به ڪو نئون جنم وٺي ڌرتيءَ تي آيا هجن. ( دروازي جي گهنٽي )

رام :- (دروازو کولي) اچو مهراج اچو توهان صرف ٻه ڪلاڪ پنجاهه منٽ ۽ ٽيهه سيڪنڊ ليٽ آهيو.

مهراج :- قسم ڪرشن جو يجمان، گهران صبح جو پنجين وڳي نڪتو آهيان. ڇهن شرڌالن وٽ شراڌ ڪائي دڪشڻا وٺي، بس ڊوڙندو هتي اچي پهتو آهيان. ها !

رام :- وڏي مهرباني توهانجي --- اچو --- وهو. امان مهراج آيو آهي، جهٽ ڪر -----

مهراج :- يجمان پنکو ته تيز ڪر. ڏاڍي گرمي آهي، قسم ڪرشن جو

رام :- هڪ سوال پڇانو --- سچ ٻڌائيندا ؟

مهراج :- (کلندي) جيستائين يوڄن جو پربند ٿئي، توهان هڪ ڇو ڏهه سوال پڇو. توهان جي سرڳي پتا پنڊت شانتي پرڪاش ڀاردواج مهاودوان، مهاڳڻوان ۽ مهاپنڊت هئا. آخر ٻه توهان به ته انهن جا سپتر آهيو انڪري مهرباني ڪري ڏکيو سوال نه پڇجو قسم ڪرشن جو مان ته توهانجي پتا شري جي چرنن جي ڌول برابر به نه آهيان

رام :- توهان هاڻ چيو ته صبح کان ڇهه شراڌ کائي آيا آهيو. مهراج مان ته هڪ ويلو کائيندو آهيان ته پنج ڇهه ڪلاڪ ڪجهه به کائڻ تي من نه ٿيندو اٿم. توهان ايترو کاڌو ايترو جلدي ڪيئن ٿا کائي ۽ هضم ڪري سگهو ؟

مهراج :- قسم ڪرشن جو يجمان، شراڌن ۾ اسان مهراج ائين سمجهه ته کائڻ جو ڏيکاءُ ڪندا آهيون. ٻه گرهه پيٽ ۾ باقي سڄو کاڌو ٿفن ۾.

رام :- هون ته اهو ٿفنن ۾ ڀريل کاڌو ڇا ڪندا آهيو ؟

مهراج :- (تکڙ ۾) وڪڻندا آهيون نه ! نه، نه منهنجو مطلب هو ورهائيندا آهيون نه ويچارن بکين، بيمارن ۽ بي سهارن ۾ ! قسم ڪرشن جو ( ٽهڪ )

رام :- مهراج ڇا برهمڻن جو يوڄن سچ پچ پراڻيءَ کي پهچندو آهي ؟

مهراج :- هان ؟ --- ها ها. قسم ڪرشن، جو کاڌو پيتو، ڪپڙو لٽو، دڪشڻا مطلب ته شراڌن ۾ پراڻي جي نمت مهراج کي ڏنل هر وستو ضرور پراڻيءَ کي پهچندو آهي يجمان.

رام :- پر ٻه ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي ؟

مهراج :- ڇو...... ڇو

رام :- اگني سنسڪار بعد پراڻي جو ناسونت سرير ناس ٿيو پوي، بچي ته مرتيو بعد آتما ---- سوکيم آتما کي هن کاڌي، ڪپڙي وغيره جي ڪهڙي ضرورت ؟ ۽ توهان جي ٻن گرهن کائڻ سان آخر پراڻيءَ کي ڪهڙي ترپتي ٿيندي ؟

مهراج :- ودوان پتا جي جا مورکه پتر ---- توکي شايد ياد نه آهي ته مهاڀارت ۾ دروپتيءَ جي ٿالهيءَ ۾ بچيل صرف هڪ چانور جي داڻي سان شري ڪرشن ڀڳوان، پنهنجي شڪتيءَ سان ڪيترا ڪوهه پري نديءَ ۾ شنان ڪندڙ هزارن سادن جو پيٽ ڀريو هو. ها ! قسم ڪرشن جو.

رام :- شري ڪرشن جي شڪتيءَ جي ڳالهه نه ڪيو. جواب ڏيو ڇا توهانجي پنهنجي شڪتيءَ سان پي روم ۾ ويٺل شخص جو پيٽ پري سگهو ٿا ؟

مهراج :- سروڌش ! شراڌ ڏينهن گهر گهرائي تو برهمڻ جي بي عزتي ڪئي آهي. نادان معافي وٺ نه، ته--------

رام :- نه، ته؟ ڇا ؟ -- -- تون مون کي شراپ ڏيندين ؟ اهو نه وسار ته مون وٽ تنهنجو پيءُ ۽ خاندان جو ڪچو چٺو آهي. ڏسندين ؟ ------ جواب ڏي ڪٿي آهي تنهنجو پيءُ.

مهراج :- بڪواس بند ڪر ----- اچ مائي اچ ----- ڪل يگ. گهور ڪل يگ. ڀارت ۾ ناستڪ وڃن ٿا وڌندا ، انڪري هر طرف خون ، چوريون ، ڌاڙيون ، بم ، بندوقون اشانتي ، آتنڪواد ۽ هاهاڪار متل آهي. قسم ڪرشن جو

(دروازي جي گهنٽي)

رام :- مان ٿو دروازو کوليان ------ (دروازو کولڻ جو آواز) تون! ----- ٻيبي ، توکي ڪنهن سان ملڻو آهي.

ڀڳونتي :- توهان سيني سان انڪري ته بمبئيءَ مان اجمير آيو آهيان.

رام :- (وائڙو ٿي) آيو آهيان؟ ---!

ڀڳونتي :- (ٺهڪ ڀُل ٿي! تنهنجو نالو رام آهي نه؟ ------۽ هيءُ ------ هيءُ آهي دمينتي - جنهن کي مان پيار وچان دمي چوندو هوس !

رام :- (وائڙو ٿي) چوندو هوس !

ماءُ :- دمي ---! Music (ستار)

ڀڳونتي :- اڙي، تون ته راجيش آهين مهراج گوپال جو آوارهه پٽ!؟

رام :- پر تون ڪير آهين؟

ڀڳونتي :- دمي تون به مون کي نٿي سڃاڻين؟ ------ ياد اٿيئي، بدريناٿ، ڪيدارناٿ جي ياترا لاءِ جڏهن اسان برفيلا پهاڙ چڙهي رهيا هئاسين، تڏهن منهنجو پير ترڪي ويو هو ۽ تو روئي روئي اکيون ڳاڙهيون ڪري ڇڏيون هيون. بس هڪ جنم ۾ ئي تنهنجو جنم جنم وارو رشتو پورو ٿي ويو ڇا ؟

ماءُ :- تون! ----- توهان؟ ---- آخر چوڻ ڇا ٿا چاهيو ؟

ڀڳونتي :- دمي مون کي سڃاڻ. مان موٽي آيو آهيان تنهنجو ننڍ ڪٽ --

مهراج :- مون کي اڄ ڏهن يجمانن وٽ اڃا وڃڻو آهي. هيءُ ڇوڪري ته ڪا ڪسڪيل ٿي ڏسجي، هون - ننڍ ڪٽ.

ماءُ :- رام هڪ منٽ (پاسيرو) هيءُ ٻيبي ڳالهيون پڙهين جهڙيون ٿي ڪري. مان ته اصل -----

(دروازي جي گهنٽي) (دروازو کولڻ)

ماءُ :- رام پٽ، ڏس ته پوليس ڇو آئي آهي؟

ڪمشنر :- ڏڪو نه، اسان هن ٻيبيءَ سان گڏ آيا هئاسين. پاڙي مان جاچ پڙتال ڪرڻي هئي انڪري ڀڳونتيءَ کي اڪيلو هتي موڪليوسين. ها ته توهان کي شايد يقين نه اچي، پر هيءُ ٻيبيءَ جي دعوي آهي ته اڳين جنم ۾ هيءُ ئي پنڊت سانتي پرڪاش ڀاردواج

هئي.

مهراج :- ڇا ؟ هيءُ بالڪا اڳين جنم ۾ پنڊت جي هئي !

ماءُ :- توهان ! ----- توهان واپس آيا آهيو پنهنجو وچن پالڻ، پٽ رام توکي ياد آهي نه ته پڻهين پران تياڳڻ وقت مونکي وچن ڏنو هو ته --------

ڀڳونتي :- "دمي روءُ نه. موت انتم ياترا نه آهي. موُت ڪانپوءُ پنر جنم به آهي. مان وري جنم وٺندس ۽ تمام جلد ڏسجانءُ، توسان هن گهر ۾ ٿي وري ملڻ ايندس." ڏس دمي مان آيو آهيان. پنهنجو وچن نڀائڻ.

ماءُ :- ڏس، ڏس پٽ پنڊتجي اسان سان ملڻ آيا آهن. اچ اچ اچي پيءُ جا پير ڇُهه!

رام :- بابا !

مهراج :- ڪمال آهي. ننڌ جيتري ڇوڪري ڏينهن ڏني جو توهان جي اکين ۾ سرمو پائي رهي آهي. مائي جلدي مون کي پڻايو ته مان وڃي ٻين يجمانن جو شراڌ ڪاوان !

ڀڳونتي :- هاڻ تون شراڌ، نه جيل ۾ ماني ڪائيندين - ڪمشنر صاحب گرفتار ڪيو هن کي. هن ئي پنهنجي پيءُ گوپال عرف ڳنگوءُ سان ملي منهنجو قتل ڪيو.

انسپيڪٽر :- هيءُ خون جو ڪيس آهي. انڪري ثابتيءُ جو هجڻ بلڪل ضروري آهي.

ڀڳونتي :- ثابتي پوليس جي حوالي ڪرڻ ۽ گناهه گارن کي سزا ڏيارڻ لاءُ ئي ته مان هتي آئي آهيان --- انسپيڪٽر صاحب راجيش تي نظر رکجو. اچو ڪمشنر صاحب (قدمن جا آواز ----- ميوزڪ ----- قدمن جا آواز ------ ميوزڪ، دوازو ڇيڇاٽ ڪندي کلڻ جو آواز - ) هيءُ آهي، منهنجي پوڄا جو ڪمرو ۽ هيءُ ماتا، ڪالي ماتا جي تلوار، ڳنگوءُ عرف گوپال جي پنيءُ تي ٿيل گهاءُ هن ماتا جي تلوار سان ٿيل آهي --- اُن ڏينهن مان ماتا جي ڌيان ۾ هن ئي ڪمري ۾ ويٺو هوس (Music) قدمن جا آواز - (Music FLASH BACK) گهر ۾ مان بلڪل اڪيلو ماتا جي ڌيان ۾ مگن هوس ته اچانڪ - - - - (شيشي جي گلاس ڪرڻ ۽ ڀڃڻ جو آواز) ڪير ؟ - - - - - - مون ڏٺو گوپال ۽ هنجو پٽ راجيش منهنجا اٿلي سنسڪرت منتر وديا جا ڪتاب چورائي، ڀڄڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. مون --- مون اُٿي گوپال کي پڪڙيو ! گوپال ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. اُن ڇڪتاڻ ۾ گوپال جي ڳلي وارو تعويذ ڇڄي منهنجي هٿ آيو. خبر نه اُن تعويذ ۾ ڇا هو گوپال وڏي ڇري سان مون تي وار ڪيو. راجيش مون کي پڪڙيو. ٻنهي ڇري سان مون کي خونا خون ڪري ڇڏيو. اچانڪ منهنجي هٿ ۾ ماتا جي هٿ واري تلوار آئي. مون اُن سان ڀڄندڙ گوپال جي پنيءُ تي گهاءُ ڪيو. زخم گهرو هو ته به خون وهائيندا گوپال ۽ راجيش منهنجا ڪتاب چورائي ڀڄي ويا. بس ياد نٿو اچيم ته مون اُهو تعويذ ڪٿي رکيو ؟

ڪمشنر :- ته تنهنجو مُوت ڪٿي ٿيو ؟

ڀڳونتي :- هتي. هن ڪمري ۾ -- ها ياد آيو. اُهو تعويذ ماتا واري مورتي جي شينهن جي ڪليل مونهن ۾ رکيو هوم. مون مرڻ ڪان پهرين...

انسپيڪٽر :- مسٽر رام ڇا مان اُهو تعويذ ڳولهي سگهانٿو ؟

رام :- بلاشڪ پر بوٽ لاهي ; پوڄا جو ڪمرو آهي نه

(Music)

انسپيڪٽر : ڪميشنر صاحب هي تعويذ شپنهن جي مونهن ۾ آهي. اچي ڏسو !

ڪمشنر :- تہ ڳنگو ئي گوپال آهي. پنڊت شانتي پرڪاش جو خوني! انسپيڪٽر صاحب "پنر جنم" بابت توهان جو ڇا ويچار آهي؟

B 203, Chintamani, Shanker Lane,
Kandivali (w) Bombay - 400067

# جڏهن پنني پيڪي ويئي

□ چمن شرما

## پاتر

١. ڪمار — آفيس ۾ ملازم
٢. ڪملا — ڪمار جي پتني
٣. جهامن — سندن ٻار
٤. موهني — سندن ٻار
٥. دولترام — پاڙيسري
٦. جمڙي ماءُ — پاڙيسري
٧. ڏاڏي جيڻ ماءُ — پاڙيسرياڻي
٨. پيمن ماءُ — پاڙيسرياڻي
٩. سندر ماءُ پاڙيسرياڻي

ڪملا :- (ڪپڙن جي پيتي ناهيندي - ٻارن کي) اڙي جهامن - موهني ا...بش شرٽ ۽ فراڪ هيٺئر مون هتي رکيا هئا، توهين ڪٿي ويا ڇا؟ (هلندي - پنهنجي منهن) هي ٻئي ٻار ويا ڪيڏانهن؟ (پيرن جي آهٽ، ٿوري دير ڪانپوءِ ٻنهي کي ڳچيءَ کان پڪڙيندي) مان ويئي بش شرٽ ۽ فراڪ ڳرلهيان، توهان هيٺئر ئي پائي وتو تا، تپا ڏيندا...لاهيو....جلدي ڪريو....اوهه! ....(لاهيندي) هي ڪپڙا ٻه اِتيئي پائي پورا ڪندءِ ته باقي ناناڻي گهر پُراڻا ميرا ڪپڙا هلي پائيندءِ؟

جهامن :- ممي، مون پاتي ٻه ڪانه ٿي، موهنيءَ چيو ته ........

موهني :- (وچ ۾ ڪٽي) هَل ڪوڙا.... اِتيئي ڪوڙ ٿو ڳالهائين، تو ڪونه......

ڪملا :- (ٻنهي کي چنيپندي) هاڻ بس ڪريو ا.....توهان ٻار ته ڪم ۾ ڪم وڌائڻ وارا آهيو. (بش شرٽ ۽ فراڪ لاهي پيتيءَ ۾ وجهندي) اڙي ا...توهين هتي بيٺا ڇا ٿا ڏسو؟ وڃو، اندرئين ڪمري مان ڪٽ تي رکيل آرسي کٽي اچو ته اُها ٻه بند ڪريان پيتيءَ ۾.

جهامن :- ممي، ڇو؟...نانا جي گهر آرسي ٻه ڪانهي ڇا؟

ڪملا :- ٻَڪ ڇڏ، هاڻ وِت کان وڏيون ڳالهيون ٿو ڪرين! نانهِن وٽ ڪبٽ ۾ لڳل توڪان ٻه وڏي ته آرسي آهي.

موهني :- ته پوءِ ممي، آرسي ڇو ٿي کٽين؟

ڪملا :- (پاٻوهه سان) ڏاها ٻار، وڏي مسافريءَ وقت سُرمو سرائي سُئي - ڀيري، صابڻ - ڦٿوڻي ۽ ٿوال سان گڏ آرسي ٻه ڪٽڻ ضروري آهي، متان رستي تي ضرورت پوي.......(ڪپڙا پيتيءَ ۾ وجهندي) چڱو، هاڻ جلدي ڪري آرسي کٽي اچو...... (پتيءَ سان پريان ڳالهائيندي) مون چيو توهان اجا سنان پيا ڪريو ڇا؟....(پنهنجي منهن) هي پڳوان!.... هنن جو سنان ٻه غريب جي شادي آهي! (پريان - زور سان) مون چيو، هاڻ جلدي ڪريو !... مون بسترو - پيتي ۽ ٻيو سامان ٻه ناهي ورتو، پر توهان جو سنان اجا پورو نه ٿيو آهي.

ڪمار :- (باٿ - روم مان جواب ڏيندي) پر گاڏي ڇُٽڻ ۾ اڃا ٻہ ڪلاڪ پيا آهن..... تون بہ ٺل نہ ڪنهن ڳالهہ جي پٺيان پئين!..... پوءِ تہ گهر جي سيني ياتين کي پيئي ليفٽ رائيٽ ڪرائيندين.

ڪملا :- هاڻ سنان ڪري نڪرڻ جي بہ ڪندا يا اڃا اندران پيا ڳالهائيندا. هتي مان اڪيلي سر ويٺي ڪم ڪريان......

ڪمار :- (ٻاهر ايندي) اِجهو آيس.....(ويجهو آواز) هاڻ منهنجي لاءِ ڪهڙو حُڪم آهي؟

ڪملا :- توهانکي خبر بہ آهي تہ مان اسٽيشن تي گاڏيءَ جي ٽائيم کان، ڪلاڪ اڳ ۾ پهچڻ چاهيندي آهيان؟... (اوچتو ياد ايندي) اڙي!....هي ٻار اندرئين ڪمري مان آرسي کڻي ويا، پر اڃا ٽائين ڪانہ ملين ڇا؟.... (سڏ ڪندي) او جهامن!..... موهني!!.... آرسي توهان مان ڦاٽي ڪين توهان آرسيءَ مان ڦاٽا؟....

(پريان ٻنهي ٻارن جي وڙهڻ جو آواز)

جهامن :- مان چوانءِ ٿو مونکي ڏي آرسي، مان ڏيندس ممي‌ءَ کي.

موهني :- (روسامي وارو آواز) تون ڇو ڏينس، آرسي پهرين مون کنئي آهي.

جهامن موهني (ٻئي گڏ) :- ممي!.....آ....ر....سي!

(ٻئي وڙهن ٿا - وڙهندي ٻنهي جي هٿن مان آرسي ڪري پوي ٿي - آرسي ڀڃڻ جو آواز)

ڪملا :- (پريان) اڙي، آرسي ڀڃي ڇڏيو ڇا؟.... (پنهنجي منهن) هنن ٻارن کي ڪم ڇئہ تہ مصيبت، نہ ڇئہ تہ بہ مصيبت! سچ ٻڌايو ڪنهن ڀڳي آرسي؟

جهامن :- (روئندي) ممي، موهنيءَ منهنجي هٿ مان ڦري.

موهني :- (سسڪيون ڀريندي) هَل ڪوڙا! تو ڪونہ منهنجي هٿن مان ڪسي؟

ڪملا :- (ٻنهي کي ڏک هڻندي) ٻئي ڪوڙا آهيو....ڪم جا نہ ڪار جا، ڏشمن اَناج جا!.... رُڳو کائي ۽ وڙهي جاڻو... ڏهين روپئي جي ٿلهي ٻُنڊ جيڏي آرسي هٿي ڀڃي ڇڏيوَ!....
(ٻنهي کي ڪَنن کان جهليندي) سچ ٻڌايو، ڪنهن ڀڳي، نہ تہ مان ٻڌائي ٿي ڇڏيانوَ.....

ڪمار :- (وچ ۾) اوهہ!... ڇڏيو هاڻ ڇڏ ڪٿي ٻارن کي، خسيس آرسيءَ لاءِ وٺي هاءِ گهوڙا ڪئي اَٿيئي.

ڪملا :- (گرجندي) توهان جي لاءِ هيءَ آرسي خسيس آهي. توهان کي خبر آهي، هيءَ ممي‌ءَ کي ڏاجي ۾ مليل آرسي، هُن ساهہ سان سانڍي رکي هُئي ۽ مونکي شاديءَ ۾ ڏني هئائين. منهنجي ماءُ جي نشاني، هنن نياڳن ٻارن منٽ ۾ ڀڃي ڇڏي!!

ڪمار :- پر هاڻ ان ڳالهہ مان ورندو بہ ڇا؟.... تون حسيس گالهہ کي بہ تيليءَ مان ٿنڀ ڪريو ڇڏين!.... هرڪا ڳالهہ.....

ڪملا :- (ڪروڌ ۾ ۽ روئندي) ها ها.....مان ٺي ٻُري آهيان (سسڪيون) ڀڳوان سيئي عيب مون ۾ ٺي ڀريا آهن.. (پيتيءَ جو ڍڪ زور سان بند ڪندي) ڪڏ ۾ پوي، مونکي ڀيڪي وڃڻو ٺي ناهي!... جتي پنج سال ماءُ پيءُ جي منهن ڏٺي ٿيا آهن، اتي ڏهہ سال ڀل ٻيا بہ گذري وڃن.

ڪمار :- ازي پر تون ايترو وهلوڙ ڇو پيئي وڃين ؟......مون چيوئي ڇا ، جو......

ڪمل :- ( روئندي ) هي ته پڳوان منهنجي پاءُ کي سڪي سڪي سالن کان پوءِ پٽ ڏنو ، جنهن جي ڇٺيءَ جي بهاني پيڪي وڃڻ لاءِ تيار ٿيس ، نه ته اُجا ٻه.........

ڪمار :- ( وچ ۾ ) اوهه!.... ڀڳوان تنهنجي پاءُ کي هر سال پٽ ڏئي ۽ تون هر سال پيئي پيڪي وڃين ، پر هينئر ته مهرباني ڪري بس ڪر. اجايو وقت پيو وڃي.

ڪمل :- ( ڳوڙها اگهندي ) پر توهان ائين ڇو چيو ته........

ڪمار :- ( وچ ۾ ) ازي پائي مون ته ڇا ، منهنجن نندن وڏن سينن توبهه ڪئي ، تون مهرباني ڪري جلدي ڪر..... ( پريان ويندي - پنهنجي مُنهن ) آرسيءَ تان ڪٿي اُجائي باهه ٻاري اٿس.....( موٽندي ) هان وٺ....( آرسي ڏيندي ) هيءَ آرسي !

ڪمل :- ( آرسي وٺندي ) ٺيڪ آهي....پر آئينده ، مهرباني ڪري اهڙا تڪا تير نه هڻجو.

ڪمار :- چڱو ٺيڪ آهي. پهرين سامان سڀ سنڀال..... ٻار ڪيڏانهن ويا ؟.....( سڏ ڪندي ) جهامن ، موهني !

ڪمل :- ٻار ٻاهر بيٺا آهن ......پر توهان ٽانگي واري کي ڇٺي ڇڏيو هو نه ؟... اجا تائين ته آيو ڪونهي !

ڪمار :- بس ، اچڻ ۾ ئي هوندو.....تون سامان سنڀالي ، ٻاهر ڪڍي رک ۽ ننگ سنڀالي ڳڻي ڪٺج.....رستي ۾ ڏسج ، ٻارن ۽ سامان جي..... ننگن مان ڪو ننگ رهجي نه وڃيئي...... اڪيلي آهين , ان ڪري سڀ خيال توکي ئي رکڻو آهي !

ڪمل :- توهين ان ڳالهه جي چنتا نه ڪريو. مان سيني سان پُڇي ڪائڻ واري آهيان.

ڪمار :- ( ٺوڪرنيءَ سان ) ها ها.....اهو ته اِتيئي ظاهر آهي.

ڪمل :- ڇا چيو ؟

ڪمار :- ( مشڪندي ) ڪجهه نه..... ڪجهه نه..... هين هين!...... مون ٿي چيو ته....( اوچتو ٽانگي جو در تي بيهڻ جو آواز ) ڏس ! ٽانگو ٻه اچي ويو... هاڻ جلدي سامان رک ! ( پيتين ، بستري ۽ سامان رکڻ جو آواز ، ٻارن جي ڪلڻ ۽ پُڻ پُڻ جو آواز ) سڀ سامان اچي ويو نه ؟....در بند ڪر....

( دروازي بند ٿيڻ ۽ ٿوري دير ڪانپوءِ ٽانگي هلڻ جو آواز ۽ گڏو گڏ ٻنهي جي گفتگو چالو )

ڪمل :- مون ڇيو گهر ۾ پرپٺ سنڀالي هلجو , سيڌو سامان ، ريڊيو پنڪو ، مشين شيشي جو سامان ، برٽيون آچار وغيره ، سڀ جي سنڀال ڪندا رهجو.

ڪمار :- تون ڪو خيال نه ڪر. اِهو مهنو ڏيڍ ڏڪيو سُڪيو پاس ٿي ويندو.

ڪمل :- روٽي گهر ۾ پاڻ ڪري کائجو ....بزاري روٽي کائي پاڻ کي بيمار نه ڪري ڇڏجو. مان وڃان ته پيڪي ٿي ، پر منهنجو سڄو ساهه توهان ۾ اٽڪيل هوندو.

ڪمار :- ( مشڪندي ) ته ڇنبو هي ويندي وقت جو قرب ڏيکاري رهي آهين ؟ ....هين هين !

ڪمل :- ته توهين ڇا ٿا سمجهو ! ... روبرو چاهي توهان سان ڪيترو ٻه وڙهندي هجان ، پرپٺ ته هر وقت توهان جي چنتا هوندي آهي !....توهان جي خط ۾ ٿوري ٻه دير پوندي آهي ته......

ڪمار :- ٻلهار وڃان، اڄ تہ اصلي رنگہ ۾ اچي ويٺي آهين!
ڪملا :- بس ڪريو هاڻ، اجايو.....
جهامن :- (وچ ۾) ڏيڏي، اسين ريل گاڏيءَ ۾ هلنداسين نہ؟......موهني چويٿي موٽر ۾ هلنداسين.
ڪمار :- ها پُٽ، اسين ريل گاڏيءَ ۾ هلنداسين. (ٽانگي رُڪجڻ جو آواز) اسٽيشن اچي ويئي....
لهو....لهو، آهستي.... جهامن، تون موهنيءَ کي هٿ ڏي....(ٽانگي واري کي پئسا ڏيندي) هان پائي، هي پنج روپيا..... (ڪملا کي) ڪملا، تون بستري ۾ هٿ وجهہ تہ مان پيٽي ۽ ٻيو سامان ٿو کڻان .....
(پيرن جي آهٽ، سامان گاڏيءَ ۾ رکڻ ۽ ڪپڙن ڇنڊڻ جو آواز)
ڪملا :- سامان تہ سڀ اچي ويو.....چڱو هاڻ توهان جلد لهو نہ تہ گاڏي ڇُٽڻ مهل، لهڻ ۾ تڪليف ٿيندوَ.....۽ ها، ٻيو ٻڌو! مهرباني ڪري خط جلدي جلديَ لکندا ڪجو!
ڪمار :- تون ٻي اوني ٿي پيڪن مان پنجن سالن جي سڪ پوري ڪري اچج!....
(گاڏيءَ جي سيٽيءَ ۽ ٿوري دير ڪانپوءِ ڇٽڻ جو آواز)
ڪملا :- (اتاولائيءَ سان) جلدي ڪريو ....لهو...گاڏي هلي پيئي!
جهامن ۽ موهني (ٻئي گڏ) :- ڏيڏي، ٽاٽا!.... ڏيڏي ٽاٽا!!....
ڪملا :- (پريان) مون ڇيو خط لکجو...دير اصل نہ ڪجو!.... پنهنجو خيال رکجو!؟
ڪمار :- ها ها! (ٻارن کي جواب ڏيندي) ٽاٽا!.... ٽاٽا!!.....
(گاڏيءَ جو آواز چالو - ٿوري دير ڪانپوءِ بند)

درشيہ ٻيو

(دروازي تي ٺڪ ٺڪ جو آواز - ٿوري دير رکي وري آواز)
ڪمار :- (اوٻاسي ڏيئي - آلس موڙيندي) اڙي پائي، ڪير آهي؟
ڏاڏي :- (پريان) پُٽ ڪمار، اڃا سمهيو پيو آهين ڇا؟.... هيڏو سج چڙهي آيو آهي، آفيس ڪونہ ويندين ڇا؟؟
ڪمار :- (دروازو کوليندي) اوهہ! ...ڏاڏي جيئڻ ماءُ! ....اچو اچو!....هين هين... ٿڪاوٽ سبب اک ئي نہ کلي!!
ڏاڏي :- پُٽ، تنهنجي ڪنوار ٻيڪي وڃڻ کان اڳہ، گهڻي پارت ڪري ويئي هئي! ....ڇا ڪجي، اوکي سوکيءَ ۾ پاڙي وارائي تہ ڪم ايندا آهن نہ!!
ڪمار :- اِها تہ سچي ڳالهہ آهي ڏاڏي!
ڏاڏي :- پنهنجين ڪير جي بوتلن سان گڏ، تنهنجي ڪنوار جي چوڻ تي، تنهنجي لاءِ بہ ڪير جي بوتل اسان وٺي رکي هئي. مار پوي ننڍي ٻبيءَ کي جنهن ڪير پي ڇڏيو .....هين هين....هان، هيءَ حالي شيشي!
ڪمار :- ٺيڪ آهي، مان پاڻيهي هوٽل تان چانهہ پي ايندس.

ڏاڏي :- ها پُٽ ، هڪ ٻي خاص ڳالهه ڪندي سنڪوچ ٿي پيو ، پر ڇا ڪجي.....

ڪمار :- ( وچ ۾ ) ها ها...چئو چئو ....ان ۾ سنڪوچ جي ڪهڙي ڳالهه آهي ڏاڏي ! .... پاڙي ۾ هڪ ٻئي جو ڪم ته ٿئي پيو.

ڏاڏي :- پٽ ، توکي ته خبر آهي ، ايندڙ مهني منهنجي ننڍي پوٽي سندريءَ جي شادي آهي. ڇوري ٻه ضد ڪري بيٺي آهي ته پنهنجو ڏاجو پاڻ ٺاهينديس ; صرف مونکي مشين آڻي ڏيو......هين هين ،.... تو وٽ ، هٿ جي سلائي مشين هيئنر ڪم ۾ ته ايندي ڪانه ، جيڪڏهن ڏيئي سگهين ته مهني ڪن لاءِ توهان جي ، هٿ واري مشين مان ڪٽائي وڃان.

ڪمار :- ( مُنهن ڦلهڙو - آواز ڍرڪيل ) پلي ڪٽائي و.....ڄ....... جو پر توري......

دولترام :- ( در تي ٺڪ ٺڪ سان گڏ ٻاهران آواز ) اڙي ڀائي ڪمار صاحب ، گهر ۾ ته آهين ؟

ڪمار :- ( آواز سڃاڻندي ) ها ها .... ڪير ؟ .... دولت آهين ڇا....اڙي ڀائي ٺيڪ ته آهين نه ؟

دولترام :- ( پريان ڳالهائيندو ايندي ) اڙي ڀائي ، ڪهڙا ٿو حال پُڇين ! مان ته ساڳئي شهر مان شادي ڪري اچي ڦاٿو آهيان.... ڪڏهن سُسُ - سُهُرو سهج ڪرڻ پيو ايندو ته ڪڏهن سالو صاحب ، پنهنجي ٻارن جي سُٺنا سميت اچي در تي سُئن هٽندو نه ته ڪڏهن سدا جُڙي سالي پنهنجي پلٽڻ سميت ٻِسُ ڪنيو بيٺي هوندي ! ...... وري جي ڪو ڏڻ وار ٿيو ته پوءِ سائين گهر ۾ ٽِر چِٽڻ جي به جاءِ ڪانه بچندي. انکري بيمار ٿي بستري داخل ٿيڻ کان آفيس ۾ ڪُنجهندي ڪُرڪندي ڪم ڪرڻ پسند ڪندو آهيان ......(اوچتو ڏاڏي جيئڻ ماءُ تي نظر پوندي ) ڪير ، ڏاڏي جيئڻ ماءُ ! .....هين هين.... ڏاڏي ، هري رام ! ڪيئن ٺيڪ آهيو نه !

ڏاڏي :- ها پٽ ، ڪيئن تنهنجي ڪنوار ٺيڪ آهي نه ؟

دولترام :- ها ڏاڏي ، مهانگائيءَ سان گڏ سچ پچ ته هنن مهمانن ٻه ڇيلهه ڀڃي ڇڏي آهي. گرميءَ ۾ سيمنٽ جي ڳوٿين وانگر سِتيا پيا آهن. پنکو ڇت جو آهي ، سو به وچين ڪمري ۾. سوچيم ڪمار جا ٻار ٻاهر ويل آهن ، ٽيبل پنکي جي ضرورت هوندس ڪانه ، ڇو نه ڪجهه ڏينهن لاءِ ڪمار جو ٽيبل پنکو ۽ ڪپڙن استري ڪرڻ لاءِ سندس پريس ڪم آڻجي !..... انڪار ته ڪندوئي ڪونه... ( ڪمار ڏانهن حُجت سان ) ڪيئن ڀائي ، آهي يا نه ، ڇئه ها... هين هين.. ( کلي ٿو )

ڪمار :- ( ٽڏو شوڪارو ڀريندي ) هاها ڀائي ، پاڙي ۾ ته اِهي ڪم ٿين پيا.

ڏاڏي :- ها پٽ دولت ، آيو آهين ته هڪ مون ٻڍڙيءَ جو به ڪم ڪندو وڃ نه ؟

دولترام :- هاها... چئو ڏاڏي !

ڏاڏي :- پٽ ، هيءَ مشين جيڪر ڪٽي منهنجي گهر پهچائي اچين ته....

دولترام :- هاها... ڇو نه... مشين توهان جي گهر ڇڏي ، پوءِ ٿو اچي مان ٽيبل پنکو ۽ پريس ڪٽي وڃان.

ڏاڏي :- ( آسيس ڪندي ) پٽ ، شل جواني ماڻيندين.

( مشين کڻڻ ۽ پيرن جي آهٽ )

ڪمار :- ( ٻنهي جي وڃڻ ڪانپوءِ ، زور سان دروازو بند ڪندي هڪ ٽڏو شوڪارو ڀري ) هي

پگوان!... اڄ پهرئين ڏينهن سامان لڏڻ شروع ٿي ويو. (پيرن جي آهٽ ۽ ڪُرسيءَ تي پاڻ اُڇليندي) هينئر ئي هي حال آهي ته اڳتي ڇا ٿيندو ؟ ...

(دروازي تي ٺڪ ٺڪ) ڪير آهي ؟ دروازو کُليل آهي.. اندر اچو !

جمڙي ماءُ :- (مشڪندي) مان تڪڙي آيس ، جو ڇيم متان پائو آفيس نه هليو وڃي... ڇا ڪجي پائو.. منهنجي ننڍي ڌيءَ جيڪا جبلپور مڱيل آهي، اُن جو گهوٽ اوچتو اچي نڪتو آهي. اڄ وسپت آهي، اڱي جي ڇڪي به بند آهي، ۽ پوين تاريخن هٿ ڪري، ڪنهن به خلاص ٿي ويئي آهي... هيءَ پائي اٿي حي، ٿورو انبڙين جو آچار ۽ ڪنورو ڪنهن جو جيڪر ڏيو.. هين هين.. منهنجو ناٿي، سيٺون ڏاڍي چاهه سان کائيندو آهي!

ڪمار :- اِهو ته سڀ ٺيڪ آهي، پر...

جمڙي ماءُ :- (وچ ۾) توهين چنتا نه ڪريو پائو، ڏينهن ٻن ۾ واپس ڏيئي ويندس ! ... اسين وس پڇندين ڪنهن جي اڳيان هٿ نه ٽنگيندا آهيون، پر پاڙي ۾ اِهي هڪبئي جا ڪم ته پيا پون.

ڪمار :- (نرڙ ۾ گهنج وجهي پر ظاهري مشڪندي) اِها ته ڳالهه سچي آهي... مونکي ڏيو اها پائي.

جمڙي ماءُ :- توهان ڇو ٿا تڪليف ڪريو پائو، مان پاڻيهي ٿي ڪٽان....

مونکي خبر آهي ته انبڙين جو آچار، اڱي جو دٻو، ڪنهن جي برٽي ڪٽي رکيل آهي.(دپي، برٽيءَ ۽ پائيءَ جو آواز - ڪمار وائڙن وانگر ڪيس ڏسندو رهي ٿو. آچار اٿو ۽ ڪنهن ڪٽي ويندي) هين هين!... (پيرن جي آهٽ - اوچتو موٽندي) ڏٺئه!... ڏندو ڪوندو ته ڪٽڻ ئي وسري ويو.. هين هين... ڇا ڪجي، گرميءَ ۾ ٿاڌل ٺاهڻ تي اڄ ٻارن ضد ڪيو آهي!!

ڪمار :- ها ها... ڪٽي وڃو، پر ذرا ڪونڊي جي سنڀال ڪجو... ڪٽي ننڍن ٻارن جي ور چڙهي ويو ته....

جمڙي ماءُ :- توهان بلڪل بي فڪر رهو پائو، پرائي شيءِ اسين ساهه سان سانڍيندا آهيون!

ڪمار :- (اونهو ساهه کڻندي) اُهو ته آهيئي.

جمڙي ماءُ :- هين هين.... (وڃي ٿي - ويندي پريان) ڪنهن به قسم جو ڪم پئيوَ ته ٻنا سنڪوچ جي چئجو.. (کلندي) پائو، پاڙوني ته اَبو اَمڙ، پاءُ پيڻ ٿيندو آهي.... هڪ ٻئي جو خيال رکڻ به ته ضروري آهي!... (وڃي ٿي)

ڪمار :- (پنهنجي منهن) هي ڇڱو پاڙيوارن منهنجي گهر تي ڇاپو مارڻ شروع ڪري ڇڏيو آهي.... هڪ وڃي ٿو ٻيو اچي ٿو....مان به مُنهن ڪُنڊو ٿي وٺان گهر لڏائيندو !

پيمن ماءُ :- (پيرن جي آهٽ) اڙي ڪمار پٽ! پٽين سان ڳالهيون ڪري رهيو آهين، ڪيئن

ڪمار :- (ڦڪو کلندي) نه نه ڏاڍي! بس ائين ئي....

پيمن ماءُ :- اڙي پٽ، واڌايون هجنئي!... من جي مراد پوري ٿي اٿيئي!... تنهنجي دوست رامچند جي ڌيءُ مڱي اٿيئي.

ڪمار :- ڪير ساوتري مڱي يا ليڇمي ؟

پيمن ماءُ :- تون به ڪمال ٿو ڪرين پٽ، وڏيءَ کي وهاري ننڍي ڪيئن ڪبي ؟ ساوتري مڱي آهي! اڄ پڪي مصري ونڊا... تون شام جو ٺيڪ ڇهين بجي پهچي وڃج!

ڪمار :- ها ها، ٺيڪ آهي، ڇڱو ٿيو ويچاري ساوتري^ جو نيٺ ته پاڻ ڪليو ا
ڀيمن ماٽ :- ۽ ها، مان نوڪر کي پاڻ سان وٺي آئي آهيان، ٻاهر بيٺو آهي، اچوڪو ڏيڻمن اهو سوفا سيٽ ۽ اندر ڪمرڻ ۾ رکيل سينگاپور وارو ٽي سيٽ ته ڏي، اڄ واڌائي^ تي کپندو. ٻاڙي مان ڪم ٿئي ته پري ڇو وڃجي ؟
ڪمار :- (اوچتو ڇرڪ ڀري - ڇڇريل آواز ۾) سينگاپور وارو ٽي سيٽ !!!
ڀيمن ماٽ :- گهبرا^ نه، سڀ سامان سپاڻي، جهمٽمل حفاظت سان پهچائي ويندو... (ساموون بيٺل جهمٽمل کي) مُٺا، ڏسين ڇا پيو ؟.. کڻ هي^ سوفا سيٽ.. تون هلندو ٿي^ ته مان ٽي سيٽ کڻي ٿي اچان ا (ٽي سيٽ کڻندي) ڇڱو پٽ، مان هلان ٿي، تون شام جو ڇهين بجي پهچي وڃج.
ڪمار :- (پلنگ تي پاڻ اڇليندي) هي ڀڳوان ا.. هي پاڙيوارا پنهنجا فرض نباهيندي، هٽ هٽ ڪري منهنجي گهر جي هرڪا شي^ ٻهاري کڻي وڃڻ تي ڪمر ڪشي بيٺا آهن. هيئنر ٽي هي حال آهن ته مهني اندر هن پلنگ جي چادر به نه ڇڏيندا ا... (ٿورو ترسي گهر اندر چڪر لڳائيندي ۽ ڀڻ ڀڻ ڪندي) ڪجي ته آخر ڇا ڪجي؟ مونکي ته ڪجهه سمجهه ۾ ٿي نٿو اچي ا (ٻاهران زالن ٻارن ۽ مردن جو آواز ۽ ڀڻ ڀڻ. سڀ ماڻهو پاڻ ۾ پنهنجي نموني هڪٻئي سان ڳالهائيندا اچن ٿا. اُن وڏي ٽولي^ جي اڳواڻي سندر ماٽ ڪري رهي آهي)
سندر ماٽ :- (کنگهندي) اچو اچو... حجاب ڇا جو ٿا ڪريو.. هي ته پنهنجو ئي گهر آهي ا... هين هين اسين سڀ پاڙيوارا پاڻ ۾ گهر جي ڀاتين وانگر رهندا آهيون... (ڪمار ڏانهن) ڪيئن پٽ ڪمار، مون ٺيڪ چيو نه ؟
ڪمار :- (چئني پاسي، هيترن ماڻهن جو لشڪر ڏسي دهلجي ٿو وڃي ۽ واڻڻ وانگر نهاريندي) اهو ته ٺيڪ آهي ماسي ا... پر مون توهان جو مطلب نه سمجهيو.
سندر ماٽ :-اڙي پٽ، پنهنجي سندر جي شادي^ تي هي سڀ مهمان آيا آهن. ڌرمشالا ته پرجي ويئي آهي. ٻاڙي جا ٻه ٽي خالي گهر ته اڳيئي مهمانن سان سُٽجي ويا آهن. سوچيم تنهنجا ٻار ٻاهر ويل آهن، خالي گهر توکي به کائڻ ايندو هوندو، هي ٿورا مهمان هتي رهيا پيا هوندا، ته تنهنجي لا^ به وندر ٿي پوندي. تنهن کانسوا^ تون اڪيلو ٻاهرين اوطاق واري ڪمري ۾ رات جو ٽائيم پاس ڪري سگهين ٿو ا... هين هين...
ڪمار :- (منهن تي جنسي هنڌ هارجي ٿي وڃيس - ٿوري دير ته نڙي^ مان آواز ئي نٿو نڪريس، جيئن تيئن ڪري گهٽيل آواز ۾) پر ماسي، گهر اندر ڪيترو ئي قيمتي سامان جو پيل آهي.
سندر ماٽ :- اڙي پٽ، سامان جي ڇنتا نه ڪر. اها جوابداري منهنجي سِر تي ا... تنهن کانسوا^ مون سڀني کي خاص تاڪيد ڪري ڇڏي آهي ا... بس، ڏکيو سُکيو وقت ويندو پاس ٿي، چيو ڪين اٿن، "سَوَ خرچي به ٻاڙو سٺو وٺجي"... (مهمانن کي) هَلو هَلو.. اندر هلو. پر سامان جي سنڀال ڪجو.. ڇڱو، مان هلان ٿي...

(وڃي ٿي)

ڪمار :- (ٺڏو شوڪارو ڀريندي) هي ڀڳوان ا... تون ئي هِن گهر تي مهر ڪج ا.. باقي مونکي

معاملو گنيير ٿو نظر اچي ا... ڪجهہ بندوبست ڪرڻو ئي پوندو... نہ تہ سيني پاڙيوارن جي مهربانيءَ سان، اسان جي گهر جو ڀُنيو ئي ڀئي پاسي ٿي ويندو.

( ان نموني پنڌرهان ڏينهن گذري وڃن ٿا - سيني مهمانن ۽ ٻارن جا آواز - گڏيل ۽ جدا جدا پڌڻ ۾ اچن ٿا - ڪٿي چِٽا ڪٿي اٽلڪا )

زال :- مون چيو جاءِ تہ سٺي آهي ا.. ڪُل -چار ڪمرا آهن.. رات راجوءَ ۽ نيلوءَ کي ٻہ وٺي اينديس.

مرد :- ( آهستي ) ڪنهنجي نہ ڪُڇڻ جو هرويرو اجوڳو فائدو نہ وٺڻ گهرجي.

پهريون ٻار :- ( خوشيءَ وچان - ٽپا ڏيندي ) اڙي ديپو هي ڏس موٽر گاڏي ڪيٽ ۾ ا.. ۽ هي هوائي جهاز !!

ٻيو ٻار :- اڙي مايا ا.. هي ٻاندر تہ ڏس ا.. رانديڪا تہ تمام سٺا آهن.. ( آهستي ) اچو تہ ٻاهر ڪيون !

پهريون ٻار :- نہ نہ، ممي ماريندي !

زال :- ( سڏ ڪندي ) اڙي مايا، ديپو ! هيڏانهن اچو !! هيءَ فيڊر ڪٽي اندر ٻيبوءَ کي ڪير تہ وجي پِياريو !!

( مايا فيڊر وٺي اندرئين ڪمري طرف ڊوڙي ٿي ۽ پٺيان ديپو ڦرڻ لاءِ ڊوڙيس ٿو. اندرئين ڪمري ۾ ڇڪتاڻ سبب ٻنهي جي هٿن مان فيڊر ڇڏائجي وڃي شوڪيس کي لڳي ٿو... هڪ زبردست نڪاءُ سان شيشي جو سامان، رانديڪا ۽ ڪوپ پليٽون ٽڪر ٽڪر ٿي هيٺ ٿا ڪِرن. پاسي وارن ڪمرن مان سڀ ڊوڙندا اندر اچن ٿا ۽ هڪ ئي آواز ۾ رڙ ڪندي )

گڏيل آواز :- اڙي ا... هي شيشي جو ڪيٽ ڪنهن ڀڳو ؟

ٻئي ٻار :- ( گڏيل آواز ) ممي ا... مون نہ ڀڳو ا... هِن ڀڳو !!

( ٻئي روئڻ ٿا )

ڪمار :- ( ڊوڙندي ) ڇو ڇو... ڇا ٿيو ؟ ( ڀڳل شوڪيس ڏسي ) هي ڀڳوان ا... ( پنهنجي منهن ) اجا وڏيڪ ترسبو تہ هِن گهر کي پاڙيوارا کنڊهر بڻائي ڇڏيندا !!... پنڌرهن ڏينهن اندر تہ مِنن منهنجي گهر جي ڪابہ شيءِ باقي نہ ڇڏي آهي ا.. ڀڳوان مُٺ ڏني جو ڪالهہ ئي ڪملا کي اچڻ واسطي ارجنٽ ڊبل تار موڪلي ڇڏيم. اڄ جواب اچڻ ئي گهرجي.

ڪمار :- ( هڪ ئي وقت ٻارن کي روڪيندي ) زال - مرد

۽ ٻيا آواز :- اڙڙڙ ا... اڪٽي نہ وڏو ٻارو ا... ٻيرن ۾ شيشا نہ لڳنو ا... پري ٿيو.... ( ٻارن جو روئڻ چالو ) اسين شيشا ميڙي وٺون... ( سندر ماءُ جو اچڻ )

سندر ماءُ :- ( عجب ۾ ) اڙي، هي ڇا ٿيو ؟ هي شو ڪيس ڪنهن ڀڳو ؟؟

ڪمار :- ( ٿڌو ساهہ کڻي ) بس ماسي ا... پاڙي جو ننگہ نباهڻ جو اِهو نتيجو مليو آهي ا... ( ايتري ۾ سائيڪل جي گهنٽيءَ سان گڏ ٻاهران پوسٽ مئن جو آواز )

ڪمار :- ( تار پڙهندي ) هون... ڪملا جي تار آهي. لکيو اٿس اڄ رات واري گاڏيءَ ۾، پنهنجي ڀيڻ جي ٻارن سميت اچي رهي آهي.. ماسي، هاڻ مونکي وڌيڪ تہ چوڻ نہ گهرجي.. جيڪو

گفتگو

# سون جا داڻا.

□ سي ايچ. رائسنگهاڻي.

دادا : ڪمليش پٽ، ڏس اِها اَن جي ٿيلهي ڪٿندي، ڪيترا نہ اَن جا داڻا هيٺ ڪِرائي، زيان ڪري ڇڏيئہ ؟

ڪمليش : دادا جي اِها تہ لپ کن داڻن جي آهي، ڪن ٿورن پئسن جا ! اَن ۾ ڇا ؟

دادا :- اَن ۾ سڀ ڪجهہ. اَن ۾ پئسن جو خزانو ۽ اَن جا انبار ويا هلي.

ڪمليش :- ( ڪمليش عجب ۾ اچي ويو. اکيون اُيبون ٿي آيس ) دادا جي اهو وري ڪيئن ؟

دادا :- ( ڪڇي کي پر ۾ وهاري) ڏس پٽ، تون جي ايترو زيان روز ڪرين تہ هڪ ئي سال ۾ نہ جيترا پئسا وڃن، اهي جي تون گڏ ڪري هڪ بئي مٿان رکندو وڃين تہ اِها اُبي لائن، جيڪر من ڇت کان بہ مٿي هلي وڃي ۽ اُهي اَن جا زيان ٿيل داڻا جيڪر سال ۾ بہ چار ڳوڻيون پري ڇڏين.

ڪمليش :- اهو تہ بروبر آهي باباجي، اڄ توهان منهنجي من ۾ وڏي سوجهہ بوجهہ وڌي آهي. مان تہ هيل تائين اهڙين ننڍين ۽ ٿورين ٿورين شين يا ڳالهين تي ڪو ڌيان ئي ڪين ڏنو آهي. هاڻي اڳتي لاءِ سبق سکيس.

دادا :- ۽ اَن کان وڌيڪ اهو بہ تہ سوچ تہ اهو تڏڙو داڻو، جنهن جي تون ڪائي قيمت ئي ڪين ٿو ڪٿين، سو ڪيترو نہ ڪارائتو ۽ ڪمائتو آهي!

ڪمليش :- دادا جي، اهو بہ تہ مهرباني ڪري ٻڌايوم نہ!

دادا :- انهن داڻن مان حا روٽي ۽ پوجن ٺهي ٿو سا تہ اسان جي تن بدن ۾ رت ست پيدا ڪري ٿي، اسان جو تن بدن ٺاهي ٿي، اها اسان لاءِ حياپو ٿي پوي ٿي.

ڪمليش :- ها بابا سائين، مون هاڻي سمجهيو تہ في اسان جو ماس ساس سڀ اسانکي اَن ۽ ٻيا اهڙين وستن مان ئي ملي ٿو

دادا :- اهو بہ تہ وري سوچ تہ اهو داڻو ڪيتري نہ محنت ۽ پرشارٿ سان پيدا ٿي، اسان وٽ پهچي ٿو!

ڪمليش :- ... تہ اهو بہ تہ ضرور ٻڌايوم

دادا :- ... ٻنيءَ ۾ پوکيندا آهن. هاري پهرين تہ ويندو ٻجہ جي ڳولها ۾. سٺو سٺو ٻجہ ... ڪي ليندو. اُن کي پوريءَ طرح خبرداريءَ سان سانڍي رکندو، تہ جيئن داڻن

کي کو سُرو نہ لڳي وڃي.

ڪمليش :- دادا ، اهو سُرو وري ڇا ٿيندو آهي ؟

دادا :- هڪ قسم جي سِوِري[1] جو جيت ٿيندو آهي جو داڻن جو اندريون ڳڀ (ست) سُري (کائي) ويندو آهي. اهڙا داڻا پوءِ ڪنهن نہ ڪم جا ٿيندا آهن ، جو انهن جو طاقت وارو جزو نڪري ويندو آهي.

ڪمليش :- اهو تہ هاري[1] لاءِ وڏو وبال ٿيو ! ان کان پوءِ پِلا هاري ڇا ڪندو ؟

دادا :- ها ، هاري ويچاري لاءِ وبال تہ ٿيو ئي. ان کان پوءِ هاري پنهنجي زمين تيار ڪندو.

ڪمليش :- يعني تہ ؟

دادا :- زمين تي جيڪي ڇوٽا موٽا ڪرڙ ڪنڊيون يا ڪي ٻيا ٻوٽا هوندا ، انهن کي ڪاٽيندو. اهو ڪچرو گڏ ڪري ان کي جلائيندو. پوءِ زمين مان لاهہ (پاڙن جا ڳنڍا) ڪڍندو. زمين کي ريجہ (پاڻي) ڏيندو. پوءِ زمين کي کيڙيندو (هر ڏيندو). مٽي[1] جي ڳنڍين ڀڳوڙهن تي ويلڻ (Roller) گهمائيندو. گاهہ گند ڪڍي ، زمين کي صاف سڌو ڪندو. ان لاءِ هن کي هر ، ويلڻ ۽ جوڙو ٻہ ڏاندن جو ۽ ڪي همراهہ بہ رکڻا پوندا ۽ انهن ڀڳن ڍورن جي کاڌ خوراڪ جو بندوبست بہ ڪرڻو پوندس.

ڪمليش :- تہ باباجي ، هاري ڪسان کي تہ وڏوئي ڪم ڪرڻو ٿو پوي !

دادا :- اهو تہ پٽ آهيئي ؟ پر اڃا بہ تہ گهٽوئي ڪم ڪرڻو آهي ان ڪسان کي ، اهي داڻا تيار ڪرڻ لاءِ.

ڪمليش :- تہ هن کي تہ پورهيو ئي پورهيو ڪرڻو آهي !

دادا :- سو تہ آهي. ان کان پوءِ ڪڙمي (هاري) ٻارا ٻنا ناهي ، سِڌين قطارن ۾ ٻجہ وجهي ، انهن کي مٽي[1] سان ٿيندو. جيئن پکي نہ اُهي ان جا داڻا ، ڇُڳي کائي وڃن. تنهن کان پوءِ ان کي پاڻي ڏيندو. جي هن کي موڪ جو (flow) پاڻي نہ هوندو تہ کوهہ مان ئي پاڻي نار رستي مٽي کٽي ، زمين کي پاڻي ڏيندو ، جنهن لاءِ هنکي نار جوٽڻو يا ناهٽو پوندو ، تنهن وچہ ۾ هنکي سدائين ڌپ رهندو تہ ان ٻجہ کي ماڪوڙيون يا ڪيوليون نہ کائي وڃن. ۽ ڪڏهن تہ اَسريل ۽ اُيريل سلا ، مينهن جي وري نہ پوڻ ڪري ، سڪي سڙي وڃن.

ڪمليش :- باباجي ، مون کي تہ ويچاري ڪسان تي قياس ٿو اچي. پوءِ پِلا ڇا ؟

دادا :- سلا وڏيرڙا ٿيندا ، تہ ڪڙمي[1] کي ڇوهن ۽ موسڙن ( ننڍا ڪوئا ) جو ڌپ ، جي بيٺل فصل جون پاڙون ئي کائي وڃن ، يا تہ وري ٻاهريان جانور ، ڍور ڍڳا ، سوئر هاٿي وغيرهہ اچي پوکہ کي پيلي (کائي لتاڙي) خراب ڪيو وڃن.

ڪمليش :- تہ ؟

دادا :- ان لاءِ رات ڏينهن هن کي اُن پوکہ جي خبرداري ڪرڻي پوي ٿي ، نندون ڦٽائٽيون پوين ٿيون ۽ ڪڏهن تہ ان سنيال ڪندي هن کي نانگہ بلائون بہ کائي وڃنديون آهن.

ڪمليش :- اُن کان پوءِ ، باباجي ؟

دادا :- ڪانا وڏا ٿين ، تہ سنگہ جهلين. سنگن ۾ جڏهن اُن جا داڻا اچڻ شروع ٿين ، تہ ڪڏهن

ڪڏهن ان کي اڇي کس لڳي.

ڪمليش :- باباجي، اها کس وري ڇا آهي ؟

دادا :- اها آهي هڪ بيماري، جا فصل کي اڇي وٺندي آهي. ان ۾ هڪ قسم جو جيت ٿيندو آهي، جو تازي اَن جي داڻي جي جيوَ کي ڪاٽي ڪپائي ڇڏيندو آهي. پر جي ان کان داڻا بچي وڃن، ته پڪل اَن تي وري جهار جا والارا شروع ٿين.

ڪمليش :- اها جهار وري داداجي، ڇا آهي ؟

دادا :- اهو آهي، جو جهرڪيون، چڙيائون، ڪانوَ، ڪبوتر ۽ ٻيا پکي ولر ڪري اچي سنگن جو ان ڪاٽي وڃن ۽ ڪسان ويچاري جو جڳهو ئي جهڻ ڪيو ڇڏين.

ڪمليش :- داداجي، هيءَ ته توبهه زاري آهي ويچاري هاريءَ لاءِ! ان لاءِ پلاءُ هو ڇا ڪري ؟

دادا :- ڪڙمي ان لاءِ جدا هنڌن تي ٻه چار پيها (اوچا منهن) ٺاهي، انهن تي گهر جا ڀاتي واري وٺيءَ تي چڙهي هاڪارين (آواز ڪن) ۽ ڪانياٺيءَ سان گليلا (مٽيءَ جا ڇڏا) چوطرف چوڙي پکين کي ڀڄائين. اتي هن جي هلاڪي اڃا پوري نه ٿي ٿئي!

ڪمليش :- ته اڃا ٻه ويچاري هاريءَ لاءِ ڪو ٻيو وٺل پيو آهي ڇا ؟

دادا :- ها پٽ. جي ڪو سخت واءُ واچوڙو لڙي پوي ته هن جي ٻيڻل پرڪ ليٽي پوي ۽ ڳاهه ۾ اَن ڪارو ٿي، خراب ٿيو پون.

ڪمليش :- ته باباجي، هيءَ ته ويچاري ڪسان لاءِ مصيبت مٿان مصيبت مڙندي ٿي اچي!

دادا :- اهو ته پٽ آهيئي، ان ڪانپوءِ ٻه هاريءَ لاءِ ڪو سک سانت آهي ڇا ؟

ڪمليش :- ته ڇا، اڃا ٻه ويچاري لاءِ ڪي سختيون آهن ؟

دادا :- ها من، جي انهن سيڻي ڪالن کان بچي ان جا دنٽا سڪي پڪا ٿيندا، ته هاري ان ۾ لابارو وجهندو.

ڪمليش :- لابارو يعني ڇا ؟

دادا :- ڪسان ماڻهو ڪٺا ڪري، ٻيڻل فصل ڪاٽيندو ۽ ان جا سنگ ۽ ڪانا (ڳاهه) جدا ڪندو. ڳاهه- ڪانن جا بند ٻڌي ڪڙا ٺاهيندو. يعني اهي بند اُيا ڪڙا ڪري بهاريندو يا ته منهن ٺاهي ان تي رکندو، نه ته جي اهو ڳاهه زمين تي ئي ليٽيو پيو هوندو ته ان کي اڏهي وٺي ويندي ۽ اهو مٽي ٿي ويندو.

ڪمليش :- ته پوءِ باقي انهن سنگن کي ڇا ڪندو ؟

دادا :- انهن کي ڪٺي وڃي ڪنهن ديري يا ڪليل ميدان تي رکندو ۽ پوءِ انهن مٿان ڳاهه ڳاهيندو.

ڪمليش :- داداجي، ڳاهه وري ڇا ٿيندو آهي ؟

دادا :- ڳاهه آهي، سنگن مان ان ڪڍڻ جو طريقو. سنگن جا ننڍا ننڍا ڍڳ ڪري، انهن مٿان ٻيل گهمائيندو. هڪ ئي وقت پنج ڇهه ڍڳا ٻڌي، هڪ مهري (لڪڙيءَ جي ٿوٽي يا لٺ) جي چوڌاري سنگن جي مٿان ڦيرا ڏياريندو. ائين آهستي آهستي سنگن مان اَن ۽ تهه (ڇلڪا) ڌار ٿيندا ويندا. پوريءَ طرح سنگن مان اَن نڪري، ان لاءِ هاري ساڳين ئي سنگن تي ٽي چار دفعا ڳاهه ڳاهيندو.

ڪمليش :- تہ پوءِ وري داڻا ۽ تھ ڪيئن جدا ٿيندو ؟

دادا :- انهن ڳالهين سنگن کي واوريندو.

ڪمليش :- دادا ، اهو 'وُاورڻ ' وري ڇا آهي ؟

دادا :- واورڻ معني واءُ (هوا) ڏيڻ. ان لاءِ هاريءَ وٽ هڪڙا خاص وڏا ڇڄ ٿيندا آهن. انهن ۾ اهو ڳاهيل مال وجهي، اُڀو ٿي، ڇڄ مان اهو آهستي آهستي ڪيرائيندو رهندو. هوا جي زور تي تھ ۽ ان جدا ٿيندا ويندا.

ڪمليش :- پر باباجي، پوري قدر واري هوا هجي تہ ؟

دادا :- تہ ڪڙميءَ ويچاريءَ لاءِ وري بہ مصيبت. ان ۾ وري سندس گھر جا ڀاتي يا ڪي مزور هنکي مدد ڪندا. اهي ٻين ڇڄن سان ئي هوا ڏيندا رهندا. هن کي هي ڪم جلدئي پورو ڪرڻو آهي، نہ تہ جي اچي مينهن پيو تہ سندس اهو مال خراب ٿي ويندو يا ٻئي جانور ۽ چوها کڻا کائي ويندا يا تہ چوري بہ ٿي وڃيس. ۽ جڏهن اَن تيار ٿي وڃي تہ حقدار ( زميندار ) اچي بٽئي ڪري ويندو ؟

ڪمليش :- بٽئي يعني ڇا ڪندو ؟

دادا :- اَن اَن کي ٻاٽيندو (ورهائيندو) هاري ۽ حقدار پنهنجو پنهنجو حصو ورهائي ڪٽندا. هاڻي ڪسان پنهنجي گھر جو سارو اَن ڳنڊي ۾ وجهي رکندو ۽ باقي نيڪال ڪري پنهنجون ٻيون گھرجون پوريون ڪندو.

ڪمليش :- باباجي، اها ڳنڊي وري ڇا آهي ؟

دادا :- هاري مٽيءَ جي هڪ وڏي گول پيٽي يا ڪوٺڙي ٺاهيندو آهي. ان کي اندران ۽ ٻاهران ڳانءِ مينهن جي ڇيڻي (گوبر) جو ليئہ (ليپو) ڏيندو آهي. ان ۾ اهو اَن سلامت پيو هوندو آهي. اهو ئي آهي اُهو اَن، جو اَسين کائون ٿا ۽ ان تي جيئون ٿا !

ڪمليش :- تہ باباجي، اهو داڻو تہ وڏو وس وارو ۽ قيمتي آهي !

دادا :- ها پٽ، اهو تہ آهيئي. اهي آهن سون جا داڻا. سون کان بہ سوايا، جو سون کانسواءِ تہ اسين جي سگھون ٿا، پر اِنهن داڻن کان سواءِ نہ ! اِهي آهن اَسانجي جيءَ جياپي جا داڻا.

ڪمليش :- داداجي، اُهڙيءَ قيمتي شيءِ جي مان ضرور خبرداري رکندس ۽ ڪسان هاريءَ جو مانُ ڪندس. منهنجا سهسين سلام نمشڪار ان ڪڙمي ڪسان کي، جو پنهنجي جان جلائي جهان جي جيون کي جيوت رکي ٿو.

364, Sind Coop Housing Society,
Pune 411007

ڪڍهن ان کي اڃي ڪس لڳي.

ڪمليش :- باباجي، اها ڪس وري ڇا آهي؟

دادا :- اها آهي هڪ بيماري، جا فصل کي اڃي ونندي آهي. ان ۾ هڪ قسم جو جيت ٿيندو آهي، جو تازي اَن جي داڻي جي جيوَ کي ڪائي کپائي ڇڏيندو آهي. پر جي ان ڪان داڻا بچي وڃن، ته پکل اَن تي وري جهار جا والارا شروع ٿين.

ڪمليش :- اها جهار وري داداجي، ڇا آهي؟

دادا :- اهو آهي، جو جهرڪيون، ڇڙيائون، ڪانوَ، ڪبوتر ۽ ٻيا پکي ولر ڪري اچي سنگن جو ان کائي وڃن ۽ ڪسان ويچاري جو جڳهو ئي جهڻ ڪيو ڇڏين.

ڪمليش :- داداجي، هيءَ ته توبهه زاري آهي ويچاري هاريءَ لاءِ! ان لاءِ ڀلا هو ڇا ڪري؟

دادا :- ڪڙمي ان لاءِ جدا هنڌن تي ٻه چار پيها (اوچا منهن) ٺاهي، انهن تي گهر جا ڀاتي واري وٺيءَ تي چڙهي هاڪارين (آواز ڪن) ۽ ڪانياٺيءَ سان گليلا (مٽيءَ جا ڇڏا) چوطرف ڇوڙي پکين کي ڀڄائين. اُتي هن جي هلاڪي اڃا پوري نه ٿي ٿئي!

ڪمليش :- ته اڃا ٻه ويچاري هاريءَ لاءِ ڪو ٻيو ونل پيو آهي ڇا؟

دادا :- ها پٽ. جي ڪو سخت واءُ واڇوڙو لڙي پوي ته هن جي ٻيڻل پوک ليٽي پوي ۽ گاهه ۽ اَن ڪارو ٿي، خراب ٿيو پون.

ڪمليش :- ته باباجي، هيءَ ته ويچاري ڪسان لاءِ مصيبت مٿان مصيبت مڙندي ٿي اچي!

دادا :- اهو ته پٽ آهيئي. ان ڪانپوءِ ٻه هاريءَ لاءِ ڪو سک سانت آهي ڇا؟

ڪمليش :- ته ڇا، اڃا ٻه ويچاري لاءِ ڪي سختيون آهن؟

دادا :- ها من، جي انهن سڀني ڪالن ڪان بچي ان جا ٽلٽا سکي پکا ٿيندا، ته هاري ان ۾ لابارو وجهندو.

ڪمليش :- لابارو يعني ڇا؟

دادا :- ڪسان ماڻهو ڪٺا ڪري، ٻيڻل فصل ڪاٽيندو ۽ ان جا سنگ ۽ ڪانا (گاهه) جدا ڪندو. گاهه- ڪانن جا بند ٻڌي ڪڙا ٺاهيندو. يعني اهي بند اُڀا ڪڙا ڪري ٻهاريندو يا ته منهن ٺاهي ان تي رکندو، نه ته جي اهو گاهه زمين تي ئي ليٽيو پيو هوندو ته ان کي اڏهي وٺي ويندي ۽ اهو مٽي ٿي ويندو.

ڪمليش :- ته پوءِ باقي انهن سنگن کي ڇا ڪندو؟

دادا :- انهن کي ڪٺي وجي ڪنهن ڏيري يا کليل ميدان تي رکندو ۽ پوءِ انهن مٿان ڳاهه ڳائيندو.

ڪمليش :- داداجي، ڳاهه وري ڇا ٿيندو آهي؟

دادا :- ڳاهه آهي، سنگن مان ان ڪڍڻ جو طريقو. سنگن جا ننڍا ننڍا ڍڳ ڪري، انهن مٿان ٻيل گهمائيندو. هڪ ئي وقت پنج ڇهه ڍڳا ٻڌي، هڪ مهري (لڪڙيءَ جي ٽوٽي يا لٺ) جي چوڌاري سنگن جي مٿان ڦيرا ڏياريندو. ائين آهستي آهستي سنگن مان اَن ۽ تهه (ڇلڪا) ڌار ٿيندا ويندا. پوريءَ طرح سنگن مان اَن نڪري، اُن لاءِ هاري ساڳين ئي سنگن تي ٽي چار دفعا ڳاهه ڳاهيندو.

ڪمليش :- تہ پوءِ وري داڻا ۾ تهہ ڪيئن جدا ٿيندو ؟

دادا :- انهن ٻالهين سنگن کي واوريندو.

ڪمليش :- دادا، اهو 'واورڻ' وري ڇا آهي ؟

دادا :- واورڻ معني واءُ (هوا) ڏيڻ. ان لاءِ هاريءَ وٽ ڪاٺ جا خاص وڏا ڇڄ ٿيندا آهن. انهن ۾ اهو ٻاهيل مال وجهي، اپو ٿي، ڇڄ مان اهو آهستي آهستي ڪيرائيندو رهندو. هوا جي زور تي تهہ ۾ ان جدا ٿيندا ويندا.

ڪمليش :- پر باباجي، پوري قدر واري هوا هجي تہ ؟

دادا :- تہ ڪڙميءَ ويچاري لاءِ وري بہ مصيبت. ان ۾ وري سندس گهر جا ڀاتي يا ڪي مزور هنکي مدد ڪندا. اهي ڀين ڇڄن سان ٿي هوا ڏيندا رهندا. هن کي هي ڪم جلدئي پورو ڪرڻو آهي، نہ تہ جي اڇي مينهن پيو تہ سندس اهو مال خراب ٿي ويندو يا ڪي جانور ۽ چوها ڪڻا کائي ويندا يا تہ چوري بہ ٿي وجيس. ۽ جڏهن اَن تيار ٿي وڃي تہ حقدار (زميندار) اچي ٻٽئي ڪري ويندو ؟

ڪمليش :- ٻٽئي يعني ڇا ڪندو ؟

دادا :- اَن اَن کي ٻاٽيندو (ورهائيندو) هاري ۽ حقدار پنهنجو پنهنجو حصو ورهائي کڻندا. هاڻي ڪسان پنهنجي گهر جو سارو اَن گندي ۾ وجهي رکندو ۽ باقي نيڪال ڪري پنهنجون پيون گهرجون پوريون ڪندو.

ڪمليش :- باباجي، اها گندي وري ڇا آهي ؟

دادا :- هاري مٽيءَ جي هٿ وڏي گول پيتي يا ڪوٺڙي ٺاهيندو آهي. ان کي اندران ۽ ٻاهران ڳانءِ مينهن جي ڇيڻي (گوبر) جو ليئہ (ليپو) ڏيندو آهي. ان ۾ اهو اَن سلامت پيو هوندو آهي. اهو ٿي آهي اهو اَن، جو اَسين کائون ٿا ۽ ان تي جيئون ٿا !

ڪمليش :- تہ باباجي، اهو داڻو تہ وڏو وس وارو ۽ قيمتي آهي !

دادا :- ها پٽ، اهو تہ آهيئي، اهي آهن سون جا داڻا. سون کان بہ سوايا، جو سون کانسواءِ تہ اسين جي سگهون ٿا، پر اِنهن داڻن کان سواءِ نہ ! اِهي آهن اَسانجي جيءَ جياپي جا داڻا.

ڪمليش :- داداجي، اهڙيءَ قيمتي شيءِ جي مان ضرور خبرداري رکندس ۽ ڪسان هاريءَ جو مانُ ڪندس. منهنجا سهسين سلام نمشڪار ان ڪڙمي ڪسان کي، جو پنهنجي جان جلائي جهان جي جيون کي جيوت رکي ٿو.

364, Sind Coop Housing Society,
Pune 411007

# عصمت فروش

□ موهن "آداسي"

## پاتر

۱. چندر — هڪ نوجوان عمر ۲۷ سال ڪن
۲. پريتي — هڪ نو جوانڙي عمر ۲۴ سال ڪن
۳. راڌان ٻائي — پريتيءَ جي ماءُ
۴. جسي ٻائي — چندر جي ماءُ
۵. موتيرام — چندر جو سيٺ، فرم جو مالڪ

سين پهريون

( هڪ ساڌارڻ ڪمرو جنهن ۾ هڪ پاسي پلنگ ۽ ٻئي پاسي هڪ ننڍڙو ٽيبل رکيل آهي ۽ ٽيبل جي سامهون ڪُرسي رکيل آهي، پٽ تي سامهون هڪ جهوليمل جو ڪلئينڊر ٽنگيل آهي. پريتي ڪو ڪتاب ڪٺي پلنگ تي اڌ ليٽيل پڙهي رهي آهي. ايتري ۾ سندس ماءُ ٻاهرين دروازي کان اندر ايندي)

راڌان :- (پريتيءَ کي) اڄ فئڪٽري ويندي صُبح صُبح ڪرشنا پهرين تہ ڪِليَ ڪيڪاريو ليڪن پو
ڳالهين ڪندي ٽوڪ هڻئين تہ توکي کڄ پريتيءَ تي ظابطو رکڻ گهرجي.

پريتي :- ظابطو ڇو، مون وري هنجي کهڙي ٻلي ماري آهي جو هن طرح.

راڌان :- اِهوئي تنهنجو ريل ڇيل چندر سان گڏ گهمڻ تي ٻيو ڇا تي ؟

پريتي :- ريل ڇيل، ۽ جڏهن ممي، سندس ڏيءُ ڌرگا هن پاڙيواري ڪشن سان هوٽلن ۽ ڪلبن ۾
ويندي هئي.

راڌان :- برابر ڏيءُ، ويندي هُئي ۽ ايتري بہ ڄاڻ اٿم تہ راتيون رات گهر مان غائب رهندي هئي.
ليڪن هنن تي کهڙي معيار ڇو جو ڌرگا هڪ ڏنوان، شهر جي وڏي ۾ وڏي سيٺ
شونقيرام جي ڌيءُ ۽ ڌرگا ٽيڪسٽائيل مل جي مالڪ آهي.

پريتي :- هون مالڪ "پاڻ نہ پلي، ڏوجهان متيان ڏيوي."

راڌان :- پرٽ توکي خبر هئڻ گهرجي تہ سماج ۽ ريتيون رواج رڳو غريبن جي پائبندي لاءِ آهن نہ
کي اُميرن لاءِ.

پريتي :- مينهن چوي ڳانءُ کي تہ هل پُڇ ڪاري، ليڪن هن ڪڏهن پنهنجي پوري ڪارائڻ ڏني
آهي.

راڌان :- برابر، پنهنجي ڪارائڻ ڪير ٿو ڏسي. توکي تہ خبر آهي تہ ڌرگا گهمندي ڦرندي ۽ رنگ
ريليون تہ ڪشن سان ڪندي هئي ليڪن آخر ۾ شادي جمناداس جي پُٽ ڪُمار سان

کيائين. کنهن به ٻُرڪ نه ٻوليو. بس، "ٻڙي ڪري سو ليلا ۽ ڇوٽي ڪري سو پاپ."

پريتي :- اِهائي ته اسانجي سماج ۾ ٻه اکيائي ۽ تنگدلي آهي.

راڌان :- مان ته اِنهيءَ کان ٻه قدم اڳتي وڌي چوندس ته هي سماج ڪيڏي نه بي رحم بي مروت آهي. توکي خبر ناهي ته تنهنجي پتا جي اوچتي بيمار پوڻ ۽ پرلوڪ پڌراجڻ بعد مون هن سماج جون ڪيتريون نه جُنيون سٺيون آهن.

پريتي :- جنيون - ممي؟

راڌان :- جڏهن ٻاراهان مهينا گهر ۾ رهي ٻاهر ڪُجهه ڪرڻ لاءِ نڪتس ته هيءُ سماج جا ٺيڪيدار هن جسم ڏانهن اِئين ڏسندا هُئا جڻ متي آسمان ۾ اڏامندڙ سِرڻ هيٺ زمين تي پيل گوشت جي ٽڪرن کي ڏسندي آهي ۽ انکي پائڻ لاءِ زور ڪري پيٺي لامارا پائيندي آهي.

پريتي :- (دک جي نوع ۾) پوءِ ممي.

راڌان :- پوءِ هن پاپي پيٽ لاءِ مونکي ڪيترو نه در در ڀٽڪڻو پيو. "ڪاڏي ته پٽ کوهه ٻه ڪٺي ويندا آهن." پر شاباس هُجي پُٽ تنهنجي پتا جي هڪ غريب دوست رامچند کي جنهن وقت سِر خبر پوڻ تي ٻن انسان جي زندگي بچائي ورتي.

پريتي :- ٻن انسانن جي؟

راڌان :- جي ها، هڪ تنهنجي ۽ ٻي مُنهنجي، تون اُنهيءَ وقت فقط ٻن سالن جي مس هئين - تنهنجي پتا جي انهيءَ دوست رامچند کي هڪ ننڍڙي پئماني تي ڪپڙي جي ريڊي ميڊ فئڪٽري هُئي. جنهن مونکي پنهنجي فئڪٽريءَ ۾ سبڻ جو ڪم ڏنو. نه ته ته....

پريتي :- نه.. . ته. ته. ڇا؟

راڌان :- اهوئي - هيءُ نردئي سماج الائي ڪهڙا وئل وهائي ها.

پريتي :- ممي تو ته ڪڏهن ٻه مونکي انهن حالتن کان واقف ئي نه ڪيو آهي؟

راڌان :- پٽ اِنهيءَ مان هاڻي ڇا ورندو. الٽا دل جا سُبيل زخم کُلي پوندا. جيڪو درگذر ٿي ويو سو ٿي ويو. هينئر توکي ئي خبردار ڪريان ته...

پريتي :- (وچ ۾ ئي) خبردار ڪريان مطلب؟

راڌان :- ڀلا ڪهڙو ڪم پيو هُيئه جو ڪلهه سهي سنبري چندر سان گهمڻ نڪتي هئينءَ.

پريتي :- ممي. ڪلهه ڪاليج مان ٻي. ڪام جي مارڪ شيٽ وٺڻي هُئي، جنهن ڪري چندر کي چيو هُئم ته ڳڏجي هلي وٺي ايندا سين.

راڌان :- تڏهن ٻه پُٽ سنيالي پير ڪڻ ٺيڪ آهي.

پريتي :- ماڻهن کي ته بس نوڙيءَ مان نانگ ڪرڻ ايندو آهي. ڀلا ڪنهن سان ڳڏ وڃڻ ٻه ڪو گناهه آهي. توکي ته خبر آهي. مونکي چندر ننڍي ئي هوندي کان ڪيڏو نه چاهيندو آهي.

راڌان :- سڀ خبر آهي. هڪ ڏينهن مون چندر جي ماءُ جسيءَ سان ٻه اِها ڳلي ڳالهه ڪئي هُئي، ليڪن هن ڪو جواب نه ڏنو. ڪنڌ ڪيرائي هلي وئي.

پريتي :- جيڪڏهن اِئين آهي ته ممي، سياڻي ئي هل هن جي گهر، مونکي ته چندر چوندو آهي. ته هوءَ مونکي پنهنجو بڻائڻ لاءِ هردم تيار آهي. ليڪن رڳو بس تون ها ڀرين؟

راڌان :- ۽ هنجي ماءُ؟

پريتي :- اها بہ ڪڏهن وچ ۾ آڏو نہ ايندي. ڪلھ اِها خوش خبري پڻ مونکي چندر رستي تي ٻڌائي هُئي.

راڌان :- تہ پوءِ چو نہ سُڀاڻي ئي آرتوار ڏينهن هلي هنن جي گهر اصل رسم مطابق توهانجي مڱڻيءَ جي پڪ ڪري اَچون وڌيڪ ڪُجھ ادمبر ڪرڻو ناهي.

پريتي :- ڀلي.

راڌان :- مُنهنجي فئڪٽري جا خاص سجاٽپ وارا، تون مان چندر هنجي ماءُ ڀيڻ ڀيو ڪو خاص هنن جو هجي بس ايترائي ڪوڙ آهيون ڪٿين؟

پريتي :- (شرمائيندي) جيئن توهانجي مرضي.

(سين بيون بدلائڻ لاءِ هلڪو ميوزڪ)

(چندر جي گهر جو هڪ وڏو ڪمرو جنهن ۾ هڪ طرف سوفا سيٽ ۽ بہ ڪرسيون ۽ هڪ ٽيبل پيل آهي. هڪ پاسي ڪُنڊ ۾ هڪ ٽپائي تي ٽي. وي. رکيل آهي ۽ اُن تي ڪتاب وغيرھ اخبارون رکيل نظر اَچي رهيون آهن.)

راڌان :- (جسيءَ بائي کي) ڀيڻ اَڄڪلھ ڏس زمانو ڪهڙو نہ خراب لڳو پيو آهي. سڪيئي کي کير سهي ڪين. ۽ وري ڏڪڻي کي کير ڏئي ڪين."

جسي بائيءَ :- تون تہ اَصل راڌان - هميشھ پرولين ۾ پيئي ڳالهائيندي آهين. آخر ٿيو ڇا؟

راڌان :- اهوئي جيڪو هميشہ ٿيندو رهيو آهي. ڪڏهن ڪنهن ڪم سانگي پريتي ۽ چندر ڪٺي گڏ مارڪيٽ ۾ ٿا نڪرن تہ بس ا سيني پاڙي اوڙي وارن جا مُنهن ڪلي ٿا وڃن.

جسي بائي :- (عجب مان) منهن ئي ٿا ڪليو وڃن؟

راڌان :- ها، توکي تہ خبر آهي. چندر جو ننڍپڻ کان ئي وٺي پريتيءَ سان ڪيڏو نہ پيار آهي. اصل هڪٻئي تان ٻلهار پيا ويندا آهن. ليڪن اِهو هن سُڌريل سماج کان سٺو وڃي نہ؟

حسي بائيءَ :- سو ڀلا ڪيئن؟

راڌان :- ڀيڻ تون تہ ٿٿين ڇوڪري واري. توکي تہ ڪو ڇندو نہ لڳندو پر منهنجو تہ ماٺهون اصل منهن ئي پٽي ويا آهن. تنهنڪري توکي اِلتجا ٿي ڪريان تہ ڇو نہ هنن ٻنهي جو مڱڻو ڪرائي اَصل سماج جو هميشھ لاءِ ٻوٽ ئي بند ڪري ڇڏجي.

جسي بائيءَ :- ڀيڻ، اِنهيءَ سان ڪو سماج جو مُنهن ٿوريئي بند ٿيڻ وارو آهي. اَڄ مڱايئہ تہ سڀاڻي وري شاديءَ لاءِ تڪڙ ڪنديئہ - ۽ دير پوڻ تي تانا ۽ تنڪا ڏيندينءَ. مونکي تہ چندر کان وڌيڪ نيتا جي چنتا آهي.

راڌان :- چنتا؟

جسي بائيءَ :- جي ها آهي تہ چندر کان وري هڪ سال ئي ننڍي. ليڪن ڏسڻ ۾ ڇڻ هن کان ٻٽي سال وڏي پئي لڳي. ڇوڪريون وڌندي وڻ لڳيو وڃن.

راڌان :- برابر.

جسي بائيءَ :- جيڪڏهن اڳ مڱڻي جي رسم ادا ڪرڻ مان ئي ماٺهن جو ٻوٽ بند ٿي وڃي. تہ مونکي ڪو بہ اعتراض ناهي. ليڪن واعدو اهو رهيو تہ چندر جي شادي تڏهن

بهيداسين جڏهن نيتا وجين شينهن کُلهي چڙهندي.
راڌان :- جيڪا توهانجي مرضي.
جسي بائيءَ :- (چندر کي سڏ ڪندي) چندر. او چندر.
چندر :- (اَندر ايندي) جي - ممي.
جسي بائيءَ :-(کلندي) چندر پٽ. تون تہ پريتيءَ کي ڏسندي اِئين ٿو پگهلجي وڃين جيئن اصل باهہ اڳيان موم، خبر ناهي اندر ڪمري ۾ ڪهڙيون ڳالهيون پيا ڪيو.
چندر :- ممي، مڙيئي دنيا جو واءُ سواءُ پئي ڏنوسين ورتوسين ۽ پڻ پريتيءَ کان پڇي رهيو هوس تہ اَڄ اوچتو هن طرح ڪيئن ڪاهہ ڪئي اَٿو ؟
جسي بائيءَ :- (وري کلندي) توکي سڀ خبر آهي تڏهن بہ،
چندر :- او - ممي تون تہ..
جسي بائيءَ :- مان چيا، (ور مان کُنجين جو ڇلو ڪڍندي) هان وٺ. هيءَ الماڙيءَ جي چابي اٿي جيڪا هڪ وڏي هيري جي منڊي نيتا لاءِ ٺهرائي هئي نہ اُها سنڀالي ڪڍي اچ تہ اڄ ئي مڱڻي جي رسم ٿي وڃي.
چندر :- سُچُ ممي.
جسي بائي :- جي، ها، اَڄ هيءَ سڀيئي انهيءَ لاءِ تہ خاص ڪهي آيا آهن. تنهنجو بہ تہ اهوئي ويچار آهي نہ، تہ هڪوار مڱڻو تہ ٿي وڃي.
چندر :- (خوش ٿيندي) جي - ممي.
جسي بائي :- تہ پوءِ، پٽ دير ڇا جي ؟
چندر :- وٺ، ممي، مون تہ پريتيءَ کي ايندئي ڪلهہ ٻي ٺهرايل سوني مُنڊي پائي بہ ڇڏي.
جسي بائي :- واهہ... ايڏي تڪڙ. ڪُجھ وات بہ تہ منو ڪرائينس ها. ليڪن شادي لاءِ هن طرح تڪڙ نہ ڪج.
چندر :- او ممي.
جسي بائي :- جي، ها، مون اهو راڌان کان واعدو ورتو آهي، ۽ هينئر توکي بہ وري ٻڌائي ڇڏيان. تہ پنهنجي پيڻ جي جوابداريءَ بعد ئي توهانجي شادي ڪنداسين.
راڌان :- (وچ ۾) پيڻ فڪر نہ ڪر، گرو نياڻين جو ڀاڳ بہ ڀلي ڪندو. ڪوشش ڪرڻ سان ڪو سُنو گهر ضرور ملي ويندو. باقي هينئر نيتا لاءِ ڇوڪرا ڇمندا ڇا ؟
جسي بائي :- ڇمندا تہ ڪونہ، پر پيڻ جو خيال تہ رکڻو آهي نہ ؟
راڌان :- سو تہ رکڻو پوندو. (اُتڻ جي نوع ۾) هاڻي موڪل ڏيو تہ گهر پهچي ٻيو بہ ڪم ڪار وڃين لاهجي. (پريتي ڏانهن اشارو ڪندي) هل پٽ پريتي گهر بہ اَڪيلو ڇڏي آيا آهيون.
جسي بائي :- (مٺائي جي ڏٻن ڏانهن اشارو ڪندي) پلا هيءَ جو توهين هيڏا سارا مٺائي جا باڪس کڻي آيا سي تہ اِئين پيا آهن. ڪُجھ کاڌوَ پيتوَ بہ ڪونہ ؟
راڌان :- (کلندي) رهڻ ڏيو. اِهي تہ اسين توهان لاءِ وٺي آيا هئاسين. مُنڊيءَ جي رسم بعد منهن مٺو ڪنداسين.
جسي بائي :- پرماتما ڪندو. شل رهجي اَچي اَسان لاءِ هڪئي باڪس ڪوڙ آهي. ٻيا توهين کڻي

وڃين فئڪٽريءَ ۾ ۽ اوڙي پاڙي ۾ مٺائي ورهائجو جنهن چندر ۽ پريتيءَ جي مڱڻي جي
ڪين خبر پوي.

چندر :- ها، ها، امي اسان لاءِ هڪڙي مٺائي جو باڪس ڪوڙ آهي. هلو مان به توهانکي پهچائي
ٿو اچان. (سڀ اٿن ٿا ۽ ڪمري کان ٻاهر نڪرن ٿا)

(سين ٿيون بدلجڻ لاءِ هلڪو ميوزڪ)

(ساڳيو راڌان ٻائي جو گهر - پريتي پنهنجي گهر ۾ پلنگ تي ليٽي ڪتاب
پڙهي رهي آهي در تي ٺڪ ٺڪ جو آواز ٿئي ٿو ۽ اٿي دروازو ٿي کولي)

پريتي :- (دروازو کوليندي چندر کي ڏسندي) هاءِ چندر تون.

چندر :- (گهر اندر ايندي ۽ دروازو بند ڪندي) جي ها پريتي ڇو ؟

پريتي :- پر.. پر هيڏي مُهل ڪيئن آيو آهين ؟ ڇا اڄ ڪم تي ڪونه ويو آهين ڇا ؟

چندر :- ڪم تان ته ڪنهن بهاني موڪل وٺي آيو آهيان.

پريتي :- توکي ائين نه ڪرڻ گهرجي ۽ ٻيو ڪير هن طرح ڏسي وٺي ته.

چندر :- ڀلي ڪو هيئن ڏسي وٺي نه ؟ سڀني کي خبر آهي ته مان توکي پيار ڪريان
ٿو ۽ تون منهنجي مڱيتر آهين.

پريتي :- اِهو ته برابر آهي. تڏهن به ڪي مريادا جون حدون ٿينديون آهن.

چندر :- (اٿاولي سان) مريادا جون حدون ؟ اڙي چري، هينئر ته پاڪي مڱڻي بعد شاديءَ جو
لائيسنس مليل آهي.

پريتي :- ته پوءِ.

چندر :- ته پوءِ مان توکي جي ڀري پيار ڪرڻ چاهيانٿو.

پريتي :- مونکي خبر آهي. تنهنجي جي ڀري پيار ڪرڻ جي طريقي جي، تون اصل...

چندر :- (پريتيءَ جي بلڪل نزديڪ ٿيندي) هاڻي اُصل رهيو نٿو ٿئي. رات جو ننڊ ئي حرام ٿي
وئي آهي. هر وقت جتي ڪٿي تون ئي تون نظر ٿي اچين.

پريتي :- (اَهل ڪندي) شُرير ڪٿي جو، مان چوانٿي ته هرويرو هان هيءُ وٺ (چندر جي مُنهن
تي هلڪي ٿڦ هڻندي ڪيس پري ٿي ڪري)

چندر :- بس !

پريتي :- ٻيو. سڀ شاديءَ بعد (چندر کي پاٺوٽ نزديڪ ايندو ڏسي) اڙي اڙي هيءُ تون ڇا ڪري
رهيو آهين !

چندر :- ماءِ لوَ (My Love) بس. پنهنجي ٿوري پياس مٽائي رهيو آهيان.

پريتي :- ڪير ڀلا اچي وڃي ته.

چندر :- هتي ڀلا ڪير ايندو تنهنجي ممي ته اڃان فئڪٽري مان دير سان ايندي. انهيءَ لاءِ ته آيو
آهيان.

پريتي :- شاديءَ بعد پوري پياس بجهائج.

چندر :- اهو ته پيو بُجهائيندس. پر هينئر ته ڏس ڪهڙو نه مزو اُچي رهيو آهي. خالي تنهنجي
شرير کي...

پريتي :- هٽ پري ٿي.

چندر :- ها ، مزو اَچي ويو.
پريتي :- بس بس رهڻ ڏي. جلدي نِيتا لاءِ ڪو سُگهڙ ور ڳولهہ تہ...
چندر :- پريتي اِهوئي. مونکي هڪ ترڪيب سُجهي آئي آهي.
پريتي :- ڪهڙي ؟
چندر :- ڇو نہ ڪُجھ پئسا مان پنهنجي سيٺ موتيرام کان اُڌارا وٺان ، پوءِ اهي هٿ ۾ ايندئي نِيتا لاءِ جيڪو پهرين گهر ڏٺو هئوسين نہ اُتي وري مائٽي هلايون.
پريتي :- ليڪن ڇا سڄا سارا پنجويهہ هزار توکي سيٺ ڏيندو ؟
چندر :- ڇو نہ ڏيندو ؟ هيڏي ساري ايمانداري سان وٽس نوڪري ڪئي اٿم. پوءِ بہ ٿوري ٿوريئي ٿو وجان. آهستي آهستي پيو لاهيندس. مونسان ڪڏ ڪم ڪندڙ ڪشن ڪي ڪونہ سڄا سارا ڏهہ هزار هن جڳهہ نهرائڻ لاءِ ڪڍي ڏنا. اُڌاري جي ڪا ماڻ مٿي آهي ڇا ؟
پريتي :- ڀلي ڳوري ڏسيس
چندر :- اول خئر سياڻي ئي ٿو وڃين ڪيس گهر ۾ انهيءَ لاءِ عرض ڪريان.
پريتي :- ٺٺالستو. ( پريتي چندر جي مٿي تي هٿ مستيءَ جي موڊ ۾ گهمائي ٿي. )
چندر :- ( پنهنجا اسٽ ويسٽ ڪپڙا ٺاهيندي ۽ وارن کي ڪنگي ڏيندي) چڱو ڳڊباءِ ( ڪمري مان ٻاهر نڪري ٿو وڃي. )

سين چوٿون بدلجڻ لاءِ ساڳيو ئي هلڪو ميوزڪ

( سيٺ موتيرام جي گهر جو ڊرائينگ روم - هڪ پاسي شاندار وڏو سوفا سيٽ پيل آهي. ٻئي پاسي ديوان سجيل آهي. ۽ ٽئين پاسي ڪنڊ ۾ ڪلر ٽي.وي. ۽ ويڊيو رکيل آهي. سيٺ موتيرام اخبار پڙهي رهيو آهي. چندر آهستي آهستي ڊرائنگ روم ۾ اَندر اَچي ٿو هنجي سامهون وهي )
موتيرام :- ( چندر کي ڏسندي) اَڙي چندر ، پٽ تون؟ ڇو ڪو اَڄ خاص ڪم هُئيہ جو صبح سويل گهر آيو آهين ؟
چندر :- جي ، ها ، سيٺ صاحب.
موتيرام :- تہ پوءِ. ها ، اَڄ هتي چڱيءَ طرح ويهہ نہ.
چندر :- ( نمرتا مان) نہ ، نہ ، مان هتي ئي ٺيڪ آهيان.
موتيرام :- پُٽ گهٽ ۾ گهٽ ويهہ تہ سهين.
چندر :- ( سامهون پيل سوفا تي وهندي) سيٺ صاحب توهانکي تہ خبر آهي مونکي پنهنجي گهر ۾ هڪ ماءُ ۽ سڳي ڀيڻ نِيتا کانسواءِ ٻيو پنهنجو ڪير بہ ڪونهي ؟
موتيرام :- جي - ها ، پر.
چندر :- پتاجيءَ جي سرڳواس بعد مونتي ئي گهر جو سڄو دارومدار آهي.
موتيرام :- ها.... ها. سو تہ آهي ئي.
چندر :- سيٺ صاحب مان پنهنجي ڀيڻ نِيتا جي شادي ٿو ڪرڻ چاهيان. ليڪن سماج ۾ بنا ڏي وٺ جي اِهو ڪم ٿيڻو ئي ڪونهي.
موتيرام :- ( ٿورو سوچيندي) ها تہ پوءِ.
چندر :- مونکي ايتري پئسي جي سمرٿي ڪانهي. توهين مهرباني ڪري ٿوري پئسي جي مدد

ڪريو. مان توهانجو سڄي عمر شڪرگذار رهندس.

موتيرام :-(تمام گنڀيرتا سان سوچيندي) نيتا جي شادي!

چندر :- حي.

موتيرام :- ته ڇنبو ڪو ڇوڪرو ڏٺو اٿو.

چندر :- بلڪل چڱي طرح. اهو مميءَ کي به پسند آهي.

موتيرام :- ڇا ڪندو آهي؟

چندر :- هتي شهر ۾ ڇانهه يعني جيڪا بروڪ بانڊ ڪمپني آهي نه...

موتيرام :- ها.. ها.

چندر :- اُن ۾ سليس مئن آهي ۽ به هزار پگهار اٿس.

موتيرام :- به هزار ڪمائڻ وارو به ڏيني ليتي تو گهري.

چندر :- جي - توهانکي ته خبر آهي. سيٺ صاحب اهو اسانجي پنهنجي سماج ۾ هڪڙو نگرو مرض فئشن طور ٿي پيو آهي. ۽ تنهن ڪانسواءِ شاديءَ جو خرچ.

موتيرام :- ڪيتري پئسي جي گهرج پوندي.

چندر :- (ٿورو سوچي ڪري) اٽڪل ٽيهه هزار ڪن واهه جا خرچ ايندا.

موتيرام :- (حيرانيءَ مان) ٽيهه هزار! ميڏا سارا پئسا ڪٿان ايندا؟

چندر :- سائين پرماتما توهان صاحبن کي سڀ ڪجهه ڏنو آهي. تنهن ڪانسواءِ مان توهانجو ٻڌو پانهو آهيان.

موتيرام :- (ڏيرج ۽ پيار سان) پٽ، اهڙي ڳالهه ناهي ليڪن ميتري ساري رقم سا به ڪٿان ۾ ڪٿان ايندي؟

چندر :- (هٿ جوڙيندي) وري به عرض ٿو ڪريان. توهان لاءِ اها ڪا وڏي رقم ناهي. پرماتما حي ديا سان سڀ ڀنڊارا ڀرپور آهن.

موتيرام :- توکي ته خبر آهي ته تنهنجي پتا خوشيرام جي سرگواس ٿيڻ تي تو پڻ فرم مان ڇهه هزار قرض ورتو هو. سو هيئن مس مس وڃين لٿو آهي.

چندر :- برابر. سيٺ صاحب، اما به توهانجي مهرباني هئي، نه ته ڪير اسان غريبن جي ٻڌي ها. پتا صاحب جي اوچتي پرلوڪ پڌارجڻ تي ايترو سارو خرچ اچي ويو حو هاڻي وڃين برابر پورو ٿيو آهي.

موتيرام :- پٽ چندر - ڇهه هزار ته ايڏي وڏي رقم ڪانه هئي، ليڪن ٽيهه هزار تمام وڏي رقم آهي. ايتري مان ڏيڻ ۾ پاڪي اسمرٿ پيو سمجهان. (ٿورو رڪي) ها. باقي هڪ سُجهاو منهنجي من ۾ آيو آهي. حيڪڏهن.......

چندر :- (اتاولي مان) سُجهاو سيٺ صاحب ڪهڙو؟

موتيرام :- (سوچيندي ڏيري) اهوئي ته تون پڻ شاديءَ جي لائق اچي ٿيو آهين. ڇو نه پاڻ شادي ڪري انهيءَ مسئلي کي حل ڪري ڇڏين.

چندر :- ڪيئن پلا؟

موتيرام :- پٽ مونکي خبر آهي ته سنڌ ۾ توهين پنهنجي مڃيءَ مانيءَ وارا هئا. تنهنجو پتا خوشيرام منهنجو چڱيءَ طرح واقف هو. حنهنڪري ٿي مون بنا ڪنهن سوچ ويچار جي

توکي هڪدم پاڻوٽ نوڪريءَ تي رکيو. ليڪن ؟

چندر :- ليڪن ڇا ؟

موتيرام :- اِهوئي تہ پٽ، سڀ ڏينهن هڪجهڙا تہ نہ ٿيندا آهن. سيني تي لاهيون چاڙهيون ايندڀون رهنديون آهن. انهن کي منهن ڏيڻ لاءِ پڻ وقت تي مڙس ٿي قرباني بہ ڪرڻي پوندي آهي.

چندر :- جي سيٺ صاحب.

موتيرام :- جا پڻ تون اڄ ڪري سگهين ٿو.

چندر :- ڪئين سيٺ صاحب ؟

موتيرام :- پٽ توکي تہ خبر آهي، تہ مونکي پرماتما رڳو ٻہ نياڻيون ڏنيون آهن. جنهن مان هڪ وڏي سيما جي شادي بہ ٿي وئي آهي ليڪن هڪ نياڻي پشپا اڃان ويٺي آهي.

چندر :- برابر

موتيرام :- سا بہ گرو جي ديا سان هر ڪم ڪار هنر ۾ هوشيار آهي پر هڪ پير ۾ ننڍي هوندي ڏڪ لڳڻ ڪري هلڻ ۾ معمولي اٽڪ اٿس.

چندر :- جي. برابر سيٺ صاحب. توهانجي نياڻي پشپا منهنجي ڪلاس فيلو رهي چڪي آهي. مان ڪيس چڱيءَ طرح سڃاڻان تنهنڪان توهانجي گهر ڪم ڪار سان ايندي ويندي هن سان چڱي طرح واقفيت آهي.

موتيرام :- تہ انهيءَ باري ۾ تنهنجو ڪهڙو ويچار آهي.

چندر :- ويچار ؟ سيٺ صاحب مان سمجهي ڪين سگهيس.

موتيرام :- اِنهي ۾ پٽ سمجهڻ جي اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي ؟ مان انجو هٿ تنهنجي هٿ ۾ ڏيڻ ٿو چاهيان. پوءِ تہ تون. هن گهر جو سڀ ڪجھ آهين.

چندر :- ( اچرج ۽ حيرانيءَ مان ) نہ... نہ... سيٺ صاحب مان انهيءَ جي لائق ناهيان. تنهنڪانسواءِ مان.....

موتيرام :- تنهنڪانسواءِ ڇا ؟

چندر :- ( ڳالهہ بدلائيندي ) ائين هي انهيءَ رشتي ناتي لاءِ توهانکي منهنجي ماتا صاحب سان پڻ ڳالهائڻو پوندو.

موتيرام :- اڙي ڀائي. "ميان - بيبي راضي تہ ڪيا ڪريگا قاضي" انهيءَ ۾ پهرين تنهنجي منظوري ۽ خواهش جي طلب آهي. رهي ڳالهہ تنهنجي ماتاجيءَ جي انهيءَ سان پاڻ مان اچي توهانجي گهر ڳالهائيندس. آخر تہ نياڻيءَ جو پيءُ آهيان.

چندر :- ( حيرانيءَ ۽ دکي دل سان ) جي.

موتيرام :- انهي ڪانسواءِ مونکي نيتا لاءِ بہ هڪ ٻي ڳالهہ سجهي آئي آهي جنهن ۾ هوءَ بيحد سکي رهندي.

چندر :- سيٺ صاحب هيءَ بہ ڪا اهڙي ڳالهہ معمولي ناهي. هيءَ تہ زندگي ڀر جو سنگرام آهي. مونکي ڪجھ سوچڻ ڏيو.

موتيرام :- پلي پٽ مون تہ تنهنجي اڳيان هڪ قسم جو ڊبل يعني ٻٽو سکيو سولو پرستاو رکيو آهي.

چندر :- ٻڌو پرستاوَ
موتيرام :- جي ليڪن پهرين تون انهيءَ تي پنهنجي چوڻ موجب گهرائيپ سان سوچ ته سهين.
چندر :- برابر مونکي سوچڻ ڏيو. (ائين چوندي چندر جو اُتان اُٿي آهستي آهستي ڊرائينگ روم مان ٻاهر نڪري وڃڻ)

سين پنجون بدلجڻ لاءِ هلڪو ميوزڪ

(ساڳيو راڌان ٻائي جو گهر جتي ڪمري ۾ ڪٽ تي ويٺي پريتي هڪ ننڍڙو ڳاڙهي ڪلر جو سويٽر مڙهي رهي آهي ۽ ڪجهه ڏيان سان اُن ۾ ڏسي به رهي آهي. در تي ايتري ۾ ڏيري ڏيري ٺڪ ٺڪ ٿئي ٿي ۽ هوءَ اُٿي دروازو کولي ٿي ۽ چندر کي اُداس اُداس اندر ايندي چويٿي)
پريتي :- چو اَڄ ڪهڙي ڳالهه آهي. جو وري هن وقت آيو آهين؟...
چندر :- ڪُجهه نه, ڪاٻ...
پريتي :- (چندر جو مُنهن چڱيءَ طرح ڏسندي) ضرور ڪا ڳالهه آهي. نه ته تون مزاڪي ۽ ڪونئس باز ماڻهون هن طرح منهن لٽڪائي, چُپ چاپ اَچي وڃين؟
چندر :- ڇا ٻڌايانءِ؟ ڪُجهه مسئلو ئي اهڙو اَچي الجهيو آهي.
پريتي :- اهڙو ڪهڙو مسئلو, الجهيو آهي.
چندر :- (چوندي چوندي هيڪي ٿو) ها ڪجهه مسئلو پنهنجو پاڻ ڇا سوچيو هيم ۽ ڇا ٿي پيو.
پريتي :- (حيرانيءَ مان) ڪُجهه ڳالهه نه ڪندين ته خبر ڪئين پوندي؟
چندر :- ڪيان به ڪئين؟ هڪ طرف فرض ۽ ٻئي طرف پيار آهي. بس اِنهيءَ ڪشمڪش ۾ الجهي ويو آهيان.
پريتي :- فرض - پيار - ڪشمڪش.
چندر :- جي ها...
پريتي :- مونکي ته ڪُجهه به سمجهه ۾ نه آيو. تون صفا کولي چو نه ٿو ڳالهائين؟رڳو هن طرح پرولين ۾ چو پيو الجهائين؟
چندر :- ڇا ڳالهايان؟ ڳالهائڻ لاءِ هاڻي رهيو به ڇا آهي؟
پريتي :- نه رهيو آهي ته نه ڳالهاءِ. سڌو ٿي ويهه ته ڪافي ناهي ٿي اَچانءِ. آرام سان ويهي پيئه خاص تنهنجي لاءِ ڪافيءَ جو پئڪيٽ ڪلهه اجان گهرايو اٿم.
چندر :- (اُداس نوع ۾) نه نه رهڻ ڏي. جيترو تون منهنجو خيال ٿي رکين مان تنهنجو ڪُجهه به رکي نه سگهيو آهيان.
پريتي :- تو مونکي پنهنجو جيون ساٿي بڻايو اهائي مون لاءِ وڏي ۾ وڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي. مونکي توکان سواءِ گهرجي به ڇا؟
چندر :- ليڪن مان.... مان تنهنجو جڏهن ٿيان نه؟
پريتي :- (مايوس ٿيندي) اِهو اَڄ چوين ڇا ٿو...
چندر :- پريتي مان بلڪل هوش حواس ۾ آهيان. هيءَ دنيا ڏاڍي سنگدل بي رحم آهي. سچ پچ سچي اِنسانيت ۽ پوتر پيار جو هتي ڪوبه ملهه ناهي.
پريتي :- اِهو ته آهي. پُراڻي چوڻي آهي ته سُڪئي کي ڪير سهي ڪونه ۽ برابر ڏڪئي کي ڪير

ڏيئي ڪونہ

چندر :- بس بس ، اهوئي قصو اسان سان گذري رهيو آهي. ڪلهہ مون توکي چيو هو نہ تہ مان نيتا جي شاديءَ لاءِ پئسي جي گهر پنهنجي سيٺ موتيرام اڳيان رکندس.

پريتي :- جي ها ، تہ ڇا هن سان ڳالهہ ڪيئہ! مونکي تہ وشواس آهي جيئن هن پهرين تنهنجي پتا صاحب جي اوچتي پرلوڪ پڌارجڻ ۾ مدد ڪئي هئي تہ هينئر بہ ضرور ڪندو.

چندر :- مدد تہ ڪريٿو ليڪن......

پريتي :- ليڪن ڇا ؟

چندر :- اهوئي تہ مان هنجي اپاهج ڌيءَ پشپا سان شادي ڪريان.

پريتي :- (حيرانيءَ مان) شادي ؟ ليڪن هو هڪ سيٺ ۽ تون هن وٽ نوڪري ڪندڙ پگهاردار.

چندر :- انهيءَ ۾ ڪهڙو گناهہ آهي. جيڪڏهن مان هنجي ڌيءَ سان شادي ڪريان تہ مان بہ هن سان ڪُلهو ڪُلهي ۾ ملائي ٿو سگهان.

پريتي :- (روئندي) مونکي خبر ڪانہ هئي تہ تنهنجو شريف سيٺ هڪ اِنسان جي ويس ۾ ابليس نڪرندو.

چندر :- پريتي - ڏنئہ هتي شريف اِنسان بہ پنهنجي مطلب ۽ خواهش لاءِ هن دنيا ۾ ڇا بہ بڻجي سگهيٿو ؟

پريتي :- (سسڪندي) سو بہ بُلڪل اِئين ؟

چندر :- (دکہ جي نوع ۾) ها بُلڪل اِئين. نہ رڳو ايترو پر هو هڪ گوليءَ سان ٻہ شڪار ڪرڻ ٿو چاهي.

پريتي :- سو ڀلا ڪيئن ؟

چندر :- هن ٻيو پرستاوُ تہ ڪولي ڪين چيو. مان سمجهانٿو تہ پشپا جي شاديءَ ڪانسواءِ هو نِيتا جو اسانڪان سنگہ بہ گهرڻ ٿو چاهي. هو رنڙ جو آهي.

پريتي :- هاءِ پنهنجي ڪام پورتي ۽ مطلب لاءِ انسان ايترو هرويرو نيچ ٿو ٿي سگهي. سو اَڄ مون ڏٺو آهي.

چندر :- ليڪن

پريتي :- ٻئي ڪنهنکي ڪنهنجي پيار ۽ امنگن جي ڪهڙي پرواهہ ؟ (روئندي ۽ اوچنگارون ڏيندي) هيءَ اسانجي ڪهڙي نہ وچتر حالت بڻي آهي ، تہ ڪو هن دنيا ۾ ڪنهنکي هيترو چاهي ٿو. ڇا اسان غريبن کي پيار ڪرڻ جو ڪو حق ناهي.

چندر :- حق ڇو نہ آهي. ليڪن اهو رڳو سُرمائيندارن کي. اَڄ اِهو پويتر پيار اسان لاءِ پاپ بڻجي پيو آهي.

پريتي :- پاپ ڇا ۽ پُڇ ڇا ، هڪ فرض بہ تہ وچ ۾ آهي. جيڪو نباهيندي انسان هڪ گنهگار آهي. اَڄ اهو فرض اسان لاءِ هڪ پريکيا بڻجي آيو آهي. تون ڀل اهو پاڙ.

چندر :- (حيرانيءَ ۽ اُداسائي سان) ۽ تون.

پريتي :- مونکي رهڻ ڏي. هينئر تہ مان ڪٿي جي نہ رهي آهيان. تنهنجي انهي ڏينهن جي نادانيءَ ڪري مُنهنجي هڪ جان نہ ليڪن ٻن انسانن جي جان جوکم ۾ آهي. هيءَ ڏس پرتکش پرماڻ خبر اٿئي مان هيءَ ننڍڙو سويٽر ڪلهن لاءِ مڙهي رهي هئس.

چندر :- (زور سان) پريتي - چا تون ؟

پريتي :- (زور سان اوڇنگارون ڏيندي) جي ها تنهنجي اُنهيءَ ڏينهن جي ناداني‌ءَ سبب مون ۽ تنهنجو انش اَچي ويو آهي ۽ مان اُنهيءَ اَنش کي هن پيٽ ۾ پالي رهي آهيان.

چندر :- نه نه مان اهو ڪڏهن به ثابت ٿيڻ نه ڏيندس. اَج مان سيٺ جي گهران پڪو پرن ڪري نڪتو هوس ته پئسي جي ڪري پنهنجي پيار ۽ گهرجي عزت ۽ آبرو کي هن طرح بدنام نه ٿيڻ ڏيندس. مان هن طرح هرگز عصمت فروش نه ٿيندس. اسين ٻئي قرباني ڏيئي پنهنجي پوتر پيار جي ثابتي ڏينداسين. هيءَ ڏس مان (ڪيسي مان زهر جي شيشي ڪڍندي ۽ پريتي‌ءَ کي ڏيکاريندي) اِنهيءَ جو اُپاءُ به سوچي آيو آهيان.

پريتي :- (شيشي ڏسندي) هيءَ چا ته تون پنهنجو پاڻ... !

چندر :- ها ، پريتي هينئر بس هن ظلمي ۽ بيدرد دنيا مان جيءَ پرجي ويو آهي. (اهو چوندي هو تڙ تڪڙ ۾ شيشي کوليندي مُنهن سان لڳائي ٿورو زهر پي ٿو وڃي. ليڪن ايتري ۾ پريتي دوڙي هن کان اُها ڦري پاڻ به باقي رهيل پي ٿي وڃي)

پريتي :- منهنجا پريتم - محبوب جيڪڏهن تون نه رهندي ته مان هيءَ تنهنجو انش پيٽ ۾ پاليندي ڪٿي رهندس. مان به توسان گڏ تنهنجي منزل تي ٿي اَچي پهچان پل....

(اُهو چوندي هوءَ چندر جي مٿان ڪري ٿي پوي ۽ پرلوڪ پڌارجي ٿي وڃي. پردو ڪريٿو).

7- CHA-16,
Jawahar Nagar, Jaipur-302004

# پياڳن واري!

□ هوندراج بلوائي

پاتر

| | |
|---|---|
| واڌومل | سرڪاري ملازم |
| ڪلان | واڌومل جي گهر واري |
| جئڪي | واڌومل جو پٽ |
| پنديا | واڌومل جو باس. |

(صبح ٿيڻ جو سنگيت)

ڪلان - هيڏانهن، ٻڌو ٿا؟ اخبار وارو لڳي ٿو اخبار ڦٽي ڪري ويو آهي. چانهه به تيار آهي. اُٿندءِ نه اُٿندو چا؟

واڌومل - (اوٻاسي ڏيندي) اوف او.. اَڄا صبح ٿئي ئي مس ته هيءَ پياڳن واري، ڪالي ماتا جو روپ ٻڌجي اچي اڳيان بيهي... ها، چئه... صبح ٿي ويو ته ڪهڙو پهاڙ ٽٽي پيو. اصل آرام ئي ڪرڻ ڪونه ٿي ڏين!

ڪلان - (خار مان) مونکي چا آهي. پيا هجو سڄو ڏينهن، آرام ئي ڪرڻو اٿو ته وٺو آفيس مان لنبي ڇُٽي ۽ ويهي پيجو سڄو ڏينهن پلنگ. هر روز جي اِهائي ڪٽ پٽ. مان ته اچي ڦاٽي آهيان.

واڌومل - بس ڪر پياڳن واري بس ڪر... ائين هرويرو ناراض نه ٿي. تون ناراض ٿيندينءَ ته منهنجو چا ٿيندو؟

ڪلان - ناراض نه ٿيان ته ٻيو چا ڪريان! روز صبح جو توهانکي اُٿارڻ لاءِ ڪيڏي ٿي مغزماري ڪرڻي پئي. اصل ڪي صفا هُو آهيو.

واڌومل - هُو آهيان يا هي... آهيان ته تنهنجو نه! هاڻي سياڻي ڪان ڏسج ته ڪيئن نه جلدي ٿو اُٿان. توکي اها مغز ماري نه ڪرڻي پوندي. هاڻي ته بس نه؟

ڪلان - هاڻي، نهيو نهيو... سياڻي جي ڳالهه سياڻي ڏٺي ويندي، پهرين اڄ ته جهٽ ۾ اُٿي ڏيکاريو. اهو مئو پلنگ توهان کي ٿو چنبڙي الائي توهان ٿا پلنگ کي چنبڙو.

واڌومل - بس هاڻي وڏيڪ مهڻا نه ڏي پياڳن واري. ون، ٽوُ، ٿري... ڏس اُٿي وينس نه!

ڪلان - اُٿي ڪري منهن ٻنهن ڌوئو ته اخبار ۽ چانهه آڻي ڏيانوَ.

واڌومل - ها ، چانهه سان گڏ پاپڙ بہ آڻجان⁶.

ڪلان - پاپڙ نہ ، بسڪيٽ. صبح سان پاپڙ کپيس. هزار دفعا توهان کي چيو اٿم تہ اها پاپڙ جي پچر ڇڏيو.

واڌومل - پاپڙ بہ پاڳن واري ، روز روز کٽي ٿو کان. ڪڏهن ڪڏهن تہ اِچا ٿيندي آهي.

ڪلان - جي ڪڏهن ڪڏهن اِچا ٿيندي اٿوَ تہ بسڪيٽ ڇو نہ ٿا کائو.

واڌومل - جو مزو پاپڙ ۾ آ ، سو بسڪيٽ ۾ ڪٿي! خير ، تون نہ سمجهندين⁶. وڃ وڃ ، چانهه کڻي آءُ. ها ، اخبار بہ ضرور کڻندي اچج. (پنهنجي منهن) هل پاڻي واڌومل تہ ڏوئون منهن. ڪريون آفيس وڃڻ جي تياري... دير ٿيندي تہ وري پاڳن واري⁴ جي ٻولتي ٻڌڻي پوندي.

ڪلان - (زور سان) وري ڪيڏانهن ويا ؟

واڌومل - (پريان کان) اڙي پاڳن واري ، توڻي تہ چيو تہ جهٽ ۾ منهن ڌوئي اچو. اڌ منٽ ئي ڪونہ ٿيو آهي ، تہ وري اچي متي آهين ! اِجهو منهن ڌوئي اچان ٿو.

ڪلان - مونکي ڇا آهي ! منهن نہ ڌوئو ، سڄو سنان کڻي ڪري اچو. هتي چانهه ، پيئي ٺري ان ڪري ٿي سڏ ڪيانوَ.

واڌومل - اچي ويس پاڳن واري اچي ويس. هروڀرو ائين ناراض نہ ٿي. اڙي ها. پاڳن واري ، توکي هڪڙي ڳالهہ ٻڌائڻ تہ وسري ويئي. هتي ويهہ. هتي منهنجي پرسان ويهہ تہ ٻڌايان⁶.

ڪلان - صبح سان فتي ويهان. ٻيا ڪي ڪم ئي ڪانہ آهن ڇا ؟

واڌومل - ٻڌ تہ سهين. منهنجي آفيس جو باس آهي نہ ، مسٽر پنڊيا... تنهن ڪي مون پنهنجي گهر دعوت ڏيئي گهرايو آهي. اڄ شام جو اچڻو آهي.

ڪلان - اچڻو آهي ، تہ پو⁶ مان ڇا ڪريان ؟

واڌومل - توکي ڏس ، هن جي سواگت ۾ بس ڪي نہ ڪي وثرائيون ئاهڻيون آهن ، حي ڪانئي هوَ خوش ٿي وڃي.

ڪلان - اهي خفا ٻفا مونکان ڪونہ ٿا پڄنوَ.

واڌومل - ڏس ، ڳاهي آهين نہ! صرف اجوڪو ڏينهن منهنجي ڪري ٿوري تڪليف وٺي پوند⁶. ڪيس ڪاني تي اڄ اهڙيون شيون ڪارا⁶ جو هوَ خوش ٿي وڃي.

ڪلان - اَچا ! تہ پو⁶ پنهنجي صاحب کي خوش ڪرڻ لاءِ⁶ مونکان ٿا مزوري ڪرايو !

واڌومل - اڙي پاڳن واري ، ائين ناهي. تون رڌڻ پچائڻ ۾ هيڏي هوشيار آهين ، اِن ڪري صاحب اڳيان تنهنجي ساراهہ ڪري ويٺس. هاڻي ساراهہ ڪري ويٺس سو ڪري ويٺس. صاحب چيو جيڪڏهن توهان جي گهر واري رڌڻ - پچائڻ ۾ ايڏي هوشيار آهي تہ پو⁶ ڪنهن ڏينهن سندس هٿ جو کاڌو ضرور کائڻو پوندو. انهي⁴ ڪري ئي اڄ ڪيس ڪاني تي گهر

گهرايو اٿم. تنهنجي هيڏي ساراهه ڪئي اٿم ته بدلي ۾ تون منهنجو اهو ننڍڙو ڪم به نه ڪندين؟؟

ڪلان - هٽو هٽو ، مسخا هٽو ، مکڻ هٽو... هيو به جيڪو وٺيو سو هٽو.

واڌومل - ڏس ڏاهي آهين نه ؟

ڪلان - مان ڏاهي آهيان ؟

واڌومل - هيو نه ته ڇا ؟ مان ڪوڙ ٿو چوان ؟

ڪلان - ته پوءِ توهان جو ڪم ٿي ويندو. نڌاستو !

(هٺي ڪلن ٿا.)

(درشيه بدلجڻ جي اِشاري طور سنگيت)

جنڪي - ڏڏ ، او ڏڏ ، مانڪي پڪنڪ تي وڃڻو آهي.

واڌومل - پٽ ، پڪنڪ تي ته پلي وڃ پر هيئن ڏڏ ، ڏڏ ته نه ڪر. ڏڏ ٿو چوين ته لڳي ٿو ته مان مري ويو آهيان.

جنڪي - توهان کي پلا ڏڏ نه چوان ته هيو ڇا چوان ؟

واڌومل - بابا چئه ، دادا چئه... هنهي مان جيڪو وڻئي سو چئه. ڏڏ نه چئه. مان مري ويو آهيان ڇا ؟

جنڪي - ڏڏ ، توهان پي پراڻيون ڳالهيون پيا ڪريو. هاڻي زمانو بدلجي ويو آهي. هاڻي اِهي اولڊ ناڪ ڪونه ٿا هلن.

واڌومل - پٽ ، زمانو بدليو ڪونهي. ماڻهن جا من بدلجي ويا آهن. شهرن جي ماحول ۾ رهي ماڻهن جا "دماغ" بدلجي ويا آهن.

جنڪي - توهان کي ته ڏڏ ، انهن اولڊ شين جو اَجايو شوق آهي. جڏهن پي ڏس ، چوندا ، اهي گيمس هيمس نه ڪريو. سنڌي گيمس ڪريو.

واڌومل - پٽ توکي ڪهڙي خبر ته انهن سنڌي راندين ۾ ڪهڙو مزو ايندو هو. ننڍي هوندي جو ڇڏن راند ڪندا هئاسين ته وقت ڪيئن گذري ويندو هو ، سا خبر ئي ڪانه پوندي هئي. وري جو رات ٿيندي هئي ته ٺر ٺر سوُنٽي ۽ پٽ پٽاڻي ، سُرمي داڻي جهڙيون رانديون ڪندا هئاسين. ونجهه وٽي[1] راند ڪندا هئاسين. پٽ ، توکي ڪيئن سمجهايان ته اهي رانديون تنهنجين انهن گيمس کان ڪيڏيون نه سٺيون ۽ سستيون هونديون هيون.

جنڪي - پر به ڏڏ ، اهو جمانو ڪونهي.

واڌومل - زمانو چو نه آهي ، رکو ان لاءِ تياري ڪپي.

ڪلان - پٽ ، تنهنجي ڏڏي[1] جو وس هلي ته جيڪر توکي انبن ، چڪن ۽ صوفن جي بدران گيدوڙا ، ليار ۽ لوڙهه کارائي. مٺائي[1] جي بدارن گيهر ۽ گبت کارئي.

واڌومل - خوش هجين پاڳن واري خوش هجين، تو تہ منهنجي دل وٺان ڳالھ ڪئي آهي.
جنڪي - مُما توکي خبر آهي تہ پُٽ هڪ ڏينهن پيلو - ڪلر جي الائي ڪهڙي شيءِ وٺي آيا هئا...
ڪلان - پيلو- ڪلر جي؟ يعني تہ پيلي رنگ جي؟ هاها ، هوءَ پوراٺي تہ نٿو چوين؟
جنڪي - ها ها ، پوراڻي... اصل اهڙي ڦڪي جو ڪاٺڻ تي دل ئي نہ پيئي ٿئي. منهنجو تہ وات ئي خراب ٿي پيو هو.
واڌومل - پڻهين تہ ڏاڍي شوق سان وٺي آيو هو، پر پٽ، اها تہ مونکي بہ خاص وڻندي آهي.
جنڪي - توهان کي وڻندي آهي تہ پلي کائو. پاڻ کي نئيون وڻن اهي شيون. اهي بہ ڪي ڪاٺڻ جون شيون ٿينديون آهن!
واڌومل - اڙي بابا ، نئيون وڻنوَ تہ نہ ڪائو ، توهان کي ڪو زوري ٿو ڪري ڇا؟ هيئن انهن جي ڳالھ تہ نہ ڪريو.

(ڪال بيل جو آواز)

واڌومل - لڳي ٿو ، پنڊيا صاحب اچي ويو آهي. پاڳن واري تون وڃ رنڌڻي ۾. وڃي ڪم ڪي لڳ. تون وري ڪيڏانهن ٿو وڃين جنڪي پٽ!
جنڪي - مان هينئر دوستن سان راند ڪرڻ ٿو وڃان.
واڌومل - گهر ۾ مهمان آيو آهي ان سان تہ ملندو وڃ....اچو اچو پنڊيا صاحب ڏاڍي دير لڳايوَ.. هن سان ملو هيءُ آهي منهنجو ڪڪو جنڪي.
جنڪي - هلو سر.
پنڊيا - توهان جو پٽ تہ ڏاڍو هوشيار ٿو لڳي. ڇا ڪندو آهي؟
واڌومل - ڪاليج ۾ پڙهندو آهي.
پنڊيا - ويري گڊ.
واڌومل - پنڊيا صاحب، توهان جي لاءِ منهنجي شريمتيءَ اهڙيون وڻرائيون ٺاهيون آهن جو ڪائيندا تہ سچ پچ سندس ساراھ ڪرڻ کان سواءِ نہ رهي سگهندا.
پنڊيا - ويري گڊ. مسٽر واڌومل انهن وڻرائنين جي ساراھ جي سُڳنڌ تي تہ ڇڪجي هتي پهتو آهيان. پاڻ کي نيون نيون وڻرائيون ڏاڍيون وڻنديون آهن.
واڌومل - تہ پوءِ توهان کي گهڻو انتظار نہ ڪرائبو.
جنڪي - منهنجي مما توهان جي لاءِ ڏاڍي سڪ سان اهي ٺاهيون آهن، سر.
واڌومل - (سڏ ڪندي) اڙي او پاڳن واري... پنڊيا صاحب اچي ويا آهن. ذرا جلدي ڪري وٺ.
پنڊيا - مسٽر واڌومل، توهان جي گهر واريءَ جو نالو پاڳن - واري آهي ڇا؟
واڌومل - هون؟ نہ نہ ، اهو تہ سندس پيار جو نالو آهي. هونئن سندس نالو ڪلان آهي ، ڪلي!
پنڊيا - اَڇا اَڇا ڪلان کي توهان پيار سان پاڳن واري چوندا آهيو! ويري گڊ ، ويري گڊ.

جنتي - ياڳن واري ڀيٽي لڳي.

پنڊيا - تہ تنهنجي ڇهي لڳي آهي، ائين نہ؟

واڌومل - ها ها... نہ نہ... اڙي تہ سڀ لڳي اسان آهيون. ڀيٽي ڪي لڳي مان آهيان جو مونکي، اهڙي....

پنڊيا - گهر واري ڪٿي آهي، ائين نہ؟ (کلي ٿو) ها... ها... ها... (واڌومل ۽ جنتي بہ کلن ٿا)

واڌومل - اڄ اڄ ياڳن واري... هي آهن پنڊيا صاحب!... ۽ پنڊيا صاحب هي آهي منهنجي گهر واري...

پنڊيا - شريمتي ڪئان! ڀيٽي توهان جي ياڳن واري.

ڪئان - نمستي صاحب.

پنڊيا - نمستي نمستي... اچو ويهو.

جنتي - اڄ ڇما، هتي ويهو... اڙي واهہ اڄ تہ گرما گرم ڪاڌي جي خوشبوء پيئي اچي.

واڌومل - ڪائيندا تہ آخريون چٽيندا.

پنڊيا - اڇا؟ تہ پوءِ ٿي وڃي شروع

جنتي - اڙي واهہ! هي ڪمن ڍوڪلا... هن ۾ ڇاهي؟ واهہ دهي ڪڙهي... ۽ هن ۾؟ ٻٽاٽا وڙا... ۽ هي شريکنڊ.

واڌومل - (آهستي) ياڳن واري، هي تو ڇا ٺاهيو آهي؟ ماري رکيٿہ (زور سان پنڊيا صاحب کي) پنڊيا صاحب، مان وٺو هي ڪائي ڏسو. ڍوڪلن سان هيءَ چٽڻي ڏاڍي سوادي لڳندوَ؟

پنڊيا - سڀ تہ ٺيڪ آهي مسٽر واڌومل. هي توهان ڪهڙيون وڃانڻيون ٺهرايون آهن؟ اهي شيون تہ اسانجي گهر ۾ روز ٺهنديون آهن. مان تہ اهي ڪائي ڪائي تنگ ٿي پيو آهيان. مان تہ اسا ڏوپ رکي آيو هوس تہ ٻيون ڪي شيون ڪائڻ لاءِ ملنديون.

واڌومل - اڙي ياڳن واري، انهن گجراتي شين جي بدران ٻيون ڪي شيون ڇو نہ ٺاهيئہ؟ پنڊيا صاحب پاڻ گجراتي آهي ان ڪري اهي شيون تہ هو هميشهہ ڪائيندا هوندا نہ! ذرا ڪجهہ تہ سوچين ها!

ڪئان - پر مونکي ڪهڙي خبر تہ هو اهي شيون روز ڪائيندا هوندا. مان تہ پاڻ سمجهو تہ هي گجراتي آهن تہ گجراتي شيون پسند ڪندا.

پنڊيا - تہ چڱو ٺيڪ آهي. اچو تہ اڄ تہ انهن گجراتي وڃانڻين جو مزو وٺون. پر ياد رکو، مسٽر واڌومل، مان توهان کي ائين ڇڏڻ وارو نہ آهيان. ٻئي دفعي توهان وٽ انهن گجراتي وڃانڻين کان سواءِ ٻيون ڪي وڃانڻيون اچي ڪائيندس.

جنتي - تہ پوءِ سڀ، هن سنڌي ٿي ٿي اچو نہ. ڏاڍو مزو ايندو.

واڌومل - ها پنڊيا صاحب، هن رويوار تي ضرور اچجو.

ڪلان - ان ڏينهن توهان کي پيون نيون شيون کائڻ لاءِ ملنديون.

پنڊيا - پرامس؟

جنڪي - ها پرامس!

(سنگيت)

ڪلان - اڄ تہ توهان، پنهنجي صاحب کي اچڻ ڏيو. اهڙيون ٿي شيون کارايانس جو عمر ڀر ياد ڪندو هون، گجراتي شيون نہ کپنس. چڻ سون کپيس سون.

واڌومل - پر بہ پاڳڻ واري، تو اڄ ٺاهيو ڇا آهي؟ مونکي بہ تہ ٻڌاءِ.

ڪلان - توهان کي بہ ڪونہ ٻڌائيندس. جي اڳواٽ ٻڌائيندي مانوَ تہ صاحب کي فون ڪري اچڻ کان ئي منع ڪري ڇڏيندا.

واڌومل - تون ڪلان يعني ڪلي، سچ پچ ڪالي ماتا جو روپ آهين... هي مالڪ، تون بچائجانءِ هن گهر واريءَ کان.

(گهنٽي وڄڻ جو آواز)

واڌومل - پٽ، جنڪي ڏس تہ ڪير آهي؟ شايد پنڊيا صاحب نہ هجي.

جنڪي - ويل ڪم سر. گڊ ايوننگ.

پنڊيا - گڊ ايوننگ، گڊ ايوننگ...

واڌومل - اچو اچو، پنڊيا صاحب، اسان توهان جي ئي راهہ ڏسي رهيا هئاسين.

پنڊيا - هلو مسٽر واڌومل، هلو مسز واڌومل، ڪئين خوش آهيو نہ؟

ڪلان - ها. توهان بہ خوش آهيو نہ!

پنڊيا - اوهہ، ييس ييس! مونکي دير تہ نہ ٿي نہ!

واڌومل - توهان بلڪل پوري وقت تي آيا آهيو. کانو ٽيبل تي تيار آهي.

پنڊيا - مان بہ اڄ ذرا تڪڙو آهيان. ڪنهن پارٽيءَ سان ملڻ وڃڻو آهي.

واڌومل - تہ پوءِ توهان کي دير نہ ڪرائيبي.

پنڊيا - کاڌي جي سڳنڌ تہ ڏاڍي ٻڙڻا پيئي اچي. لڳي ٿو اڄ خاص آئيٽم ٺاهيون اٿوَ. سرس مجاني!

واڌومل - اڄ منهنجي شريمتيءَ خاص آئيٽم ئي ٺاهيون اٿوَ. مون کان بہ سيڪريٽ رکيون اٿس. خبر ناهي ڇا ٺاهيو اٿس.

جنڪي - مما کي ڏاڍيون سٺيون ورائٽيون ٺاهڻ اينديون آهن.

پنڊيا - تہ پوءِ پلا درشن ڪرايو نہ! پيٽ ۾ اوُندر يعني ڪوُئا ڊوڙي رهيا آهن.

ڪلان - تہ پوءِ اچو ، ٿي وڃو شروع
جنڪي - مما ، هن ڊِشِ ۾ ڇا آهي ؟
ڪلان - سنڌي ڪڙهي !
جنڪي - (رڙ ڪري) سنڌي ڪڙهي ؟ ستياناس !
واڌومل - ڪلان ، تو هي ڇا ناهيو آهي ؟
ڪلان - اَڃا تہ هيءَ ٻي شيءِ ڏسو نہ !
جنڪي - اها وري ڇا آهي ؟ ڏسڻ ۾ ئي سٺي نٿي اچي.
ڪلان، اها آهي سائي ڀاڄي.
جنڪي، الا ! مما ، تو هي ڇا ڪيو آهي ؟ اهي شيون ڪيئن کائبيون.
ڪلان - کائبيون پڻ کائبيون - جي اهي نہ وڻني تہ هيءَ پٽاٽي جي ٽڪي کائي ڏس.
جنڪي - توکي تہ خبر آهي مونکي اها اصل نہ وڻندي آهي.
ڪلان - نہ وڻندي اٿيئي تہ بہ کائڻي پوندءِ.
جنڪي - اسان تہ کائون نہ کائون پر هي پنڊيا صاحب ڪيئن کائيندو. اهي بہ ڪي کائڻ جون شيون آهن ؟
پنڊيا - اصل اهي شيون اهڙيون خراب آهن ڇا ؟ هي توهان چئو ڇا ٿا ؟ ذرا مان کائي تہ ڏسان. جن جي سڳنڌ اهڙي بڙيئا پيئي اچي سي خراب ڪيئن هونديون ؟ هيءَ سنڌي ڪڙهي آهي ؟... واهہ ! هيءَ تہ ڏاڍي سٺي ٿي لڳي ! ۽ هيءَ پٽاٽي جي ٽڪي ؟ هيءَ بہ سواد ۾ لاجواب آهي !... هيءَ ڇا آهي ؟
ڪلان - سائي ڀاڄي.
پنڊيا - هيءَ بہ مست پيئي لڳي ! هي ڊيبڙي وانگر ڇا آهي ؟
ڪلان - اهو آهي ٿوم جو ڊوڊو.
پنڊيا - لاجواب ! هي تہ سواد ۾ اسانجي ڊيبڙي کان بہ وڌيڪ سٺو آهي.
جنڪي - سر ، اهي شيون توهان کي وڻن ٿيون ؟
ڪلان - توهان کي شيون سچ پچ وڻن ٿيون ؟ سرس لڳي ٿيون ؟
پنڊيا - ها ٻيو نہ تہ ڇا ! هن کان وڌيڪ سٺيون شيون مون اڄ تائين نہ کاڌيون آهن. واهہ ڀائي واهہ مجا اچي ويئي.
واڌومل - پنڊيا صاحب ، هي توهان چئو ڇا پيا ؟
پنڊيا - مان سچ ٿو چوان ، گجراتي ڇيزون تہ اسان گهر ۾ روز ناهيندا آهيون. سائوٿ اِنڊين ڊِشِز بہ هوٽلن ۾ جام ملنديون آهن. پر سنڌي وٺرائٽيون مان اڄ پهريون دفعو کائي رهيو آهيان. ٿهيل بہ تمام سٺي نموني آهن.